# بوستان

(بامحاوره سنڌي ترجمو)

شيخ سعدي شيرازي

مولانا محمد قاسم سومرو



فَذَكِّرْ - اِنَّمَا اَنْتَ مُذَكِّرٌ

# بوستان

(بامحاوره سنڌي ترجمو)


**شيخ سعدي شيرازي**

---

**مولانا محمد قاسم سومرو**



روشني پبليڪيشن

ڪنڊيارو

2001ع

Roshni Book No. 179

كتاب جو نالو: بوستان.
ليکڪ: سعدي شيرازي / مولانا محمد قاسم سومرو

پهريون ڇاپو: © روشني 2001ع
ڪمپوزنگ: حبيب قادر قريشي
روشني ڪمپوزرس، حيدرآباد.
ڇپيندڙ: فائين ڪميونيڪيشن، حيدرآباد.
ڇپرائيندڙ: روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو، سنڌ

قيمت: 150.00 رپيا

# BOSTTAN

(Translate Sindhi )

by: **Mollana Muhammad Qasim Soomro**

Composed by: Habib Qadir Qureshi.
Roshni Composers, Hyderabad
Printed by: Fine Communication, Hyderabad, Sindh.
Published by: Roshni Publication, Kandiaro

First Edition © Roshni 2001

اسٽاڪسٽ

شاهه لطيف ڪتاب گهر - حيدرآباد
الاعظم بڪ هائوس - حيدرآباد
سنڌ بڪ ڪلب - رابعه اسڪوائر، حيدرآباد
ڪاٺياواڙ اسٽور - اردو بازار، ڪراچي
رابيل ڪتاب گهر - لاڙڪاڻو
رهبر بڪ اڪيڊمي - 25 رابعه سينٽر - لاڙڪاڻو
مولوي حافظ عطاءُ الله ٽونيه - پير شريف - لاڙڪاڻو
عزيز ڪتاب گهر - بئراج روڊ، سکر
ڪتاب مرڪز - فيريئر روڊ، سکر
يونائيٽيڊ بڪ لينڊ - مهراڻ مرڪز، سکر
مولوي نذير احمد مهر گول مسجد - بئراج ڪالوني، سکر
نيشنل بڪ اسٽال، پنج گلو چوڪ، خيرپور ميرس
قاسميه لائبريري - ڪنڊيارو

## فهرست



### باب پهريون

### عدل انصاف، سهڻي تدبير ۽ بادشاهي ڪرڻ جي اصولن بابت

## باب ٻيو

## احسان بابت

**باب ٽيون**

**عشق جو**

## باب چوٿون

## تواضع ۽ نئڙت

باب پنجون

تقدير ۽ تدبير بابت

باب ڇهون

قناعت

## باب ستون

### تربيت بابت

## باب اٺون

## شُڪر بابت



## باب نائون

## توبهه جو

## باب ڏھون

## دعا جي بيان ۾

بِسمِ اللهِ الرّحمٰنِ الرَّحِيم

نحمده ونصلي عليٰ رسوله الڪريم. امابعد

# شيخ سعدي شيرازي جي سوانح

بوستان جي مؤلف شيخ سعديءَ جو اصل نالو "مشرف الدين مصلح"، پيءُ جو نالو "عبدالله" ۽ تخلص "سعدي" آهي. شيخ مشرف الدين مصلح بن عبدالله شيرازي سعدي، ايران جي مشهور شهر "شيراز" ۾ پيدا ٿيو.

سندس ولادت جو سال پڪيءَ طرح سان معلوم نہ ٿي سگهيو آهي. ڪن مؤرخن ٥٧١هہ (١١٧٥ع)، بعض سوانح نگارن ٥٨٩هہ (١١٩٣ع)، چند تاريخدانن ٥٨٠هہ (١١٨٤ع)، ڪن محققن ٦٠٦هہ (١٠٩٢ع) ۽ ڪن تذڪره نگارن ٦١٠هہ (١٢١٣ع) جو سال لکيو آهي. اهڙي صورت ۾ ڪا يقيني راءِ قائم ڪرڻ مشڪل آهي، البت ڪجهہ دليلن جي روشنيءَ ۾، سندس ولادت جي تاريخ ٥٨٥هہ (١١٨٩ع) کان اڳ متعين ٿئي ٿي، ڇو تہ:

١. شيخ سعدي گلستان ۾ هڪ هنڌ علامہ ابن الجوزي رحہ کي پنهنجو استاذ ۽ شيخ چيو آهي.[١]، جيڪو بغداد ۾ رهندو هو. ان جي وفات ٥٩٧هہ ۾ آهي. ابن الجوزيءَ وٽ تعليم حاصل ڪرڻ وقت، سندس عمر ڪنهن بہ صورت ۾ ١٢-١٣ سالن کان مٿي هئڻ گهرجي، ڇو تہ ٧-٨ سالن جو ڇوڪرو، علم لاءِ سفر ڪيئن ڪري سگهندو؟

٢. شيخ پنهنجي ڪتاب "بوستان"[٢] ۾ پاڻ کي خطاب ڪندي فرمايو آهي تہ:

بيا اي ڪہ عمرت بهفتاد رفت - مگر خفته بودي ڪہ برباد رفت

(اي سعدي! هاڻي تہ موٽ ڪر، تنهنجي عمر ستر کان ٽپي وئي. شايد تون ننڊ پيو هئين، جو ڄمار اجائي گذري وئي.)

ان بيت ۾ شيخ صاحب پنهنجي عمر ٧٠ سالن کان ٽپيل ٻڌائي رهيو آهي. بوستان جي تاليف ٦٥٥هه (١٢٥٧ع) ۾ آهي.[٣] ان مطابق سندس ولادت ٥٨٥هه کان اڳ هئڻ گهرجي.

## ننڍپڻ

شيخ سعديءَ جو ننڍپڻ لاڏ ڪوڏ سان گذريو. سندس والد صاحب، شيراز جي حڪمران "سعد زنگيءَ" جي دربار ۾ اعليٰ آفيسر هو. سندس والده به هڪ علمي گهراڻي سان تعلق رکندي هئي، پر خوشين جو اهو دور دائم نه رهيو. سِتت ئي سندس والد صاحب، ننڍڙي سعديءَ کي ڇورڙو ڪري، رب ڏانهن راهي ٿيو. پاڻ لکي ٿو:

مرا باشد از درد طفلان خبر - که درطفلي از سر برفتم پدر[۴]

(مون کي ٻارڙن جي درد ۽ ڏک جي پوريءَ طرح خبر آهي، ڇو ته ننڍپڻ ۾ منهنجي سر تان به پيءُ جي شفقت جو ڇانو کڄي ويو هو.)

والد جي وفات کان پوءِ سعديءَ جي سنڀال جو بار، سندس والده محترمه تي اچي پيو، جيڪا سعديءَ جي جوانيءَ تائين زنده رهي ۽ پنهنجي پٽ جي پرورش، تربيت ۽ فهمائش ڪندي رهي.

## تعليم

شيخ سعديءَ ابتدائي تعليم پنهنجي والد صاحب وٽ ۽ شيراز جي عالمن فاضلن وٽ حاصل ڪئي. اعليٰ تعليم لاءِ بغداد ويو ۽ اتان جي مشهور يونيورسٽي "نظاميه" ۾ داخل ٿيو، جيڪا نظام الملڪ طوسيءَ[٥] ٤٥٩هه ۾ قائم ڪئي هئي. هونئن به شيراز وارن جو "بغداد" سان گهرو لاڳاپو رهيو آهي. خواجه نظام الملڪ طوسيءَ جڏهن بغداد ۾ جامعه نظاميه جو بنياد وڌو ته ان جو پهريون پرنسپل شيراز جي علامه ابو اسحاق شيرازيءَ کي مقرر ڪيو هو.[٦] مدرسه نظاميه ۾ شيخ سعديءَ کي اسڪالر به ملندي هئي. جيئن پاڻ لکي ٿو ته:

مرادر نظاميہ ادراربود + شب و روز تلقين و تکرار بود(۷)

(نظاميه ۾ مون لاءِ وظيفو مقرر هو، رات ۽ ڏينهن تلقين ۽ سبقن دهرائڻ ۾ مشغول هوس.)

شيخ سعدي نظاميه ۾ جن استادن وٽ پڙهيو، انهن ۾ سرِ فهرست علامه ابن الجوزي رحہ آهي، جيڪو تفسير، حديث، اسماء الرجال ۽ تاريخ جو امام ٿي گذريو آهي. گلستان ۾ هڪ حڪايت جي اندر شيخ سعديءَ ابن الجوزي جو ذڪر ڪيو آهي، جنهن جو خلاصو هي آهي تہ:

"شيخ ابن الجوزي ڪيس سماع جي محفلن ۾ شرڪت ڪان منع ڪندو هو، پر هو مڙندو ڪونہ هو، نيٺ هڪ بي سري ڳائٽي جي راڳ ڪيس توبہ ڪرائي ڇڏي."(۸)

## بيعت ۽ سلوڪ

تصوف ۽ سلوڪ جي تعليم، سهروردي سلسله جي شيخ الشيوخ شهاب الدين عمر سهروردي متوفي ٦٣٢هہ ڪان حاصل ڪيائين. جنهن لاءِ لکي ٿو تہ:

مرا شيخ داناي مرشد شهاب + دو اندرز فرمود برروئي آب
يکي آنکہ برخويش خودبين مباش + دگر آنکه بر غير بدبين مباش(۹)

(منهنجي مرشد شيخ شهاب الدين، دريا ڪناري هلندي مون کي بہ نصيحتون ڪيون. هڪ تہ پاڻ کي ڪجهہ نہ سمجهہ، ٻيو تہ ٻين جي براين ڏانهن نہ ڏس.)

## سير و سياحت

شيخ سعديءَ جڏهن ڪاغذن وارا ڪتاب پڙهي پورا ڪيا، تہ هن کي ڪائنات جي ڪشادي ڪتاب کي ڏسڻ ۽ ان جي مطالعي ڪرڻ جو شوق پيدا ٿيو ۽ دنيا جي سير و سفر لاءِ نڪري پيو. ٢٥ - ٣٠ سالن

جو عرصو سير و سياحت ۾ گذاريائين. جنهن دوران هو شام، عراق، فلسطين، مصر، آفريڪا، روم، آذربائيجان، ڪاشغر، تاتارستان، ترڪستان، خراسان، هندستان، يمن، عربستان ۽ ٻين ملڪن ۾ بي سرو سامان ۽ متوڪل فقيرن وانگر سفر ڪندو رهيو. مختلف قومن، قبيلن جي رهڻي ڪهڻي، اٿڻي ويهڻي، رسم و رواج، ڪردار و ڪلچر، بودوباش جو مشاهدو ڪندو رهيو، مختلف مزاج جي ماڻهن سان گذاريندو رهيو. شيخ سعديءَ سفر اندر ڪيتريون سختيون ۽ مشقتون بہ سَٺيون.

- هڪ دفعي دمشق جي دوستن کان ڪاوڙجي، جهنگ ڏانهن ڪٽي منهن ڪيائين، جتي ڪيس عيسائين قيد ڪري، طرابلس (ٽريپولي) جي چوڌاري کوٽجندڙ کاهي (خندق) ۾ يهودين سان گڏ، مٽي ڍوئڻ جي ڪم تي هٽي ڇڏيو. حلب جو هڪ رئيس، جيڪو سعديءَ کي سڃاڻندو هو، سو اتان اچي لانگهائو ٿيو. شيخ سعديءَ کي اهڙي حال ۾ ڏسي چوڻ لڳو: اي سعدي! هيءَ ڇا آهي؟ جواب ڏنائين تہ: دوستن جي ڪچهرين کان تہ گهٽو ٿي ڀڳس، پر تقدير کان ڪير ڀڄي؟ بهرحال ان رئيس رحم ڪائي، ڏهہ دينار عيسائين کي عيوض ڏيئي، سعديءَ کي آزاد ڪرايو ۽ پاڻ سان گڏ حلب وٺي ويو. جتي سؤ دينارن جي ڪابين تي پنهنجي ڌيءُ سان شادي ڪرايائينس. ڪجهہ وقت کان پوءِ مائيءَ جو رينگٽ شروع ٿيو، جهيڙا ڪرڻ لڳي، طعنا هڻڻ شروع ڪيائين. چي: تون اهوئي تہ آهين؟ جنهن کي بابا سائينءَ، ڏهن دينارن ۾ خريد ڪيو هو! شيخ سعديءَ بہ رڪت ڪانہ ڪئي، جواب ۾ چيائينس تہ: برابر! ڏهہ دينار ڏيئي عيسائين جي قيد مان تہ ڇڏايائين، پر سؤ دينار وٺي، تنهنجي قيد ۾ اڙائي ڇڏيائين. (١٠)

- شيخ سعدي لکي ٿو تہ:

مان ڪڏهن بہ زماني جي سختيءَ جي شڪايت ڪانہ ڪئي پر هڪ ڏينهن صبر جو دامن هٿ مان ڇڏائي ويو. منهنجي پيرن ۾ جتي ڪانہ هئي، گرمين جا ڏينهن هئا. جُتي خريد ڪرڻ جيترا پئسا بہ ڪونہ هئا. ڏاڍو ڏک ٿيو، وهم ولوڙيندو، سوچون سوچيندو ڪوفي جي جامع

مسجد ۾ وڃي پهتس. اتي اوچتو هڪ اهڙي شخص تي نظر پئي، جنهن کي هٿي پير ڪونہ هئا، بروقت الله جو شڪر ادا ڪيم تہ: اي منهنجا مولي! جتي نہ آهي تہ چا ٿيو، پير تہ آهن.[١١]

## شيخ سعديءَ جو هندستان اچڻ

شيخ سعديءَ هندستان جي سفر جو ذڪر بہ ڪيو آهي. لکي ٿو تہ: (خلاصو) سومنات/ هندستان ۾ هڪ بت ڏٺم، جيڪو هيرن ۽ جواهرن سان ڏاڍو سينگاريل هو. مشرڪ ان جي آڏو متو ٽيڪي رهيا هئا ۽ روئي دعائون گهري رهيا هئا. هڪ پوڄاريءَ کان پڇيم تہ: هن بي جان پٿر آڏو ايتري آهہ و زاري ڇو ٿا ڪريو؟ جواب تہ ڪونہ ڏنائين، رهندو مٿون ڪٽي ڦوڪيائين ۽ سڌو وڏي پنڊت کي وڃي ٻڌايائين. مون لاءِ تہ مسئلو ٿي پيو. بهرحال جان ڇڏائڻ لاءِ اٽڪل سوچيم ۽ ان پنڊت کي چيم تہ: سرا منهنجو اهو سوال اعتراض لاءِ نہ، پر حقيقت معلوم ڪرڻ لاءِ هو. جيئن حقيقت پڌري ٿيڻ کان پوءِ پوڄا ڪرڻ ۾ وڌيڪ لذت حاصل ٿئي. اتي ڪجهہ اطيمنان ٿيس ۽ چوڻ لڳو تہ: ادا! ٻين بتن لاءِ برابر اوهان چئي سگهو ٿا. پر هي ڪو عام بت نہ آهي. هي بت سدائين صبح جو خدا جي آڏو هٿڙا ڪٽي، دعا گهرندو آهي، صبح تائين انتظار ڪرا سڀ ڪجهہ سمجهہ ۾ اچي ويندئي.

مان بہ بتخاني ۾ اچي ڦاٿس، جيئن تيئن ڪري، اها رات گذارڻي هئي. شيخ سعدي اڳتي فرمائي ٿو تہ:

شبي همچو روزي قيامت دراز + مغان گردمن بي وضو در نماز
ڪشيشان هرگز نيازرده آب + بغلها چون مردار در آفتاب
مگر ڪرده بودم گناهي عظيم + ڪه بردم دران شب عذاب اليم

(اها رات قيامت جيڏي ڊگهي نظر پئي آئي، پوڄاري بنا وضوءَ جي عبادت ۾ شروع هئا. شايد هنن ڪڏهن بہ پاڻيءَ کي تڪليف ڪانہ ڏني هئي، انهن جي بغلن مان بدبوءِ اٿين پئي اٿي، جڻ ڪو مئل ڍور اُس

۾ پيل هجي. شايد مون کان بہ ڪو ڪبيرو گناھہ سرزد ٿيو هو، جنهنجي سزا لوڙي رهيو هوس.)

بهرحال جڏهن سياڳو صبح نروار ٿيو، بتخاني ۾ هلچل مچي وئي. مان پنهنجي اکين سان ڏٺو تہ انهيءَ بت پنهنجا هٿ مٿي ڪنيا، ماڻهن ۾ رڙيون پئجي ويون. اهو پنڊت پنهنجا ٽڪا ڏند ڪڍي، مون ڏانهن مشڪي نهاري رهيو هو، في الحال تہ ماٺ ڪرڻ ڌاران ڪو چارو ڪونہ هو. پوڄارين سان رلي ملي ويس. هڪ ڏينهن تلاش ڪندي، انهيءَ بت هيٺان ٺهيل تهہ خاني ۾ لهي ويس، چا ڏسان تہ هڪ بت پرست رسي هٿ ۾ جهليو ويٺو آهي، جنهن جو ٻيو ڇيڙو بت جي ٻانهن ۾ اهڙي طرح ٻڌل هو، جو رسي ڇڪڻ سان ان جون ٻانهون مٿي کڄي وڃن. راز فاش ٿي چڪو هو. بت پرست اتان وٺي ڀڳو. مون کي بہ جان جو خطرو ٿي پيو، مان بہ ان جي پٺيان پيس. کيس هڪ کوھہ ۾ ڌڪو ڏيئي، سومنات مان نڪري آيس ۽ يمن رستي حجاز وڃي پهتس.(١٢)

## شيخ سعدي سنڌ ۾

شيخ سعديءَ هندستان ۾ اچڻ ۽ سومنات وارو قصو تہ وڏي طمطراق سان ذڪر ڪيو آهي، پر ڇا شيخ سعدي سنڌ ۾ آيو هو؟ ان بابت جهڙيءَ طرح تاريخ جا ڪتاب خاموش آهن. اهڙيءَ طرح خود سعديءَ بہ اهڙي وضاحت يا اشارو پنهنجي ڪنهن ڪتاب ۾ ڪونہ ڏنو آهي. البت گهوٽڪي ۽ ان جي پاس جي رهواسين وٽ هڪ زباني روايت مشهور آهي.

اها هيءَ تہ شيخ سعدي عادلپور/ گهوٽڪي ۾ آيو هو. جتي هڪ سنڌي عورت سان گفتگو ٿي. مائي صاحبہ شيخ سعديءَ جي گفتن کان متاثر ٿي چيو پئي: ”اڙي صدقي ويس“ شيخ سعدي ان واقعي کي هنن بيتن ۾ بند ڪيو آهي:

(١)

در سند چون کردم گذر + افتاد بر حورم نظر

گفتم زلب بخشم ثمر + گفتا اڙي صدقي ويس

(٢)

گفتم باو اي نازنين + بگذر زچشم هيچ چين
بهر خدا سويم ببين + گفتا: اڙي صدقي ويس

(٣)

گل رنگ بود او گلبدن + خرم خرامان در چمن
گفتم تبسم کن بمن + گفتا: اڙي صدقي ويس

(۴)

سعدي فتاده بر درت + دائم بيارد کشورت
باشد هميشه چاڪرت + گفتا: اڙي صدقي ويس

ٻي روايت مطابق "اڙي صدقي ويس" جي بجاءِ "اڙي ماريو چريو" جو جملو آيل آهي.

جيئن ته اها روايت صرف زباني آهي، تنهنڪري ان جي تصديق نه ٿي ڪري سگهجي، پر ان جي برعڪس، بيتن جو مضمون ۽ جڙاوت، ڏس ڏئي ٿي ته اهي بيت شيخ سعديءَ جا نه ٿا ٿي سگهن، تنهنڪري اهو قصو جڙتو معلوم ٿئي ٿو.

## وطن واپسي

آخرڪار ٣٠ سال وطن جي وڇوڙي ڪان پوءِ شيخ سعدي سفر ۾ پيش آيل، ڪيترائي مشاهدا ۽ تجربا ساڻ ڪٽي، وطن واپس وريو. ان وقت شيراز تي سعد زنگيءَ جو پٽ "اتابڪ ابوبڪر" حڪمران هو. جيڪا افراتفري، بگاڙ ۽ بدحالي، قتل و غارتگري، سعد زنگيءَ جي دور ۾ هئي، جنهنجي ڪري ئي شيخ سعدي شيراز ڇڏي هليو ويو هو. سا هاڻي ختم ٿي چڪي هئي، هن وقت شيراز ۽ آسپاس جا علائقا، ابوبڪر بن سعد جي حسن تدبير سان امن و سڪون جا مرڪز بڻجي چڪا هئا. انهيءَ افراتفري ۽ ابتري ۽ بعد ۾ امن و امان جي صورتحال جو نقشو شيخ سعديءَ هنن لفظن ۾ چٽيو آهي:

همه آدمي زاده بودند ليکن + چو گرگان بخون خوارگي تيز چنگي
چون باز آمدم کشور آسود ديدم + پلنگان رها کرده خوئي پلنگي
چنين شد در ايام سلطان عادل + اتابک ابوبکر بن سعد زنگي(۱۳)

(سڀ شخص ظاهر ۾ هئا تہ انسان جو اولاد، پر خونخواري ۾ بگهڙن وانگر تيز چنبا وارا ٿي پيا هئا. هاڻي جڏهن (شيراز ۾) موٽي آيو آهيان تہ ملڪ آسودو ڏٺم. هاڻي تہ درندن بہ پنهنجي درندگي ڇڏي ڏني آهي. اها ڀلائي اسان سان اسان جي عادل بادشاهہ سلطان اتابڪ ابوبکر بن سعد زنگي جي دورِ حکومت ۾ ٿي آهي.)

## شيخ سعديءَ جو زمانو

هيءُ اهو وقت ۽ زمانو هو جو تاتارين ملڪن جا ملڪ فتح ڪري ڪيا، قتل و غارتگري جا رڪارڊ پئي جوڙيا ۽ ٽوڙيا. جيڪو بہ انهن جي سامهون ٿي آيو، تنهن شڪست پئي کاڌي. عباسي خلافت، جنهن جو آخري خليفو مستعصم بالله هو، پوين پساهن ۾ هئي. جيتوڻيڪ ان جو ظاهري ٺاٺ باٺ، رعب ۽ دٻدٻو، شان و شوڪت دشمن کي روڪيو بيٺو هو، پر اندر ان جو کوکلو ٿي چڪو هو.

٦٥٦هہ (١٢٥٨ع) ۾ هلاڪو خان تاتاريءَ بغداد تي حملو ڪيو. خليفو مستعصم بالله قتل ٿي ويو، چاليهن ڏينهن تائين بغداد ۾ لٽ مار، مار ڌاڙ ۽ خونريزي جاري رهي، سورنهن لک ماڻهو قتل ڪيا ويا. بغداد جا قيمتي ڪتبخانا، جيڪي ڪڏهن تہ ساهہ سان سانديا ۽ گرمجوشيءَ سان گڏ ڪيا ويا هئا، دجلہ دريا ۾ وڌا ويا، جن سان درياءَ جو پاڻي ڪارو ٿي ويو.(١٤)

اهو واقعو شيخ سعديءَ جي حياتيءَ ۾ ٿيو، بلڪ خود شيخ سعديءَ پنهنجي اکين سان ڏٺو.

نواب رحمة الله شيروانيءَ جي ڪتبخانہ ۾ علامه جارالله زمخشري (متوفي ٥٣٨هہ) جي تفسير ڪشاف جو تقريباً ٩٠٠ سال قديم نسخو موجود آهي، جنهن تي ڪيترن ئي بادشاهن ۽ اميرن جون مهرون پڻ لڳل

آهن. سڀ کان قديم مهر ١١٥٥ ۾ (٥۴٥هه) جي آهي، ان تي هڪ مهر اڪبر بادشاهه جي به آهي.

مخطوطي جي سرورق تي شيخ سعديءَ جي هٿ اڪري فارسي تحرير موجود آهي، جيڪا قديم هئڻ ڪري، جيتوڻيڪ ايتري واضح ۽ صاف نه آهي، ته به محنت سان پڙهي سگهجي ٿي. انهيءَ تحرير جو خلاصو هن ريت آهي:

”جنهن وقت بغداد تي مغلن (تاتارين) حملو ڪيو ۽ قتل عام شروع ڪيو، بغداد کي باهه ڏني. رات جو وقت هو. مان ”مدرسه نظاميه“ جي هڪ حجري ۾ ويٺو هوس. هن تفسير جو مطالعو ڪري رهيو هوس. اوچتو ٻاهران هل هنگامو ٻڌم. ٻاهر اڪيلو نڪرڻ جي ڪوشش ڪيم. دوستن روڪيو، پوءِ هڪ ساٿيءَ سان گڏجي نڪتم. تاتاري قتل عام ڪري رهيا هئا. جيڪو به سامهون ٿي آين، ان کي پٺي ڪنائون. مان جان بچائڻ لاءِ پاڻ کي شهيد ٿيل مسلمانن جي لاش ۾ ٿتو ڪيم. ڪجهه وقت کان پوءِ پنهنجو لباس لاهي، هڪ مردار تاتاري (مغل) جو لباس پاتم ۽ اتان وٺي ڀڳم.“ سڄو شهر باهين ۾ وڪوڙيل هو. مسلمانن جي گهرن جا سامان، ٻاهر ڍڳن جي شڪل ۾ رکيل هئا، جن کي باهه ساڙي رهي هئي. اهڙا هزار ڪن ڍڳ ته مان پاڻ ڳڻيا. وات تي هڪ مسلمان ڏٺم، جيڪو باهه وڪوڙيل گهر مان نڪري رهيو هو. مونکي مغل سمجهي ڀڄڻ لڳو. سڏ ڪيومانس ته: ميان! ڊڄ نه، مان مسلمان آهيان ته به ڀڄندو ٿي ويو. نيٺ جڏهن قسم کنيم تڏهن وڃي بيٺو. ٻڌايومانس ته: ادا! مڙئي جان بچائڻ خاطر ڪافرن جو لباس پاتو اٿم. بهرحال دجله درياءُ اُڪري، ديلم طرف هليو آيم. خبر پئي ته خليفة المسلمين کي به قتل ڪري ڇڏيو اٿن. انالله وانا اليه راجعون. ڇنڇر جي رات، پنجين جمادي الاولىٰ ٦٥٦هه. مان آهيان ٻانهو ضعيف مصلح الدين سعدي غفرالله له.“(١٥)

شيخ سعديءَ خليفي جي قتل تي هڪ دردانگيز مرثيو به چيو هو. جيڪو درحقيقت اسلامي حڪومت جي زوال جو مرثيو هو. اهو مرثيو اڄ به شيخ سعديءَ جي ڪليات ۾ شامل آهي. ان جو مند هن ريت آهي:

آسمان را حق بودگر خون ببارد برزمين
برزوال ملک مستعصم امير المومنين
اي محمد! گرقيامت مي برآري سرزخاک
سربر آور وين قيامت در بيانِ خلق بين[١٦]

(آسمان کي حق آهي تہ پلي زمين مٿان، خون جو مينهن وسائي، ڇو تہ امير المؤمنين مستعصم بالله جي حڪومت ختم ٿي وئي. اي محمد! ﷺ جيڪڏهن قيامت ڏينهن اوهان کي پنهنجو سر مبارڪ قبر مان ٻاهر آڻڻو آهي، تہ پوءِ هينئر ئي سر مبارڪ ٻاهر آڻيو، (ڇو تہ قيامت ڇڻ اچي وئي آهي) ۽ هيءَ قيامت اچي ڏسو.

## ٽي دور

ڊاڪٽر براٺون شيخ سعديءَ جي زندگيءَ کي ٽن دورن ۾ ورهايو آهي.[١٧]

١. پهريون دور: علم جي تحصيل ۽ مطالعي جو، ابتدا کان ٦٢٣هہ (١٢٢٦ع) تائين.
٢. ٻيو دور: سير و سياحت وارو ٦٢٣هہ (١٢٢٦ع) کان ٦٥٤هہ (١٢٥٦ع) تائين.
٣. ٽيون دور: گوشہ نشيني ۽ تاليف تصنيف جو، ٦٥٤هہ (١٢٥٦ع) کان ٦٩١هہ (١٢٩١ع) تائين.

## ”سعدي“ لقب ڇو پيو؟

ان سلسلي ۾ محققن جا ٻہ رايا آهن. هڪڙن محققن جو چوڻ آهي تہ: ”سعد زنگي“ بادشاهہ جي نالي پٺيان ”سعدي“ لقب اختيار ڪيائين. ٻين عالمن جو چوڻ آهي تہ اهو لقب سعد زنگي جي ڪري نہ، پر سعد زنگي جي پوٽي (اتابڪ ابوبڪر جي پٽ) سعد بن ابي بڪر بن سعد زنگي جي نالي پٺيان اختيار ڪيائين. بهرحال حقيقت ڇا بہ هجي. شيخ جو اهو لقب يا تخلص ايتري تہ شهرت اختيار ڪري چڪو آهي، جو اڪثر ماڻهن کي سندس اصلي نالي جي بہ خبر نہ آهي.

## تصنيفات

شيخ سعدي، جيئن ئي واپس شيراز ۾ پهتو، تہ شيراز کان ٻاهر هڪ خانقاهہ ٺاهي، گوشہ نشين ٿي ويهي رهيو. ڪيس احساس ٿيو تہ ڇو نہ پنهنجي زندگيءَ جي تجربن ۽ مشاهدن کي قلمبند ڪجي ۽ ڪائنات جي وسيع مطالعي کي ٻين تائين پهچائجي. اها ڳالهہ ڳڻي اچي لکڻ ويٺو. ٦٥٥هہ ۾ بوستان ۽ ٦٥٦هہ ۾ گلستان جوڙي تيار ڪيائين. جيڪي شيخ سعدي جي مطالعاتي زندگيءَ جو نچوڙ آهن. انهن ٻنهي تصنيفن، شيخ سعديءَ کي شهرت جي اوج تي پهچائي، سندس عظمت ۽ شان کي لازوال ڪري ڇڏيو، ان کان سواءِ ٻيا بہ ڪيترائي ڪتاب جوڙيائين.

١. ڪريما (ٻارن لاءِ اخلاقيات تي لکيل بهترين مثنوي آهي.)
٢. قصائد فارسي
٣. قصائد عربيہ
۴. طيبات (غزليات جو پهريون ديوان)
۵. بدائع (غزليات جو ٻيو ديوان)
٦. خواتيم (غزليات جو ٽيون ديوان)
٧. غزليات قديمہ
٨. صاحبيہ (خواجہ شمس الدين جي حڪم سان جوڙيل)
٩. مطائبات و هزليات
١٠. مجالس پنجگانہ
١١. نصيحة الملوڪ
١٢. رسالہ عقل و عشق
١٣. تقريرات ثلاثہ

## وفات ۽ مدفن

اڪثر مؤرخن ۽ تذڪره نگارن سندس وفات جو سال ٦٩١هہ مطابق ١٢٩١ع لکيو آهي. يعني: شيخ سعدي تقريباً ١١٠ سالن جي عمر ۾ سن ٦٩١هہ ۾ شيراز ۾ وفات ڪري ويو. پنهنجي خانقاه ۾ ئي دفن ٿيو. جيڪا "سعديہ" جي نالي سان مشهور آهي.

# بوستانِ سعدي جو تعارف

شيخ سعديءَ کي شهرت جي آسمان تائين پهچائيندڙ ڪتاب جيتوڻيڪ گلستان فارسي آهي، پر سندس لکيل ٻيو عظيم شاهڪار بوستان فارسي به گهٽ ڪين آهي. ان کي مقبوليت به تقريباً اوتري ملي، جيتري گلستان کي. جهڙيءَ طرح سندس گلستان، صدين کان ابتدائي تعليم جي نصاب ۾ شامل رهندو آيو آهي، اهڙيءَ طرح بوستان به ان سان گڏ پڙهايو ويندو رهيو آهي. اسان جي برصغير ۾ ته تعليم ۽ تدريس جي ميدان ۾ ٻنهي جو نالو گڏي ورتو ويجي ٿو. هن وقت به مدارس عربيه جي نصاب ۾ ٻئي ڪتاب داخل آهن. گلستان نثر ۾ لکيل آهي. جيتوڻيڪ حڪايتن اندر چاشني پيدا ڪرڻ خاطر نظم به شامل آهي، پر ان جي ڀيٽ ۾ بوستان نج نظم ۾ آهي ۽ ديوان حافظ وانگر هڪ مثنوي آهي.

فارسي زبان ۾ هونئن ته مثنويون ڪوڙ آهن، پر چار مثنويون اهڙيون آهن، جيڪي سيني کان وڌيڪ شهرت ۽ قبوليت حاصل ڪري چڪيون آهن ۽ اسان جي خيال ۾ اهي چارئي شهرت ۽ قبوليت ۾ هڪ ٻئي کان وڌيڪ آهن.

١. شاهنامہ، ابوالقاسم فردوسي (وفات ٤١١هہ - ١٠٢٠ع)
٢. سڪندر نامہ، نظامي گنجوي (وفات ٦٠٠هہ - ١٢٠٣ع)
٣. مثنوي معنوي، مولوي رومي (وفات ٦٧٢هہ - ١٢٧٣ع)
٤. بوستان، شيخ سعدي (وفات ٦٩١هہ - ١٢٩١ع)

فردوسي جو شاهنامو رزميہ (جنگين جو احوال) شاعري جو عظيم شاهڪار آهي. ان ميدان ۾ فردوسي سان ڪوبہ شاعر ڪلهو نہ

ٿو ملائي سگهي. شيخ سعدي بوستان ۾ لکيو آهي تہ: هڪ دوست منهنجي شاعريءَ جي ڏاڍي تعريف ڪئي پر اعتراض ڪيائين تہ رزميہ شاعري توهان کي ڪانہ ٿي اچي!! شيخ سعدي فرمايو تہ:اسان جنگ ۽ جهيڙي جا قائل نہ آهيون. نہ تہ انهيءَ ميدان ۾ بہ ڪنهن کان پوئتي نہ رهون ها. هوڏانهن مولانا رومي جي مثنوي معنوي، اخلاقيات ۽ تصوف جي فن ۾ بي مثال ۽ لازوال ڪارنامو آهي. پر شاهنامہ ۽ مثنوي معنوي ۾ الفاظ جي چونڊ تي ايترو توجہ نہ ڏنو ويو آهي، جيترو نظامي گنجويءَ سڪندر نامہ ۾ ۽ شيخ سعديءَ بوستان ۾ الفاظ جي چونڊ ۾ ڪمال ڪري ڏيکاريو آهي. ٻنهي ڪتاب جيتوڻيڪ هڪجهڙا ٿا لڳن پر ٻنهي جي انداز بيان ۾ ڏينهن رات جو فرق آهي، سڪندر نامہ ۾ شاعرانہ مبالغو، لفاظي، نئين نئين قسم جا ڏکيا استعارا ۽ پرتڪلف تمثيلون آهن. جڏهن تہ بوستان انهي شاعرانہ مبالغي ۽ لفاظي کان بلڪل خالي آهن. هر مضمون جي ادائگي ۾ سادگي، تمثيلون بي تڪلف، الفاظ نرم ۽ سولا، عبارت دلنشين، ترتيب سهڻي ۽ موقعي جي مناسب ۽ استعارا آسان استعمال ٿيل آهن.

شيخ سعدي اهڙيون تمثيلون استعمال ڪري ٿو، جيڪي خاص توڙي عام هرهڪ جي مشاهدي هيٺ ايندڙ هجن.

## بوستان جي تتبع ۾ لکيل مثنويون

شيخ سعدي جي بوستان جي ريس تي ان جي تتبع ۾ ڪافي شاعرن طبع آزمائي ڪئي ۽ ان جي طرز تي مثنويون لکيون، جن مان شيخ علي حزين (جنهن کي هندستان جو خاتم الشعراء ليکيو ويندو آهي) جي "خرابات" جي نالي لکيل مثنوي وڌيڪ مشهور آهي. جيڪا شيخ سعدي کان تقريباً ٥٠٠ سال بعد لکي وئي. شيخ علي حزين پنهنجي خيال مطابق بوستان جي تتبع جو پورو پورو حق ادا ڪيو آهي ۽ هو ان کي پنهنجي لاءِ علمي سرمايو سمجهندو هو ۽ ان تي فخر پڻ ڪندو هو. پر ٻنهي ڪتابن (بوستان ۽ خرابات) جي تقابلي جائزي مان

معلوم ٿئي ٿو تہ جتي شيخ سعديءَ اک جي پيچڙي سان نظر وڌي آهي، اتي شيخ علي حزين اکيون ڦاڙي بہ ڏسي نٿو سگهي. ٻئي ظاهري صورت ۾ تہ هڪ آهن، پر هڪ جاندار، ٻيو بي جان. ٻنهي جا لفظ عمدا، بيان سٺو ۽ مضمون بہ اعليٰ قسم جا، پر شيخ سعدي جي بوستان ۾ جيڪو جادو لڪل آهي، اهو خرابات ۾ ڪاٿي؟ مثال طور: ڏڪار جو بيان بوستان ۾ آهي، تہ خرابات ۾ بہ آهي.

| بوستان | سنڌي ترجمو |
|---|---|
| ١. چناں قحط سالی شد اندر دمشق<br>که یاراں فراموش کردند عشق | دمشق ۾ هڪ سال اهڙو اچي ڏڪر پيو<br>جو يارن ڪان عشق بہ وسري ويو |
| ٢. چناں آسماں بر زمین شد بخیل<br>که لب ترنکردند زرع و نخیل | آسمان زمين لاءِ اهڙو بخيل ٿي بيٺو<br>جو پوکن ۽ کجين چپڙا بہ آلا نہ ڪيا |
| ٣. بخوشید سرچشمهائے قدیم<br>نماند آب جز آب چشم یتیم | سمورا پراڻا چشما پاڻيءَ جا سکي ويا<br>ڇوري ٻار جي اک کان سواءِ ڪوبہ پاڻي نہ رهيو، |
| ٤. نبودے بجز آه بیوه زنے<br>اگر برشدے دودے ازرو زنے | رن زال جي دانهن جي دونهين ڌاران<br>ٻيو ڪو دونهون ڪنهن بہ گهر مان ڏسڻ ۾ نہ پيو اچي. (١٨) |

| خرابات | سنڌي ترجمو |
|---|---|
| ١. شنیدم که درعهد بهرام گور<br>نموداز قضا قحط سالی ظهور | ٻڌو اٿم تہ بهرام گورجي دور ۾<br>تقدير سان ڏڪر اچي پڌرو ٿيو |
| ٢. چو صحرائے محشر زمیں تف گرفت<br>به دریوزه آسماں کف گرفت | محشر جي ميدان وانگر زمين ٽامڻي هٽي وئي،<br>آسمان ڏانهن پنڻ لاءِ هٿ ڪٽي تنگيائين |

| | |
|---|---|
| ٣. سحابه سيه دل نه شد مهربان | ڪاري دل وارن ڪڪرن مهرباني نہ ڪئي |
| بحالِ لب تشنهء خاڪيان | زمين وارن جي اڃارن چپن تي |

شيخ سعدي ۽ شيخ علي حزين جا ڏڪار جي بيان ۾ چيل شعر اوهان جي سامهون آهن. فيصلو پڙهندڙ ڪن تہ ڪير زور آهي؟

شيخ سعدي تہ پهرئين ئي شعر جي ٻي مصرعي ۾ جنهن خوبي ۽ لطافت سان ڏڪار جي تصوير پيش ڪئي آهي، ان ڪان وڌيڪ ٻيو ڪوبہ اندازِ بيان نہ ٿو سوچي سگهجي. يعني: ڪہ ياران فراموش كردند عشق (يارن ڪان عشق ئي وسري ويو.)

ڏڪار جو بيان عام طور هيئن ڪيو ويندو آهي: اهڙو ڏڪار پيو جو ساهہ ڪان وڌيڪ هڪ ماني کي ترجيح ڏني وئي، بک وگهي ماڻهو ماڻهن کي ڪائي ويا، پيءُ ماءُ هڪ ماني جي عيوض پنهنجو اولاد وڪڻي ڇڏيو. لکين جانور بک جي ڪري مري ويا... وغيره وغيره. پر عشق جي ڳالهہ ڪير نہ ڪندو آهي ڇو تہ شاعرن جي خيال ۾ عشق اهڙي شيءِ آهي، جيڪا ڪنهن بہ حالت ۾ وساري نٿي سگهجي، پر شيخ سعدي بيان ڪيو تہ: دمشق ۾ هڪ سال اهڙو اڃي ڏڪار پيو، جو ماڻهن ڪان عشق ئي وسري ويو. اهڙيءَ طرح ٻئي نمبر شعر ۾ آسمان طرفان زمين تي سخا نہ ڪرڻ جي نتيجي ۾ پوکن ۽ ڪجين طرفان چپ آلا نہ ڪرڻ. ٽئين شعر ۾ ڇورن يتيمن جي چشمن (اکين) ڪان سواءِ ٻين سمورن چشمن جو سڪي وڃڻ. چوٿين شعر ۾ ڪنهن بہ گهر ۾ ڏڪار سبب باهہ نہ ٻرڻ ڪري، دونهون نظر نہ اچڻ پر رن زال جي دانهن واري دونهين جو پڌرو ٿيڻ. اهي سڀ اهڙيون ڳالهيون آهن، جن ڪان ”خرابات“ بلڪل خالي آهي. ڀلا ان جي پهرين شعر ۾ ڪهڙي خوبي رکيل آهي؟ اڻين تہ هرڪو چوندو آهي تہ:ڏڪار تقدير جو ڪرشمو آهي. ٻئي شعر ۾ ڏڪاريل زمين کي محشر جي ميدان سان تشبيهہ ڏني وئي آهي پر، اهو تہ اسان اڃا ڏٺو ئي ناهي. تشبيهہ هميشه ڏٺل وائٺل شيءِ سان ڏبي آهي.

## بوستان جي مقبوليت جو راز

ڪيترن ماڻهن جو چوڻ آهي تہ: بوستان جي مقبوليت جو راز هن ۾ آهي تہ اهو ڪتاب نظم ۾ منڍ کان پڇاڙيءَ تائين اخلاقيات سان ڀرپور آهي. جنهن ۾ تهذيب النفس سان لاڳاپيل مضمون گهڻي کان گهڻا آهن. پر حقيقت ۾ بوستان جي مقبوليت صرف انهيءَ جي ڪري نہ آهي، ڇو تہ اخلاقيات جي موضوع تي ٻيا بہ ڪيترائي ڪتاب فارسي نظم ۾ لکيا ويا آهن. جن ۾ اخلاقيات بابت بوستان جي ڀيٽ ۾ تمام گهڻو مواد ملي ٿو. پر حقيقت ۾ بوستان جي مقبوليت هن ڪري آهي تہ اخلاق ۽ مواعظ تہ هرهڪ بيان ڪيا آهن، پر جنهن انداز سان ۽ جنهن خوبيءَ سان، شيخ سعديءَ بيان ڪيا آهن. اهو سندس ئي ڪمال آهي. اها سعادت سعديءَ جي حصي ۾ ئي اچي هئي.

اين سعادت بزور بازو نيست
تانبخشد خدائے بخشنده

علامہ حالي لکيو آهي تہ: شاعري جي حسن ۽ خوبي جي بنياد گهڻو ڪري هنن چئن شين تي هوندو آهي.

١. **حقيقت پسندي:** (يعني: شاعر جا بيان ڪيل خيالات، حقيقت سان وابستہ هجن، هٿ گهڙيا نہ هجن.)
٢. **ندرت:** (يعني: شاعر جي بيان ڪيل خيالن اندر ٻين شاعرن جي ڀيٽ ۾ هڪ قسم جي نواڻ هجي.)
٣. **خيالات کي نظر جي سهڻي لباس ۾ پيش ڪرڻ:** ڇو تہ سوچ ۽ خيال ڪهڙو بہ عمدو ۽ نئون ڇو نہ هجي. پر جيڪڏهن مناسب لفظن سان پيش نہ ٿو ڪجي، تہ ان کي ايتري حيثيت نہ ملندي.
۴. **جوش ۽ ولولو:** (يعني: شاعر جيڪا ڳالهہ پنهنجي شاعري اندر پيش ڪري ٿو، اها هڪ جذبي، جوش ۽ ولولي سان پيش ڪري، نہ تہ سندس شعر وزندار نہ رهندو. (١٩)

اهي چارئي بنيادي ڳالهيون شيخ سعدي جي بوستان ۾ مڪمل شڪل ۾ موجود آهن.

١. **حقيقت پسندي:** بوستان جون تقريباً سيئي حڪايتون، شيخ سعدي جي پنهنجي سوانح، تجربن ۽ مشاهدن تي ٻڌل آهن. ان ڪري ئي انهن ڪهاڻين ۽ قصن مان شيخ سعدي طرفان ورتل نتيجن ۽ حاصل ڪيل نصيحتن جو اثر پڙهندڙن تي تمام گهرو ٿئي ٿو.

٢. **ندرت:** اها ئي خوبي به شيخ سعدي جي بوستان ۾ نهايت مڪمل طريقي سان لڏي وڃي ٿي.

مثلاً: ماڻهن ۾ هيءَ ڳالهه مشهور آهي ته:اڳئين دور ۾ ابدالن ۽ قطبن جي هٿن ۾ پٿر به (ڪرامت سان) چاندي بڻجي ويندا هئا. پٿر ۽ چانديءَ جي يڪسانيت کي شيخ سعدي هڪ نادر طريقي سان بيان ڪيو آهي. فرمائي ٿو ته:

شنيدم که روزگار قديم + شدے سنگ دردست ابدال سيم
نه پنداری اين قول معقول نيست + چو قانع شدی سيم و سنگت يکے است

يعني: اسان اهو ٻڌو آهي ته پراڻي دور ۾ ابدالن جي هٿن ۾ پٿر چاندي بڻجي پوندا هئا. اها ڳالهه اچرج جهڙي هرگز نه آهي. چو ته اڄڪلهه به ائين آهي.ڀلا بخيل وٽ چاندي جيڪا رکيل آهي ۽ خرچ نه ٿو ڪري ته پوءِ ان چاندي ۾ ۽ پٿر ۾ ڪهڙو فرق!

٣. **خيالات کي نظم جو سهڻو لباس پارائڻ:** انهيءَ ميدان ۾ به شيخ سعدي جو ڪو ثاني ڏسڻ ۾ نٿو اچي. مثال طور: ڏڪار جي بيان ۾ فرمائي ٿو ته:

چناں قحط سالی شد اندر دمشق   که ياراں فراموش کردند عشق

(يعني: دمشق ۾ هڪ سال اهڙو ڏڪار اچي پيو جو يارن کان عشق ۽ شق وسري ويا.) ڏڪار کي انهيءَ صورت ۾ بيان ڪرڻ شيخ سعدي جو ئي شان آهي.

سومنات وارن ٻاوَن ۽ پنڊتن جي خراب حال، صفائي نه رکڻ ۽ نه وهنجڻ کي هنن لفظن سان قلمبند ڪيو اٿس:

کشیشان هرگز نیازرده آب　بغلها چون مردار در آفتاب

(يعني: انهن ٻاوَن ۽ پنڊتن پاڻيءَ کي ڪڏهن بہ ايذايو ڪونہ هو. همراهن جا بغل ائين هئا،جيئن ڪو مئل ڍور اُس ۾ پيل هجي.)

۴. جوش ۽ ولولو: شيخ سعديءَ جي جوش ۽ ولولي جو اندازو تحط سالي واري حڪايت ۾ سندس طرز بيان مان لڳائي سگھجي ٿو.

## بوستان جا شرح

مختلف ٻولين ۾ بوستان جي ترجمن جو ذڪر تہ اڳي رهيو آهي. ان ڪان اڳ بوستان جي فارسي شرحن جو تذڪرو ڪرڻ بہ ضروري آهي، جيڪي بوستان جي حڪايتن کي سمجهائڻ يا ڏکين لفظن جي تشريح لاءِ جوڙيا ويا آهن. اهڙن فارسي شرحن جو تعداد تمام گھڻو آهي، هت اسان ڪجھہ شرحن کي ذڪر ڪنداسين.

١. شرح بوستان: از عبدالواسع هانسوي
٢. شرح بوستان: از عبدالرسول بن شهاب الدين قريشي، ١٠٧٣هہ
٣. شرح بوستان: از علي محمد بن گل محمد انصاري، ١١١٨هہ
۴. انهار الاسرار شرح بوستان: از عليم الله حسيني چشتي، ١١٣٠هہ
۵. بهار بوستان شرح بوستان: از منشي ٽيڪ چند بهار، ١١۵٢هہ
٦. شرح بوستان: از محمد بن غلام محمد، ١٢٠۴هہ
٧. تحفة الفقراء شرح بوستان: از محمد سلطان، ١٢٠۴هہ
٨. شرح بوستان: از عبدالرحمان بن محمد احسان، ١٢٩۵هہ
٩. شرح بوستان: از فيروز الدين صاحبزاده، ١٣٢٩هہ
١٠. شرح بوستان: از نور احمد بن حافظ حسام الدين [٢٠]

## سنڌي عالم جو شرح بوستان

اسان جي نظر ۾ سڀ کان پهريون سنڌي عالم جنهن بوستان تي ڪم ڪيو ۽ بوستان جو فارسي شرح لکيو، سو قاضي ابراهيم ٺٽوي

آهي، جنهن جو لکيل شرح بوستان جو قلمي نسخو علامہ آءِ آءِ قاضي سنڌ گورنمينٽ لائبرري سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو ۾ موجود آهي.

## دنيا جي ٻولين ۾ بوستان جا ترجما

گلستان وانگر، بوستان جا بہ، دنيا جي ڪيترن ئي ٻولين ۾ ترجما ۽ شرح لکيا ويا آهن. جن مان ڪجهہ ترجمن ۽ شرحن جو ذڪر هيٺ ڪجي ٿو.

**ترڪي ترجما ۽ شرح**

١. شرح شيخ مصطفيٰ بن شعبان سروري (وفات ٩٦٩هہ)
٢. شرح مولانا شمعي (وفات ١٠صدي هہ)
٣. شرح مولانا سودي (وفات ١٠صدي هہ)
٤. شرح علامہ برسوي (وفات ١٠١٧صدي هہ)[٢١]
٥. منظوم ترجمہ از سعد الدين تفتازاني (وفات ٧٥٥هہ)[٢٢]

**جرمن ترجما**

١. بوستان مترجم از اولي ايريس
٢. ترجمہ بوستان بنام لسٽ گارڊن از ڪي- ايچ - گراف طبع: ١٨٥٠ع[٢٣]
٣. ترجمہ بوستان: از شلختا Schlechta طبع ويانا ١٨٥٢ع[٢٤]
٤. ترجمہ بوستان: از روڪرٽ طبع ليزيگ ١٨٨٢ع[٢٥]

**انگريزي ترجما**

١. ترجمہ بوستان از ڪيپٽن دلبر فورس ڪلارڪ ١٨٧٩ع
٢. دي فلاورز فرام دي بوستان (The flowers from the Bostan) (چوندڊ حڪايتن جو منظوم ترجمو، جيڪو ميجر ميڪنن ڪيو.)[٢٦]
٣. ترجمہ بوستان از فاربس فاڪنر (Forbes Folconer) طبع لنڊن ١٨٣٨ع[٢٧]
٤. ترجمہ بوستان از جي ايس ڊيوهي طبع لنڊن ١٨٨٢ع[٢٨]
٥. منتخب ترجمہ بوستان: از رانيس طبع لنڊن ١٨٨٣ع[٢٩]

**فرانسيسي ترجما**

١. ترجمہ بوستان از باربئر ڊي مينارڊ (Barbier de Meynrd) طبع پيرس ١٩٨٠ع[٣٠]

**روسي ترجما**

١. ترجمہ بوستان: از ڪانسٽينٽين ڪيڪن (Constantion Caikin)[٣١]

**اردو ترجما**

١. بوستان مترجم از قاضي سجاد حسين

٢. بوستان مترجم از شمس بريلوي

٣. بوستان مترجم از ملڪ عنايت الله

٤. شميم بوستان (ترجمہ اردو بوستان): از مولوي عبدالواحد غازي پوري

٥. منظوم اردو ترجمہ بوستان: طبع منشي نولڪشور ١٢٩٧ھ وغيره[٣٢]

**پشتو ترجما**

١. بوستان مترجم پشتو از زرغونہ دختر ملا دين محمد ڪاڪڙ[٣٣]

**پنجابي ترجما**

١. بوستان مترجم از سيد غلام مصطفيٰ نوشاهي

٢. بوستان مترجم نامعلوم - خطي نسخه پروفيسر احمد حسين قريشي، گجرات[٣٤]

## بوستان جا سنڌي ترجما

دنيا جي ٻين سڌريل ٻولين وانگر سنڌي ٻوليءَ ۾ پڻ بوستان جا ڪافي ترجما (مڪمل ۽ نامڪمل) ٿيا آهن ۽ ڪجھہ شرح لکيا ويا آهن. جن جو وچور پيش ڪجي ٿو:

١. بوستان: سنڌي ترجمو باب پهريون - آغا تاج محمد خان ١٩٥٤ع ۾ حيدرآباد ۾ ڇپيو.

٢. **بوستان جي بهاري:** شاهہ نواز جمال الدين پيرزادو، ١٩٦٥ع بوستان جي چونڊ شعرن جو سنڌي نظم ۾ ترجمو ڪيو، جيڪو گلستان جي صرف نظمن جي منظوم سنڌي ترجمي (جنهن جو مترجم بہ پيرزادو صاحب آهي) سان گڏ ١٩٦٥ع ۾ "سڳوري سعديءَ جا سخن" جي نالي سان خود مترجم پاران شايع ٿيو.

٣. **بوستان سنڌي:** از غلام محمد صاحب ۽ جناب حضرت سيد ميان پناهہ علي شاهہ انسپيڪٽر پوليس ڊسٽرڪٽ جيڪب آباد. هيءُ ڪتاب بوستان جو مڪمل منظوم سنڌي ترجمو آهي ۽ بوستان وانگر بحر متقارب ۾ آهي. پهريون دفعو ١٩٠٩ع ۾ پوڪرداس شڪارپور طرفان شايع ٿيو.

۴. **فل نوٽس آن سعديز بوستان چيپٽر ٽو:** ايف ايم افضل ۽ ڏرمداس درياڻي جو جوڙيل هيءُ ڪتاب بوستان جي باب ٻئي جي ڏکين فارسي لفظن جي ترجمي ۽ تشريح تي مشتمل آهي. جيڪو راما بوڪ ڊيپو حيدرآباد طرفان شايع ٿيو.[٣٥]

۵. **ڪمپليٽ نوٽس آن سعديز بوستان چيپٽر ٽو:** ايس آر واسواڻي پرشين ٽيچر گورنمينٽ هاءِ اسڪول لاڙڪاڻو جو، بوستان سعدي جي باب ٻئي جي نثري ترجمي ۽ ڏکين لفظن جي معنيٰ تي مشتمل ۴۵ اسباقن جي تشريح وارو هيءُ ڪتاب ايل دوارڪا داس اينڊ برادرس، بندر روڊ ڪراچي طرفان شايع ٿيو.

٦. **بوستان سنڌي:** شاهاڻي پرسرام بي ڪراچي.[٣٦]

٧. **ارمغان عطائي:** از مولانا غلام حسين عباسي وليدائي لاڙڪاڻوي وفات ١٩٦٨ع بوستان جو هيءُ سنڌي شرح اجا نہ ڇپيو آهي.

٨. **ترجمو:** از مولانا عبدالواحد شيخ ٽريچاڻوي، صرف بوستان جي پهرئين باب ۽ ديباچي جي تحت اللفظي ترجمي تي مشتمل هيءُ ڪتاب اجا ڇپيو نہ آهي.

## نئين سنڌي ترجمي جي ضرورت

مٿي ذڪر ڪيل بوستان جي سنڌي ترجمن جي هوندي بہ نئين

سنڌي ترجمي جي ضرورت هن ڪري محسوس ٿي تہ انهن ذڪر ڪيل ترجمن مان اڪثر ترجما تہ نامڪمل هئا. مولانا غلام حسين وليدائي جو سنڌي ترجمو جيتوڻيڪ مڪمل آهي پر تحت اللفظي آهي ۽ اجا خطي صورت ۾ پيل آهي. بوستان جو سڀ کان پهريون سنڌي ترجمو جيڪو غلام محمد صاحب ۽ سيد پناه علي شاه ڪيو ۽ ۱۹۰۹ع ۾ ڇپيو، سو نظم ۾ ترجمو ٿيل هو. منظوم ترجمي ۾ اصل ڪتاب جي صحيح ترجماني ادا نہ ٿي ڪري سگهجي، ڇو تہ ترجمو ڪندڙ بحر، وزن ۽ قافيہ جي قيد ۾ مقيد ٿي، اصل مقصد کي بيان ڪرڻ کان قاصر ٿو رهي. ان ڪري ضرورت هئي تہ هڪ عام فهم ۽ بامحاوره سنڌي ترجمو منظر عام تي اچڻ گهرجي، جنهن جو مقصد صرف هيءُ هجي تہ: شيخ سعدي جو پيغام، سنڌي عوام جي ڪنن تائين پهچي، ان ضرورت کي محسوس ڪندي گلستان جي آزاد ترجمي ڪرڻ کان پوءِ اسان جي والد محترم مولانا محمد قاسم صاحب سومرو جن بوستان جي ترجمي کي هٿ ۾ ڪنيو ۽ نظم کي نثر جو سهڻو وڳو ڍڪائي عوام آڏو آندو آهي، جيئن ان مان صرف مدرسن جا ڪُتابي نہ،پر هرڪو شخص آسانيءَ سان فائدو حاصل ڪري سگهي.

**ملاحظہ:**

ياد رهي تہ بوستان جو هي آزاد ترجمو آهي. جنهن جو مقصد بوستان جي حڪايتن ۽ نصيحتن جو مفهوم ۽ مراد بيان ڪرڻ ۽ شيخ سعدي جي پيغام کي سنڌيءَ ۾ منتقل ڪرڻ آهي. ان ڪري هِن مان تحت اللفظي ترجمي يا هرهڪ فارسي لفظ جي ترجمي جي ڳولا ڪرڻ عبث آهي.

آخر ۾ دعا آهي تہ الله تبارڪ وتعالىٰ گلستان جي ترجمي وانگر بوستان جي هن ترجمي کي بہ منظور ۽ مقبول فرمائي. آمين

**(مولوي) محمد ادريس السندي**
بن مولانا **محمد قاسم سومرو**
صدر المدرسين جامعہ انوار العلوم ڪنڊيارو

۹ ربيع الثاني ۱۴۲۱هہ
۱۲ جولاءِ ۲۰۰۰ع

## حوالا ۽ سمجهاڻيون


١. گلستان باب پهريون حڪايت: ١٩
٢. بوستان: باب نائون.
٣. ڏسو بوستان، سبب نظم ڪتاب.
۴. بوستان، باب پهريون.
٥. هيءَ اهوئي نظام الملڪ طوسي آهي، جنهن جو "سياستنامو" مشهور آهي.
٦. تاريخ ملت اردو جلد ٢. تاليف: سجاد ميرٺي ۽ انتظام الله شهابي، ص ٥٥٣
٧. ڏسو بوستان - باب ستون
٨. ڏسو گلستان - باب پهريون - حڪايت ١٩
٩. شعرالعجم حصو دوم، از علامه شبلي نعماني، ص ٣٢
١٠. گلستان - باب پهريون - حڪايت نمبر ١٩
١١. گلستان - باب ٽيون - حڪايت نمبر ٢٠
١٢. بوستان - باب ائون
١٣. حيات سعدي، از الطاف حسين حالي، طبع لاهور، ص ٣٥
١۴. تاريخ ملت، اردو جلد٢، تاليف سجاد ميرٺي ۽ انتظام الله شهابي، ص ٥٥٣
١٥. سهرورد (١٠) سهرورديه فائونڊيشن لاهور - مارچ ١٩٩١ع، ص ١٢٩
١٦. ڪليات سعدي، محسن رمضاني - طبع ايران، ص ٢١۴
١٧. مقدمه گلستان مترجم اردو، مولوي عبدالباري آسي، ص.٥
١٨. بوستان - باب پهريون
١٩. حيات سعدي، از الطاف حسين حالي، ص ٢١٠
٢٠. احمد منزوي، سعدي برمبناي نسخه هاء خطي پاڪستان - مرڪز تحقيقات فارسي اسلام آباد ١٩٨٥، ص ٥ تا ٦۴
٢١. حاجي خليفه - ڪشف الظنون، جلد ١، طبع بيروت، ص ٢٢۴
٢٢. دائره معارف اسلاميه طبع لاهور، جلد ٥، ص ١٢
٢٣. الطاف حسين حالي، حيات سعدي، طبع لاهور، ص ٧٢
٢۴. دائره معارف اسلاميه، طبع لاهور، جلد ٥، ص ١٢ ۽ شبلي نعماني، حيات سعدي طبع دهلي، ص ١٥
٢٥. شبلي نعماني، حيات سعدي طبع دهلي، ص ١٥
٢٦. الطاف حسين حالي، حيات سعدي، ص ٧٣
٢٧. دائره معارف اسلاميه طبع لاهور، جلد ٥، ص ١٢
٢٨. شبلي نعماني - حيات سعدي طبع دهلي، ص ١٥
٢٩. حوالو ساڳيو
٣٠. دائره معارف اسلاميه، طبع لاهور ج ٥، ص ١٢

٣١. حوالو ساڳيو
٣٢. اختر راهي - مقالو برصغير پاڪ و هند مين مطالعہ سعدي، سهرورد ١٠، ص ٤٦
٣٣. حوالو ساڳيو
٣٤. حوالو ساڳيو
٣٥. هن ڪتاب جي عنوان، "چيپٽر ٿو" مان معلوم ٿئي ٿو تہ ان جو پهريون چيپٽر بہ هوندو پر منهنجي نظر مان ڪونہ گذريو آهي. محمد ادريس السندي
٣٦. ٦٤ صفحات تي مشتمل بوستان جي هن سنڌي ترجمي جو اندراج سنڌالاجي جي لائبريري ۾ ٢٩٧/٧ - ١٤٢٧٢ نمبر هيٺ ٿيل آهي.



# مترجم طرفان

بِسمِ اللهِ الرَّحمٰنِ الرَّحِيم

نحمده ونصلي عليٰ رسولهِ الكريم. امابعد

حضرت رسول ﷺ جن جو فرمان آهي:

**كَلِمَةُ الحِكمَةِ ضَالَّةُ المُؤمِنِ، حَيثُ وَجَدَهَا فَهُوَ اَحَقَّ بِهَا**

(جامع الترمذي)

يعني: دانائي جو نڪتو ۽ سياڻپ جو سخن، مؤمن جي وڃايل وٿ آهي، جتي ڏسي ته اتان حاصل ڪري.

شيخ سعدي رحمة الله عليه جي ڪتابن ۾ نصيحت جا ڪيئي نڪتا نروار آهن. اڳ ۾ آءٌ رڳو گلستان ڪان واقف هوس، جو تنديڻ ۾ مدرسي ۾ پڙهيو هوم ۽ ان وقت بوستان پڙهڻ نصيب نه ٿيم. هاڻي جڏهن گلستان جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيم، تڏهن بوستان جي مطالعي جو شوق جاڳيو. پڙهڻ دوران، ان ۾ به ادب ۽ اخلاق جا وڏا اصول سمايل ڏٺم. گلستان نثر ۾ هئو، ته بوستان نظم ۾ آهي. گلستان ۾ ادبي رنگ غالب آهي، ته بوستان ناصحانه رنگ ۾ رنگيل آهي.

شيخ سعدي رحمة لله عليه هن ڪتاب ۾ ٻُڌل يا ڏٺل ڳالهه لکي، ان مان حاصل ٿيندڙ نصيحت به کولي سمجهائي آهي. تڏهن بوستان جي ترجمي ڪرڻ لاءِ به شوق پيدا ٿيو ۽ ٻين مصروفيتن مان ڪجهه وقت هن ڪي به ڏنم. نيٺ ٻن سالن ۾ بوستان جو سنڌي ترجمو به لکجي پورو ٿيو.

ظاهر آهي ته فارس قوم وٽ پنهنجون ريتون رسمون، ڪهاڻون، چوڻيون، پهاڪا ۽ تشبيهون وغيره آهن ۽ اسان سنڌي قوم وٽ پنهنجون تشبيهون مروّج آهن. ان ڪري ڪتاب بوستان جو ترجمو ڪندي، لفظي ترجمي ڪرڻ بدران محاوره ۽ مفهوم جو لحاظ ڪيو ويو آهي. جيئن

سنڌي ماڻهو شيخ سعديءَ جي لکيل آکاڻين ۽ نصيحتن مان وڌيڪ حَظُ حاصل ڪري سگهن. ان سلسلي ۾ ڪتي ڪو بيت يا سنڌي پهاڪو موضوع جي مناسب سان ياد اچي ويو ته لکي ڇڏيو اٿم. هاڻي هيءُ ڪتاب فارسي بوستان بدران سنڌي بوستان بنجي پيو آهي.

هر انسان جي پسند پنهنجي پنهنجي آهي. ان ڪري هڪ ڳالهه ڪجهه انسانن کي پسند ايندي، ته ساڳي ڳالهه ٻين لاءِ اجائي ۽ بي فائده ليکي ويندي. ان ڪري ضروري ناهي ته بوستان سڀني کي پسند اچي. پلا ڪجهه ماڻهن هن کي پڙهيو ۽ پرايو. ڪنهن هڪڙي نصيحت جي نڪتي تي هڪ ٻن عمل ڪيو ته به گنج ٿيو.

هي به اقرار اٿم ته ڪامل انسان، الله تعاليٰ جا نبيءَ سڳورا ٿي آهن. ٻيو ڪير ڪامل هجڻ جي دعويٰ ڪري سگهندو؟ ان اصول مطابق يقين اٿم ته هن ڪتاب بوستان جو ترجمو ڪندي ڪيئي ڪوتاهيون ٿيون هونديون. پر چوندا آهن ته: جنهن آڻ مڃي، تنهن سان جهيڙو ڪهڙو! سو آءٌ جڏهن اوڻاين ۽ ڪوتاهين جو اقراري آهيان ۽ هن ترجمي جي ڪمال جو قائل ئي نه آهيان ته هاڻي ڪنهن تنقيد کان به بي فڪر آهيان.

الله تعاليٰ دعا سيکاري آهي:

رَبَّنَا لاَتُؤَاخِذنَا بِمَا نَسِينَا اَو اَخطَانَا

(اي اسان جا پالڻهار! اسان کان ويسر ۾ يا ڀُل ۾ ڪا خطا ٿئي ته پڪڙ نه ڪجانءِ)

منهنجو به الله تعاليٰ اڏو اهو عرض آهي ته: ميٺِ مَدايون مُئيءَ جون. اي الله سائين! تون سڀني جي رازن ۽ دلين جي نيتن کي ڄاڻندڙ آهين. تنهنجي اڏو ڪهڙي اخلاص جي هام هڻجي. توکي معلوم سڀڪا. پر تنهن جو امر آهي ته: مون کان گهرو ته آءٌ ڏيان. ان حڪم مطابق توکي عرض ڪرڻ اسان جو فرض آهي ۽ عرض اگهائڻ تنهنجو فضل ۽ ڪرم آهي.

اي منهنجا مالڪ! منهنجي هن مختصر محنت کي قبول فرماءِ! نصيحتن تي عمل جي توفيق نصيب ڪر! آخرت ۾ نجات جو ذريعو بناءِ! آمين

**محمد قاسم ولد محمد ادريس سومرو**

ڪنڊيارو - نوشهروفيروز - سنڌ

# الله جو حمد

ان الله مالڪ سائينءَ جي نالي سان شروع، جنهن هن جهان کي پيدا ڪيو. اسان کي چڱن اڪرن اُچارڻ جي توفيق نصيب ڪيائين، هو بخشيندڙ ۽ اسان جو مددگار آهي. اهو اهڙو ڪريم آهي، جو خطاڪارن جي خطائن کي معاف تو ڪري ۽ عذر وارن جا عذر قبولي ٿو. اهو الله اهڙو ڏاڍو بہ آهي، جو جنهن بہ سندس در کان منهن موڙيو، ان کي اهڙو خوار خراب ڪيائين، جو ڪٿي بہ ان کي عزت نہ ملي. وڏن وڏن بادشاهن جا ڪنڌ، ان الله آڏو جُهڪيل آهن.

اهو الله اهڙو مهربان آهي جو، بي فرمانن کي هڪدم نٿو پڪڙي ۽ توبه ڪندڙن کي وري پنهنجي درگاهہ کان تڙي پري نٿو ڪري. ڪنهن گنهگار تي خطائن سبب الله سائين ڪاوڙيو، تہ بہ توبه تائب ٿيڻ وقت معاف ڪري ٿو ڇڏيس.

ڏنو اٿئون تہ جڏهن ڪو پُٽ پنهنجي پيءُ سان اٽڪي ٿو پوي، تہ پيءُ ڪاوڙجي پٽ کي ڌڪا ڏئي، ڪڍي ٿو ڇڏي. جيڪڏهن ڪو نوڪر ڊيوٽي ڏيڻ ۾ سستي ٿو ڪري، تہ مالڪ کي اصل نٿو وڻي. ڪو دوستن سان ڪس ڪٽر نٿو ڪائي، تہ سنگتي بہ ان کان پري ٿي وڃن ٿا. ڪو ملازم صحيح ڊيوٽي نٿو ڪري، تہ آفيسر ان کان بيزار ٿي ويندو آهي. پر الله سائينءَ جو ڪرم ڏسو تہ گناهن هوندي ڪنهن جي بہ روزي بند نہ ڪيائين. هي ٻئي جهان سندس علم آڏو ائين آهن، جيئن سمندن آڏو هڪ قطرو. اهو مالڪ مهربان گناهہ ڏسي ٿو، پوءِ بہ ستاري ڪري ڍڪي ٿو ڇڏي. (سَتَر ڪر، سَتارَ! آءُ اگهاڙي آهيان.)

هيءَ سڄي زمين ان جو ڪليل دسترخوان آهي، جنهن تي دوست دشمن ويٺا ڪائين ۽ پيئن. اهو ڪنهن ظالم کي پڪڙڻ تي اچي تہ

ڪائنس ڪاڏي ڀڄي ويندو ۽ ڪٿي لڪي سگهندو؟ ان الله جو ڪو بہ شاني شريڪ، ڀاڱي ڀائيوار ڪونهي. جهان جا جِنَ ۽ انسان سندس اطاعت نہ ڪن، تہ بہ هن ڪي ڪنهن جي ڪاڻ ڪانهي. ڇو تہ سڀ جهان، هي ماڻهو، مرون، پکي، پکڻ ۽ جيت جٺيا سندس امر جا تابع آهن. الله جي سخا جو دسترخوان اهڙو ڪشادو آهي، جو پهاڙن ۾ رهندڙ پکين، پرندن کي بہ اتي روزي رسائي ۽ پالي ٿو. اهو الله مهربان رحم ڪندڙ ۽ ڪارساز آهي. پوري جهان جي سارسنڀال لهي ٿو. سيني لڪل رازن رمزن کان بخوبي واقف آهي. وڏائي ۽ تڪبر بہ ان مالڪ کي ئي جڳائي. ڇو تہ اهو الله ازلي ابدي ۽ بي پرواهہ آهي. ڪنهن جي مٿي تي عزت ۽ بخت جو تاج ٿو رکي، تہ ڪنهن کي تخت تان لاهي مٽيءَ تي ٿو ويهاري. ڪنهن کي عزت بخشي ٿو، تہ ڪنهن کي ذليل ٿو ڪري.

حضرت ابراهيم خليل الله تي باهہ کي باغ بناياڻين تہ ٻين کي پاڻيءَ ۾ ٻوڙي،دوزخ جي باهہ ۾ پهچاياڻين. پهرئين مثال ۾ سندس احسان جو نمونو آهي، تہ ٻئي مثال ۾ الله جي اطاعت جي اهميت سمجهائي وئي. اهو الله سائين هرهڪ جي لڪل عملن کان پڻ آگاهہ آهي. اهو ڪريم ڪرم ڪري تہ ڪيترن ڪُڌن ڪرتوتن کي ڍڪي يا مورڳو معاف ڪري ڇڏي. اهو الله پنهنجي ڪهاريت ۾ اچي، تہ ملائڪ بہ گونگا ٻوڙا بڻجي پون ۽ جيڪڏهن پنهنجي مِهرَ جي نگاهہ ڪري تہ شيطان جهڙو منحوس بہ چوي تہ: مون کي حصو ملي. ان الله جي لطف آڏو بزرگن پنهنجي بزرگيءَ جو خيال ئي ڇڏي ڏنو. اهو الله نماڻن ۽ نئڙت وارن کي رحم سان ويجهو ٿو ڪري ۽ عاجزيءَ سان ٻاڏائيندڙن جا عرض اُگهائي ٿو. هن جو علم هر غيب کي ڄاڻي ٿو. جيڪي خيال دل ۾ اچن ۽ زبان تي نٽا اچارجن، تہ اهي بہ پنهنجي علم سان ڄاڻي ٿو. اهو مالڪ سائين پنهنجي قدرت سان زمين ۽ آسمان کي سنڀالي ٿو ۽ آخرت واري ڏينهن جو اهوئي مالڪ آهي.

الله جي ڪو اطاعت ڪندو، تہ الله جي حڪومت وڌي ڪانہ پوندي، نہ مٿس احسان ٿيو. اهو پنهنجو پاڻ تي احسان آهي. ۽ الله جي

امر آڏو ڪنهن کي چون چرا ڪرڻ جي به گنجائش ڪانهي. اهو الله اول کان آهي. اهو چڱاين کي پسند ڪري ٿو. ۽ پنهنجي تقدير ۽ قدرت سان، ماءُ جي پيٽ ۾ پاڻيءَ جي قطري مان سهڻي صورت بنائي ٿو. ان الله اوير کان اولهه طرف سج چنڊ کي هلايو آهي ۽ زمين کي پاڻيءَ مٿان وڇايو آهي. پوءِ زمين تي جبل بنائي ان کي لُڏڻ ۽ ڏُڏڻ کان قابو ڪيو آهي.

ان الله ڪيئن نه پاڻيءَ جي ڪوجهي قطري مان، پَرِيُن جهڙا سهڻا ماڻهو بنايا آهن. ڀلا ٻيو ڪير آهي، جيڪو پاڻيءَ تي تصوير چاپي سگهي؟ ان الله لعل ۽ فيروزه، هيرا جواهر، جبلن ۾ رکايا. هوڏانهن ساين ٽارين ۾ ڳاڙها گل اپايا. ٻن قطرن ڏي ڏسو! هڪڙو ڪڪرن مان سمنڊ ۾ ڪريو ۽ ٻيو قطرو ماءُ جي رحم ۾ پهتو. هُن قطري مان ماڻڪ موتي ٿيو ۽ هِن مان سهڻو سدا ملوڪ ماڻهو بنيو. ان الله جي علم کان ڪابه شيءِ لڪل ڪانهي. مخفي يا ظاهر سڀ ان الله آڏو هڪجهڙا آهن.

اهو الله ڪولين ماڪوڙين کي يا بنا پيرن سُرڪندڙ نانگن کي روزي رسائي ٿو. ان جي ٿي حڪم سان اڻ هوند مان هي جهان جڙيو آهي. پنهنجي قدرت جي ڪارخاني کي پاڻ ئي چاڻي ٿو. ڀلا ان کان سواءِ ٻيو ڪير آهي،جو هي جهان جوڙي سگهي؟ اهو الله هن جهان کي هڪ ڏينهن فنا ڪندو. وري سڀني کي حشر ۾ گڏ ڪندو. سندس خدائيءَ کي هرڪو مڃي ٿو. پر سندس حقيقت ڄاڻڻ تائين ڪنهن کي رسائي ڪانهي. انسانن سندس جلال جي حد يا سندس جمال جي انتها ڏٺي ئي ناهي: نه وري ڪنهن جو وهم گمان يا عقل ئي اوستائين پهچي سگهي ٿو. ان طرف سوچيندڙ جو عقل اهڙي ٻُڏل ٻيڙيءَ وانگر آهي، جنهن جو تختو ئي هٿ نه آيو.

جيڪڏهن ڪنهن رات جو ويهي ويچاريندو آهيان ته پاڻ کي چوندو آهيان: تون ڇا سوچيندين؟ الله جي علم کي تون ڇا سمجهي سگهندين؟ الله جي ذات کي ڪنهنجو به عقل سمجهي نٿو سگهي، نه ان حد تائين ڪنهن جو فڪر پهچي ٿو سگهي. ڀلي ڪو سَحبَان بن وائل جهڙي فصاحت ۽ بلاغت وارو ماهر هجي، پر الله جي ذات جي پوري

حقيقت نٿو معلوم ڪري سگهي. جن خاص بندن ڪٿي رب سائين جي تعريف بيان ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، تہ بہ هيئن چئي پنهنجي عاجزيءَ جو اقرار ڪيائون:

اللّٰهُمَّ لاَ اُحصِي ثَنَاءَ عَلَيکَ كَمَا اَثنَيتَ عَليٰ نَفسِک

(اي منهنجا الله! اسين تنهن جي پوري تعريف ڪري ئي نٿا سگهان، جيئن تون پنهنجي ذات جي پاڻ تعريف ڪري سگهين ٿو.)

سچ آهي تہ هر جاءِ تي فڪر جي سواري هلائڻ درست ناهي. ڪٿي تہ مجبوراً هٿيار ڦٽا بہ ڪرڻا پوندا.

جيڪڏهن ڪنهن پلاري بزرگ تي ڪجهہ راز کلي بہ پون ٿا، تہ ان تي وري واپسيءَ جا دروازا بند ڪري ٿو ڇڏي. جڏهن بہ ڪنهن کي اهڙي علم وارو پيالو مليو آهي، تہ ان ۾ هن کي بي هوشيءَ جي دوا ملائي ڏني ويندي آهي. (جيئن ٻين آڏو ڪجهہ ٻڌائي نہ سگهي.) ان جو مثال هيئن سمجهو، جيئن بہ باز هجن، هڪڙي جون اکيون سِبيل (ٽوپيل) ۽ بند هجن ۽ ٻئي جون اکيون تہ کليل آهن،پر سندس پَرَ سڙيل آهن. يا هيئن سمجهو تہ اهو قارون جي خزاني وانگر لڪل خزانو آهي. ڪي اتي اصل پهچي ئي نہ سگهيا ۽ جيڪي پهچڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا، تہ واپس ڪونہ وريا. ايئن هٿ بہ سمجهڻ گهرجي. هن علم جي موج مان ڪنهن جي ڪشتي پار نہ پئي آهي.

جيڪڏهن تون سچو طالب آهين ۽ الله کي ويجهو ٿيڻ چاهين ٿو تہ اول واپسيءَ کان هٿ ڌوءِ! پوءِ دل سان غور فڪر ڪر ۽ اندر کي آهستي آهستي اجار. پوءِ عشق جي سرهاڻ ۾ مستان ٿي وڃ ۽ عَالَم ارواح ۾ ڪيل واعدي "اَلستُ بِرَبِّكُم" (ڇا توهان جو آءٌ رب ناهيان) تي ويچار ڪر. پوءِ طلب جي پيرن سان پنڌ ڪر، محبت جي پرن سان اُڏام. ٻين وهمن ۽ خيالن جي پردن کي ڦاڙي ڦٽو ڪر. بس تنهن جي آڏو الله جي جلاليت وارو پردو ئي ڪافي آهي. اهڙي مقام تي پهچڻ لاءِ عقل جي جاءِ ناهي. نہ تہ عقل حيرت وچان صلاح ڏيندو تہ: بيهي رهہ،اڳتي نہ وڌ!

۽ ياد رک تہ ان راھہ ۾ حضرت نبي ڪريم ﷺ جن جي اطاعت ڪان سواءِ نٿو هلي سگهجي. يقين ڄاڻ تہ جيڪو بہ نبوي طريقي ڪان ٻاهر هلندو، تہ اهو گهڻو پريشان ٿيندو. (خلافِ پيمبر ڪسي ره گزيد + کہ هرگز بمنزل نخواهد رسيد) جنهن بہ پياري پيغمبر عليه الصلواة والسلام جي واٽ ڪان ابتڙ ٻي ڪا واٽ ورتي، تہ اهو منزل تي اصل پهچي نہ سگهندو. اي سعدي! يقين سان ڄاڻ تہ: حق جي واٽ محمد مصطفيٰ ﷺ جن جي اطاعت ڪان سواءِ بلڪل ناممڪن آهي.



# حضرت محمد ﷺ جن جي نعت

اسان جو پيارو نبي حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن نهايت اعليٰ اخلاق ۽ سهڻين خصلتن وارا هئا. اهي هر مخلوق جا نبي ۽ سيني اُمتن جا شفاعت ڪندڙ آهن. سيني رسولن جا امام، حق جا رهنما ۽ خدا جا موڪليل امين آهن، وٽن جبريل عليه السلام ايندو هو. پاڻ سڄورا مخلوق جي شفاعت ڪندڙ ۽ قيامت ۾ سردار هوندا. هدايت جا امام آهن. قيامت ۾ به اڳواڻ هوندا. سندن شفاعت سان حساب ڪتاب شروع ٿيندو.

حضرت موسيٰ عليه السلام کي طورسينا جبل تي ڪلام نصيب ٿيو. پر سڄو آسمان حضور جن لاءِ طورسينا وانگر آهي. هي سڀ روشنيون سندن نور جون لاٽون آهن. هو يتيم هو پر مٿن نازل ٿيل قرآن سان اڳيان سڀ آسماني ڪتاب منسوخ ٿي ويا. جڏهن هٿ جي آڱر سان اشارو ڪيائون، تڏهن سندن معجزي سان چنڊ چيرجي ٻه ٽڪر ٿي پيو. پاڻ لااله الاالله جو نعرو بلند ڪيائون ته لات پڇي پور ٿيو. سندن آندل دين جي ترقيءَ سان عزيٰ جي عزت ويندي رهي. نه رڳو لات ۽ عزيٰ ختم ٿيا، پر اڳين آسماني ڪتابن توريت ۽ انجيل جا حڪم به منسوخ ٿي ويا.

پاڻ سڳورا هڪ ئي رات ۾ براق تي چڙهي، آسمانن کان مٿي ويا ۽ منزل ۾ ملائڪن کان مٿي ٿيا. ان وقت قرب جي ميدان ۾ ايئن اڳتي هليا، جو سدرة المنتهيٰ تائين هلي، جبريل عليه السلام به رڪجي پيو. ان وقت ڪعبة الله جي سردار حضرت محمد ﷺ جن فرمايو: اي جبريل! هلندو اچ! جڏهن پنهنجي دوستي پڪي آهي، ته هينئر ساٿ ڇو نه ٿو نباهين؟ حضرت جبريل عليه السلام فرمايو: مون ۾ وڌيڪ طاقت نه

آهي، ان ڪري پوئتي رهيو آهيان. هاٿي ان کان اڳتي، وار برابر به وڌندس، ته منهن جا پَرَ تجليءَ سان سڙي پوندا.

پلا! جن انسانن کي اهڙو پلارو رهنما نصيب ٿيو، ته اهي گناهن ۾ ڦاٿل گرفتار ڇو رهن؟ اي منهنجا سائين! آءٌ ڪهڙن لفظن سان توهان جي تعريف ڪريان! اي ڪائنات جا نبي! توتي لکين درود ۽ لکين سلام. درود ۽ سلام توهان تي ۽ توهان جي صحابن سڳورن ۽ پيروڪارن تي. سڀ کان اول حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه جهڙي مرشد سائينءَ تي، پوءِ پهلوان حضرت عمر فاروق رضي الله عنه تي، پوءِ راتين جو جاڳي عبادت ڪندڙ حضرت عثمان رضي الله عنه تي، پوءِ حضرت علي رضي الله عنه شهسوار تي. اي منهنجا الله! بي بي فاطمه سائڻ جي صدقي منهنجو خاتمو ايمان سان ڪجانءِ. منهنجي دعا قبول ڪرين يا نه ڪرين، آءٌ ته آل رسول جي دامن جهلڻ وارو آهيان.

اي سائين! الله جي درگاهه ۾ توهان جو جيڪو اعليٰ مرتبو آهي، ان ۾ ڪهڙي ڪمي ايندي، جيڪڏهن اسان جهڙا ڪجهه فقير توهان جي مهمانسراءِ ۾ اچي مهمان ٿيندا؟ اي سائين! توهان جي ثنا خود خدا ڪئي. توهان جي عزت جي ڏرتي، جبريل چمندو آهي. توهان جي بلند مرتبي آڏو، آسمان به شرمسار آهي ۽ توهان تڏهن به خلقيل هئا، جڏهن اڃا آدم عليه السلام مٽيءَ ۽ پاڻيءَ ۾ هو. ان ڪري توهان اول آهيو، پيا سڀ پوءِ آهن. مون کي اها ڄاڻ به ڪانهي ته توهان جي واکاڻ ڪريان ته ڪيئن ڪريان! ڇو ته جيڪي ڪجهه آءٌ چوندس، توهان ان کان گهڻو مٿي آهيو. توهان لاءِ لَولاَڪ جو رتبو ئي وڏو آهي. توهان لاءِ طٰهٰ ۽ يٰسٓ جو مرتبو ئي ڪافي آهي. مطلب ته سعديءَ جهڙي اڻ ڄاڻ کان توهان جي تعريف ڪيئن پوري ٿي سگهندي. اي اسان جا پيارا نبي! توتي صلواتون ۽ سلام هجن.

# ڪتاب بوستان لکڻ جو سبب

آءٌ جهان ۾ گهڻو گهميس. ڪيترن ماڻهن جي ڪچهرين ۾ گهڙيون گهاريم. جتان ڪٿان ڪجهه نه ڪجهه پرايم. ڏٺم ته شيراز (سعديءَ جي وطن) جي ماڻهن جهڙي نئڙت ۽ نماڻائپ ڪٿي نه هئي. شايد ان ڪري شام ۽ روم ۾ به مون ڪي اهڙو لطف نه آيو، جهڙو پنهنجي وطن ۾ سڪون آيو. شام ۽ روم جي سفر کان واپسيءَ وقت دل ۾ خيال آيو ته: هتان خالي هٿين نه وڃان، سنگت ساٿ لاءِ ڪا مصري مٺائي وٺيو وڃان. جڏهن ڪا مناسب مٺائي هٿ نه آيم، تڏهن چيم ته منهنجون ڳالهيون ئي مٺاج واريون آهن. اجا به هر مٺاڻ کان وڌيڪ مٺيون آهن. اهڙي مٺائي کٽي کائي نه سگهبي، ته به ڪاغذن ۾ سانڍي سگهبي، اهو سوچي هيءَ ڪتاب تيار ڪيم ۽ ان کي ڏهن بابن تي مرتب ڪيم.

باب پهريون: عدل انصاف، سهڻي تدبير ۽ حڪومت ڪرڻ جي اصولن بابت.

باب ٻيو: احسان ڪرڻ بابت آهي. ڇو ته احسان ڪرڻ، الله جو شڪر ڪرڻ ئي آهي.

باب ٽيون: عشق ۽ مستيءَ بابت آهي. جنهن ۾ سچي عشق جا احوال هوندا.

باب چوٿون: تواضع ۽ نوڙت بابت.

باب پنجون: رضا بابت.

باب ڇهون: ذڪر بابت، جنهن ۾ قناعت جو بيان به ايندو.

باب ستون: تربيت.

باب اٺون: شڪر بابت.

باب نائون: توبه بابت ۽.

باب ڏهون: مناجات بابت ۽ آخر ۾ ڪتاب جو خاتمو.

سال ٦٥٥هہ ذوالقعده مهيني ۾ جمعي ڏينهن ڪتاب تيار ٿي ويو. مون کي پڪ آهي تہ ڪوبہ سياڻو ماڻهو پراوا عيب ڪونہ ڦوليندو آهي. ڀلا ڪپڙو اوچو لاءِ هوندو آهي، پوءِ ريشمي هجي تہ ڇا، سوٽي هجي تہ ڇا! آءٌ چوندو آهيان تہ: داناء ماڻهوءَ جو ڪم بہ اهو آهي تہ پراوا عيب نہ جاچي، پر پنهنجي اوڻاين کي ڇپر تي ڍڪي.

مون کي پاڻ تي ڪو فخر ڪونهي. آءٌ دعا جا هٿ ڪنيو پيو ٻاڏايان. ٻڌو اٿم تہ ان قيامت واري ڏينهن ڪيترن کي ڪن ڀلارن جي صدقي بخشيو ويندو.

بوستان جي پڙهندڙن کي عرض ڪندس تہ: توهان کي جيڪڏهن منهنجي ڪلام ۾ ڪي خاميون نظر اچن، تہ معاف ڪجو. منهنجي هزار اکرن مان ڪو اکر پسند بہ اچي وڃي، تہ ان کي دل ۾ هنڊائجو. ٿي سگهي ٿو تہ منهنجي لکت جو هت فارس ۾ ڪو قدر نہ ٿئي ۽ ٻاهر ڪيس شهرت ملي وڃي. ڇو تہ اتي منهنجي عيبن کان اڻ واقف هوندا.مون سعديءَ باغ جا گل ميڙي گڏ ڪيا آهن، پر ڪن کي تہ هي گلڙا بہ گوگائي مرچ تي لڳندا (پر ڪٽي تہ مرچن جو بہ مان آهي.) جيڪو منهنجي اندر جي عيبن کان اڻ واقف هوندو، ان کي منهنجا ٻول واهہ جو وڻندا. جيئن ڪارڪ مٿان مٺي آهي ۽ اندران ڪَڪرِي هڏي جهڙي سخت. آءٌ بہ ايئن آهيان.



# ابوبڪر بن سعد زنگيءَ جو بيان

منهنجي طبيعت اصل نه چاهيندي آهي ته بادشاهن ۽ حاڪمن جي وينو واکاڻ ڪريان. پر پوءِ به بادشاهه ابوبڪر بن سعد لاءِ ڪجهه بيت لکيا اٿم. ڇو ته آءُ پنهنجي خوش نصيبي ٿو سمجهان جو اهڙي ڀلاري بادشاهه جي دور ۾ پيدا ٿيس. جيئن نوشيروان ايران جي بادشاهه لاءِ چئجي ته اهو حضرت رسول الله ﷺ جن جي پاڪ زماني ۾ هو. اهو ڀاڱ وارو هو.

بادشاهه ابوبڪر، حضرت عمر فاروق رضي الله عنه وانگر عادل آهي. سندس دور ڪي مٿس ناز آهي. ڪو فتنو فسادن کان محفوظ رهڻ گهري، ته هن جي بادشاهي ۾ اچي رهي. ٻئي ڪنهن هنڌ ڪٿي به بچاءُ نه ملندس. بادشاهه سلامت جي درٻار ۾ ماڻهن جا وفد ائين ٿا حاضر ٿين، جيئن حاجين جون جماعتون ڪعبة الله وٽ حاضر ٿين. مون هن بادشاهه جي خزاني کان سواءِ ٻئي ڪنهن جو خزانو ائين ڪليل نه ڏٺو، جيڪو ٻارن، ٻڍن ۽ جوانن لاءِ وقف آهي. هت ڪوبه دل جو ڏکايل، دردن جو دکايل پهچندو ته، سندس دوا دارون ٿي ويندي. بادشاهه سلامت سڀني جو ڀلو گهرندو آهي. سندس شهرت ۽ عزت آسمان تي وڃي پهتي آهي، پر سندس مٿو نوڙت سبب اهوئي زمين تي آهي. حقيقت به اها آهي ته نوڙت جڳائي به بادشاهن ۽ اميرن کي. ڪنهن فقير نوڙت ڪئي ته اها سندس هميشه جي عادت آهي، ان سان ڇا ٿي پوندو. نوڪر مالڪ آڏو هيٺانهين ڪئي ته ڇا ٿي پيو! پر مالڪ نوڪرن آڏو نوڙت ڪري ته اهو الله وارو سمجهبو. بادشاهه جون اهڙيون خوبيون ڪي لڪل نه آهن، پر جهان ۾ مشهور آهن.

بادشاهه سلامت نهايت داناءُ ۽ عقلمند آهي. هن دور ۾ اسان کي

پيو ڪو اهڙو ڪونہ سجهي. سندس ايام ڪاريءَ ۾ ڪوبہ اهڙو مظلوم ڪونهي، جنهن جي دادرسي نہ ٿئي. اهڙو عدل انصاف ڪنهن نہ ڏٺو هوندو. آءٌ تہ سمجهان ٿو تہ فريدون مشهور بادشاهہ کان بہ هيءُ وڏيڪ آهي. هيءُ هيٺن جو همراهہ آهي، تہ الله ان جو حامي آهي. سندس دليري جهان ۾ ايتري مشهور آهي، جو ماڻهن کان رستم جي بهادري بہ وسري وئي آهي.

جتي ڪٿي ماڻهو ظالمن کان تنگ اچي، دانهون ڪري پيا روئندا رڙندا آهن. پر اي بادشاهہ سلامت! توهان جي زماني ۾ ڪنهن کي ڪو شڪايت جو موقعو ئي ڪونہ ٿو ملي. توهان جي دور ۾ خلق کي سک ۽ آرام ۾ ڏسان ٿو. خبر ناهي تہ توهان کان پوءِ ملڪ جو ڪهڙو حال ٿيندو! آءٌ بہ خوش قسمت آهيان، جو توهان جي ڀلاري دور ۾ پيدا ٿيو آهيان. جيسين جهان ۾ سج ۽ چنڊ چمڪندا رهندا، توهان جو نيڪ نالو روشن هوندو.

ٻيا بادشاهہ پاڻ کان اڳين بادشاهن جي نقشِ قدم تي هلي، نيڪ نالو پيدا ڪندا آهن، پر توهان تہ اڳين بادشاهن کان بہ وڌي ويا آهيو. سڪندر بادشاهہ پٿر جي ڀت ڪٽائي،ياجوج ماجوج کي بند ڪيو ۽ توهان دولت خرچ ڪري، ڪفر آڏو چڱ ڀنڊ ڀڏي ڇڏي آهي. آءٌ چوان ٿو تہ: ههڙي امن واري دور ۾ ڪو شاڪر شڪر ڪرڻ بجاءِ توهان جي شڪايت ڪري، تہ شل سندس اها ڄڀ ئي ڪپجي پوي.

اي بادشاهہ سلامت! توهان سخا جو سمنڊ ۽ عطا جي کاڻ آهيو. توهان کان خلق کي سک ئي سک آهي. بادشاهہ جون خوبيون جيڪي شمار ڪرڻ کان ٻاهر آهن، سي هن مختصر ڪتاب ۾ ڪٿي ماپي سگهنديون؟ بادشاهہ جي وڏيڪ خوبين کي هيءُ سعدي لکڻ چاهي تہ پوءِ ٻيو ڪو وڏو دفتر لکڻو پوندو. آءٌ بادشاهہ سلامت جي سخا ۽ عطا جو شڪر پوري طرح ادا نٿو ڪري سگهان. ان ڪري بهتر آهي تہ هن لاءِ دعائون گهران.

شال الله تعاليٰ توهان جو مددگار ۽ نگهبان هجي. توهان جي بخت

سان جهان روشن هجي. توهان جي دشمن کي الله تعاليٰ ناس ڪري. توهان کي زماني جي غمن فڪرن کان بچائي. ڇو ته، جنهن ملڪ جو بادشاهه مُنجهيل آهي، ته سڄو ملڪ مايوس آهي. اي بادشاهه سلامت! توهان جو ملڪ ۽ دِل ٻئي آباد ۽ خوش هجن. الله توهان کي پريشانين کان پري رکي. توهان جي دور ۾ جيئن دين درست رهيو آهي، تيئن الله توهان کي به سلامت رکي ۽ توهان جي دشمن کي ڪمزور ڪري. توهان جي دل الله جي انعامن سان خوش هجي ۽ توهان جو ملڪ و ملت آباد هجي. الله جون بي حساب رحمتون توهان تي هجن، الله توهان کي ڏينهون ڏينهن وڌائي.

توهان جي والد سعدالدين کي دنيا مان لاڏائي ڪرڻ وقت ڪا ڳڻتي نه هوندي، ڇو ته هن توهان جهڙو ڀلارو پونير ڇڏيو. ان ۾ عجب ناهي جو ته هيءَ ٻار ان وڻ جي شاخ آهي جو پاڻ مٿي ۽ جو مهمان آهي پر سندس روح مٿانهون آهي ۽ خوشين ۾ آهي.

اي الله! تون ان (بادشاهه جي والد) جي مزار تي پنهنجي ٻاجهه جو مينهن وساءِ، جيئن ان سعدالدين جي شهرت مشهور آهي، تيئن تون ان جو محافظ ۽ مددگار آهين.



# شهزاده سعد بن ابي بڪر بن سعد جي تعريف ۾

بادشاهہ ابوبڪر جو پٽ سعد نوجوان ۽ پلي ياڳ وارو. صاف دل آهي. عمر ۾ نوجوان آهي، پر عقل جو اڪابر وڏي همت وارو۽دلير آهي. اهڙي ماءُ کي مبارڪون هجن، جنهنجي جهوليءَ ۾ سعد جهڙا پٽ پليا. هو سخا جو درياءُ آهي. سندس عزت آسمان تي پهتل آهي. ملڪ جي ماڻهن جي اکين جو تارو آهي. هو موتين کان وڌيڪ مانائتو آهي ۽ سڄي ملڪ جو سينگار آهي. اي الله! هن کي بدنظر کان بچائجانءِ. هن کي دنيا ۾ شهرت عنايت ڪر ۽ پنهنجي طاعت جي توفيق ڏي. هن کي انصاف ۽ تقويٰ تي قائم رک. سندس دنيا ۽ آخرت جون مرادون پوريون ڪر. هن کي دشمن جي شرارتن ۽ زماني جي لاهن چاڙهن کان محفوظ رک، جيئن هو پيءُ وانگر شهرت حاصل ڪري، وڏن جي عزت برقرار رکي سگهي. ڪين عدل، انصاف، ملڪ ۽ دولت نيبهہ هجن.

باب پهريون

# عدل انصاف، سھڻي تدبير ۽ بادشاهي ڪرڻ جي اصولن بابت

الله جا اڻ ڳڻيا احسان ايترا آهن جو، شڪر بيان ڪرڻ کان زبان قاصر آهي. اي الله! هن غريبن جي يار بادشاهه، جنهن جي ڇانوَ ۾ خلق کي امن مليل آهي. ان کي ڊگهي عرصي تائين سلامتيءَ سان رک ۽ پنهنجي عبادت جي ڪيس توفيق عطا ڪر. هن جي نيڪ اميدن کي پورو ڪر! سندس منهن تنهنجي ٻاجهه سان ٻهڪندو رهي.

اي سعدي! تون ڪوبہ اجايو تڪلف نہ ڪجانءِ. جيڪو حق، سچ هجي، اهو بيان ڪجانءِ! بادشاهه سلامت حڪمرانيءَ جي راهه جو مسافر آهي ۽ تون (يعني سعدي) سفر جي منزلن کان واقف آهين. تون سچ چوڻ وارو آهين، بادشاهه حق جي ڳالهه ٻڌڻ وارو آهي. مون کي اجائي مدح ڪرڻ جي ڪا حاجت ڪانهي.قزل ارسلان جي پيرن هيٺان نَوَ آسماني ڪرسيون رکڻ جي ڪا ضرورت نہ آهي.[١] آءٌ هيئن نہ چوندس تہ: بادشاهه پنهنجي عزت آبروءَ جو پير وڏائي وچي آسمان تي رکي، پر آءٌ هيئن چوندس تہ: هو اخلاص سبب نرڙ نوڙائي زمين تي رکي يعني الله جي عبادت ڪندي سجدي ۾ ڪري پوي، جو تہ سچن ٻانهن جي اها عبادت ئي بهتر آهي.

---

(١) مشهور شاعر ظهير فاريابي، پنهنجي وقت جي بادشاهه قزل ارسلان جي واکاڻ ۾ مبالغہ آرائي ڪندي چيو هو تہ: اسان جو فهم ۽ فڪر، قزل ارسلان جي سواريءَ جي رِڪيب کي چمڻ لاءِ جڏهن نوَ آسمان پيرن هيٺان رکي، تڏهن وڃي ڪا سندس پهچ، قزل ارسلان جي سواريءَ جي رِڪيب تائين ٿئي - شيخ سعديءَ جو اشارو اوڏانهن آهي. محمد ادريس سومرو

اي بادشاهہ سلامت! تون جڏهن الله جو سچو ٻانهو آهين تہ وڏائي ۽ آڪڙ ڇڏي نماز جو سجدو ڪر! تون جڏهن نماز ۾ بيهين تہ ان وقت بادشاهي لباس ڇڏي، فقيراڻو، سادو ۽ صاف لباس پاءِ.

اي پروردگار! تون ئي تونگر ۽ غني آهين. تون ئي فقيرن ڪي پالينڌڙ آهين. آءٌ مسڪين سعدي نہ حاڪم آهيان، نہ ڪو فاتح. پر تنهنجي در جو پينانگ فقير آهيان. تون توفيق نہ ڏيندين، تہ مون کان ڪجهہ بہ ٿي نہ سگهندو.

اي بادشاهہ سلامت! جيڪڏهن تون سڄو ڏينهن بادشاهي ڪمن ۾ مصروف آهين، تہ رات جو اٿي، فقيرن وانگر دلي درد سان رب کان دعائون گهر! تون اڪيلي الله جو سچو ٻانهو ٿيءُ، تہ سرڪش حاڪم تنهنجا غلام ٿي پوندا. اسان سڀني جو مالڪ الله سائين آهي. ٻانهن جو ڪم آهي تہ سندس بندگي ڪن.

## شينهن تي سوار درويش

آءٌ (گيلان جي پرسان) رود بار شهر ۾ هوس. اتي ڏٺم تہ هڪڙو ماڻهو چيتي شينهن تي چڙهيو ٿي آيو. هُن کي ڏسي آءٌ اهڙو ڊڄي ويس ۽ دهشت چڙهي ويم، جو اڳتي هلڻ جو ست لڱن ۾ نہ رهيو. مُنجهي بيهي رهيس. هوڏانهن شينهن سُوار وات تي هٿ ڏئي مرڪندو پئي آيو. مون کي سجاتائين ۽ چيائين: اي سعدي! مون کي ڏسي متان عجب ڪرين! تون بہ الله جي هر حڪم آڏو ڪنڌ جُهڪاءِ، ڪوبہ گناهہ نہ ڪر، تہ ٻي مخلوق تنهنجي تابعداريءَ کان ڪنڌ نہ ڪڍائيندي.

جڏهن بادشاهہ، الله سائينءَ جي حڪم تي پورو پابند رهندو، تہ الله ان جو نگهبان ۽ مددگار هوندو. هيئن ناممڪن آهي جو، توکي الله جو قرب حاصل هجي ۽ پوءِ توکي دشمن جي حوالي ڪري ڇڏي. تون الله جي اطاعت ۾ وِڪ وڌاءِ، رب کي ريجهاءِ، پوءِ جيڪو گهرندين، اهو ملندئي ۽ تنهنجي نصيحت ۾ بہ تڏهن اثر رهندو. ۽ نصيحت بہ ان کي حاصل ٿيندي،جيڪو نصيحت جي ڳالهہ کي دل سان پسند ڪندو هوندو.

## نوشيروان جي نصيحت پنهنجي پٽ کي

ٻڌو اٿم ته سڪرات وقت نوشيروان بادشاهه، پنهنجي پٽ هرمز کي نصيحت ڪندي هيئن پئي چيو:

پٽ! فقيرن ۽ درويشن جي دلين جو خاص خيال رکجانءِ. رڳو پنهنجي سڪون ۽ آرام جي فڪر ۾ نه رهجانءِ، جيڪڏهن توکي رڳو پنهنجي آسائش ٿي گهرجي،ته پوءِ تنهنجي ملڪ ۾ رعيت جي آرام جو مڙيو ٿي خير آهي (ڪنهن کي به آرام نه ملندو). عقلمند وٽ هيءَ ڳالهه ناپسند آهي ته ڌنار غفلت ۾ ستو پيو هجي، هوڏانهن بگهڙ ٻڪرين کي چيري ڦاڙي ڇڏي.

پٽ! رعيت جو خاص خيال رک. انهن جي دل وٺ. ڇو ته بادشاهه پنهنجي رعيت ۽ راڄ سان ٿي تاجدار بڻجي ٿو. بادشاهه آهي وڻ وانگر، ته رعيت آهي ان جي پاڙ. جيڪڏهن پاڙ مضبوط هوندي، ته وڻ به مضبوط رهندو. جيترو ٿي سگهئي، خلقِ خدا جي دلين کي نه رنجاءِ. جيڪو بادشاهه، پنهنجي رعيت جي دل ٿو دکائي، سو ڄڻ پنهنجي پاڙ پاڻ ٿو پٽي. جيڪڏهن توکي سڌو رستو گهرجي ٿو، ته پوءِ (مان ٿو ٻڌايانءِ) پرهيزگارن واري واٽ وٺ، يعني: خوفِ خدا ۽ سندس ٻاجهه ۾ اميد واري واٽ اختيار ڪر.

جيڪو بادشاهه چاهي ٿو ته: منهنجي ملڪ کي ڪو نقصان نه پهچي، ان کي گهرجي ته ماڻهن کي نقصان نه پهچائي. جيڪڏهن ڪنهن کي بادشاهه کي رعيت جو فڪر ٿي نه آهي، ته پوءِ ان جي بادشاهيءَ ۾ عيش آرام ته رهيو پري، پر سڪون جي بوءِ به نه هوندي. اهڙي حالتۂ اي رعيتي! جيڪڏهن ايترو ڦاٿل ۽ (پنهنجي اهل ۽ عيال جو) جو پابند آهين، جو ٻاهر نڪري نه ٿو سگهين، ته پوءِ قضا تي رضا ڏيکار (۽ هلندڙ رسم ۽ راهه سان پلي ٺاهه ڪر) پر جيڪڏهن اڪيلو آهين، ڪنهن جو پابند نه آهين، ته پوءِ اهڙي ملڪ ۾ رهڻ کان پلو آهي ته، پنهنجي واٽ وٺ، ڪنهن ٻئي ڏيهه ڏانهن لڏي وڃ! اهڙي ملڪ ۽ ڌرتيءَ تي

خوشحاليءَ جو سوچ بہ نہ، جتي رعيت، بادشاهہ کان تنگ ويٺو هجي.

بهادرن ۽ پهلوانن کان ڊڄڻ جي ضرورت نہ آهي. تون انهن کان ڊڄ (۽ بچڻ جي ڪر)، جيڪي خدا کان نہ ٿا ڊڄن، اهڙا شخص وڏيڪ نقصانڪار آهن. جيڪو بادشاهہ پنهنجي ملڪ جي ماڻهن جي دل جوئي نہ ٿو ڪري، اهو پنهنجي وطن جي خوشحالي جا رڳو خواب ئي لهي سگهي ٿو. ڏاڍ ۽ جبر سان، وطن جي ويراني تہ آهي ئي آهي، پر خود بادشاهہ جي بدنامي بہ آهي. بزرگ شخص انهيءَ ڳالهہ کي غور سان سمجهي سگهن ٿا.

رعيت ۽ راڄ کي ظلم جي چڪيءَ ۾ پيڙڻ نہ گهرجي، ڇو تہ بادشاهيءَ لاءِ رعيت جي پشت پناهي نهايت ضروري آهي. هارين سان رعايت ڪندو ڪر، ان ۾ تنهنجو فائدو آهي. ڇو تہ خوشدل مزدور ۽ئي جي پيٽ ۾ گهٽو ڪم ڪندو آهي. جنهن شخص توسان بار بار چڱائي ڪئي هجي، ان سان ڦٽائڻ ۽ ان کي رنجائڻ ڪهڙو ماڻهپو ڇئبو؟

## خسرو بادشاهہ جي شيرويہ کي نصيحت

ايران جي بادشاهہ خسرو پرويز وفات وقت پنهنجي پٽ شيرويہ کي نصيحت ڪندي، هن طرح چيو: اي پٽ! تو ۾ ارادي جي مضبوطي هجي ۽ پنهنجي رعيت لاءِ ڀلو سوچيندو ڪر! اي پٽڙا! سياڻپ ۽ دانائيءَ سان هلندين، تہ رعيت تنهنجي تابعداري ۾ رهندي. ڇو تہ ظالم بادشاهہ کان رعيت بيزار ٿي پوندي آهي. سندس بدنامي جڳ ۾ مشهور ٿي ويندي. جيڪو بادشاهہ، ظلم ۽ ستم جو بڇڙو بنياد ٿو وجهي، سٽت ئي ڏسندين تہ سندس بنياد اکڙجي ويندو. ايترو نقصان ڦاڙيندڙ شينهن يا تلوار باز شخص کان نہ ٿو رسي، جيترو ڇوري ٻار يا رن زال جي دل جي دونهين مان.

يقين ڄاڻ تہ ٿوري برائيءَ سان ڪڏهن تمام خراب نتيجا نڪرندا آهن. تو ٻڌو هوندو تہ ڪنهن پوڙهيءَ رن زال هڪڙو ڏيئو ٻاريو ۽ ان مان جو اوچتو باهہ پڙڪي، تہ سڄو شهر سڙي خاڪ ٿي ويو.

داناء چوندا آهن تہ: ان حاڪم ڪان وڌيڪ جهان ۾ ڪو خوشنصيب ڪونهي، جيڪو ملڪ کي عدل انصاف سان هلائي رهيو آهي. پوءِ جيڪڏهن اهڙو عادل بادشاهہ مري بہ پيو، تہ بہ رعيت ان کي دعائون پئي ڪندي ۽ اها ڪيڏي نہ خوشقسمتي چئبي جو مرڻ ڪان پوءِ بہ ماڻهوءَ جون چڱايون ياد ڪيون وڃن ۽ ان جو نالو نيڪيءَ سان ياد ڪيو وڃي.

اي پٽڙا! ملڪ ۾ ڪنهن خدا ترس ۽ نيڪ ماڻهوءَ کي آفيسر ۽ عهديدار بنائجانءِ ڇو تہ، چڱو ماڻهو ئي ملڪ جي نظام کي چڱيءَ طرح هلائي سگهندو. ۽ ظالم آفيسر جيڪو رعيت تي ظلم ٿو ڪري، اهو تنهنجو بہ دشمن آهي. ڇو تہ اهو نادان، رعيت تي ظلم ڪرڻ ۾ تنهنجو نفعو ٿو سمجهي. پوءِ اهڙي ظالم کي ڪوبہ عهدو نہ ڏجي،. جنهن جي شرارتن ڪان ماڻهو خدا جي پناهہ پيا گهرن.

اي پٽڙا! جيڪو نيڪن جي سنگت اختيار ڪندو ۽ انهن جو احترام ڪندو تہ اهو ڪا برائي نہ ڏسندو. ۽ جيڪو بڇڙن جي پالنا پيو ڪندو ۽ انهن سان ياري باشي رکندو، تہ اهو ڇڻ پنهنجي جان جو دشمن آهي.

اي پٽ! دشمن سان پلاند ڪرڻو هجي، تہ ان ڪان مال ۽ دولت نہ ڦرجي. پر ان کي پاڙان پٽي ڪيس ختم ڪجي. جيڪو عملدار ظالم هجي، تہ هڪدم ان کي هٽائي ڇڏجي ۽ ان جي ڪل لاهي ڪيس سيکت ڏجي. جيئن ڪنهن بگهڙ کي ڏسڻ سان ماري وجهبو آهي. اهو انتظار نہ ڪبو آهي تہ: بگهڙ اول ٻڪرين جو نقصان ڪري تہ پوءِ مارجيس. هت بہ ائين سمجهہ.

## پرديسين جي پارت

هڪڙو هو سوداگر. اهو ڪنهن ڌارئي ملڪ ۾ واپار سانگي وڃي پهتو. اتي ڌاڙيلن جي ور چڙهي ويو، جن پڪڙي ڪٽي سوگهو ڪيس. اتي سوداگر چئي رهيو هو تہ: هٿيارن جي آڏو بي هٿيار ۽ پڪڙيل ماڻهو، عورتن وانگر ڪمزور آهي ۽ جنهن بادشاهہ جي ملڪ ۾ ٻاهرين سوداگرن

۽ واپارين سان هي حال ٿيندو، تہ ان مان ڪهڙي چڱائيءَ جي اميد رکي سگهبي. جڏهن هن قسم جا واقعا ٻاهر مشهور ٿي ويا، تہ پوءِ ڪو داناءُ هت اچڻ جي جرئت ئي نہ ڪري سگهندو ۽ ملڪ جو نالو بدنام ٿي ويندو.

دانائن جو چوڻ آهي تہ: جيڪو حاڪم چاهي تہ سندس ملڪ جو نيڪ نالو دنيا ۾ چڱائيءَ سان ياد ڪيو وڃي،ان لاءِ ضروري آهي تہ پرديسي سوداگرن، سفيرن ۽ مسافرن سان چڱائي ڪري. اڳي ائين هوندو هو. وڏا ويچارا مسافرن ۽ مهمانن تي ساهہ صدقي ڪندا هئا. جيئن اهي پرديسي پنهنجي ملڪ واپس وڃن، تہ اُتي ڪي ڳڻ ڳائي سگهن.

جنهن ملڪ ۾ مسافرن کي پريشان ڪيو ويندو، تہ اهو ملڪ جلدئي تباهہ ٿيندو. ڇو تہ مسافر ۽ سياح ٻاهرين ملڪن جا نمائندا آهن. انهن تي ڪي چڱايون ڪيل هونديون، تہ ٻاهر اهي تعريف بہ ڪري سگهندا. ۽ جيڪڏهن ايذايل هوندا، تہ احوال بہ اهڙا ٻڌائيندا.

هر انسان تي فرض آهي تہ اهو مهمان مسافرن کي نہ ايذائي. اوپرن ۽ اڻ واقفن کان پاسو ڪرڻ چڱو آهي، پر انهن کي ايذائڻ چڱو نہ آهي. سيائن جو چوڻ آهي تہ: پنهنجن پراون خادمن نوڪرن جي عزت ڪجي، جيئن اهي بي وفا نہ بنجن. جڏهن ڪو نوڪر پيرسن يا ڪمزور ٿي پوي، تہ ان کي ڪجهہ پينشن ڏيڻ نہ وسارجي. جيسين هن ويچاري ۾ طاقت هئي، تيسين تنهنجي خدمت ڪيائين، هاڻي تنهنجو وارو آهي، هن جي سار لهندو رهہ.

## شاپور وزير جي خسرو بادشاهہ کي نصيحت

ايران جي بادشاهہ خُسرو پرويز وٽ شاپور نالي هڪ داناءُ وزير هوندو هو. جڏهن ان کي بادشاهہ نوڪريءَ تان لاهي ڇڏيو، تڏهن هو ويچارو نهايت مسڪيني ۽ غربت ۾ وقت گذارڻ لڳو. پوءِ ڇا ڪيائين جو پنهنجو نماڻو حال هڪ خط ذريعي بادشاهہ ڏي لکي موڪليائين. خط ۾ لکيائينس تہ:

اي بادشاهہ سلامت! آءٌ هجان يا نہ هجان. الله توهان کي خوش ۽ آباد رکي. مون مسکين جو نماڻو عرض آهي تہ: سڄي عمر توهان جي دَرَ جا ٻيلپا ڏنم. وت آهر خدمت ڪيم. هاڻي مون پوڙهي کي ائين ٺُڏي نہ ڇڏيو. سياڻا چوندا آهن تہ: جيڪو مسافر فتنہ باز ۽ فتنتائي هجي، تہ ان کي بہ سزا ڏيڻ بدران، ملڪ نيڪالي ڏئي ڇڏجي پر جيڪڏهن ان کي معاف ڪري ڇڏجي تہ ٺيڪ ڪونهي، ڇو تہ هن کي بُريون عادتون ساڻ آهن. اهي ئي سزا لاءِ ڪافي اٿس. هڪ نہ ٻي جاءِ تان سيکت ملي ويندس.

ڪن دانائن جو چوڻ آهي تہ: ڪو شرارتي شودو ايران ملڪ جو هجي تہ ان کي بہ ملڪ نيڪالي ڏئي پاڙيسري ملڪ ڏي نہ موڪلجي. ڇو تہ اهڙي مصيبت ۾ هن کي ڇو ڦاسائجي. جنهن ملڪ ۾ شرارتي ماڻهو پيدا ٿين ٿا تہ انهن کي پاراتو آهي. غريب ويچارا دل ۾ دعائون پيا ڪندا تہ: اهڙي ملڪ کي الله سائين ناس ڪري.

اي بادشاهہ سلامت! توهان ڪنهن صوبي تي ڪو گورنر ۽ حاڪم مقرر ڪرڻ چاهيو تہ ڪنهن امير ماڻهوءَ کي مقرر ڪجو. ڇو تہ سڄو ماڻهو بادشاهہ کان بہ نہ ڊڄندو آهي. ۽ سڄي سڪٽي ماڻهوءَ کي رڳو سڪٽا جوش هوندا. ٻيو ڇا ڪري سگهندو. هو سڪٽين سوچن ۾ ئي ڦاٿل رهندو ۽ جڏهن عملدار ئي خيانتي بنجي پون، تہ پوءِ توهان کي انهن مٿان کي نگران مقرر ڪرڻ گهرجن. پر جڏهن اهي نگران ئي خيانتي ملازمن سان ملي وڃن،تہ هاڻي ٻنهي کي ٽڪيٽ ونائجي ۽ نوڪريءَ تان لاهي ڇڏجي.

ملازمن کي گهرجي تہ الله کان ڊڄي ڊيوٽي ادا ڪن. ۽ جيڪو ملازم الله کان نہ پر توهان کان ڊڄي ٿو،ڊيوٽي ڏئي ان کي ملازمت ئي نہ ڏجي. خزاني جي سنڀال پاڻ ڪندا ڪريو. ڇو تہ ايماندار ماڻهو سَوَن مان ڪو هڪ مس ملندو آهي. هڪ جنس جا بہ ملازم ۽ پراڻا پاپي هجن، تہ ٻنهي کي هڪ جاءِ تي گڏ نوڪريءَ ۾ نہ رکجي. ٿي سگهي ٿو تہ اهي پاڻ ۾ صلاحو ٿي وڃن. هڪڙو چور ٿئي ۽ ٻيو ان جو ڍڪ ڍڪيندڙ ٿي پوي . پوءِ خرابي ويتر وڌي ويندي.

اي بادشاھہ سلامت! توھان جڏھن ڪنهن ملازم کي نوڪريءَ تان لاھي بہ ڇڏيو،تہ وقت گذرڻ سان ان کي معاف بہ ڪري ڇڏيو. ڪنهن مجبور جي اميد پوري ڪرڻ، هڪ سؤ قيدين جي آزاد ڪرڻ کان بهتر آھي. توھان چڱن ماڻهن کي پنهنجو صلاحڪار يا منشي بنايو، جيئن اھي سٺي طرح ڊيوٽي نباھي سگهن. جيئن پيءُ ڪڏھن ڪڏھن پنهنجي اولاد تي ناراض ٿي پوندو آھي، ائين بادشاھہ سلامت بہ زيردستن تي ناراض ٿي پوندو آھي. پوءِ ڪڏھن انهن کي وڙھندو، ماريندو بہ آھي، تہ ڪڏھن سندن ڳوڙھا بہ اُگهندو آھي. جيڪڏھن توھان گهٽي نرمي ڪندؤ تہ دشمن بہ دلير ٿي ويندا ۽ جيڪڏھن گهٽي ڪاوڙ ڪندؤ تہ پنهنجا بہ پري ڀڄي ويندا. ان ڪري سختي ۽ نرميءَ کي گڏي ڪم آڻيو. جيئن ڦرڙيءَ کي ٽُڪي ڏيڻ وارو چير بہ ڏيندو آھي،تہ ملم پٽي بہ ڪندو آھي.

اي بادشاھہ سلامت! توھان خوش خلقي، همت ۽ سخا سان رھو. جڏھن الله توھان کي ڪشادو ڏئي ٿو،تڏھن توھان بہ سخا عام ڪريو. جيئن گذريل بادشاھن جو يادگيرو توھان وٽ آھي،تہ توھان کي وري پويان ايندڙ ياد ڪندا. ھن جهان ۾ڪوبہ هميشه رهڻ لاءِ نہ آيو آھي. البت نيڪ نالو ماڻهوءَ جي وڃڻ کان پوءِ بہ پيو ٿو ڳائجي. ۽ جنهن پنهنجي پٺيان نيڪ نالو ڇڏيو، اھو ڄڻ تہ مُئو ئي ناھي.

جنهن بادشاھہ جو مهمان خانو ۽ لنگر جاري نہ آھي ۽ ھن جو نيڪ نالو ملڪ ۾ موجود نہ رھيو، تہ اھو اهڙي وڻ وانگر سمجهہ،جنهن ۾ ڪو ميوو نہ ٿيندو ھجي. جيڪو ماڻهو ان حال ۾ مري ويو جو ڪا چڱائي نہ ڪيائين، تہ ان جي مرڻ کان پوءِ ڪير ڪوبہ دعا سان ياد ڪونہ ڪندو.

اي بادشاھہ سلامت! جيڪڏھن چاھيو ٿا تہ توھان جو نيڪ نالو دنيا ۾ باقي رھي تہ پوءِ توھان کي گهرجي تہ اڳين بزرگن جي نيڪ نامي ۽ شهرت جي مٿان پردو وجهڻ ۽ لڪائڻ جي ڪوشش نہ ڪريو. اهڙا منصوبا، سڌون ۽ تمنائون انهن کي بہ هيون، پر نيٺ ھيءُ جهان ڇڏي ويا. ھڪڙن چڱائي ڪئي ۽ نيڪ نالو جهان ۾ روشن ڪيو ۽ ٻين جي بدنامي جهان ۾ پئي ڳائجي.

توهان ڪنهن جي به ڳالا ٻڌي خوش نه ٿيو. پر حقيقت معلوم ڪرڻ جي ڪوشش ڪريو. ڪو مجرم مناسب عذر ٻڌائي،ته قبول ڪرڻ گهرجي ۽ ڪو معافي گهري ته معاف ڪري ڇڏجي. البت ڪو نصيحت جو اکر ٻڌي ئي نه ۽ نڪو سڌُ ورنائي، ته ان کي قيد ڪري ڇڏجي ۽ جيڪو نصيحت کان پوءِ قيد سان به نه سمجهي ۽ نه سڌري ته اهڙي پَليت وڻ کي پاڙان پٽي اُڇلائڻ چڱو آهي.

ڪنهن تي گهڻي ڪاوڙ چڙهي وڃي ته پوءِ به سزا ڏيڻ ۾ سوچ ويچار ڪرڻ گهرجي، ڇو ته ڪنهن موتيءَ کي ڀڃڻ ته آسان آهي، پر ڀڳل موتيءَ کي ڳنڍڻ ناممڪن آهي.

## بادشاهن کي نصيحت بابت آکاڻي

هڪ دفعي رياست عمان کان هڪ شخص آيو. جنهن بري ۽ بحري سفر گهڻا ڪيا هئا. عربستان، ترڪستان، تاجڪستان وغيره مُلڪ هن جا گهميل هئا. علم ۾ قابل، زماني جو تجربيڪار، ڪچهريءَ جو مور، جسم ۾ تندرست توانو، قداور ۽ بت ۾ ڀريل هو. پر سُڃو ۽ مسڪين وري اهڙو هو، جو پاتل ڪپڙن تي چتين مٿان چتيون لڳل هئس. اها ڪَمي هو دل ۾ محسوس ڪري رهيو هو.

ڪنهن شهر ۾ هن پير پاتو. اتي جو بادشاهه نهايت نيڪ بخت، ڀلو ماڻهو هئو. فقيرن مسڪينن محتاجن ۽ مُسافرن جو خادم ۽ همدرد هوندو هو. هن نئين آيل مسافر بابت به جڏهن خبر پيس، تڏهن بادشاهه جي حڪم سان نوڪر چاڪر مسافر کي وهنجارڻ سهنجارڻ ۾ شروع ٿي ويا. پوءِ هو ٽڪ ڀڃي بادشاهه جي آڏو آيو. (سعديءَ لکيو ته:) آءٌ به اتي موجود هوس. هن مسافر باادب ٿي ڳالهايو. چيائين ته: سائين! مون گهڻا ملڪ گهمي ڏٺا آهن، پر هن ملڪ ۾ پهچي عجيب عجيب لقاءَ ڏسي رهيو آهيان. هت نه ڪو غمن جو مغموم، نڪو مظلوم. نڪو محروم. عجيب نظارو آهي، جو هت نڪو نشئي شرابي، نه عياش ڪبابي، نه راڳ جو ربابي. مبارڪ آهي، هتي جي بادشاهه سلامت کي، جنهن جي

نيڪ روش ۽ سٺي سياءَ سبب سڀ رعيتي خوش آهن. مطلب تہ، هن مسافر اهڙي تُڪ بندي، قابليت، فصاحت ۽ بلاغت سان پئي ڳالهايو، جو ڄڻ هن جي وات مان موتي يا سهڻا گل پئي ڪِريا. ڳالهائڻ اهڙو هوس جو، حيران هزارين مان نہ رهيو. خود بادشاهہ بہ حيران هئو. پوءِ تہ، هن مسافر جي ڏاڍي عزت ڪيائين ۽ مٿس گهور پئي ويو. انعام پئي ڏنائينس.

نيٺ پڇيائينس تہ: اي پرديسيءَ! توهان ڪٿي وڃڻا آهيو، ڪٿان تشريف فرمائي اٿو، ڪهڙي قبيلي سان تعلق اٿو؟ مسافر وراڻيو تہ: مون کان ڀيا ڪهڙا ٿا پار پُڇو. جڏهن هت بادشاهہ سلامت جو قرب حاصل ٿيو اٿم تہ، اهوئي خوشبختيءَ لاءِ ڪافي اٿم. وڏيڪ ڇا ٻڌايان ۽ ڪهڙو تعارف ڪرايان؟

بادشاهہ کي هن مسافر جو ڳالهايل جملو جملو پسند اچي رهيو هو. نيٺ ارادو ڪيائين تہ ههڙي هوشيار ماڻهوءَ کي جيڪر ملڪ جو وزير ڪٿي بنائجي. پر پوءِ سوچيائين تہ ڪوبہ ڪم سوچي ويچاري ڪرڻ گهرجي. متان اهڙي تڪڙي قدم تي لوڪُ کِلي. ان ڪري اجا ڪجهہ وقت هن پرديسي کي آزمائجي. پوءِ آهستي آهستي هن کي ترقي ڏجي. جيڪڏهن بنا آزمائڻ جي ڪم ڪبو، تہ پوءِ رڳو پريشانيون هونديون. جيڪڏهن ڪو قاضي سوچي سمجهي ڪو فيصلو صادر ڪندو، تہ پوءِ پڇتائڻو ڪونہ پوندس. ان ڪان سواءِ ڏسجي ٿو تہ حضرت يوسف عليه السلام کي وزير خزانہ ٿيڻ تائين سال لڳا هئا. تہ وقت گذرڻ ڪان سواءِ ڪنهن کي ڪيئن پرکي سگهبو!

پوءِ تہ ان پرديسيءَ کي ملڪ ۾ مانَ سان رهايو ويو. هن جي وک وک تي نظر پئي ڪيائون تہ ڪيئن ٿو هلي. پر جڏهن ڏٺائون تہ هي ماڻهو نهايت عقلمند ۽ سياڻو سيبتو آهي. تڏهن ڪيس ملڪ جو وڏو وزير بنايو ويو. هي نئون وزير اهڙو داناءُ هو ۽ ملڪ جو انتظام اهڙي طريقي سان پئي هلايائين، جو رعيت سڀ منجهانئس خوش هئي. ڪنهن کي بہ شڪايت جو موقعو نٿي مليو. ملڪ جا سڀ ماڻهو نهايت سُڪون جي

زندگي گذاري رهيا هئا. البت اڳيون وڏو وزير جنهن کي وزارت تان هٽائي، هن پرديسيءَ کي وڏو وزير بنايو ويو هو، اندر ئي اندر ۾ پيو پڇرندو ۽ ڪامندو هو. هن نئين وزير جي اوٽاين ڳولڻ ۾ رات ڏينهن رڌل رهندو هو.

عجيب اتفاق ٿيو جو اُن بادشاهه جي دربار ۾ هڪڙا ٻه سهڻا سلڇڻا ڇوڪرا موجود هوندا هئا. جيڪي خوبصورتيءَ ۾ هڪ ٻئي کان وڌيڪ هئا. هنن جو ڪلڻ ۽ ڳالهائڻ، ڏسندڙن کي ڏاڍو وڻندو هو. انهن نينگرن جڏهن هن نئين وڏي وزير جو اعليٰ اخلاق ڏٺو، ته ٻئي ڄڻا وزير جا معتقد ٿي پيا، هن جي ويجهو ٿيڻ لڳا. هو وزير به خوش خلقيءَ سبب هنن نينگرن کي ڏسندو هو، ته شفقت سبب مرڪندو هو. ڇو نه هڪ دفعي اهو لقاء اڳئين وزير پئي ڏٺو. پوءِ ته ان کي وڏو وجهه ملي ويو. بادشاهه سلامت وٽ پهچي ويو. اتي اچي ڳالهه ڇوريائين ته: سائين! هي الائي ڪهڙي قسم جو ماڻهو توهان کي هٿ آيو آهي. جو توهان جي هن دربار ۾ رهندي، اهڙ وڻندڙ حرڪتون پيو ڪري. ٻڌڻ ۾ ٿو اچي ته ڇوڪرن جو به پياسي آهي. ٻيو ته ٺهيو پر مون ئي اکئين ڏٺو اٿمانس ته سهڻن ڇوڪرن ڏي ڏسي مرڪي پيو. اڄ ڪان ئي ڪجهه خبرداري ڪجي، نه ته سياڻي ڪا بدنامي ٿي، ته پوءِ پڇتائڻ بي سود ٿي پوندو. آءٌ ڪٽي ڪجهه نه ڪُڇان، پر ڏسي وائسي ماٺ ۾ رهڻ نامناسب سمجهيم. ڇو ته سائين جن جو نيمڪ پيٽ ۾ پيل اٿم. اهڙن موقعن تي به خير خواهيءَ جو مشورو نه ڏيو، ته پوءِ ڪڏهن ڪجبو. مطلب ته هن پراڻي وڏي وزير وات پري گلا ڪئي ۽ دل کولي چغلي هنئين.

اهو ٻڌي بادشاهه هڪدم ڪاوڙ ۾ تپي لال ٿي ويو. پهريائين ته خيال آيس ته اهڙي واهيات وزير کي هڪدم مارائي ٽڪرا ڪرائي ڇڏجي، جيڪو هن ملڪ ۾ خيانتي اکين سان ڏسي ٿو. پر پوءِ سوچيائين ته: ائين بنا سوچ ويچار جي تکڙو قدم کڻڻ ٺيڪ نه آهي. هن به چار ڏينهن منهن جي ملازمت ۾ گذاريا آهن، ان ڪري پنهنجي سِر پاڻ جاچ جوچ ڪري پڪ ڪرڻ گهرجي. هن جي خطا ثابت ٿيڻ کان

سواءِ ڪيس تڪڙ ۾ سزا ڏيڻ سياڻپ ڪانهي. في الحال دل جو راز دل ۾ رکي خاموش رهيو. البت تلاش ۾ رهندو هو، جيئن معلوم ڪري سگهي تہ قصو اصل ڪيئن آهي؟

هڪ ڏينهن بادشاهہ پاڻ اڪيلو ڏٺو تہ، هن نئين وڏي وزير هڪ سهڻي چوڪر ڏي ڏٺو، چپن ۾ مرڪيو. پوءِ مرڪندڙ چپن تي هٿ ڪٽي رکيائين. بادشاهہ اڳ ۾ ئي هن بابت آڏيون ابتيون ڳالهيون ٻڌي چڪو هو. ويتر جڏهن اڄ هي نظارو ڏٺائين، تڏهن سندس گمان اڃا وڌي ويو. پوءِ تہ هن نئين وزير کي گهرائي پنهنجي پرسان ويهاريائين ۽ چيائينس: اي وزير! آءٌ توکي نهايت سياڻو ۽ داناء سمجهندو هوس. مون اهو ڪڏهن سوچيو بہ نہ هو تہ تو ۾ ڪي اوڻايون بہ آهن. پر ٻہ چار ڏينهن ٿيا آهن جو تنهنجي متعلق هن قسم جون ڳالهيون پيو ٻڌان ۽ اڄ تہ مون پاڻ تنهنجي هيءَ ڪارروائي اکئين ڏٺي آهي. هاڻي چوان ٿو تہ منهنجي اها عظيم غلطي چئبي جو توکي هن عهدي تائين پهچايم.

اهو ٻڌي هن پرديسي وزير مٺو مٺي ڪنيو ۽ چيائين: اي بادشاهہ سلامت! جڏهن آءٌ اهڙين ڪُڌاين کان پاڪ آهيان تہ پوءِ ڊڄڻ ڇاجو؟ آءٌ سمجهي نٿو سگهان تہ اهڙي ڳالهہ توهان کي ڪنهن ٻڌائي آهي؟ جيڪا غلطي مون ڪڏهن نہ ڪئي آهي. هاڻي بادشاهہ چيو تہ: اها ڳالهہ جهڙي تهڙي ماڻهوءَ نہ، پر فلاڻي لٿل وڏي وزير ڪئي آهي. هاڻي تہ تنهنجا سڀ بهانا بيڪار ٿيا. هن وري بہ مرڪيو ۽ چپن تي هٿ رکيو، پوءِ چيائين: اي سائين! اهو لٿل وزير جيڪڏهن ڪجهہ چوي ٿو تہ ان ۾ ڪوبہ عجب ڪونهي. هن جو مونسان ساڙ آهي ۽ حاسد ماڻهو رڳو پيو عيب ڳوليندو، ٻيو ڇا ڪندو؟ اهو خدشو مون کي ان ڏينهن کان وٺي هو، جنهن ڏينهن ان وزير کي توهان منهنجو زيردست بنايو هو. مون کي پڪ آهي تہ قيامت تائين اهو وزير منهنجو سڄڻ ڪونہ ٿيندو، ڇو تہ منهنجي عزت کي هو پنهنجي بي عزتي سمجهي رهيو آهي. ان تي مون کي هڪ ڳالهہ ياد آئي آهي. ٻڌڻ جي تڪليف برداشت ڪريو تہ آءٌ ٻڌايان.

هڪڙي ماڻهوءَ شيطان کي خواب ۾ ڏٺو. ڇا ڏسي تہ هو نهايت

قداور ۽ نهايت خوبصورت آهي. نيٺ شيطان کي هن ماڻهوءَ چيو: اي خوبصورت جوان! اسان انسان تہ تنهنجي شڪل کي ڀوائتو سمجهندا آهيون. اڄ تہ توکي چنڊ وانگر خوبصورت پيو ڏسان. ڇا ڳالهہ آهي؟ اهو ٻڌي شيطان ڪان ڪل وهي وئي ۽ چيائين: منهنجي شڪل تہ پاڻ ڏسين ٿو تہ ڀوائتي ڪانهي، پر قلم آهي منهنجي دشمن انسانن جي هٿن ۾. پوءِ جيئن وڻينِ، تيئن مون لاءِ لکنِ. مون جو انسانن جي ابي کي بهشت مان ڪڍايو، تہ هاڻي هو منهنجا دشمن بنجي پيا آهن ۽ مون کي بدشڪل، بدصورت بہ تڏهن ٿا لکن ۽ سمجهن.

نئين وزير چيو تہ: اي بادشاهہ سلامت! هت بہ ائين سمجهہ. آءٌ ڪيڏو بہ چڱو هجان، پر حاسد دشمن کي خراب ٿي نظر ايندس. جيڪو وزير منهنجي عهدي کي پنهنجي بيعزتي ٿو سمجهي، تہ ان جي مڪر کان پري پڄڻ گهرجي. آءٌ بادشاهہ سلامت جي ڪاوڙ کان بہ نٿو ڊڄان، ڇو تہ بي گناهہ کي ڳالهہ ڪرڻ ۾ ڪهڙي پرواهہ؟ جڏهن منهنجي قلم مان چڱا اکر لکجن پيا ٿا، تہ پوءِ عيب ڪيندڙن جي نڪتہ چينيءَ جو ڪهڙو ڀَوُ ڪبو. جڏهن مون کا خيانت ۽ بي ايماني ڪئي ٿي ڪانهي، تہ پوءِ حساب ڪتاب کان ڇو ڊڄندس. جنهنجا وٽ کوٽا هجن، حساب کان اهو ڊڄي. منهنجي مَنَ ۾ خير آهي تہ پوءِ ڇو ڊڄان؟

بادشاهہ هن نئين وزير جي ڳالهائڻ تي حيران هو. نيٺ چئي ڏنائينس تہ: مون رڳو تنهنجي دشمن وزير کان اهڙي گلا نہ ٻڌي آهي، پر اڄ تہ پنهنجي اکين سان توکي ڏٺم تہ منهنجي مجلس ۾ ويٺل هيٺرن ماڻهن مان تنهنجون نظرون وڃي هن سهڻي نينگر تي پيون ۽ ان کي ڏسي مُرڪين بہ پيو.

وزير وري بہ مرڪيو ۽ چيائين تہ: سائين جن بلڪل سچ چيو ۽ سچي ڳالهہ کي لڪائڻ بہ نہ گهرجي، سائين جن جي سِرَبخت جو خير هجي. ان ۾ بہ هڪڙو عجيب نڪتو آهي. توهان پاڻ ڏٺو هوندو تہ بدنصيب فقير ڪيئن نہ امير ڏانهن حسرت جي نگاهن سان ڏسندو آهي. مون کي بہ ائين سمجهو. منهنجي جواني وئي، طاقت وئي، ڪيڏندي

ڪڏندي زندگي گذري وئي. هاڻي هنن ننڍن ٻارن جي ڏسڻ ڪان پاڻ پلي نٿو سگهان.چو تہ اهي نعمتون اچ انهن وٽ آهن. ڪو زمانو هو جو آءٌ بہ ناهوڪو جوانڙو هئس. منهن مهانڊي ۾ بہ ملوڪ هوندو هوس، وار ڪارا ۽ سيند سان سينگاريل هوندا هئا. بدن ڦڙت ۽ چست چالاڪ هوندو هو. چانديءَ جهڙا ڳل، موتين وانگر ڏند هوندا هئا.

اڄ اهي سڀ نعمتون مون ڪان موڪلائي ويون. مُنهن ۾ گهنج پئجي ويا. وار ڪپهہ وانگر اڇا بنجي ويا. ڏند ڪِري پيا. وات ڦدو پُراڻيءَ پُل وانگر ٿي چڪو آهي. بدن ۾ ڪمزوري اچي وئي. هاڻي ڪفن جي تياريءَ جو وقت اچي ويجهو ٿيو آهي. اچا بہ هنن ننڍن نينگرن کي ڏسي، گذريل عمر تي افسوس نہ ڪريان! هنن کي ڏسان ٿو تہ مون کي پنهنجي گذريل عمر ٿي ياد اچي. هاڻي تہ ڪو وَس ڪونهي. جواني تہ وئي، پر پيري بہ موڪلائڻ واري آهي.

بادشاهہ جڏهن هن داناء وزير جي تقرير ٻڌي، تڏهن، اتي ويٺل ماڻهن ڏانهن ڏسي چوڻ لڳو تہ: هن سان وڌيڪ ڇيڙڇاڙ ڪرڻ جائز ناهي. سچ پچ تہ جيڪو ان نظر سان سهڻن ڏي ڏسي،تہ مٿس ڪهڙو ڏوهہ ٿيندو. شڪر جو مون تڪڙ ڪان ڪم نہ ورتو. جيڪڏهن آءٌ هن جي دشمن جي چوڻ تي لڳي، ڪو قدم کڻي وجهان ها ۽ ٻُڌين ڳالهين تي هڙي داناءَ کي تلوار سان مارائي ڇڏيان ها، تہ ڪيڏو نہ پشيمان ٿيان ها! مطلب پرست ماڻهن جي چئي تي هلڻ سان شرمساري ئي ٿيندي. ان ڪان پوءِ بادشاهہ وٽ هن نئين وزير جي عزت تيئن وڌي وئي ۽ هُن مخالف وزير کي گهرائي جُٽ ڦِٽ ڪيائين. پوءِ تہ نئين وزير جي مُلڪان ملڪ هاڪ ٿي وئي. ڪجهہ سال عهدي تي رهي، وفات ڪري ويو، پر پوءِ بہ سندس نيڪ نالو جهان ۾ زندهہ رهيو. اڄ تائين ڀلائيءَ سان ياد ڪيو پيو وڃي.

(ان قصي لکڻ ڪان پوءِ شيخ سعدي رحمة الله عليه، ان وقت جي بادشاهہ ابوبڪر سعد (جيڪو ايران ملڪ جو بادشاهہ هئو.) کي نصيحت ڪندي لکيو آهي تہ:)

اي بادشاهہ سلامت! سياڻا چوندا آهن تہ: تڪڙ ڪري ڪنهن کي

قتل ڪرڻ کان، هن کي قيد ڪرڻ بهتر آهي. ڇو ته سر ڌڙ کان ڌار ڪرڻ کان پوءِ، جوڙي ان کي جيئرو ڪري نٿو سگهجي ۽ جرم ثابت ٿيڻ کان پوءِ قيد ۾ پيل کي مارائي به سگهجي ٿو.

سياڻا ۽ داناءَ حاڪم، ماڻهن جي اجائي شور و غُل تي ڪن نه ڏيندا آهن. جنهن بادشاهه جو ڪنڌ سيٽيل ۽ مٿو مغروريءَ سبب مٿي هجي، ته اهڙي وڏائي خور کي بادشاهي تاج پهرڻ جائز ناهي.

آءٌ هيئن نٿو چوان ته: ڪنهن کي سزا ڏيو يا نه ڏيو. پر هيءُ نماڻو عرض ضرور ڪندس ته: ڪاوڙ اچڻ وقت عقل کان ڪم وٺجي. آپي کان ٻاهر نه ٿجي. بردباري به ڪو داناءُ ئي ڪندو آهي. ڏٺو ويو آهي ته عام ماڻهو چڙ چڙهڻ وقت، انصاف ۽ خدا جي خوف کان پري وڃي پوندا آهن.

ڪن سياڻن جو قول آهي ته: ڪاوڙ ڪارو ديو آهي، جنهن کان رحمت وارا ملائڪ پري ڀڄي ٿا وڃن.

## نصيحت جا نُڪتا

- شريعت جي حڪم کان سواءِ پاڻيءَ جو هڪ ڍڪ پيئڻ به گناهه آهي ۽ شريعت اجازت ڏئي ته ڪنهن کي قتل ڪرڻ ۾ به ڪو ڊپ ڪونهي. جيڪڏهن ڪنهن جي قتل لاءِ شريعت فتويٰ ڏئي، ته اهڙي کي مارڻ ۾ منجهڻ نه گهرجي. جيڪڏهن ڏوهاريءَ جا گهر ڀاتي ڪمزور ۽ بي سهارا هجن، ته اتي به معافيءَ کان ڪم وٺ! ڇو ته غلطي ته هُن ظالم جي آهي. هن جي ٻارن ٻچن جو ڪهڙو ڏوهه؟ جيڪڏهن تو وٽ طاقت به هجي ۽ لشڪر به گهڻو هجي، ته به دشمن جي ملڪ تي هرويرو هلان نه ڪر! ڇو ته دشمن ته مٿي قلعن ڪوٽن ۾ وڃي لڪندو. بي گناهه رعيت کي تڪليف رسندي. قيدين جي چڱي طرح جاچ لهڻ گهرجي. متان ڪو منجهن بي ڏوهي ۽ بي وس به هجي. جيڪڏهن تنهنجي ملڪ ۾ ڪو ٻاهريون سوداگر مري پوي، ته ان جي مال دولت ۾ اکيون وجهڻ ۽ پرائي دولت ڦٻائڻ، نهايت ڪميڻائپ آهي. ڇو ته ان واپاريءَ جا پونير مٿس روئڻ وقت ضرور

هيئن چوندا تہ:هي غريب پرديس ۾ گذاري ويو. اتي جا ماڻهو اهڙا تہ منحوس ۽ ظالم هئا، جو پرديسيءَ سان ڪا همدردي تہ ڪانہ ڪيائون، پر ڪيسن مان پئسا بہ ڪڍي ويس.

- يتيم ٻار جي آهہ کان ڊڄ، هن جي درد واري دانهن جو خوف ڪر!
- جنهن ماڻهوءَ مسلسل پنجاهہ سال نيڪيءَ ۽ چڱائيءَ ۾ گذاريا هجن (تہ پوءِ بہ فخر نہ ڪري، چو تہ) ڪنهن هڪ اوڻائيءَ سبب، سڀ نيڪيون چَٽُ ٿي سگهن ٿيون. (ڪَٽُ بہ، ڪنب بہ، اڳيان تورينڊڙ تڪا.)
- چڱي انسان جو ڪم آهي تہ، ماڻهن جي مال ملڪيت سان ناجائز هٿ چراند نہ ڪري.
- جيڪڏهن توکي سڄي دنيا جي بادشاهي حاصل هجي. پوءِ بہ پرائي مال ملڪيت ۾ اکيون وجهي، زوريءَ ظلم سان ڦٻائڻ جي ڪوشش ٿو ڪرين، تہ تو جهڙو سُجو ڪوئي ڪونهي.
- سياڻو ۽ سياڻو ماڻهو، مسڪينيءَ ۽ مصيبت ۾ مرڻ پسند ڪندو، پر پرائي حرام مال کان پري ڀڄندو. حرام سان پيٽ نہ ڀريندو.

## خدا ترس بادشاهہ جي ڳالهہ

ڪنهن عادل بادشاهہ جي ڳالهہ ڪندا آهن تہ: ان ڪي موچارا ۽ سادا ڪپڙا پاتل هئا. ڪنهن ماڻهوءَ چيس تہ: اي بادشاهہ سلامت! توهان ولائتي ريشمي ڪپڙي مان هڪڙو اوچو وڳو ڪٽي سبرايو! بادشاهہ وراڻيو: هنن ڪپڙن سان ئي جسم ڍڪجي پوي ٿو. ان کان مٿي ڪم ڪبو تہ پوءِ اهو زينت ۽ طمطراق ۾ شامل ٿيندو. آءٌ پنهنجي عيش ۽ آرام لاءِ ملڪي ماڻهن کان ٽيڪس ڪونہ وٺندو آهيان. جسماني هار سينگار عورتون طلبينديون آهن. آءٌ بہ جيڪڏهن اهڙا پير ڪٽان، تہ پوءِ دشمن جو مقابلو ڪيئن ڪري سگهندس؟ منهنجو نفس بہ گهٽئي ڪجهہ گهري ٿو، پر ملڪي خزانو رڳو منهنجو تہ ڪونهي. خزانو رعيت ۽ سپاهہ لاءِ گڏ ڪبو آهي. عيش آرام لاءِ ڪنو نہ ڪبو آهي. جيڪو سپاهي بادشاهہ کان خوش نہ هوندو، تہ اهو ملڪ جي سرحد جي ڪهڙي حفاظت ڪندو.

## حڪمرانن لاءِ هدايتون

- جيڪڏهن ملڪ جي ڪنهن هاريءَ کان ڪي ڦورو گڏهه ڦري وڃن ته ان ملڪ جي بادشاهه کان پڇجي ته: تون ماڻهن کان عشر ۽ ٽيڪس ڇاجا ٿو وٺين، جڏهن سندن حفاظت به نٿو ڪري سگهين؟
- ملڪي ماڻهن جو مال چور ڪاهيو ٿا وڃن ۽ حاڪمن جو زور ڍلن وصول ڪرڻ تي آهي، ته ان ملڪ جي ڪهڙي عزت رهندي؟
- ڪنهن ڪمزور مسڪين سان ٽڪر ڪائڻ مڙسي ڪانهي. ڪمزور ڪولِ کان پڪي داڻو ڦري ويو، ته ڇا ٿي پيو!
- رعيت ۽ راڄ ڪي هڪ وڻ وانگر سمجهه. ان جي پرگهور لهبي ته، وقت تي ان وڻ جو ميوو ملندو. پر ظلمُ ڪري ان وڻ کي پاڙان نه پٽ. چو ته اها وڏي بي عقلي آهي ۽ پاڻ سان ظلمْ ڪرڻو آهي.
- اهي ماڻهو پنهنجي بخت ۽ ڀاڳ مان نفعو حاصل ڪري سگهندا آهن، جيڪي زيردستن تي ڏاڍ نه ڪندا آهن.
- تنهنجي ملڪ جو ڪو بي وس، ڪمزور هيٺ ڪري پوي ته دل ۾ هي خوف رک: متان هو الله آڏو درد جي دانهن ڪري ۽ تنهنجي دانهن ڏئي.
- جيڪڏهن تون نرميءَ سان ڪو ملڪ حاصل ڪري سگهين ٿو، ته لڙائيءَ جي نوبت نه آڻ. چو ته انسان جي رت جي هڪ قطري متان، روءِ زمين جي بادشاهي گهوري سگهجي ٿي.

## ڪجهه نه نيندين ساڻ

ڳالهه ٿا ڪن ته: ايران ملڪ جي بادشاهه ”جمشيد“ هڪ تلاءَ جي ڪپ تي هڪ پٿر کوڙايو. جنهن تي فارسي ٻوليءَ ۾ ڪجهه بيت اُڪريل هئا. جن جو مطلب هي هئو:

هن چشمي (تلاءِ) تي ڪيترن مون جهڙن دعويٰ ڪئي ۽ سڀ مري، ماءُ مٽيءَ حوالي ٿيا. اسان ڪئي لڙايون لڙي طاقت سان ملڪ فتح ڪيا، پر اهي قبر ۾ ساڻ ڪٺي نه ويندا سون.

سياڻن جو قول آهي تہ: جنهن دشمن تي توکي سوڀ حاصل ٿئي تہ هن کي وڌيڪ نہ رنجاءِ! هن لاءِ شڪست کائڻ ئي وڏي خواري ۽ مصيبت آهي. ڪو دشمن تو وٽ زندهہ قاتل هجي، اهو ان کان بهتر آهي جو پڪڙڻ کان پوءِ هن کي هڪدم مارائي وجهين. ان ڪم ۾ ابهرائي چڱي نہ آهي.

## بادشاهہ عوام جو ڌنار آهي

ايران جو بادشاهہ ”دارا فرخ“ ڪجهہ سپاهين سميت شڪار تي نڪتو. شڪار ڪندي، ساٿين کان الڳ ٿي ويو. ۽ گهاٽي جهنگ ۾ وڃي پهتو. اتي هن کي جهنگلي جانورن ۽ بين دشمن کان ڊپ ٿي رهيو هو. اتفاق سان ڪو ڌنار ڊوڙندو پئي آيو ۽ بادشاهہ جي پرسان اچي لنگهيو. بادشاهہ پاڻ سنڀالي مقابلي لاءِ تيار ٿي ويو. تير ڪمان ۾ وجهي ڌنار ڏانهن سڌو ڪيائين (جو هن کي خطرناڪ دشمن سمجهي رهيو هو.) ايتري ۾ ڌنار رڙ ڪئي: اي سائين!متان ماريو اٿئي! آءٌ تہ توهان جي گهوڙن کي چاريندڙ ڌنار آهيان. گهوڙا چاريندي هت اچي پهتو آهيان.

اهو ٻڌي بادشاهہ جي پريشان دل کي آٿت مليو ۽ کلي چيائينس: اڙي چريا! الله ڪٿي بچايو اٿئي. نہ تہ اڄ اُقت مري وڃين ها. هوڏانهن ڌنار بہ کليو ۽ بادشاهہ کي چيائين تہ: سائين! توهان کي سڄڻ ۽ دشمن جي سڃاڻپ رکڻ گهرجي. بادشاهہ کي پنهنجي رعيت بابت ايتري ڄاڻ رکڻ ضروري آهي.

آءٌ توهان جي گهوڙن جي ڪڙهہ ۾ روزانہ ٻيلپو ڏيندو آهيان ۽ توهان اتي مون کي ڪيترا دفعا ڏٺو بہ هوندو. پوءِ اڄ هن نوڪر کي سڃاڻي نہ سگهيا. حالانڪ آءٌ تہ توهان جي لک گهوڙن مان هرهڪ کي چڱيءَ طرح سڃاڻان ۽ جهڙي گهوڙي جي طلب ڪندو تہ اهو ڪاهي آڻي حاضر ڪندس.

اي سائين! توهان بہ رعيت جا ڌنار آهيو. هرهڪ رعيتيءَ جي ڄاڻ توهان کي هئڻ گهرجي. پلا! هڪ بادشاهہ جي پرک هڪ اڻ ڄاڻ ڌنار کان گهٽ ڇو هجڻ گهرجي.

اي بادشاهہ سلامت! توهان جيڪڏهن آسمان تي وڃي ننڊ ڪندؤ، تہ رعيت جي دانهن ڪيئن ٻڌي سگهندؤ؟ توهان ڪي تہ ننڊ بہ اهڙي طرح ڪرڻ گهرجي جو هر فريادي۽ جي هر دانهن هر وقت ٻڌي سگهو.

توهان جي ملڪ ۾ ڪو ڏاڍ ۽ ظلم ٿيندو تہ، مظلوم ماڻهو، ڏاڍ ڪندڙ ظالم ڪان نہ، پر ملڪ جي حاڪمن ڪان سمجهندا. ان جو مثال هيئن سمجهو: جيڪڏهن ڪنهن هاري۽ ڏنگو ڪتو ڏاريو ۽ ڪتي ڪنهن واٽهڙو۽ ڪي ڏاڙهيو، تہ ڏوهہ هاري۽ جو ليکيو ويندو.

اي سعدي! (پاڻ ڪي) جڏهن تو وٽ حق چوڻ جي تلوار موجود آهي، تہ پوءِ فتح تنهنجي آهي. نہ توکي رشوت جي عادت، نہ ڪا ٻي لالچ. تہ جيڪو لالچ ئي نہ رکندو، تہ حق چوڻ ڪان ڇو ڊڄندو!

## فقير جي فرياد

هڪڙو هو هنيلو ۽ آڪڙيل بادشاه. ان کي ڪنهن ٻڌايو تہ: توهان جي محلات جي ٻاهران ڪو فقير هيئن بيٺو چوي: اي بادشاهہ سلامت! تون بہ ڪنهن جي دروازي تي اميد جي جهولي جهليندو هوندين. تون پنهنجون اميدون پوريون ڪر، تہ تنهنجون اميدون بہ پوريون ٿين. ڪنهن ڏکويل جا درد دفع ڪر، تہ توکي مالڪ مصيبتن ڪان محفوظ رکي. اي بادشاهہ! ياد رک تہ هڪ مظلوم ۽ ڏکويل جي دلي دانهن ۽ درد مان ڪڍيل آهہ، بادشاهہ ڪي بادشاهي۽ تان ڪيرائي سگهي ٿي. تون جيڪڏهن منجهند جي گرمي۽ ۾ ٿڌي (ايئرڪنڊيشن) ڪمري ۾ سمهين ٿو ۽ مسڪين فريادي محلات ڪان ٻاهر اُس جي تپش ۾ پيو تيل ٿئي، تہ اهڙي سخت دل حاڪم ڪان الله ضرور پڇا ڪندو ۽ بدلو وٺندو.

## حضرت عمر بن عبدالعزيز جي سخا

ڳالهہ ٿا ڪن تہ: حضرت عمر بن عبدالعزيز (خليفي) وٽ مُنڊي۽ جو هڪ ٻڙو اهڙو املهہ ۽ قيمتي هئو، جو ان وقت جا جوهري ٻڙي جو ملهہ ڪَٿي ئي نٿي سگهيا. اهڙو هيرو هو جو رات جو روشني ڪندو هو.

اتفاق اهڙو ٿيو جو ملڪ ۾ مينهن ڪونہ وسيو ۽ سخت ڏڪار پئجي ويو. غريب ماڻهو بکن ۾ بيحال ٿيڻ لڳا. مسڪينن جا ڏيرا حال ڏسي، خليفي عُمر بن عبدالعزيز جي دل بيقرار ٿي پئي. سندس سک ڦٽي ويو. ڀلا رعيت جو زهر جو ڍڪ پيئڻ لاءِ تيار هجي، تہ عادل بادشاهہ مٺا شربت ڪيئن پيئندو؟ نيٺ خليفة المسلمين اعلان ڪيو تہ: مون کي مسڪينن محتاجن، بي يارو مددگار يتيمن تي رحم ٿو اچي، ان ڪري هن منڊيءَ جي قيمتي ٽِڪ کي وڪڻي، ڪاڌو خريد ڪريو ۽ غريبن، بکين ۾ تقسيم ڪريو. پوءِ تہ ائين ڪيو ويو ۽ هفتو کن غريبن محتاجن ۾ دان پئي ورهاياٿون.

اهو حال ڏسي ڪن ماڻهن حضرت عمر بن عبدالعزيز کي ملامت ڪندي چيو تہ: سائين! اهڙو قيمتي هيرو وري ملڻ محال آهي. چون ٿا تہ: اهي اکر ٻڌي خليفي جي ڳلن تي ڳوڙها ڳڙي هليا ۽ چيائين تہ: جنهن ملڪ جا ماڻهو بکن ۾ پاهہ ٿين تہ، ان ملڪ جي بادشاهہ کي سينگار ڪري هلڻ نٿو رَوائي. مون کي بنا ٽِڪَ جي منڊي ئي ڀلي آهي، رڳو رعيت خوش گذاري.

سياڻن چيو آهي تہ: مبارڪ هجي اهڙي ڀلاري انسان کي، جيڪو ٻين جي آرام لاءِ پنهنجو سک ڦٽائي ٿو. ڪنهن بہ سياڻي جو اهو ڪم نہ آهي جو، ٻين کي غمن ۾ ڏسي پاڻ سکي ٿي سمهي. آءٌ تہ چوان ٿو تہ: جنهن ملڪ جو بادشاهہ محلات ۾ سمهي ننڊون ڪندو، تہ ان ملڪ جا مسڪين سک سان سمهي نہ سگهندا. البت جيڪو بادشاهہ آڌي رات تائين جاڳي ملڪ جو واءُ سواءُ پيو لهندو، تہ اتي جا ماڻهو سڪون سان سمهي آرام ڪري سگهندا.

الحمدلله اها خصلت وقت جي بادشاهہ سعد جي فرزند اتابڪ ابوبڪر ۾ موجود آهي. هو جڳ پارس آهي. ان ڪري اسان کي ان ۾ خاميون نظر نٿيون اچن.

ڪنهن مجلس ۾ مون هڪڙا پنج بيت ٻڌا، اهي دل کي ڏاڍا وڻيا. بيتن جو مطلب هي آهي:

زندگيءَ ۾ جهڙو لطف ڪالهه رات آيو، اهڙو مزو ڪڏهن نصيب نه ٿيو. چا ٿيو جو، دل گهريو دوست (جنهن لاءِ پيو سڪندو هوس ۽ سندس واٽون واجهائيندو هوس.) مون وٽ اچي پهتو. ڏٺم ته هن ڪي ننڊ جا ڀڪر پئي آيا. سمهڻ واري پئي ڪيائين. سندس اهو حال ڏسي چيومانس: اي دوست! اُٿي مُنهن تي پاڻيءَ جا ڇنڊا هڻ. ڪي چار گهڙيون ڪچهري ڪر! هن ننڊاکڙا نيڻ کٽي مون ڏي نهاريو ۽ چيائين: ملڪ ۾ عادل بادشاهه آهي ته غريبن کي سک سان سمهڻ ۾ ڪهڙي رنڊڪ آهي. (اهي اکر هو بادشاهه اتابڪ ابوبڪر بن سعد لاءِ چئي رهيو هو.)

## عدل انصاف بهترين عبادت آهي

تاريخ جي آڳاٽن ڪتابن ۾ لکيل آهي ته: جڏهن بادشاهه زَنگي گذاري ويو ۽ سندس تخت تي ان جو پٽ تُڪلہ بادشاهه مقرر ٿيو ته هو اهڙو عدل انصاف ۾ پورو هو جو، سندس دورِحڪومت ۾ ڪنهن کي به ڪو ڏک نه پهتو، ڪنهن به شڪايت نه پئي ڪئي. اهڙو ڀلارو حاڪم آخري عمر ۾ ڪنهن بزرگ وٽ وڃي پهتو. ان کي چيائين ته: منهنجي عمر دنيا جي خفن ۾ بي فائدي گذري وئي. ڏسان ٿو ته بادشاهه توڙي فقير هن جهان مان ڪفن کان سواءِ ڪجهه به ساڻ نه نيندا. هاڻي اچي دل ۾ خدا جو خوف ويٺو آهي ته حياتي الائي ڇا؟ زندگيءَ جا باقي ڏينهن حڪومت کان پاسيرو ٿي، وڃي ذڪر فڪر ۽ عبادت ۾ مشغول ٿيان. لوڪ جا لاڳاپا لاهي ڇڏيان.

بادشاهه کان اهڙي ڳالهه ٻڌي،بزرگ جلال ۾ اچي ويو ۽ چيائينس: اي تُڪلہ! خلق جي خدمت کا گهٽ عبادت ڪانه آهي. تسبيح، مصلو ۽ گودڙي ڌارڻ کي تو عبادت سمجهيو آهي؟ حالانڪ تون جيڪڏهن تخت تي ويهي درويشن وارا اخلاق ڌارين، ڪوڙ، گلا ۽ آڪڙ کان پاڻ بچائين ته، اها ڀلي عبادت آهي. طريقت ۾ فقيري ڪردار ۽ عمل جي درڪار آهي. عمل کان سواءِ ٺلهين دعوائن کي ڪا اهميت ڪانهي. اندر جي صفائي اصلي بزرگي آهي. باقي گودڙي پائي هلڻ ۾

بزرگي ڪانہ رکي آهي. (عادل بادشاهہ جو عدل انصاف ڪرڻ، سيني عبادتن کان مٿي آهي.)

## اولاد بجاءِ پنهنجو فڪر ڪرڻ گهرجي

ٻڌائيندا آهن ته: روم ملڪ جو هڪڙو بادشاهہ ڪنهن بزرگ عالم وٽ آيو. اتي روئندي پئي حوال ڪيائين تہ: دشمن منهنجي ملڪ تي حملو ڪيو، منهنجي سڀ قوت ختم ٿي وئي. ملڪ دشمن کسي ويا. باقي وڃي هيءُ هڪڙو قلعو ۽ هيءُ شهر مون وٽ بچيا آهن. منهنجي دلي تمنا هوندي هئي تہ: مون کان پوءِ منهنجو پٽ ملڪ جو حاڪم ٿيندو، پر دشمن جي حملي منهنجون اميدون خاڪ ۾ ملائي ڇڏيون. ٻي ڪا واهہ نظر نہ آيم، سو توهان وٽ هلي آيس. هاڻي اهڙي ڪا تدبير ڏسيوم، جنهن سان مغموم دل کي آٿت ڏئي سگهان ۽ دشمن کان ملڪ موٽائي وٺان. نہ تہ ڳڻتين ڳچ ڳاري وڌا آهن. مصيبتن ماري رکيو آهي.

اهو ٻڌي، بزرگ ڪاوڙجي پيو ۽ بادشاهہ کي چيائين: تنهنجو روئڻ رڙڻ ٺهي ئي نٿو. اجا بہ تنهنجي عقل تي روئڻ گهرجي. اي بادشاهہ! حڪومت ڪهڙي شيءِ آهي؟ تون تہ پنهنجي زندگيءَ جو ڏک ڪر! جو ايتري عمر اجاين وهمن ۽ خيالن ۾ گذاري اٿئي. توکي تہ اڳتي واري حياتيءَ جو فڪر ڪرڻ گهربو هو. ان لاءِ تياري ڪرڻي هئي. هتان جڏهن مرندين، تہ مُلڪ ٻين جي حوالي ٿيندو. تنهنجو پٽ سياڻو سيبتو آهي، الائي چريو چرٻٽ؟ تون ان جي ڳڻتي نہ ڪر. پنهنجو فڪر اهو پاڻ ڪندو. سڄي دنيا جي ڳڻتي تون نہ وِهاءِ! ڀلا تلوارون هلائي ملڪ هٿ ڪندين، تہ نيٺ هڪ ڏينهن ان کي بہ ڇڏي هٿين خالي روانو ٿي ويندين. ان ڪري ٻين جي ڳڻتي ڇڏي پنهنجو فڪر ڪر. هرڪو پنهنجو فڪر پاڻ ڪندو. هن چئن ڏينهن جي چٽڪي تي فخر نہ ڪر! پر هتان موڪلائڻ بابت سوچ!

ڪيترن بادشاهن بابت توهان ٻڌو هوندو تہ، هنن ڪمزور رعيت تي ظلم ڪيا. هاڻي ٻڌاءِ! تہ اهي ڪاٿي آهن؟ بقا تہ احڪم الحاڪمين

جي ذات کي آهي. ٻي هر شيءِ فنا ٿيڻ لاءِ پيدا ٿي آهي. اهو ڪير آهي؟ جيڪو هميشه رهڻ لاءِ هت آيو هجي. جڏهن هيءَ جهان ئي فنا ٿيڻو آهي، ته جهان وارا ڪيئن رهندا؟ ڪيترا رئيس، سون چانديءَ ۽ خزانن جا مالڪ، ڌرتيءَ تي رهيا ۽ سڀ ڪجهه ڇڏي، هتان لڏي هليا ويا. البت اهڙا ڀلارا انسان جن جهان ۾ چڱا ڪم ڪيا ۽ صدقو جاري ڇڏيو. ان تي رحمان جون رحمتون رهنديون ۽ مرڻ کان پوءِ به هن جو نيڪ نالو ياد رهندو. اهڙا اهل انسان، مرڻ کان پوءِ به زنده آهن. ڀلا جنهن جو نيڪ نالو زنده آهي، ته ان کي مئل ڪيئن چئجي.

اي بادشاه سلامت! تون هن جهان ۾سخاوت ۽ چڱائيءَ جو ٻوٽو پوک، پوءِ ان جو ميوو هميشه پيو کائيندين. هت چڱائيءَ جي پوک پوکيندين، ته اڳتي اها لڻندين. نه ته جتي لڻندو لوک، اتي سِڪندين سنگ لاءِ. هت جيترا چڱا عمل ڪبا، هُت اوترو درجو نصيب ٿيندو. مطلب ته اڳئين جهان ۾ ڪرا ۽ ڪوڙا سڀ اچي ظاهر ٿيندا. ڪيترا ماڻهو پنهنجي ڪَئي تي پڇتائيندا. پڇتاءَ سبب پنهنجي هٿن کي چڪ هڻندا. پر اتي تنور جي باهه کان سواءِ ٻيو ڇا هوندن.

ان ڪري تون پنهنجي باقي حياتيءَ جو فڪر ڪر. چڱا عمل ڪري آخرت لاءِ تياري ڪر! ٻيا خام خيال هاڻي ڇڏي ڏي!

## ظالم بادشاهه ۽ خدا دوست درويش جي ڳالهه

شام ملڪ ۾ ”خدا دوست“ نالي هڪڙو درويش هوندو هو. جيڪو ماڻهن کان پاسائتو هڪ غار ۾ پيو رهندو هو. پنهنجي منهن قناعت ۽ ڪفايت سان وقت پيو گذاريندو هو. نه ڪنهن جي ٻن ۾، نه ٽن ۾. سڄو وقت الله جي ذِڪر فِڪر ۽ عبادت ۾ مصروف رهندو هو. پري پري جا ماڻهو هن جي زيارت لاءِ پيا ايندا هئا. جڏهن درويش ٻين جا دَر ڇڏي وڃي الله جو در اختيار ڪيو هو، ته هاڻي هن جي در تي امير ۽ غريب پيا حاضري ڏيندا هئا. فقير چئبو به ان کي آهي، جو حرص ۽ هوس کي ترڪ ڪري. لوڪ ۾ ڪا لالچ نه رکي. باقي جيڪو نفس

جو مريد ٿيندو ۽ ماڻهن ۾ لالچ رکندو ته اهو ضرور خوار خراب ٿيندو.

جنهن علائقي ۾ هيءُ پلارو بزرگ رهندو هو، اتي شهر ۾ هڪڙو ظالم بادشاهه به رهندو هو. شل نه ڪو ڪمزور ۽ هيڻو هن ڪي هٿ اچي،ان ڪي ستائڻ ڪان هيءُ ظالم نه مڙندو هو. مطلب ته اهڙو ڪٺور دل، ظالم ۽ بي ترس سرڪش هو، جو سڄو جهان ان ڪان تنگ هو. ڪيترا مظلوم، مسڪين ماڻهو، هن ظالم جي ظلمن ڪان تنگ اچي، ملڪ ڇڏي اتان لڏي هليا ويا هئا. جتي وڃي ويٺا هئا، اتي هن ظالم جي ظلمن جون ڳالهيون پيا ڪندا هئا. باقي ڪي بيوس، بي ڪس ماڻهو ۽ بيوه عورتون وڃي ملڪ ۾ بچيا هئا. سي به مايوسي ۽ مجبوريءَ سان وقت پيا گذاريندا هئا. پلا جتي ظلم عام جام هوندو ته ڪنهن جي چپن تي مرڪ رهندي؟ ڪنهن کي خوشي نصيب ٿيندي؟

اهو ظالم بادشاهه به ڪڏهن ڪڏهن هن بزرگ درويش جي زيارت لاءِ وٽس حاضر ٿيندو هو. پر هيءُ خدا دوست فقير هن ڏانهن اک کڻي نهاريندو به ڪونه هو. درويش جي اهڙي بي رُخي ڏسي،نيٺ هڪ ڏينهن بادشاهه هن بزرگ کي چئي ڏنو ته: فقير سائين! مون کان ايڏي نفرت نه ڪريو. توکي خبر آهي ته آءٌ ڪيتان ڪهي تنهنجي درگاهه تي اچي ٿو حاضر ٿيان ۽ تون نهارين ئي ڪونه ٿو. توهان کي ايڏي نفرت ڇاجي ڪري ٿي آهي؟ ميان ٿو ته آءٌ کٽي ڪنهن وڏي ملڪ جو بادشاهه ڪونه آهيان، پر عزت وارو ماڻهو آهيان. عزت آبروءَ ۾ فقيرن درويشن کان گهٽ آءٌ به ڪونه آهيان. آءٌ ائين به ڪونه ٿو چوان ته: مون کي پين کان وڌيڪ ڀانئيو ۽ مون ڏي پين کان وڌيڪ توجه ڏيو. پر ايترو ته هجي جو جهڙي روش پين زيارتين لاءِ روا رکو ٿا، اها مون لاءِ به هجي.

هن سياڻي بزرگ جڏهن اهو ٻڌو، تڏهن مٿس جلال چڙهي ويو. ڪاوڙ ۾ چوڻ لڳو: اي بادشاهه! ڪجهه هوش سان ڳالهاءِ! توکان مخلوق پريشان آهي. جنهن کان غريب عوام تنگ هجي، ان سان آءٌ دوستي ڪيئن رکندس؟ تون جڏهن منهنجي غريب دوستن جو دشمن آهين، ته آءٌ نه ٿو سمجهان ته تون منهنجو دوست ٿي سگهين. آءٌ خدا دوست کٽي

توسان دوستي بہ رکان، پر کھڙو فرق پوندو، جيکڏهن خدا توسان دشمني رکندو هوندو. هن خدا دوست جي ڪٿي ڪل لهي پوي، تہ بہ الله ۽ سندس مخلوق جي دشمن جو خدا دوست، دوست ٿي نٿو سگهي.

مون کي اهڙي ظالم جي ننڊ تي بہ عجب ايندو آهي، جنهن جي ظلمن ڪان ملڪ جا ماڻهو ستايل هجن. اي بادشاهہ! توکي جيڪڏهن ڪو عقل ۽ سمجهہ هجي، تہ وڃي خدا جي خلق تي رحم ڪر، انسانن جي ڪم اچڻ جي ڪوشش ڪر!

## نصيحت

- اي ظالم! ڪنهن تي بہ ڏاڍ نہ ڪر! جو هيءُ جهان سدائين هڪجهڙو نہ آهي. ڪنهن ڪمزور جي ٻانهن مروٽو ڏئي نہ پيچ! ڇو تہ جيڪڏهن اهو ڪمزور سياڻي طاقت ۾ آيو، تہ سيئي ڪَسرون ڪيندئي. ڪنهن جا پير پٽي متان هيٺ پٽ تي ڪيرائين. ڇو تہ سياڻي تون بہ ڪِري سگهين ٿو. پوءِ نہ پاڻ اٿي سگهندين، نہ اٿارڻ وارا ئي لهندين.
- پريل خزانن ڪان بهتر آهي تہ، دوستن جي دل وڻجي. خزانو خالي هجي تہ فڪر ڪونهي. پر ڪنهن کي ايذائي، سندس دل نہ رنجائجي. اهائي وڏي دولت آهي.
- ڪنهن جي جائز حاجت پوري ڪرڻ ۾ دير نہ ڪجي. ڇو تہ متان سياڻي ان جي پيرن تي ڪرڻو پوي.
- اي ڪمزور انسان! تون بہ ڪجهہ سهپ سک! ڇو تہ متان سياڻي توکي بہ طاقت ملي ۽ آزمائش ۾ پئجي وڃين.
- ظالم جي ظلم جو مقابلو همت سان ڪر! پنهنجي ٻانهن جي ٻل ۽ همت سان ظالم جو ظلم ختم ڪر! نہ تہ الله آڏو دعا جا هٿ ڪٽي، ظالم جي زور ختم ڪرڻ لاءِ دعائون گهر! دعائن لاءِ ڪنيل هٿن جو زور، طاقت ڪان بہ مضبوط آهي.
- مظلوم جي سُڪل چپن کي چوُ تہ: بي فڪر ٿي مونجهہ کي مرڪ ۾

مٿاءِ. جو تہ سياٽي هڪ ڏينهن اهڙو اچڻو آهي جو، ظالم جي ھٿيھي ٻاهر ڏسندين.

- جيڪو رئيس صبح جو دهل جي آواز تي مس ٿو اٿي، ان کي ڪهڙي خبر تہ مسڪين چوڪيدار ڪيئن جاڳي رات گذاري هوندي.
- قافلي وارن مسافرن کي پنهنجي سامان جي ڳڻتي هوندي آهي. هنن کي ان گڏهہ جو ڪو فڪر نہ آهي، جيڪو سامان جو بار کڻي ڪِنجهندو ٿو هلي.
- جيڪڏهن اڄ تون بيٺل آهين، تہ بي فڪر نہ رهہ، ڪنهن ڪريل کي سهارو ڏئي اٿار! اهو شڪر آهي. ڪنهن ڪريل کي ڏسي، هن سان تعاون نہ ڪرڻ بي شڪري آهي.

## پيءُ جو فڪر

گهڻو اڳي، هڪڙي سال دمشق (شام) ۾ اهڙو اچي ڏڪار پيو جو ماڻهن کان محبت ۽ عشق جون ڳالهيون ئي وسري ويون. آسمان زمين لاءِ اهڙي تہ ڪڪائي ڪئي جو اجايل ۽ اوسائيل وڻن ۽ ٻوڪن لاءِ ڦڙو نہ وسيو. پيو تہ نهيو پر بيٺل ڍنڍين، ڍُٻن ۽ ڪَڏُن جو پاڻي بہ سڪي ويو هو. حالت اها هئي جو بي واهن، يتيمن جي غمگين اکين مان وهندڙ ڪرندڙ ڳوڙهن کان سواءِ ڪٿي پاڻيءَ ڦڙو تمندي نظر نہ ٿي آيو. بيوه رنن زالن جي آهن ۽ دانهن کان سواءِ فضا ۾ گِجگوڙ وغيره جو ڪو آواز ئي ڪونہ هئو. چؤطرف سناٽو ڇانيل هئو. ڪنهن گهر جي روشندان مان دونهون نڪرندي نہ ٿي نظر آيو. پلا ڪاڏي بچائڻ لاءِ باهہ ٻري تہ دونهون بہ نڪري. وڻن ٽڻن جا پن ڇڻي چڪا هئا. اهين پالها بيٺا هئا، جيئن بنا سامان سڙي جي پالهو فقير بيٺو هجي.

جبلن تي ۽ باغن ۾ ساوو سلو نظر نہ ٿي آيو. وري اوچتو مٿان اچي ماڪڙ جي مصيبت ڪڙڪي. پوءِ تہ رهيل کهيل ڪسر ئي نڪري وئي. ماڪڙ ٿلهين ٽارين ۽ سڪل پنن کي پٽي ڪاڏو، تہ ماڻهن ماڪڙ کي پچائي پٽي ڪاڏو.

اهڙي وقت مون وٽ منهنجو هڪ دوست اچي پهتو، اهڙو ڏبرو ٿي ويو هو، جو هڏن تي وڃي چم بچيو هوس. ان کي ڏسي مون کي ڏاڍو عجب لڳو، جو اهو مهمان اڳ ۾ خوشحال، هوندي سوندي وارو ۽ نهايت معزز ماڻهو هوندو هو. چيومانس: اي پيارا دوست! خير ته آهي؟ ههڙا هيڻا حال ڇو ٿيا اٿئي؟

مون کي چيائين: توکي منهنجا حال معلوم آهن، پوءِ به پڇي سُتل سور نه جاڳاءِ! ڏسين ٿو ته، کهڙي مصيبت اچي لٿي آهي. ڏڪار جي حد ٿي وئي آهي. نه آسمان مان بوندون ٿيون برسن، نه وري اسان انسانن جي دردَ وَاري دانهن مٿي ٿي چڙهي. مون چيومانس: يار! توکي کهڙي پرواهه آهي، زَهر اُتي اثر ڪري، جتي ترياق نه پهچي. ڏڪار جي ڳڻتي اهو ڪري، جيڪو نڌڻڪو ۽ مسڪين هجي ۽ بکن ۾ بيحال ٿيندو هجي. پر تو وٽ ته، الله جو ڏنو سڀ ڪجهه آهي. توکي ڪهڙي ڳڻتيءَ ورتو آهي. تون ڇو ٿو پريشان ٿين؟ مايوس ڇو ٿيو آهين؟

منهنجي واتان اهڙا اکر ٻڌي، اهو سياڻو دوست ويتر ڏڪوئجي پيو. مون ڏي اثين تي ڏٺائين، ڄڻ ڪو وڏو عالم اڻ ڄاڻ جاهل ڏانهن ڏسي. پوءِ چيائين: اي دوست! هڪڙو ماڻهو پاڻ ته درياءَ جي ڪناري تي صحيح سلامت هجي، پر ان جي اکين آڏو سندس دل گهريو ماڻهو درياءَ ۾ ٻڏندو هجي، ته ڪناري تي بيٺل کي ڪهڙو سک هوندو! مون کي ڪُٽلاٽپ جو فڪر ڪونهي. پر ٻين مسڪينن ۽ بيحال بکين جي حالت ڏسي پريشان ٿيو آهيان. سياڻو ماڻهو نه پنهنجي جسم تي زخم ڏسي سگهندو، نه ٻئي جي جسم تي گهاءُ سهي سگهندو. الله جا احسان جو منهنجي جسم تي ڪو زخم ڪونهي. پر ٻين جي جسم تي زخم ڏسي لڳ ٽا ڏڪن. هڪڙو ماڻهو پاڻ ته چاڪ چڱو ڀلو آهي، پر هڪڙي سخت بيمار مريض وٽ ويهندو، ته اهوئي پاڻ کي بيقرار محسوس ڪندو. اهڙيءَ طرح آءٌ به جڏهن هيڏي هوڏي ڏسان ٿو ته فلاڻن فقيرن، مسڪين ماڻهن کي کائڻ لاءِ رکي روٽي به نه ٿي ملي ته منهنجي نڙيءَ مان به گرهه نٿو لهي. ڀلا جنهن ماڻهوءَ جا سڀ سڄڻ گرفتار ٿي جيل ۾ پون، ته ان کي باغ باغيچن ۽ بنگلن ۾ ڪيئن سک ايندو.

## جو پنهنجي لاءِ چاهين پين لاءِ بہ اُهو گُهر

هڪڙي دفعي چا ٿيو جو، غريب مظلومن جي مايوس دل مان نڪتل درد جيَ دانهن ۽ آهُنِ سبب بغداد شهر کي رات جو اچي باهہ لڳي. اڌ شهر جو سڙي خاڪ جو ڍير ٿي پيو. اهڙي خاڪ جي ڍير مان، ڪنهن ماڻهوءَ جو آواز ٻڌم. جيڪو چئي رهيو هو: شُڪر اَلحَمدُلله جو منهنجي دڪان جو خير ٿي ويو. سڙڻ کان بچي ويو. هن جي اهڙي شڪر تي ڪنهن سياڻي سيبتي انسان هڪل ڪري چيس: اڙي حريص انسان! توکي رڳو پنهنجي ڳڻتي آهي! ٻيو ڪو ياد ئي نہ اٿئي. توکي اها ڳالهہ پسند آهي، جو سڄو شهر سڙي خاڪ ٿي وڃي ۽ تنهنجو گهر ڪنهن پاسي کان بچيل هجي.

اهو ماڻهو ڪئور ۽ پٿر دل چئبو، جيڪو ٻين ماڻهن کي بکن ۾ پاهہ ٿيندي يا سندن پيٽ سان پٿر ٻڌل ڏسي ۽ پاڻ پيٽ ڀري مزي سان پيو ڪاچ ڪائي. ڪو امير ۽ سکيو ماڻهو سٽيو گرهہ ڪيئن ٿو ڪائي؟ جڏهن ڪيترن مسڪينن ۽ محتاجن کي فقر ۽ فاقي ۾ مجبور ڏسي رهيو آهي. ڀلو ۽ سچو انسان اهو آهي، جيڪو ڪنهن گڏهہ کي گپ ۾ گاڏو گِهليندي مصيبت ۾ ڏسي تہ غمگين ٿي پوي.

ڪنهن وٽ سمجهہ ۽ سياڻپ هجي تہ سعديءَ جو هيءُ سخن ضرور ياد رکي: اي انسان! جيڪا پوڪ پوڪيندين، اڳتي اها ئي لُڻندين. جَوَ پوکي ڪڻڪ ڪين لڻندين.

اڳين بادشاهن لاءِ تاريخ شاهد آهي تہ، جنهن بہ هيٺن، ڪمزورن تي ظلم ڪيو، تہ نہ سندس بادشاهي رهي، نہ رعب تاب ئي رهيس. چو تہ ظلم رهندو. ظالم گهڻو وقت نہ رهندو. ويتر ظُلمن ۽ گناهن جو بار سر تي ڪٽي، هتان هليو ويندو. قيامت ڏينهن عادل حاڪم ئي سلامت رهندو. چو تہ حضرت رسول ﷺ جن فرمايو: عادل بادشاهہ الله جي عرش عظيم جي ڇانءِ هيٺ هوندو. جنهن ڏينهن ان ڇانءِ کان سواءِ ٻيو ڪو ڇانءُ ڪونہ هوندو.

جنهن قوم لاءِ الله تعاليٰ ڀلائي چاهي ٿو ته انهن تي عادل ۽ عاقل حاڪم مقرر ڪندو آهي ۽ جنهن قوم کي تباهه ڪرڻ گهرندو آهي ته مٿن ظالم حاڪم مُسلط ڪيو ويندو آهي. هر داناءُ ۽ نيڪ انسان کي ظالم حاڪم کان بچڻ جو فڪر رهندو آهي. ڇو ته ظالم حاڪم الله جو قهر آهي. جنهن ملڪ ۽ قوم تي عادل حاڪم هجي ته، اتي جي ماڻهن کي شڪر ڪرڻ گهرجي. ڇو ته ناشڪريءَ سبب نعمت کسجي وڃڻ جو خطرو آهي. قرآن شريف ۾ آهي:

اِن شَکَرتُم لاَزِيدَنَّکُم

(جيڪڏهن شڪر ڪندؤ ته توهان تي وڌيڪ نعمتون وڌائيندس.)

جيڪو هن دنيا جي نعمتن، مال ۽ مُلڪ تي شڪر ڪندو، ته نيٺ پائدار نعمت بهشت تائين به پهچي ويندو.

سياڻا چوندا آهن ته: جيڪڏهن ڪو بادشاهه، ڪمزور ۽ نِـهَتي عوام تي ظلم ٿو ڪري ته، نيٺ هڪ ڏينهن پاڻ به محتاج ۽ ڪمزور ٿي پوندو. جيڪڏهن ملڪ جي ڪنهن هڪ هيٺي تي ظلم جاري آهي، ته اتي جي بادشاهه کي سک سان سمهي ننڊ ڪرڻ حرام آهي.

اي حاڪمو! اي بادشاهو! ڪنهن ڪمزور رعيتيءَ کي اَهُرِ جي داڻي جيترو به نه ستايو! ڇو ته توهان ڌنار آهيو. ماڻهو توهان جي رعيت آهن. جيڪو حاڪم رعيت تي ظلم ٿو ڪري، ته اهو ڌنار نه،پر بگهڙ چئبو. ان ڪري چڱائي چاهيو ٿا ته چڱا ٿي هلو. ٻين سان چڱائي ڪريو. جيئن توهان کي چار ماڻهو چڱو چون.

## ماءُ ڄڻيندي پٽڙا ڀاڳ نه ڏيندي ونڊي

ڳالهه ٿا ڪن ته: ڪنهن ملڪ جي بادشاهه کي ٻه پٽ هئا ۽ ٻئي ڄڻا تندرست توانا، جاننا جوان ۽ منهن مهانڊي ۾ به مَلوڪ هئا. ان سان گڏ، ڦڙت، چالاڪ سياڻا سيبتا، دلير مڙس ۽ تلوار بازيءَ ۾ به ڀڙ هئا. مطلب ته هڪ ٻئي کان زور هئا.

جڏهن پيءُ ڏنو تہ منهنجا پٽ، رعب و تاب، لڙائي ڪرڻ، گهوڙي سواريءَ ۽ نشاني بازيءَ ۾ پنهنجو مٽ پاڻ ۽ هڪ ٻئي کان وڌيڪ آهن. تڏهن هُن چا ڪيو جو، پنهنجي ملڪ کي ٻن حصن ۾ ورهائي، هرهڪ پٽ کي پنهنجو پنهنجو حصو الڳ ڪري ڏنائين.

جيئري ئي اهڙي ورهاست ان ڪري ڪيائين تہ متان پيءُ جي وفات کان پوءِ پاڻ ۾ بي اتفاقي ڪري، وڙهي ڊانگا نہ ٿين. اهڙي ورهاست کان پوءِ، بادشاهہ چند ڏينهن جيئرو رهي،مري مَرهيات ٿي ويو. هاڻي هڪ بادشاهيءَ مان ٽري ٻہ بادشاهيون ٿي پيون. هرهڪ پٽ پنهنجي پنهنجي علائقي تي بادشاهي ڪرڻ لڳو. ملڪ ۾ نہ لشڪر جي ڪا ڪمي هئي، نہ خزانن ۾ ڪا کوٽ هئي. هرهڪ بادشاهہ پنهنجي پنهنجي عقل، سمجهہ ۽ طبيعت مطابق راهہ ورتي. هڪڙي عدل انصاف واري واٽ ورتي. جيئن سندن نيڪ نالو جهان ۾ روشن ٿئي. ۽ ٻئي وري ڪاءُ ڪاوان ۽ ڦرمار تي زور ڏنو. پئسن جو پياسي هئو، سو ظلم ۽ ڏاڍ سان دولت پئي گڏ ڪيائين.

پهرئين بادشاهہ نرمي، رحم ۽ سخا جي عادت اختيار ڪئي. فقير فقراء سان همدردي پئي ڪيائين. ملڪ ۾ مسڪين محتاجن، بي گهر ۽ نڌڻڪن ماڻهن لاءِ گهر جوڙاياڻين. مسافرن ۽ سياحن لاءِ مناسب مسافرخانن جو انتظام ۽ بيوهہ ۽ بکين لاءِ مفت ننگر جو انتظام ڪيائين. سپاهہ جو تعداد وڌائي، مٿن خرچ پکو بہ جام پئي ڪيائين. انهن خرچن سبب ملڪي خزاني ۾ ڪجهہ ڪمي آئي. پر رعيت اهڙي خوش هئي، جو سندن نيڪ دعائون عرش تي ٿي پهتيون.

اهو بادشاهہ نهايت نيڪ سيرت، خوش خلق، عام ۽ خاص جو ڀلو چاهيندڙ ۽ الله تعاليٰ جو شڪر گذار هو. جڏهن ملڪ جو بادشاهہ اهڙو شريف النفس ۽ سياڻو هئو، تڏهن اتي جي ٻين اميرن ۽ هوندي وارن بہ محتاجن، مسڪينن تي وس آهر پئسو پئي خرچ ڪيو. نتيجو اهو نڪتو جو سڀ ماڻهو خوشحال ٿي ويا هئا. اتي جي ڏاڍن مڙسن کي بہ حڪومت اهڙو ڪنٽرول ۾ ڪيو هو، جو ڪنهن ڪمزور کي شڪايت جو موقعو نہ ٿي مليو.

هوڏانهن هئي ياءَ، ملڪ ۾ ترقياتي پروگرامن جي بهاني هارين نارين تي ٽيڪس رکيا. واپارين جي مال ۾ لالچ جون اکيون وڌائين. پوءِ ته ماڻهو اچي پريشان ٿيا. آءٌ هيئن نه چوندس ته: اهو بادشاهه غريب عوام جو دشمن هو. پر حقيقت ۾ پنهنجو ئي دشمن هئو. ترقيءَ جي دلاسن ۽ اوسيئڙن تي نه پاڻ پئي کاڌائين نه ڪو حقدارن کي ڪجهه پئي ڏنائين. مطلب ته، رعيت سان نامناسب روش پئي هليو. ڪيترين اٽڪلن سان، پئسا گڏ ڪندو ۽ خزانا ڀريندو پئي رهيو.

نيٺ نتيجو اهو نڪتو جو، عوام ۽ فوج پريشان ٿي پيا ۽ ٻاهرين ملڪن جي واپارين جڏهن ٻڌو ته هن ملڪ ۾ ظلم ٿو هلي،تڏهن ان ملڪ سان واپار ۽ ڏيتي ليتي بند ڪري ويا. وري الله جي قدرت اهڙي ٿي جو هڪ سال پوکيل فصل ڪَس ٿي ويو. پوءِ ته اتي جا ماڻهو بکن جي باهه ۾ پئي سڙيا ۽ سخت پريشان ٿي پيا.

اهو حال ڏسي سندس دشمن ملڪ تي حملو ڪيو. آسمان جي جنگ اڳ ۾ ئي جوٽيل هئي، جو بارش جو نالو نشان به ڪونه هئو. هاٽي خشڪ ۽ سُڪل ميدانن تي دشمن جي گهوڙن جي ٽاپ ٽاپ جو آواز پري تائين پئي ٻڌو. نيٺ ملڪ ڪسجي ويس. اهڙي بي مروت، بي سمجهه بادشاهه مان چڱائيءَ جي ڪهڙي اميد رکي سگهجي ٿي، جنهن لاءِ سندس راڄ پيو بددعا ڪري، پِٽي ۽ پاراتا ڏئي. هن بادشاهه جو بخت ۽ ڀاڳ به ازل کان ڦٽل سمجهبو. تڏهن ته سڌرڻ جي سمجهه ئي نه آيس. هن بي سمجهه رعيت جي ڦرمار ۾ ملڪ جي ترقي پئي سمجهي. هن جي منڊ کان ئي سوچ ابتي هئي، تڏهن هڙ وڃائي ويٺو.

ان جو مثال هُن بي عقل اياڻي ماڻهوءَ وانگر آهي، جيڪو پرائي باغ ۾ گهڙيو هو ۽ ڪنهن وڻ تي چڙهي هڪ ڏار تي وڃي ويٺو. پوءِ ان ئي ڏار کي پاڙ کان وڍڻ لڳو. ڪهاڙيءَ جي ٺڪ ٺڪ تي، باغ جو مالهي اتي اچي پهتو. هُن همراهه جو هيءُ حال ڏسي چيائينس ته: اڙي بي عقل! اها پاڻ سان دشمني پيو ڪرين! جنهن ڏار تي ويٺو آهين، ان کي پاڙان ڪپي، پاڻ کي ڪنڌ ڀر ٿو ڪيرائين.

سياڻا چوندا آهن تہ: جڏهن توکي طاقت هجي، تڏهن بہ ڪنهن ڪمزور کي ڏکو ڏئي هيٺ نہ ڪيراءِ! ڇو تہ جنهن ڪمزور مسڪين کي تون اڄ ڪجهہ بہ نٿو سمجهين، سياڻي اهو ڪمزور تو ڏاڍي مڙس کي وٺي، الله احڪم الحاڪمين آڏو آڻي بيهاريندو. يا تہ هت هن جهان ۾ ئي ڏاڍو مڙس،ڪمزور ۽ ڪمزور طاقتور ٿي سگهي ٿو. ان ڪان سواءِ پاڻ ڪان ڪمزور سان مقابلو ڪرڻ ۽ جنگ جوٽڻ بہ چرپائپ آهي. ڇو تہ جيڪڏهن اتفاق سان هو ڪٽي وجي، تہ پوءِ ڪيڏي نہ شرمساري ٿي پوندي! هارائڻ هوئڻن بہ خواري آهي، پر پاڻ ڪان هيٺي هٿان هارائڻ پيٽي خواري آهي.

## بادشاهي ۽ فقيري

هيئن ڪڏهن بہ نہ چئجانءِ تہ:بادشاهيءَ ڪان مٿي ڪنهن جو مان ۽ مرتبو ڪونهي. ڇو تہ فقيري، بادشاهيءَ ڪان وڌيڪ آهي. ڏٺو اٿئون تہ جنهن ماڻهوءَ تي بار هلڪو هوندو آهي، اهو تيز ۽ تڪڙو هلي سگهندو آهي ۽ سچ تہ آهي بہ ائين. زنده دل ماڻهو ان کي آسانيءَ سان سمجهي سگهي ٿو. غريب کي هڪ نانَ جو فڪر آهي، تہ بادشاهہ کي جهان جو. هڪ فقير کي شام جو رُکي روٽي ڪٿان ملي وئي، تہ اهڙو خوش ٿيندو، جو شام ملڪ جو بادشاهہ بہ خوش نہ ٿئي. هي غم ۽ خوشيون بہ عارضي آهن، موت آيو تہ هن جهان جا غم بہ ختم، تہ خوشيون بہ ختم، پوءِ ڇونہ بادشاهي تاج جو مالڪ هجي يا ٽيڪس ڀريندڙ رعيتي هجي. ڇونہ ڪو مالدار محلات ۾ رهندڙ هجي يا ڪو مسڪين مَنَهہ ۾ رهندڙ هجي. موت اچڻ ڪان پوءِ ٻنهي ۾ ڪو فرق ڪونهي. ٻئي وڃي مٽيءَ جا مهمان ٿيا.

## بادشاهہ جي ڪوپراٽي

ڳالهہ ٿا ڪن تہ: دجلي درياءَ جي ڪپ تي، ماڻهوءَ جي ڪوپريءَ جو هڏو پيو هو. ان وٽان هڪڙو عبادتگذار درويش اچي لنگهيو. چون ٿا

تہ:ڪوپراڻيءَ مان آواز آيو. چئي رهي هئي تہ: ڪڏهن مون تي بادشاهي تاج پيل هوندو هو. ڪڏهن سيٽيل ڪنڌ تي آڪڙ بہ ڪيم. وري بخت ساٿ ڏنو، طاقت جي زور تي عراق سڄو فتح ڪيم. پوءِ تہ حرص ويتر وڌي ويو ۽ ڪرمان علائقي کي فتح ڪرڻ جو اچي خيال ويٺو. ايتري ۾ هڪ ڏينهن ڪنهن جيت مغز ۾ چڪ هنيم. پوءِ تہ ڀانءِ اهو بڻيو ۽ موت جو منهن ڏسڻو پيم. هاڻي توهان، ڪن مان غفلت جا ٻڙا ڪڍي، غور سان ٻڌو ۽ موت کي ياد ڪري نصيحت پرايو.

## برائي ۽ ڀلائيءَ ۾ فرق

چڱي ماڻهوءَ کان برائي نہ ٿيندي. جنهن جي طبيعت ازل کان سلجهيل ۽ شريف آهي، تہ اهو بڇڙائيءَ جو اثر ئي نہ قبوليندو. ساڳي طرح فتني باز ماڻهوءَ مان چڱائي نہ ڏسندين. توهان وڇونءَ کي ڏسو تہ هو گهر ۾ گهٽ رهندو آهي ۽ رلي پني پيو ٽائيم گذاريندو آهي، تہ ان مان ڪهڙي چڱائي رسندي؟ انسان املهہ ماڻڪ آهي، پر جيڪڏهن ان کان ٻين کي نفعو نٿو رسي، تہ اهو بي ملهہ (معمولي) پٿر وانگر آهي.

اي دوست! مون کي معاف ڪجانءِ. آءٌ مثال ڏيڻ ۾ ڀلجي پيس. ڇو تہ، لوهہ ۽ پٿر مان ڪيترائي نفعا حاصل ٿيندا آهن. پر بيڪار انسان انهن ٻنهي کان بہ پري ۽ پوئتي آهي. اهڙي ماڻهوءَ کي شرم اچڻ گهرجي، جنهن کي پٿر کان بہ گهٽ سمجهيو وڃي. هرهڪ ماڻهو چوپاين جانورن کان ڀلو ڪونہ آهي، پر ڪن ماڻهن کان جهنگ جا جانور بہ ڀلا آهن. سياڻو سيبتو چڱو ماڻهو جانورن کان برابر ڀلو آهي، پر اهو ماڻهو جيڪو جهنگلي جانورن وانگر انسانن کي چيري ڦاڙي، کائي ڪپائي، تہ اهو جانورن کان ڀلو ڪيئن چئبو؟ ڀلا هڪڙو اهڙو ماڻهو هجي، جنهن کي کائڻ پيئڻ ۽ سمهڻ کان سواءِ ٻيو ڪجهہ بہ نہ اچي تہ ان کي ڍورن، جانورن کان ڀلو ڪيئن چئجي. ان جو مثال هيئن سمجهہ: هڪڙو سواريءَ تي چڙهيل آهي، پر رستي جي خبر نہ اٿس، هيڏي هوڏي پيو ٿو ڀٽڪي ۽ ٻيو واٽ کان واقف آهي، پر پيادو آهي. تہ هو پيادو ماڻهو منزل مقصود تي هن سوار کان اڳ ۾ پهچندو.

جنهن انسان نيڪيءَ جو ٻج پوکيو ئي ناهي، تہ اهو پنهنجي دل جي مقصدن وارو فصل ڪيئن حاصل ڪري سگهندو؟ ٻين جي خبر نہ آهي. البت مون ڪڏهن نہ ٻڌو تہ: برائي ڪندڙ کي ڪٿان نيڪي نصيب ٿيندي.

## جهڙي نيت تهڙي مراد

هڪڙي دفعي چا ٿيو، جو ڪو مشهور ظالم ڪٽي کوھہ ۾ (ڪنهن اونهي کڏ ۾) ڪِري پيو. هو اهڙو بي رحم ۽ سرڪش ظالم هئو، جو چڱا ڀلا پهلوان بہ هن کان ڪَنُ ڪندا هئا. سڄي زندگي ماڻهن کي پئي ايذايائين. ڪنهن بني بشر هِن کان ڪا چڱائي تہ ڏٺي ئي ڪانہ هئي. هاڻي جڏهن هيٺ کوھہ جي تري ۾ وڃي ڪِريو، تہ اهڙو ڪمزور ٿي پيو جو ڳالهہ ڪرڻ کان ٻاهر هئي. پوءِ تہ سڄي رات کوھہ ۾ پئي رُنائين ۽ رڙيون ڪيائين، جيئن ڪو سندس دانهون ٻڌي مٿس رحم ڪري ۽ ٻاهر ڪڍيس.

صبح جو هڪڙو ماڻهو، اتان اچي لنگهيو. هن جون اُپ ڏاريندڙ رڙيون ٻڌي، هيٺ نهاريائين. چا ڏسي تہ فلاڻو ظالم هيٺ ڪِريل آهي. هيءُ واٽهڙو بہ ڪو هن کان ايذايل هئو. سو چا ڪيائين جو، هيڏي هوڏي نهاري، هڪڙو پٿر هٿ ڪري، پَرُ ڪري هنيائينس. مٿان هيئن بہ چيائينس تہ: تو سڄي زندگيءَ ۾ ڪنهن سان مهرباني ڪئي آهي، جو اڄ توتي مهرباني ڪن؟ تو سڄي عمر پئي بي گناھہ مسڪينن جون دليون ڦٽيون. تہ هاڻي تهنجي زخمي دل کي آٿت ڪير ڏئي؟ تو جڳ جي ماڻهن لاءِ واٽن ۾ کڏون پئي کوٽيون. سو جيڪو ٻين لاءِ کڏون کوٽيندو، اهو پاڻ کڏ ۾ ڪِرندو. تون اڄ تڏهن ڪِريو آهين.

کوھہ کوٽڻ بہ ٻن ارادن سان هوندو آهي. هڪڙا نيڪ ماڻهو، ان ارادي سان رستن تي کوھہ کوٽائيندا آهن، جيئن ضرورت وقت کو اڃايل واٽهڙو، پاڻي پي اُڃ اُجهائي ۽ ٻيا ظالم بي ترس هن لاءِ کوھہ کوٽيندا آهن، جيئن واٽهڙو بي خبريءَ سبب منهن ڀر ان ۾ ڪِري ۽ هو رَونشو ڏسن.

اي انسان! تون جيڪڏهن هرهڪ سان برائي ٿو ڪرين، ته پوءِ ٻين مان ڀلائيءَ جي اميد نه رک. ڀلا! جيڪو ماڻهو ڪنڊا پوکيندو، اهو ڪٽڪ ڪيئن لڻندو؟ جيڪو ٿوهر ٻيو پوکيندو، ته اهو ميوو ڪٿان ڪائيندو؟ ٻبرن مان ٻير ته نه ملندا ! مطلب ته جهڙي پوک پوکبي، اها ئي لڻبي.

## حجاج بن يوسف جو ڏاڍ

حجاج بن يوسف (جيتوڻيڪ عدل انصاف وارو حاڪم هئو. پر) سخت دل حاڪم هئو. ٿوري گهٽي غلطيءَ تي سخت سزا ڏئي ڇڏيندو هو. هڪ دفعي ڇا ٿيو جو، ڪنهن نيڪ ماڻهوءَ هن کي جُهڪي سلام نه ڪيو. پوءِ ته مٿس حجاج اچي ڏمريو. هن غريب کي پڪڙائي، ڦاسيءَ جي سزا ٻڌايائنس. اهو ٻڌي هو اول مُرڪيو. ان کان پوءِ روئي ڏنائين. اتي ويٺل ماڻهو عجب ۾ هئا ته هيءُ ڀلارو کلي ڇو ٿو ۽ روئي ڇو ٿو؟

نيٺ ڪنهن پڇيس ته: سڳورا! سزا جو ٻڌي اول مُرڪئين. پوءِ ڇو رُنين؟ هن وراڻيو ته: زماني جي عجيب گردش سبب رُنم. چار ننڍڙا ٻچڙا اٿم. انهن جو فڪر پئي ٿيم ۽ مُرڪيس هن ڪري جو الله جو ڪرم ياد آيو ته: جهان مان مظلوم ٿي موڪلايان ٿو. ظالم بنجي نٿو وڃان.

هن جو اهڙو گفتو ٻڌي، ڪو ماڻهو حجاج وٽ وڃي پهتو. هن کي چيائين ته: سائين! هن ويچاري کي قتل نه ڪرايو. ڇو ته هن جا چار ڪمزور ۽ ڪم عمر ٻچڙا هن ۾ اميدون رکيو پيا جيئَنِ. هاڻي توهان هن کي مارائي، گهڻن ساهوارن جو پاپ سر تي نه ڪٽو. اهڙو قدم درست نه آهي. هن دفعي ڪٽي معافي ڏيوس. جيڪو ٻين جي ٻيوس ٻاتين تي رحم نه ٿو ڪري، اهو پنهنجي خاندان جو به دشمن سمجهيو ويندو آهي.

اي بادشاهه سلامت! جنهن انسان جي دل، تون هٿ ايذائين ٿو. ته ان مان اها اميد نه رکجانءِ ته آخرت ۾ هو توسان چڱائي ڪندو. جيڪڏهن ڪو مسڪين مظلوم فڪرات سبب سڄي رات نه سُتو آهي. ڳُٽين ۾ ڳرندي، ٿڌا ساهه کڻندي پيو ٿو رات گذاري، ته ان جي آهُنِ کان توکي ڊڄڻ گهرجي. مظلوم جي درد واري دانهن ۽ ارمانن واري آهه کي وڏو اثر آهي.

مثال ظاهر آهي، ابليس انسانن سان ڪا چڱائي نہ ڪئي آهي تہ هو بہ انسانن کان ڪا چڱائي نہ ڏسندو. ڀلا! جيڪو جهڙو ٻج پوکيندو، پوک بہ اهڙي لڻندو، جڏهن پاڻ ۾ ئي سوين عيب ۽ اوڻايون موجود آهن. تہ پوءِ ٻين جي اوڻاين جو پيڇو ڪرڻ نيڪ نہ آهي. ماڻهو ويچارو ڪمزور آهي. ڪڏهن هو پاڻ کان ڪمزور کان بہ هارائي ويندو آهي. تہ پوءِ پاڻ کان سگهاري پهلوان سان هٿ اٽڪائڻ صحيح نہ آهي.

ڳالهہ ٿا ڪن تہ: حجاج تي هيڏي نصيحت جو ڪوبہ اثر ڪونہ ٿيو. هن ڀلاري نيڪ مرد کي نيٺ مارائي ڇڏيائين. هو مسڪين هن ڏاڍي مڙس سان پهچي نہ سگهيو. پوءِ ڇا ٿيو جو هڪ رات ڪنهن بزرگ هن قتل ٿيل مسڪين کي خواب ۾ ڏٺو. حال احوال پڇيائينس. هن وراڻيو تہ: مون کي رڳو گهڙي ڪن تڪليف پهتي، هوڏانهن هن ڏاڍي مڙس تي قيامت تائين ملامت رهندي.

## داناءَ پيءُ جي پٽ کي نصيحت

ڪنهن داناءَ پيءُ پنهنجي پٽ کي نصيحت ڪندي چيو تہ: اي پٽڙا! هيءَ نصيحت ڪن لائي ٻڌجانءِ! ۽ ان تي عمل بہ ڪجانءِ! پاڻ کان ننڍن ۽ هيٺن تي ڏاڍ ۽ ڌڪاءُ نہ ڪجانءِ! ڇو تہ، ڪنهن وقت، توکي بہ ڪنهن ڏاڍي سان ڪم پوندو. ڪڏهن ڪنهن خونخوار جانور جي چنبي ۾ ئي اچي سگهجي ٿو. ان وقت ماڻهو ڪمزور ٿي پوندو.

مون سان بہ ائين ٿيو. آءٌ جڏهن جوان هوس، تڏهن منهنجي هٿان ڪن ڪمزورن کي تڪليف پهتي. پر جڏهن پاڻ کان ڏاڍي، ڪنهن طاقت واري جو هڪ ٺونشو لڳو، تڏهن سڀ ارڏايون وسري ويم. هڪ ئي ٺونشي اهڙو سبق ڏنو جو، وري نہ ڪنهن کي ايذايم.

سياڻن جو قول مشهور آهي تہ: ڪنهن بہ سردار ۽ قوم جي اڳواڻ لاءِ جائز نہ آهي جو سک سان سمهي ننڊون ڪندو رهي. هن لاءِ لازم آهي تہ پنهنجي راڄ ۽ رعيت جو فڪر رکي، زماني جي گردش جو خيال رکي. چوندا آهن تہ: نصيحت ڪَوڙي دوا آهي. ٻڌڻ ڏاڍي ڏکي ٿي لڳي. پر ان تي عمل ڪرڻ سان سڌارو ٿئي ٿو.

## فقيرن جي دعائن جو اثر

هڪڙو هو بادشاهه. ان کي ڪا بيماري اچي لڳي. مرض اهڙو منجهايس، جو هو ڳري ڪنڊا ٿي ويو ۽ هلڻ چلڻ کان عاجز ٿي پيو هو. سندس ڪو دوست طبع پرسيءَ لاءِ وٽس اچي پهتو. بادشاهه کي چيائين ته: سائين! هن شهر ۾ هڪڙو بزرگ پلارو، الله وٽ پهتل پانهو رهندو آهي. دعائن گهرائڻ لاءِ وٽس راڄ ٿا ڏِرن. هو درويش دعا گهرندو آهي ته ماڻهن جا ڪم ٿي ويندا آهن. منهنجو مشورو آهي ته توهان به ان درويش کي دعا لاءِ عرض ڪريو، هو ڪو ڦيٽو چڱو ڪري، مَنَ الله تعاليٰ رحم ڪري ۽ مرض معاف ٿي وڃن.

بادشاهه اڳ ۾ ئي سخت پريشان ٿي پيو هو، سو هڪدم حڪم ڪيائين ۽ نوڪر چاڪر ويا سو بزرگ کي وٺي اچي حاضر ٿيا. هاڻي بادشاهه بزرگ کي عرض ڪيو ته: بيماري وڪوڙي وئي اٿم، ڪا ٿڪي فرق نٿي ڪري، ڏينهون ڏينهن وچان ٿو نجهرندو. ڪا دعا گهرو! جئن الله هَٿ سچو نصيب ڪري، مرض مان جان ڇُٽي.

اهڙو عرض ٻڌي، بزرگ بادشاهه کي چيو ته: اي بادشاهه سلامت! الله ان تي رحم ڪندو آهي، جيڪو ٻين تي رحم ڪري ٿو. تنهن جي ملڪ ۾ ڪيترا مظلوم بنا ڪنهن ڏوهه جي قيدن ۾ پيا ٿا پيڙجن. ناحق پيا ٿا سزائن ۾ سڙَنِ. هاڻي منهنجون دعائون توتي ڪهڙو اثر ڪنديون؟ اول ملڪ مان ظلم ۽ ڏاڍ جو خاتمو ڪر! پوءِ ڪنهن کي دعا لاءِ چَوُ! نه ته جيسين مظلوم توکي پيا پٽيندا، تيسين درويشن جون دعائون ۽ فقيرن جا سڱڙا توکي نه لڳندا، ڪو اثر نه ڪندا.

اهو ٻڌي، بادشاهه في الحال ته ڪاوڙيو، پر پوءِ دل ۾ چيائين ته: آءٌ سچ جي اکرن تي چو ٿو چڙان. مون کي ته نصيحت تي عمل ڪرڻ گهرجي. اهو سوچي، اتي جو اتي حڪم ڪيائين ته: جيڪي به بي ڏوهي قيدي آهن، سيني کي هن ئي وقت آزاد ڪريو. پوءِ ته بادشاهه جي حڪم جي تعميل ٿي، ڪيترا قيدي جيل مان آزاد ٿيا، دعا ڪندا گهر راهي ٿيا.

هيڏانهن هو درويش به اٿيو. ٻه رڪعتون نماز پڙهيائين، نهايت عاجزيءَ سان رب کي ٻاڏاياڻين ته: اي آسمان کي بلند ڪرڻ وارا الله! اڳ ۾ جنگ سبب تو پڪڙ ڪَيَسِ، هاڻي هن آڻ مڃي صلح جي درخواست ڪئي آهي، هاڻي ڪٽي معافي ڏينس. هيڏانهن درويش جي دعا هلي رهي هئي، ته هوڏانهن بيمار بادشاهه جي طبيعت سڌرڻ شروع ٿي. بادشاهه پاڻهي اُٿي ويٺو. خوشيءَ ۾ نه پيو ماپي. ماڻهن سمجهيو ته هاڻي اڏامندو الائي ڇا؟

بادشاهه درويش مٿان هيرن جواهرن جي وارڪا ڪئي. مال، خزانا هن جي قدمن ۾ رکڻ لاءِ تيار ٿيو. پر هن درويش پئسن ۽ هيرن جواهرن ڏي ڏنو به ڪين، اٿي ڪڙو ٿيو. چيائين: ڪنهن ڪان ڏجي حق لڪائڻ نه گهرجي. بادشاهه کي چيائين ته: اڳتي سنڀالي هلجانءِ. جڏهن هڪ دفعو، توکي سيکت ملي آهي، ته ٻيهر ٻلجي به ظلم نه ڪجانءِ. سعديءَ جون اهي ڳالهيون ٻڌي هرڪو خيال ڪري. ڇو ته ڪِرڻ ڪان پوءِ سڀ ڪنهن کي اٿڻ نصيب نه ٿيندو آهي. ڪيترا ڪِرڻ ڪان پوءِ وڃي قبر ۾ پهچندا آهن.

## نصيحت

اي صاحبزادا! هي جهان فاني آهي، هميشه نه رهندو، هن دنيا مان وفاداريءَ جي اميد نه رکجي. ڏس ته حضرت سليمان عليه السلام جو تخت هواءِ تي هلندو هو، ته اهڙي حڪومت به نيٺ هڪ ڏينهن ختم ٿي. ان ڪري چڱو ماڻهو اهو چئبو، جيڪو عقل ۽ عدل سان هلي. اهو ماڻهو هن جهان ۾ ڪٽي ويو، جنهن مان مخلوق راضي رهي ۽ هرهڪ کي سندس ڪيل چڱائي ڪم ايندي. ۽ جيڪا ملڪيت هتي ڇڏي ويندو ته اها هن جي ڪهڙي ڪم جي ٿي.

## اجل کي اجمل ڇا ڪندو

ڳالهه ٿا ڪن ته: مصر ملڪ ۾ هڪ امير ماڻهو هو. موت جو

وقت اچي مٿان پهتس. منهن جو رنگ ائين متبو پئي ويس، جيئن سج جو رنگ لهڻ مهل ويندو آهي جهڪو ٿيندو. ويچ حڪيم سڀ مايوس ٿي ويٺا، ڇو ته وٽن موت جو علاج ڪونه هو. ڀلا اجل کي اجمل[1] ڇا ڪندو؟ سچ آهي ته: **كُلُّ مَنْ عَلَيْهَا فَانٍ وَّيَبْقَىٰ وَجْهُ رَبِّكَ ذُوالْجَلَالِ وَالْإِكْرَامِ**○ هر شيءِ فنا ٿيندي. رب جي ذات کي هميشه بقاء آهي.

چون ٿا ته: جڏهن ان امير جي حياتيءَ جو سج لهي رهيو هو، تڏهن چپن ۾ آهستي چئي رهيو هو ته: مون جهڙو سيٺ مصر ملڪ ۾ ڪونه هو. جڏهن هيءَ حال ٿو ڏسان ته چوان ٿو ته ڪجهه نه ڪيم. گهڻو مال دولت گڏ ڪيم، پر ان جو ڦل نه کاڌم، تان ته مسڪين وانگر هٿين خالي وڃان پيو. سياڻو ماڻهو اهو چئبو، جنهن پنهنجي هٿ سان مسڪين کي ڪجهه ڏنو يا سجائي ڪم ۾ ڪپاياٿين. دولت مان نفعو به اهوئي آهي ته هٿ ڪمايل دولت، ڪمائيندڙ کي مرڻ کان پوءِ ڪم اچي ۽ جيڪو مال هٿ بچائي ويو، اهو پويون سڀ پرايو ٿي ويو. پوءِ اهو افسوس ۽ ارمان جو سبب آهي. چون ٿا ته: مرڻ مهل هرڪو امير ماڻهو هڪ هٿ کوليندو آهي ۽ ٻيو هٿ بند ڪندو آهي. خبر اٿو ته: ائين ڇو ٿو ڪري؟ ڇو ته هن جي زبان ڳالهائڻ کان بيهي وئي آهي. هاڻي توکي هٿن سان اشارا ٿو ڪري. هڪ هٿ کولي توکي اشاري ۾ چوي ٿو ته: هٿن سان سخاوت ڪر، خير خيرات گهڻي ڏي! ٻيو هٿ بند ڪري توکي اشارو ٿو ڪري ته: ظلم ۽ حرص کان پري رهه! يعني جيڪي ڪرڻو اٿئي سو هٿ ڪر! جيڪي پوڪڻو اٿئي، پوکي وٺ. مٿان منڊ وجئي نڪري. پوءِ جڏهن هٿ ڪفن ۾ ويڙهجي ويندا ته، اُتان ٻاهر ڪڍي نه سگهندين. هي سج ۽ چنڊ، هي تارا ڪتيون روزانه پيا اُڀرندا ۽ لهندا، پر تون قبر مان نڪري، ڏسي نه سگهندي. جهان پيو هلندو، پر تون هن جهان ۾ نه هوندين.

## ماڳ ساڳيا مالڪ پيا مٽجن

ترڪيءَ جي بادشاهه قزل ارسلان کي هڪ مضبوط قلعو هوندو

(۱) دهليءَ جو مشهور حڪيم.

هو. ان جون ديوارون تمام بلند هيون ۽ اندر بہ ڪاڪ محل وانگر عجيب قسم جون ورن وڪڙن واريون گهٽيون هئس. اهو قلعو هڪ باغ جي وچ ۾ هو. جهڙو هو باغ سهڻو، تهڙو ان ۾ هيءُ قلعو خوبصورت لڳندو هو. هڪ ڏينهن ڪو درويش ان بادشاهہ وٽ اچي پهتو. هيءُ درويش جهان ديده ۽ نهايت عقلمند ۽ داناءُ ماڻهو هو. هلي اچي بادشاهہ وٽ وٺو. مرڪندي بادشاهہ کي چيائين تہ: سائين! هيءُ قلعو سٺو ۽ سهڻو آهي، پر آءٌ سمجهان ٿو تہ مضبوط ڪونهي. بادشاهہ پڇيو تہ: فقير! ڪيئن ٿو چوين تہ مضبوط ڪونهي؟ درويش وراڻيو تہ: توهان جا وڏا، ابا ۽ ڏاڏا هن قلعي ۾ ٿي رهندا هئا، پر پوءِ بہ موت جي منهن مان بچي نہ سگهيا. حياتيءَ جا چار ڏينهن قلعي ۾ رهي، رب ڏي راهي ٿي ويا ۽ هاڻي توهان بہ ڏينهن پُني هتان روانا ٿي ويندا. توهان جون اميدون اڌوريون رهجي وينديون. وري اچي توهان جا پونير قلعو وَسائيندا.

اي بادشاهہ سلامت! ٻين کي ڇڏي، توهان رڳو پنهنجي پيءُ مرحيات وارو دور ياد ڪريو تہ، جڏهن سندن حياتيءَ جا ڏينهن اچي کُٽا، تڏهن سندس ڪو اختيار نہ هليو. هي قلعو بہ ڪين وڏيڪ ترسائي نہ سگهيو. پوءِ جڏهن هن قسم جي قلعن ۾ اهڙي اميد ڪانهي، تہ چو نہ اميدون الله ۾ رکجن. سياڻي ماڻهوءَ کي گهرجي تہ هن دنيا جي جهان کي بي وفا سمجهي. ڏسو تہ هي قلعا، هي جايون جڳهيون ساڳيون بيٺيون آهن، پر مالڪ پيا ٿا مٽجن، تہ انهن شين سان دل بہ اوتري لائجي.

## نوشيروان کي نصيحت

چون ٿا تہ هڪڙو مستانو فقير ايران جي بادشاهہ نوشيروان وٽ آيو. چيائينس: سائين! توهان کان اڳيئن بادشاهہ جمشيد جو بخت ياڳ ٽٽل هئو، تڏهن توهان کي ان جي بادشاهي هٿ آئي. هن جو بخت هجي ها تہ هيءُ ملڪ اُن سان نيبهہ هجي ها. توکي جيڪڏهن قارون جو خزانو هٿ ۾ هجي، تہ اهو بہ فنا ٿي ويندو. البت اهو توهان جو آهي جيڪو هٿ سان خلق تي خرچ ڪريو ٿا. اڳتي اهوئي ڪم ايندو ۽ هيءُ بخت، تخت ۽ خزانا هڪ ڏينهن توهان کي بہ ڇڏڻا پوندا.

## دنيا جي بي وفائي

سلجوقي بادشاهه الپ ارسلان تي موت آيو، تڏهن سندس پٽ بادشاهي تاج پاتو. پيءُ کي سوڙهي قبر جي حوالي ڪري آيا. هڪ ڏينهن بادشاهه جو پٽ (شهزادو) گهوڙي تي چڙهيو، تاج پايو پئي ويو ته مٿس هڪ مستاني جي نظر پئجي وئي. ان چيو ته: زماني جا عجيب رنگ آهن. پيءُ مري ويو ته پٽس اڄ گهوڙي سوار آهي. زماني جو اهو حال آهي جو ڪنهن جي به بادشاهيءَ کي بقاء ڪونهي. پوڙها موڪلائي ٿا وڃن ته ڇوڪرا انهن جي جاءِ ٿا والارين.

اي دوست! هن جهان سان دل نه لاءِ، جو هيءُ جهان بي وفا آهي. دنيا هڪ فقير وانگر در در پئي ڀٽڪي. دنيا سان عشق نه ڪر! ڇو ته اها روزانه مڙس مٽائيندي آهي. اي انسان! اڄ تون نيڪي ڪر! جيسين تنهنجي هٿ ۾ ڪجهه آهي. سياڻي سڀ ڪجهه ٻين جي هٿ ۾ هوندو. پوءِ پڇتائڻ بي سُود هوندو.

## ظالمن کي تنبيهه

اڳاٽي زماني جي ڳالهه آهي. افغانستان ملڪ جي ”غور“ علائقي ۾ هڪڙو سرڪش ۽ ظالم بادشاهه رهندو هو. اهو علائقي جي ترقياتي ڪمن لاءِ عام ماڻهن کان گڏهه ظلم سان وٺي ونگار ۾ وهرائيندو هو. سڄو ڏينهن گگدامن کي ڪم ۾ وهائي، مٿن بار ڍوئي ساٽو ڪري ڇڏيندا هئا. وري پٽر دل اهڙو جو اهڙن جانورن لاءِ داڻي پاڻيءَ ۽ گاهه پٺي جو به ڪو انتظام نه ڪندو هو. نتيجي ۾ ٻن ٽن ڏينهن اندر گڏهه بکن ۾ پاهه تي مري پوندا هئا. جڏهن ڪنهن ڪميڻي ماڻهوءَ کي دولت هٿ اچي ٿي (يا طاقت ملي ٿي) ته هو هيٺن ڪمزورن لاءِ آزار بنجي پوندو آهي. هن کي پنهنجي اوچي ماڙي هوندي، ته غريبن جي ڪچين جاين ۽ جهوپڙين کي حقارت ۽ نفرت سان ڏسندو. انهن جي تحقير ڪندي ڪو شرم ئي نه ايندس.

ڳالهہ ٿا ڪن تہ: هڪ دفعي اهو بادشاهہ شڪار ڪرڻ جي ارادي سان ڪيڏانهن ٻاهر ويو. ۽ شڪار جي پٺيان مسلسل گهوڙو ڊوڙايائين. پوءِ تہ ساٿين ۽ نوڪرن کان پري ٿي ويو. ۽ رات پئجي وئي، واٽ بہ وڃائجي ويس. مجبوراً اڪيلو ڇڙو هلندي هڪ ڳوٺ ۾ اچي پهتو. اتي هُن هڪ مضبوط ۽ متارو لاسي گڏهہ ڏٺو. جنهن کي هڪڙو ڪُردي (ڪردستان جو رهاڪو) سوٽيءَ سان سَٽي ڪُٽي رهيو هو. اهڙو ٿي ڪٽيائينس جو ڇڻ هڏا ٿي ڀڳائينس.

اهو حال ڏسي، بادشاهہ اچي ڪاوڙيو. ڪُردي همراهہ کي سڏي چيائين تہ: هن گگدام تي تون وڏو ظلم ٿو ڪرين. تون ڏاڍو مڙس آهين تہ هيٺن جانورن تي اهڙا ڏاڍ نہ ڪر! هو ڪُردي بہ ڪو بگڙيو بيٺو هو. سو هن کي بادشاهہ جي ڳالهہ نہ وڻي ۽ هڪل سان وراڻيائينس تہ: آءٌ جيڪو ڪجهہ ڪريان ٿو، صحيح ٿو ڪريان. توکي جيڪڏهن خبر نہ آهي تہ ٻين جي معاملن ۾مداخلت نہ ڪر! تون پنهنجو ڪم ڪر! ڪيترا ماڻهو توکي ڏاڍ ڪندي نظر ايندا پر غور ڪندين تہ اهي بہ ان لاءِ مجبور ٿيا هوندا. بادشاهہ کي اهڙو ڪُتوجواب نہ وڻيو ۽ ڪُرديءَ کي چيائين: ڀلا ٻڌاءِ تہ هن ۾ ڪهڙي مصلحت آهي؟ آءٌ تہ سمجهان ٿو تہ توکي عقل ڪونهي. صفا مست چريو نہ آهين، تہ بہ اڌ چريو ضرور آهين.

ڪُرديءَ کِلي بادشاهہ کي چيو: چريو آهين تون! وڌيڪ نہ ڪُڇ تہ ڀلو. توکي شايد حضرت خضر عليه السلام جي ڳالهہ ٻڌل نہ آهي. (جيڪا سورة ڪهف ۾ لکيل آهي.) تہ هن درياءَ ۾ سفر ڪندي، ملاحن جي ٻيڙيءَ کي ڀڳو هو (ان ۾ سوراخ ڪيو هئائين.) هن ائين ڇو ڪيو هو؟ ان ڪري جو ان درياءَ واري علائقي تي هڪڙو ظالم بادشاهہ حڪومت ڪندو هو. هن جي ظلم ۽ ڏاڍ جو ڌهڪاءُ ماڻهن جي دلين تي ويٺل هو. پري پري ويٺن وارا ماڻهو بہ ان کان ڪنبايل هئا. جهان جو گهڻو حصو هن جي سِتمن سبب ستايل هو. هو مسڪين ماڻهن کان ٻيڙيون زوريءَ کسي وٺندو هو.

حضرت خضر عليه السلام ملاحن جي ٻيڙي هن ڪري ڀڳي، جيئن هو ظالم بادشاهہ هن کان ٻيڙي ڦري نہ سگهي. ٻيڙي ڀڳل

هوندي تہ ڪيئن ڦريندو؟ پڳل ٽٽل سامان بہ ڦرجڻ ڪان پاڻ وٽ پلو آهي. اهي اکر چئي ڪُردي وري ڪليو. بادشاهہ کي چيائين: آءٌ بہ چريو ڪونہ آهيان جو ناحق گڏهہ کي پيو ڪٽيان ۽ هن جون ڄنگهون پيو ڀڃان. وري بہ شڪر آهي جو هيءُ گڏهہ اسان جي علائقي جي بادشاهہ جي بيگر ۾ ڪونهي. نہ تہ بار ۽ بکن ۾ بي حال ٿي مئو پيو هجي ها.

جيئن پيڙين ڦريندڙ بادشاهہ، ظلم سبب بدنام ٿيو. ائين اسان جي علائقي جو بادشاهہ بہ ظلم سبب بدنام ٿيو آهي. حيف هجي اهڙي حاڪم تي، جنهن تي راڄ جي ماڻهن جي ڦٽڪار قيامت تائين پئي وسي. ڪو حاڪم، غريب عوام تي جيڪو ظلم ٿو ڪري، حقيقت ۾ اهو پاڻ تي ظلم ٿو ڪري. چو تہ سڀاڻي اهڙي ميدان ۾ ويٺو آهي، جتي مظلوم ماڻهو ظالم جي ڳلي کان جهلي حق طلبيندا. جيڪڏهن اتي پيو ڪجهہ نہ هوندو، تہ مظلومن جا گناهہ ظالمن تي سٽيا ويندا. پوءِ هو شرم کان ڪنڌ ڪڍڻ جهڙو نہ هوندو. اڄ جيڪو گگدام گڏهن تي سهنديءَ کان مٿي بار ٿو رکي، تہ سڀاڻي اهو پراوا ڳرا بار ڪلهن تي کڻندو. سچ پڇين تہ اهو انسان وڏو بدنصيب آهي، جنهن جي عيش عشرت ۾ بي پهچ مسڪين جو رنج ۽ تڪليف بہ شامل آهي. آءٌ چوان ٿو تہ: جيڪو ظالم سوين ماڻهن کي ستائي وجي ٿو سُمهي، اهو وري نہ اُٿي تہ ڀلو. يعني ننڊ ۾ ننڊ اچي وڃيس، مري پوي تہ ڀلو.

ڪُردي پورهيت هن ظالم بادشاهہ کي نہ پيو سڃاڻي، تڏهن بنا هٻڪ جي سيڪجهہ چئي ويو. بادشاهہ کي چڙ تہ گهڻي پئي آئي، پر هٿ وس نہ پيو هليس. جو بنهہ اڪيلو هو. تڏهن سيڪجهہ ٻڌي، سُمهي پيو. پر سڄي رات فڪرات سبب ننڊ ئي نہ آيس. پاسا ورائيندي رات پئي ڪٽيائين. تان تہ باڪ ڦٽي،پکي پکڻ اُٿيا، ٻوليون ٻولڻ لڳا. بادشاهہ بہ اٿي ويهي رهيو.

هوڏانهن سپاهين ۽ ساٿين گهوڙن تي چڙهي سڄي رات بادشاهہ کي پئي ڳوليو. نيٺ صبح سان اچي ساڻس مليا. سڀ سَرها ٿيا، ڪانا پينا ڪيائون. هاڻي وجي بادشاهہ کي هن ڪُردي جٽ جون ڳالهيون ياد آيون. هن کي دل تي بار بيٺو هو. سو حڪم ڪيائين تہ: راتوڪي

گستاخ جهنگلي (ڪُرديءَ) کي پڪڙي وٺي اچو! ويرم ئي نہ گذري تہ هن کي پڪڙي آڻي حاضر ڪيائون. بادشاهہ سخت دل ۽ ظالم اڳ ۾ ئي هئو. تنهن دير ئي نہ ڪئي. جلاد کي چيائين تہ: هن چٽ جو مٿو قربو آهي، جو مون سان سامهون ٿي پئي ڳالهايائين. الائي ڇاجو ڇا پئي چيائين. هاڻي ئي هن کي قتل ڪري ڇڏ!

ڪُرديءَ ويچاري ڏٺو تہ، اڄ هتان بچڻ محال آهي، ڀڄڻ جي ڪا راهہ ڪانهي. موت اکئين پئي ڏٺائين. پوءِ سوچيائين تہ: ڇو نہ حق، سچ جا اکر بادشاهہ کي چئي ڇڏيان. مَران هوئين ٿو تہ، ڇو مُڙان؟ پوءِ تہ بي ڊپائيءَ سان بادشاهہ کي هيئن چيائين:

اي بادشاهہ! موت ۽ حياتي تنهنجي هٿ ۾ ناهي. قبر واري رات آءٌ ٻاهر نٿو رهي سگهان. تقدير جو فيصلو اڳ ۾ ئي ٿيل آهي. تنهنجي ظلمن جي ڳالهہ جهان ۾ مشهور آهي. حيران هزارين مان نہ رڳو. پر ماڻهو تنهنجي ڏهڪاءُ سبب تنهنجي آڏو ڪجي نہ ٿا سگهن. پر مون کي عجب هن ڳالهہ جو آهي تہ، منهنجا ڳالهايل حق جا اکر توهان کي نہ وڻيا. مون کو غلط اکر تہ ڪونہ ڳالهايو هو. پر توهان چاهيو ٿا تہ، ڇڳائي چوندڙ جي ڀاڙ ئي پٽي ڇڏيو. جيئن اڳتي ڪير حق سچ چوڻ وارو موجود ئي نہ هجي. موت تنهنجي هٿ ۾ آهي تہ ڀلي مارائي ڇڏ! مون کي موت کان ڊپ ڪونهي. پر توهان لاءِ ڀلائي هن ۾ آهي تہ، ڪنهن بي گناهہ کي مارائڻ بدران ظلمن کان مڙي پئو! جيڪڏهن توهان جي ظلم سبب مسڪين مظلوم سک سان نہ سمهي سگهندا، تہ توکي سک ڪٿان نصيب ٿيندو؟ مون جهڙن ڪيترن کي تون ڪهرائيندين.

چار چاپلوس تنهنجي روبرو تنهنجي تعريف ڪن، واهہ ڀوتار واهہ! پيا ڪن ۽ ٻاهر غريب عوام پيو توکي پٽي ۽ پاراتا ڏئي، تہ اها بہ ڪا زندگي آهي! مطلب تہ بادشاهہ کي گهڻو ڪجهہ چئي ويو. جيتوڻيڪ دل ۾ پڪ هئس تہ جان ٿو هيءَ جهان ڇڏيان. پر پوءِ بہ حوصلي کان ڪم ورتائين.

الله جي قدرت اهڙي ٿي، جو هن جهنگليءَ جي نصيحت ظالم بادشاهہ جي دل تي اثر ڪيو. صفا نرم ٿي پيو. سڄو قصو سمجهي ويو.

پوءِ تہ هن جٽ جهنگليءَ تي اهڙو راضي ٿي پيو. جو سندس ڳوٺ واري ڪشادي علائقي تي حاڪم ڪٽي مقرر ڪيائينس.

سياڻن سچ چيو آهي تہ: دوستن، سڄڻن جي تعريف ڪرڻ تي دوڪو نہ ڪائجي. پر پاڻ بابت دشمن مخالفن جا سخن بہ ٻڌجن. ڇو تہ دوستن جي اکين تي محبت واري عينڪ چڙهيل آهي. انهن کي رڳو هڪ پاسو ئي نظر ايندو ۽ يقين ڄاڻ تہ تهنجي روبرو تهنجي تعريف ڪندڙ تهنجا سڄڻ ۽ خيرخواهہ ڪونهن. پر جيڪي تهنجون اوڻايون توکي ڪولي ٻڌائين، اهي ئي تهنجا خير خواهہ آهن.

بداخلاق دشمن جيڪي ملامت جا اکر چوي ٿو. اهي خوش خلق منڙي ٻولي ٻوليندڙ (چاپلوسي ڪندڙ) جي اکرن کان بهتر آهن. ڇو تہ هن جي اکرن ۾ نصيحت پريل آهي ۽ ڪو سياڻو سيبتو هوندو تہ اهو خار باز دشمن ۽ مُوذي مخالف جي چيل ملامت وارن اکرن تي سوچي، پاڻ سڌاري ويندو. يعني جيڪو ماڻهو تهنجي تعريف ٿو ڪري، تهنجي اوڻاين کان توکي آگاهہ نٿو ڪري، اهو تهنجو دشمن آهي، سڄڻ ڪونهي. اهو چاهي ٿو تہ تهنجا عيب تو ۾ موجود هجن.

## خوبصورت ٻانهيءَ جي ڳالهہ

خليفي هارون الرشيد جو پٽ مامون الرشيد جڏهن بادشاهہ ٿيو، تڏهن هڪ چنڊ جهڙي سهڻي ٻانهي خريد ڪيائين. ٻانهي اهڙي تہ سهڻي هئي، جو هن جو حسن سج وانگر تجلا ڏئي رهيو هو. گلن جي پتين کان بہ نازڪ ۽ نفيس هئي. ڪوبہ سياڻو سيبتو هن کي ڏسي ها، تہ مستانو ٿي پوي ها. هن جي اک عاشقن لاءِ صفا قاتل هئي. جيئن سج جي چوڌاري انڌلٺ سهڻي نهي، تيئن سونهن جي سج آڏو هن جي حسن جي هاڪ هئي. ڪو عبادتگذار درويش زاهد ڏسيس ها، تہ اهو بہ دل ڦرائي ويهي ها. هيئن ڪٽي چئجي تہ جنت مان ڪا حور لهي آئي هئي يا سينگاريل گُڏي هئي، جنهن کي قدرت سونهن سوپيا سان گهڻو نوازيو هو.

پوءِ چا ٿيو جو مامون وٽ اچڻ کان پوءِ. هن سان ملڻ کان ئي

انڪار ڪيائين. هاڻي بادشاهہ اچي ڪاوڙيو. چاهي پيو تہ تلوار جو ڏکُ هڻي، اهڙي مغرور ٻانهيءَ کي بہ اَڏَ ڪري وجهي. ٻانهي بہ سمجهي وئي. تنهن چئي ڏنس تہ: توسان ملڻ کان تيز تلوار سان ٽڪرا ٽڪرا ٿيڻ مون کي پسند آهي.

بادشاهہ چيس تہ: ڪهڙي سبب ڪري ايڏو بيزار آهين؟ مون مان توکي ڪهڙو ڏک پهتو آهي؟ ٻانهيءَ چيو تہ: بادشاهہ سلامت! توهان جي وات ۾ اهڙي بدبوءِ آهي جو آءٌ توهان جي ويجهو ويهي نٿي سگهان. تلوار سان موت هڪ دفعو ايندو پر توهان جي پرسان ويهڻ سان هر هر موت جو ذائقو چکڻو پوندو. اهڙي جيئڻ کان موت منظور اٿم.

بادشاهہ کي ٻانهيءَ جي ڳالهہ دل سان لڳي ۽ پاڻ تي ڏاڍي مٺيان لڳس، ڏاڍو صدمو رَسيُسِ. پوءِ تہ علاج ڪرايائين، ڏندڻ ڏنائين. نيٺ اڳيون عارضو ختم ٿي ويو، وات جي بدبوءِ خوشبوءِ ۾ تبديل ٿي ويس. پوءِ تہ ان ٻانهيءَ جا ٿورا مڃڻ لڳو، جنهن هن کي اهڙي عيب کان آگاهہ ڪيو هو ۽ هاڻي ٻانهي بہ ساڻس سک سان رهڻ لڳي.

ان مان سمجهہ ۾ آيو تہ: سچو خير خواهہ ۽ پلو دوست اهو آهي. جيڪو اطلاع ڏئي تہ فلاڻو ڪنڊو تنهنجي راهہ ۾ آهي. پليل پٽڪيل ماڻهوءَ کي چوڻ تہ: تون بلڪل نيڪ ٿو هلين. اهو تہ هن تي ظلم ڪرڻو آهي. جيڪو ماڻهو تنهنجي سامهون تنهنجا عيب نٿو ٻڌائي، تہ پوءِ تون پنهنجي عيبن کي بہ ڪمال سمجهندين پيو چا؟ جنهن ماڻهوءَ کي ماکي ۽ ڪنڊ ڪائڻي کاڻهي. ٻئي شيون هن لاءِ نقصانڪار آهن. ان آڏو ائين چوڻ تہ: هيءَ ماکي پلي آهي. هيءَ ڪنڊ سني اٿئي. اها دشمني آهي. هڪڙو دوا وڪڻندڙ چئي رهيو هو تہ: جيڪڏهن شفا گُهرجيوَ، تندرستي چاهيو ٿا تہ هيءَ ڪڙي دوا پيئڻي پوندي. تہ دوا کي ڪڙو چوڻ، اهو ڪو عيب ٻڌائڻ ڪونهي. اها تہ حقيقت ظاهر ڪرڻي آهي.

## بادشاهہ آڏو حق چوندڙ فقير جو قصو

ڳالهہ ٿا ڪن تہ: هڪڙو هو درويش فقير نيڪ مرد. ان تي ملڪ جو بادشاهہ ڏمرجي پيو. هن ڪري جو فقير، بادشاهہ کي حق سچ جا اکر

چئي ڏنا. جيڪي هن ڪي نہ وڻيا. بادشاھ بہ ڪو مغرور ۽ هٺيلو هو، تنهن ڪي نصيحت جا اکر ڪٺي ٿا وڻن. پوءِ تہ بادشاھ ان فقير کي قيد ڪرائي ڇڏيو.

فقير کي جيل ۾ ڪنهن دوست چيو تہ: بادشاھ آڏو توکي اهڙا چوڻ نہ گهرجن ها. تڏهن فقير وراڻيو تہ: هئي کي چڱائي چوڻ، نصيحت ڪرڻ عبادت آهي. آءٌ جيل کان ڊڄان ٿي ڪونہ ٿو. هي چار گهڙيون ڏکيون سکيون ويندين گذري، اجهو ٿو جيل مان نڪران.

چوندا آهن تہ: ڀتين کي بہ ڪن آهن. سو فقير جا چيل اهڙا اکر ڪنهن ٻڌا ۽ وڃي بادشاھ کي ٻڌايائين تہ: فقير هيئن ٿو چوي. بادشاھ ڪليو ۽ چيائين تہ: فقير اجايا پھہ وينو پچائي. جيل ۾ مرندو مري ويندو پر ٻاهر نہ نڪري سگهندو.

بادشاھ جا اهي اکر ڪنهن وڃي فقير کي ٻڌايا. پوءِ تہ فقير بادشاھ کي چوائي موڪليو تہ: هيءَ سڄي حياتي گهڙي ڪن تہ آهي. ۽ آءٌ فقير مسڪين اڳ ۾ ئي آهيان. غمن ڏکن جو بنھہ هيراڪ آهيان. مون کي ڪهڙي پرواھہ. اڳي بہ تنهنجي تعاون ۽ پگهار کان سواءِ پيو تڳندو هوس. اٿين هاڻي بہ پيو جيئندس. ۽ تون وڌ ۾ وڌ بہ مارائي ڇڏيندين، پيو ڇا ڪري سگهندين. آءٌ موت کان ڊڄان ٿي ڪونہ ٿو ۽ جيڪو موت کان نٿو ڊڄي، اهو جيل کان ڇو ڊڄندو.

توکي ڪٽي لشڪر ۽ خزانا آهن، حڪومت جو نٽ آهي ۽ مون کي عيال اولاد آهي ۽ سڄائيءَ جا سور آڏو آهن. پر ٻئي جٽا (بادشاھ ۽ فقير) جڏهن مري هتان روانا ٿينداسين، تہ هفتي ڪن کان پوءِ قبر ۾ ٻئي هڪجهڙا ٿي ويندا سين.

اي بادشاھ! هن چئن ڏينهن جي چٽڪي سان دل نہ لڳاءِ. اجايو پاڻ کي دوزخ جي باھہ ۾ نہ جلاءِ. توکان اڳ ۾ ڪيترا وڏا وڏا حاڪم ۽ تونگر گذريا آهن، جن هت ظلم ڪري، مسڪينن کي پئي مارايو ۽ جهان ۾ جيئندڙن کي پئي جلايو. تون انهن جي عاقبت مان سبق پراءِ! هتي اٿين رھہ،جو سڀاڻي تنهنجي مرڻ کان پوءِ ڪو توکي چڱائيءَ سان ياد ڪري. اٿين نہ ٿئي جو تنهنجي قبر تي ماڻهو اچي لعنتون وجهن.

بيڙائي ۽ برائيءَ جو ٻج نه پوک! ظلم جي رسم رائج نه ڪر! نه ته سياڻي هرڪو چوندو ته: فلاڻو منحوس اهڙي رسم وجهي ويو. پوءِ توتي ڦٽڪار پئي وسندي. ڀلا جيڪڏهن ڪو ڏاڍ ۽ ڌڪاءُ سان سيني کي هيٺان ڪيو ويٺو آهي، ته ڇا اهو قبر ۾ هيٺ ويندو ئي ڪونه؟ (نيٺ ته هيٺ به ٿيندو.)

اي بادشاهه! مون کي هن جيل جي ڏکن جي ڪا پرواهه ڪانهي. تون پنهنجو فڪر ڪر! الله دلين جو مالڪ آهي. اهو سڀ ڪجهه ڄاڻي ٿو. سک اڱڻين جهان جو گهرجي. هتي جو ڏک ۽ سک سڀ عارضي آهن. انهن جو ڪهڙو فڪر! (منهنجي غريباڻي ۽ ڪکائي گهر ۾ هن جيل جيتريون سهوليتون به ڪونهن. ته پوءِ هت پريشان ڇو ٿيان.)

## سُڃي پهلوان کي نصيحت

هڪڙو هو طاقتور پهلوان مڙس. پر روزگار جي باري ۾ صفا نياڳو هو. نه نيرن تي کائڻ لاءِ ڪجهه هوس، نکو رات جي روٽي لاءِ ڪجهه حاصل هوس. ويچارو بکئي پيٽ لاءِ حَمالي ٿي پئيءَ تي ڳرو بار کڻندو هو. ڀلا رڳو طاقت ۽ ٿونشن سان ته روزي حاصل ڪري نٿي سگهجي. اهو پهلوان زماني جي ان گردش سبب نهايت مايوس ۽ پريشان رهندو هو. ڪڏهن پنهنجي ڦٽل ڀاڳ سان مقابلو پيو ڪندو هو، ته ڪڏهن بيپرواهه جهان سان جهيڙو جوٽيندو هو. ڪڏهن ٻين ماڻهن جي عيش آرام کي ڏسي وات ڀاڻي پيو ٿيندو هوس. ته ڪڏهن پريشانين سبب روئي به ڏيندو هو. هو سمجهندو هو ته: ٻيا سڀ سکيا آهن، ڏکيو آهيان ئي آءٌ. ۽ چوندو هو ته: ٻيا ماڻهو ماکيون، مٺايون، ملايون ۽ مرغيون پيا کائين ۽ مون کي جوئر جو ڊوڊو ساڳ سان نصيب ڪونهي. ماڻهو ڊورن، ڊڳن، ڪتن ۽ ٻلن کي به سِيءَ کان بچائيندڙ جُهلون پيا وجهن ۽ مون کي اوڍڻ لاءِ ڪو اوڇڻ ڪونهي! هيءُ به ڪو انصاف آهي؟

هاءِ جيڪر! اهڙو ڪو ڦرڪو ڦري جو مون کي ڪنان وڏو خزانو هٿ اچي وڃي، جو هن ڀڳهرائيندڙ گهٽي محنت کان بچي پوان. ڪجهه ڏينهن آرام جي زندگي گذاريان.

پوءِ چا ٿيو جو هڪ ڏينهن ڪٿي مزدوري ڪندي ڪوڙر سان ڪڏ ڪوٽي رهيو هو تہ زمين مان هڪ ماڻهوءَ جي هڏائين کوپري نڪتي. مٽيءَ ايترو ڪاڏو هوس جو وات مان ڏند ڏائون پئي ڪِريس. ان ڪوپرائي زبان حال سان چڻ هيئن پئي ڳالهايو: اي فلاڻا! هن حال تي رهندي بہ ڪا شڪايت نہ ڪر! اجهو ڏندن ۽ ڏائن جو هيءُ حال ٿيٺو آهي. پوءِ دنيا ۾ چڱو چوڪو ڪاڏو هجئي يا سادو سُودو، رُکو ۽ سُکو رهڙيو هجئي.

اهو حال ڏسي هيءُ پهلوان پاڻ کي چوڻ لڳو: اي نفس ندورا! هن زماني جي گردش ۽ لاهن چاڙهن کي ماٺ ڪريو پيو سَهُہ! اجايو ڳڻتيون ڪري پريشان ٿين ٿو. هت هن جهان ۾ هڪڙي ماڻهوءَ جي مٿي تي ڳرو بار آهي ۽ ٻئي کي مٿي تي بادشاهي تاج آهي، هن جي چوٽي آسمان سان ٿي لڳي. مرڻ ڪان پوءِ ٻنهي جو هڪجهڙو حال هوندو. هي خوشيون، هي پريشانيون سڀ عارضي ۽ فاني آهن. رهندو وڃي نيڪ نالو ۽ ڪنهن سان ڪيل چڱائي باقي رهندي. هي تاج، تخت فنا ٿي ويندا. هن عيش، عشرت، راڄ ڀاڳ، ملڪ لشڪر تي ڪو ڀروسو ڪونهي. جو تہ اڄ ڪان اڳ ۾ ڪيترائي خان خانان، حاڪم، بادشاهہ گذريا ۽ اڳتي بہ ايندا. هيءَ دنيا جڏهن ڇڏبي. تڏهن انهن مرتبن مان ڪجهہ باقي نہ رهندو.

## ڪلر مان ڪين ٿئي توڙي جاري ڀيارينس جر.

ڳالهہ ٿا ڪن تہ: ڪنهن ولايت ۾ هڪڙو سخت دل ظالم بادشاهہ حڪومت ڪندو هو. ان جي زماني ۾ ملڪ ۾ ظلم ۽ ڪلور جي ڪاري رات ڇانيل هئي. ڪيترن ماڻهن کي رات جو سک جي ننڊ نصيب ڪانہ هئي ۽ ڏينهن جو هرڪو ماڻهو مصيبتن سبب مُنجهيل رهندو هو تہ رات جو ڪيترا پلارا ٻانها نفل پڙهي دعائون گهري ٽائيم پيا پاس ڪندا هئا.

چون ٿا تہ: ملڪ جا ڪجهہ ماڻهو گڏجي ان وقت جي ڪنهن مشهور بزرگ وٽ وفد ڪري وڃي پهتا. ۽ ظالم بادشاهہ جي ظلمن جا داستان هن پلاري کي روئي ٻڌايائون ۽ عرض ڪيائونس تہ: اسان توهان ۾ هيءَ اميد رکي آيا آهيون تہ توهان ان ظالم بادشاهہ سان ملو ۽ ڪيس وعظ نصيحت ڪريو، مَنَ ڪجهہ خدا ڪان ڊڄي. چال ۾ سڌارو آڻي. اي

پلارا! الله تعاليٰ توهان کي عزت آبرو نصيب ڪئي آهي، اسان سمجهون ٿا ته بادشاهه توهان جو چيو اصل نه موٽائيندو.

اهو ٻڌي هن پلاري بزرگ ڪُڇيو. چيائين ته: مون کي هن ظالم جي ظلمن تي ايڏو ارمان ڪونهي، جيترو توهان دوستن جي هن مطالبي تي افسوس ٿيو اٿم. چو ته نصيحت جو ٻج به ڪنهن چڱيءَ ڌرتيءَ ۾ پوکبو آهي. سخت ۽ ٺڪر زمين ۾ اهڙو قيمتي ٻج ضايع نه ڪبو آهي. هيءُ بادشاهه حق ۽ انصاف کان ايڏو پري آهي، جو ڪيس ظلم ۾ مزو ٿو اچي. ناحق کي حق ٿو سمجهي. ته ان کي نصيحت ڪرڻ بلڪل فضول آهي. نيڪ نصيحت به ڪنهن ماڻهوءَ تي اثر ڪندي آهي. نصيحت ڪجي به اهڙن کي. هن قسم جي ظالمن ۽ بي عقلن وٽ آءٌ علم ۽ هدايت جي ڳالهه ڪندو ئي نه آهيان. اهو چڱ قيمتي قولن کي رائگان ڪرڻو آهي.

بالفرض جيڪڏهن آءٌ بادشاهه وٽ وڃي نصيحت ڪندس ۽ ظاهر آهي ته هن تي ڪو اثر ڪونه ٿيندو ته، ويتر مون کي دشمن سمجهندو ۽ وير رکندو. جنهن بادشاهه جي عادت حق تي هلڻ جي هوندي ته اتي نصيحت چوندڙ جي دل به مضبوط هوندي. ظالم آهي چور ۽ نصيحت ڪندڙ آهي چوڪيدار، سو ٻنهي جو ناهه ڪيئن ٿيندو؟ مطلب ته بزرگ، ظالم بادشاهه کي نصيحت ڪرڻ نه ويو.

## سياڻپ جا سخن

- جيسين حڪمت عمليءَ سان ڪم هلي سگهي، تيسين دشمن سان صلح ڪري رهڻ، لڙائيءَ کان بهتر آهي.
- دشمن کي شڪست ڏيڻ جيتري طاقت پاڻ ۾ نه سمجهجي، ته پئسا ڏوڪڙ خرچ ڪري فساد کي پيو ٽارجي.
- جنهن دشمن جي ايذائڻ جو خوف هجي، ته اهڙي دشمن تي، ويتر احسان گهڻا ڪجن. احسان هن جي تکن ڏندن کي به مڏو ڪري وجهندا.
- سهڻي تدبير ۽ سياڻپ ان ۾ آهي ته، جيسين چڪ سان دشمن جو مضبوط هٿ چيڙي نٿو سگهجي، تيسين دشمن جو اهو هٿ چُمجي.

- عقل ۽ سياڻپ سان رستم جهڙن پهلوانن کي بہ قيد ڪري سگهجي ٿو.
- جڏهن دشمن ڳاٽي چڙهندو اچي ۽ تو ۾ مقابلي جي طاقت بہ آهي تہ پوءِ پلي ڪل لاهيس.
- طاقت نہ هجي تہ ڪنهن ڪمزور ڪميٽي سان بہ هٿ نہ اٽڪائجي، ڇو تہ ڪڏهن ڪمزور ۽ سنهڙين بوندن مان وڏا تلاء بنجي پوندا آهن. (ننڊين چٽگن مان پيڙ ہري پوندا آهن.)

مناسب ڇاڻجي تہ منهن ۾ سونڊ بہ نہ وجهجي. (يعني ايتري ڪاوڙ ۽ سختي بہ نہ ڪجي) جڏهن ڏسجي تہ منهنجا دوست دشمن ڪان ٿورا آهن ۽ دوست بہ مون ڪان ايترو خوش نہ آهن، جيترو دشمن ڏمريل آهن، تہ پوءِ لڙائيءَ وارو پاسو بنهہ ڇڏي ڏجي. پر جيڪڏهن ڏسجي دشمن بنهہ ڪمزور آهي ۽ آءٌ طاقتور آهيان، تڏهن بہ هيٺن تي هلان ڪرڻ نامناسب آهي. مطلب تہ جهان ۾ ڦڏن فسادن جهيڙن ۽ جنگين ڪان جيترو ٿي سگهي پاڻ بچائجي. صلح، سانت، امن، سلامتيءَ سان رهجي.

البت جڏهن ڏسجي تہ دشمن رڳو وڙهسان وڙهسان پيو ڪري، تہ پوءِ ڪمزوري نہ ڏيکارجي. مڙس ٿي مقابلو ڪجي. پوءِ اهڙن وقتن تي توتي ڪا ميار ڪانهي. جڏهن اهنڍ ۽ ڏنگو دشمن نرميءَ ۽ صلح کي بزدلي ۽ ڪمزوري سمجهندو هجي، تہ اهڙي حاسد دشمن سان نرمي ڪرڻ، هن کي شِنگ ڪرڻ ۽ هنيلو بنائڻ جي برابر آهي.

۽ جڏهن ڏسين تہ دشمن عاجزي ڪندي تنهنجي تڏي هلي آيو آهي، تہ تون بہ پنهنجي روش تبديل ڪرا هو بچاء گهري، تہ بچاءُ ڏينس. پر وري بہ احتياط سان رهڻ ضروري آهي. چوندا آهن تہ: ڪاڻئِرِ ڏَڪُ نہ هٽي. جي هٽي تہ جهوري. (ڪاڻئر معنيٰ ڪمزور.) پوءِ يقين ڄاڻ تہ دشمن پوڙهو هوندو ۽ هن جي جسم ۾ وڙهڻ جي طاقت نہ هوندي، تہ بہ تجربن ۾ هوشيار هوندو، ۽ ڏاهپ سان توسان وڙهي ويندو، ان ڪري خبرداري ضروري آهي.

سياڻن چيو آهي تہ: لڙائيءَ وقت، پڇڻ جي واٽ بہ اڳ ۾ ئي تاڙيل هجي. جو چوندا آهن تہ: ”جتي پڇڻ ناهي پَهُ، اُتي پڇڻ ڪم وريام جو“

جڏهن ڏسجي تہ، لڙائيءَ ۾ سڄو لشڪر پٺي ڏئي وڃي ڀڳو آهي تہ اهڙي وقت ۾ تون اڪيلو پوئتي رهي، پاڻ نہ ماراءِ. اهڙن وقتن تي سپاهي هن ۾ آهي تہ: لشڪر جي ڪنهن پاسي ۾ هججي ۽ پڇڻ جي واهہ هجي تہ پڇي جان ڇڏائجي ۽ جيڪڏهن وچ ۾ اچي وڃجي. دشمن کان پڇڻ جي واٽ ئي نہ ٿي ملي. تہ پوءِ دشمن وارو لباس پائي بچاءُ ڳول.

لڙائيءَ جو هيءُ اصول بہ ياد رک تہ جنهن وقت ڏسجي تہ پنهنجو لشڪر هزار ڪن آهي ۽ دشمن جو لشڪر بہ سؤ ڪن مس آهي، تہ اهڙن موقعن تي بہ رات جي وقت دشمن جي پرسان بي خوف ٿي نہ رهہ. پنهنجي ڇانوڻيءَ ۾ پنجاهہ ماڻهو،پنج سؤ ماڻهن جي ڏِک ڏيندا آهن.

جڏهن ڏسين تہ دشمن ڀاڄ ڪاڏي آهي، تہ ان جو گهڻي تائين پيڇو نہ ڪر! متان تون پنهنجي ساٿين کان ڇڄي وڃين ۽ دشمن وٽ قيدي ٿي پوين. ۽ لڙائيءَ وقت سپهہ سالار تي چونڪي ڏيڻ، وچ لڙائيءَ ۾ لڙڻ کان بهتر ۽ دليري آهي. ڇو تہ ان ڪم ۾ بہ ڪو خطرو گهٽ ڪونهي.

جوانمردي ۽ پهلواني اها آهي جو ڪنهن بہ لڙائيءَ ۽ جنگ کان نہ ڊڄجي پوءِ ڇو نہ آڏو مقابلي ۾ ياجوج ماجوج جا ڪٽڪ ۽ لشڪر هجن ۽ حاڪمن جو ڪم آهي تہ لڙائيءَ کان اڳ ۾ ئي فوجين جي دل وٺجي. کين خوش رکجي. جيئن وقت اچڻ تي ڪم اچي سگهن. لڙائيءَ کان اڳ ۾ ئي لڙاڪو جوانن جا هٿ چمڻ گهرجن. جڏهن لڙائيءَ جو وقت متان اچي ويندو آهي تہ، ان وقت هرڪو فوج جو آڌرياءُ ڪندو آهي. ملڪ جي سرحدن جي حفاظت فوج سان ئي ٿيندي آهي. ۽ فوج جي دل مال دولت سان خوش ٿيندي آهي. ڪوبہ ملڪ تڏهن سوڀارو ٿي سگهندو، جڏهن فوجي اطمينان ۽ دل سان دفاع ڪندا.

فوجي پنهنجي سِر جو ملهہ ٿو وٺي. جيڪو سر قربان ڪرڻ لاءِ تيار آهي، ان چار پئسا بہ نہ لهڻا ڇا؟ هن سان پگهار ۽ پئسن ڏيڻ ۾ پڪائي ڪبي، تہ هو وري لڙائيءَ کان ڪيٻائيندو. جنهن جو کيسو خالي ۽ غريبيءَ کان دل پريشان هوندي، اهو لڙائيءَ ۾ ڪهڙي دليري ڏيکاريندو!

## قيمتي قول

جهاد ۽ لڙائيءَ ۾ ڪُڏي پوڻ شيرن ۽ مڙسن جو ڪم آهي. اهڙن موقعن تي ڪڏهن نوجوانن کان پيرسن مجاهد ڏاڍا ڪارائتا ٿيندا آهن. جوان مرد يلي تيز ۽ تکڙي تلوار هلائي، پر پيرسن تجربيڪار وڌيڪ ٿيندو آهي. هاٿيءَ کي دسيندڙ نوجوان ۽ شينهن کي شڪار ڪندڙ پهلوان، ڪڏهن پوڙهي لومڙ جي چالبازيءَ کي نه سمجهي سگهندو آهي. تڏهن سمجهه، ته پيرسن مجاهد جهانديده، داناء ۽ تجربيڪار ٿيندو آهي. چو ته هُن زماني جون گرميون سرديون ڏٺيون آهن. ان ڪري نوجوان مجاهدن کي پوڙهن مجاهدن جي مشورن کان منهن موڙڻ نه گهرجي.

سياڻن جو قول آهي ته: جيڪو بادشاهه ملڪ جي مضبوطي ۽ خوشحالي چاهي، اهو ملڪي وڏا ڪم نوجوانن جي حوالي نه ڪري ۽ فوج جو سپهه سالار به صرف اهڙن تجربيڪار ماڻهن کي ڪري، جن جي عمر جو گهڻو حصو لڙاين ۾ گذريو هجي. چو ته شڪاري ۽ تجربيڪار ڪتو،چيتي کان به نه ڊڄندو. پر ناتجربيڪار شينهن،لومڙيءَ کان به ڊڄي ويندو. جيڪو ماڻهو ننڍي هوندي کان وٺي شڪار وغيره ۾ وڏي جوان ٿو ٿئي، ته اهو لڙائيءَ کان به ڪونه ڪيٻائيندو. پر جنهن عمر ۾ هڪ ڪُڪڙ به نه ڪٺي هوندي ۽ عيش آرام ۾ پلجي وڏو ٿيو هوندو، اهو لڙائيءَ ۾ چا لڙي سگهندو!

تجربيڪار سياڻن جو چوڻ آهي ته: جيڪو مجاهد سڏائي، لڙائيءَ ۾ پوئتي ڀڄڻ جي ڪوشش ڪري، ته اهڙي کي دشمن کان اڳ ۾ تون ئي ڌڪ هڻي ماري وجهه! چو ته اهڙي ڊڄڻي جوان کان ڪدڙو ۽ عورت بهتر آهن. (چو ته هڪڙي پهلوان جي پوئتي ڀڄڻ سبب،ٻين تي به اثر پوندو ۽ مورڳو جنگ ۾ ئي شڪست ملي ويندي.)

## لڙاڪو پهلوانن کي نصيحت

ايران جو مشهور پهلوان ”گرگين“ نالي ٿي گذريو آهي. هڪ

دفعي ان پنهنجي پهلوان پٽ کي چيو پئي ته: اي پٽ! جڏهن تن تي هٿيار پهري، لڙائيءَ جي ميدان ۾ پهچين ته، اتي عورتن وانگر ڪمزور ٿي ۽ پاڙيو ٿي پڇتو نه آهي. اهڙين جاين تي پڇي، پهلوانن جو نالو نه لڄائجي. پڇندين تون ۽ بدنام پهلوان ٿيندا. جنهن کي پڇڻ جو ارادو هجي،ته اهو لڙائيءَ جي ميدان ۾ وڃي ئي نه. (جي تو سانگو سِر جو ته تون چا وِڙهندين وڃ!) جيڪو فوجي لڙائيءَ جي ميدان ۾ پٺي ڏئي پڳو ته ان جڻ پنهنجن فوجي مجاهدن جو ڪنڌ لاهي وڌو.

جيڪڏهن ٻه ساٿي ڪنهن جنگ جي ميدان ۾ ڦاسي پيا،ته ڪين هڪ ٻئي جي بچاءَ لاءِ ڪوششون ڪرڻ گهرجي. اهڙي وقت، هڪڙي ساٿيءَ کي ڦاٿل ڏسي، ٻئي ساٿيءَ جو پڇي جان ڇڏائڻ ،شرم ۽ ٻڏي مرڻ جهڙي ڳالهه آهي. البت جڏهن ڏسجي ته لڙائيءَ جي ميدان ۾ اڪيلو ڦاسي پيو آهي، ته اتي آڻ مڃڻ۽ شڪست جو اقرار ڪرڻ ٻه غنيمت آهي.

## بادشاهن لاءِ نصيحتون

دانائن جو قول آهي ته: هر بادشاهه کي گهرجي ته ٻن ماڻهن جو خاص خيال رکن. هڪ جوان مرد ۽ پهلوانن جو (يعني انهن جي سٺي پرورش ڪن) ٻيو رازدانن جو. متان اهي راز واڻڪا ڪن.

سياڻا بادشاهه، لڙاڪو پهلوانن کي سٺي طرح پاليندا آهن. جيڪي ملڪ ۽ حڪومت جو دفاع ڪري سگهن.

- جنهن ماڻهوءَ کي تلوار هلائڻ (هٿيار هلائڻ)جو ڏانءُ ڪونهي ۽ نڪو لکڻ پڙهڻ ئي اچيس ٿو، ته اهڙي ماڻهوءَ جي مرڻ تي ارمان ئي نه ڪجي.
- بادشاهن کي گهرجي ته اهل قلم عالمن ۽ صاحب السيف (هٿيارن جي استعمال ۾ ڪمال رکندڙ) پهلوانن جو قدر ڪن.
- دشمن لڙائيءَ جو سامان گڏ ڪندو وتي ۽ تون نشي پتي، عيش آرام ۾ پورو هجين، ته اها وڏي بي عقلي آهي ۽ اهڙي حڪومت گهڻو وقت هلي به نه سگهندي.

- سخت دشمن سان لڙائي ڪرڻ کان نہ ڊڄجي.
- جاني دشمن سان صلح ڪرڻ ۾ ڪيترائي خطرا آهن. جو تہ ڪيترا دفعا هيئن بہ ٿيو آهي جو، دشمن ڏينهن جو صلح ڪري، رات جو فوج ڪاهي، مٿان اچي ڪڙڪي.
- پهلوان ۽ جوان مرد، پٿريلي زمين تي هيٺ ٿي سمهي پوندو آهي. نرم بسترا تہ عورتون ڳوليندیون آهن.
- مجاهد مڙس سمهڻ وقت بہ هٿيار پاڻ کان پري نہ ڪري.
- جيترو ٿي سگهي لڙائيءَ جو سامان لڪ ڇپ ۾ هٿ ڪجي. جيئن هٿيارن جي خبر دشمن کي نہ پوي.
- ٻن ڪمزور دشمنن جي وچ ۾ بي پرواهہ ۽ بي خبر ٿي رهڻ، عقلمندي ناهي، جو تہ ٻئي ڪمزور گڏجي سوچ سوچيندا،تہ منصوبو وڏو تيار ڪري سگهن ٿا. ان ڪري بهتر آهي تہ هڪڙي دشمن کي اتڪل سان خاموش رک! ۽ ٻئي سان لڙائي هلندي رهي. جيڪڏهن ڪو دشمن لڙائيءَ لاءِ ڪاهي اچي،تہ تون اعليٰ تدبير سان ان جو مقابلو ڪر! اهڙن وقتن تي دشمن جي دشمن سان وڃي اتحاد ڪر. انهن سان دوستيءَ جو هٿ وڌاءِ!
- جڏهن ڏسين تہ دشمن جي لشڪر ۾ ڦوٽ پئجي چڪي آهي، تڏهن تون هٿيار استعمال نہ ڪر. جو تہ جڏهن بگهڙ پاڻ ۾ وڙهڻ لڳن، تڏهن ٻڪريءَ کي مفت ۾ آرام ملي ويندو آهي. جڏهن دشمن پاڻ ۾ وڙهن، تہ تون بي فڪر ويٺو تماشو ڏس!
- جڏهن تو لڙائيءَ لاءِ هٿيار ڪنيا، تہ اندروني طرح صلح جي راهہ بہ تلاش ڪندو رهہ (ذهني طرح صلح لاءِ تيار رهہ.) جو تہ، مشهور دلير پهلوانن بہ نيٺ صلح جي راهہ اختيار ڪئي آهي.
- دشمن جي نفسيات جي ڄاڻ رکڻ بہ ضروري آهي. ان کان پوءِ اهڙا اُپاءَ وٺڻ گهرجن، جو هو پاڻ اچي پيش پوي.
- جڏهن دشمن جو ڪو سردار يا ڪمانڊر گرفتار ٿي اچي، تہ ان کي هڪدم قتل نہ ڪجي. مٿان توهان جو بہ ڪو قيمتي ماڻهو انهن وٽ

قيدي ٿي پوي. جيڪڏهن توهان دشمن جي ڪمانڊر کي قيد ڪرڻ کان پوءِ قتل ڪيو، ته پنهنجي همراهه تان به هٿ کڻو!

- جنگي قيدين تي سختي نه ڪجي. ڇو ته وارا ڦيرا آهن. پنهنجا به ڪي جوان قيد ٿي سگهن ٿا.
- دشمن فوج جو ڪو ڪمانڊر تو وٽ اچي پيش پوي، ته ان جي عزت آبرو ڪر! ائين ڪبو ته، ٻيا ڪمانڊر به اچي پيش پوندا.
- تون دشمن جي ڏهن ماڻهن جي دل وٺين، اهو دشمن تي هڪ سؤ دفعا حملو ڪرڻ کان بهتر آهي.
- دشمن جو ويجهو مائٽ يا قريبي ساٿي، توسان اچي دوستي رکي، ته ان جي مڪاريءَ کان غافل نه ٿجانءِ! ڇو ته جڏهن به هُن کي پنهنجي مائٽ (تو واري دشمن) جي ڀائپي، برادري ياد پوندي، ته هن جي دل زخمي ٿي پوندي.
- دشمن جي مٺڙين ڳالهين ڏي توجه نه ڪر! متان هن جي ماکيءَ جهڙين ڳالهين ۾ زهر مليل هجي.
- جيڪو پنهنجي سڄڻن ۽ خير خواهن کي دشمن سمجهندو ته اهو دشمن کان محفوظ رهي نه سگهندو.
- جيڪو سپاهي پنهنجي آفيسر جو نافرمان بڻجي تو وٽ اچي لڪو آهي، ته ان کي پاڻ وٽ ملازم نه رک! هن پنهنجي پهرئين محسن جو جهڙو قدر ڪيو آهي، توسان به اهڙي ڪار ڪندو. اهڙي ماڻهوءَ جي قسمن تي به ڪو اعتبار نه ڪجانءِ! اڃا به ان بابت ڄاڻ حاصل ڪندو رهه! متان ڪنهن منصوبي تحت تو وٽ اچي لڪو هجي.
- نئين سيڪڙات تي ٿوري گهٽي تي پڪڙ نه ڪر! نه ته هو ٻي دليو ٿي پڇي ويندو.
- ڪنهن ملڪ جي ڪنهن حصي جو توهان محاصرو ڪريو ته اهو علائقو، اتي جي قيدين جي حوالي ڪري ڇڏيو ۽ جيڪڏهن توهان جو ڪنهن ملڪ يا علائقي تي قبضو ٿي وڃي ته اتي جي ماڻهن کي اڳي کان سکيو رکو. هن ڪري ته جيڪڏهن اڳيون بادشاهه وري

حملي ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو، ته اتي جو سڪيو عوام هن کي اچڻ ئي نه ڏيندو.

- جيڪڏهن ڪنهن به علائقي جي ماڻهن کي توهان ايذايو، ته توهان اهو علائقو دشمن جي حوالي ڪرڻ لاءِ تيار ٿيا آهيو. پوءِ هيئن نه چئجانءِ ته: فلاڻي دشمن حاڪم حملو ڪيو. پر هيئن سمجھ ته اهي علائقي وارا ئي دشمن ٿيا آهن.
- دشمن سان لڙائي اٽڪل سان ڪر. ان لاءِ مصلحت ۽ سوچ ويچار کان ڪم وٺ ۽ پنهنجا راز مخفي رکندو ڪر! هر ڪنهن سان راز جون ڳالهيون ظاهر نه ڪندو ڪر! چون ٿا ته: سڪندر بادشاھ جڏهن يورپ سان لڙائي لڙندو هو، تڏهن پنهنجي تنبوءَ جو دروازو اوڏانهن نه ڪندو هو. ته متان ڪير راز معلوم ڪري وجي. ۽ جڏهن بهمڻ بادشاھ، زابلستان ڏانهن لڙائيءَ لاءِ روانو ٿيو، تڏهن عوام ۾ مشهور ڪيائين ته ٻئي پاسي ويو آهي. تنهنجي ارادن جي ٻين کي خبر هجيءَ ته پوءِ تنهنجي سمجھ تي روئڻ گهرجي.
- جهان ۾ سخا گهڻي ڪر، ڇو ته احسان سان گهڻا ماڻهو پنهنجا ٿي پوندا آهن.
- جڏهن ڪو ڪم نرميءَ سان نڪري ٿو، ته سختيءَ ڪرڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي! (ننهن سان ڇڄي، ته ڪاتيءَ جو ڪَپُ ڪونهي.)
- جيڪڏهن تون چاهين ته پاڻ نه ڏڪوئجين، ته ٻين جي دل نه ڏڪوءِ.
- زور زبردستيءَ سان ۽ ڏنڊي جي زور سان سپاھ پنهنجو نه ٿيندو آهي. پر احسان ۽ قرب سان پرائو به پنهنجو ٿي سگهي ٿو.
- لڙائيءَ وقت ڪمزورن جو تعاون، هيڻن جون دعائون، ڏاڍن مڙسن جي طاقت کان وڌيڪ سمجھ! ۽ غريبن وٽ هلي وڃڻ سان وڏي طاقت حاصل ٿئي ٿي. ۽ ان سان عزت ويتر وڌي ٿي.

باب ڀيو

# احسان بابت

جيڪڏهن توکي عقلُ سمجهه آهي، ته يقين سان ڄاڻ ته ڪنهن به شيءِ جي حقيقت رهندي آهي، صورت نه رهندي آهي ۽ جنهن انسان کي عقل، سخا ۽ تقويٰ نه آهي، ته اهو ماڻهو رڳو ظاهري صورت ۾ انسان آهي. ۽ جنهن ماڻهوءَ کان ٻين انسانن کي سڪون ۽ آرام حاصل آهي، اهو مرڻ کان پوءِ مٽيءَ ۾ به آرام سان رهندو. ان ڪري هتي ئي پنهنجو فڪر ڪر، ۽ مرڻ کان پوءِ تنهنجو فڪر ٻئي ڪنهن کي نه هوندو. (قبرءِقيامت ۾ آرام حاصل ڪرڻ چاهين،ته ان لاءِ هت ئي سوچ!)

ڪجهه اتئي ته هٿن سان هت سخا ڪر. نه ته مرڻ کان پوءِ تنهنجي ڪمايل دولت تنهنجي نه رهندي. ۽ جيڪڏهن چاهين ته پريشانين کان بچي وڃين، ته پوءِ هت ٻين پريشان حال ماڻهن کي نه وسار! سائڻ تعاون ڪر! پئسو هٿن جي مر آهي. پري ڏيندين هت هٿن سان ڏوئي، ته اتي ڪم ايندئي اهوئي، پويون سڀ پرايو اٿئي. اها دولت سياڳي چئبي، جنهن سان آخرت جو سامان جوڙين. هت فقير مسڪين اگهاڙن کي ڪپڙا ڍڪاءِ ته، اڳتي تنهن جي عيبن کي الله تعاليٰ ڍڪي. هت ڪنهن مسافر مسڪين کي دروازي تان نه ڌڪار! متان توکي به ڪتان ڌڪاريو وڃي. اڄ محتاجن جي سار لهه! ڇو ته تون به ڪڏهن محتاج ٿيندين. ڪنهن ڏکويل سان همدردي ڪر، متان تون به سيائي ڏکن ۾ ڏدل ٿي پوين. تون هت هيٺن سان همدردي ڪر! متان سيائي تون به ڪمزور ۽ هيٺو ٻنجي پوين.

اڄ جيڪڏهن تون ڪنهن جو محتاج نه آهين،ته رب جو شڪر! ۽ شڪراني ۾ محتاجن کي خالي نه موٽاءِ. (محتاجن سان تعاون ڪندي خوشي محسوس ڪر!)

## يتيمن تي رحم ڪرڻ بابت

ڪنهن ٻار جو پيءُ وفات ڪري وڃي، ته ان جي مٿي تي رحم جو هٿ ڦيراءِ! ان جو ميرڙو منهن ڌوئي صاف ڪر! ان کي ڪنڊو لڳي ته ڪڍيس! ڇو ته، اڄ هو نهايت نماڻو ۽ هيٺو آهي. ائين سمجهه ڄڻ ڪنهن سائي وڻ جون پاڙون ڪپيون ويون آهن. يتيم سان اهو حال آهي. هاڻي اهڙو وڻ ڪيئن تازو رهي سگهندو.

جڏهن تون ڏسين ته تنهنجي آڏو ڪو يتيم ٻار ڪنڌ هيٺ ڪيو نماڻو ٿيو بيٺو آهي، ته ان جي سامهون پنهنجي پٽ کي چمي نه ڏي! ان کي پيار نه ڪر! متان هن يتيم جي دل ۾ حسرتون اُڀري پون. ڪو يتيم روئندو ته ان کي پرچائڻ وارو ڪير آهي؟ هو رُسڻ چاهي ته ڪنهن سان رسي. ڇو ته هن جي نازن نخرن کي برداشت ڪرڻ وارو پيءُ مري چڪو آهي.

ڪوشش ڪر ته ڪوبه يتيم، ڏک سبب نه روئي. ڇو ته يتيم جي روئڻ سان الله جو عرش ڏکي ويندو آهي. هن کي روئندو ڏسين ته سندس ڳوڙها اگهه! شفقت سان سندس منهن صاف ڪر! ۽ دل جي شوق سان يتيمن جي پرگهور لهه، پرورش ڪر! يتيم جو جيسين پيءُ زنده هئو، تيسين هن جي مٿي تي ڄڻ بادشاهي تاج پاتل هئو. هن جي بدن تي مک ويهندي هئي، ته به پيءُ ماءُ پريشان ٿيندا هئا. هاڻي يتيم جو اهو حال آهي ته هو جيڪڏهن جيل ۾ وڃي پوي، ته به سندس سار ڪوئي نه لهندو. هن جي مٿي تان پيءُ جو ڇانو لهي ويو، ته ان لاءِ ان ڪان وڌيڪ ٻيو ڪهڙو درد ٿي سگهي ٿو.

## يتيم جي پير مان ڪنڊو ڪڍڻ

ڳالهه ٿا ڪن ته،خراسان علائقي جي خجند شهر جي رئيس کي هڪ يتيم تي رحم آيو ۽ هن جي پير ۾ لڳل ڪنڊو ڪڍيائين. رئيس جي مرڻ ڪان پوءِ ڪنهن ماڻهوءَ هن کي خواب ۾ ڏٺو ته بهشت جي باغن، گلن ۽ ٻوٽن ۾ پيو ٿو گهمي. پڇيائينس ته: توتي ههڙي مهرباني

ڪيئن ٿي؟ چيائين ته: يتيم جي پير مان ڪنڊو ڪڍيو هوم. هي گلن جي وارڪا مون تي تڏهن ٿي آهي.

وڏيڪ چيائين ته: ڪنهن تي رحم ڪبو،ته پاڻ تي به رحم ٿيندو. ان ڪري چڱائي ڪرڻ کان اصل نه ڪيٻائجي: ڪنهن تي احسان ڪري، ان تي فخر به نه ڪجي. جو پاڻ کي رئيس ۽ اڳلي کي ڪمزور سمجهي. چو ته اڄ جيڪڏهن زماني جي گردش هن کي هيٺو ڪيو آهي، ته ڇا سڀاڻي اهڙي گردش توتي نٿي اچي سگهي؟

جڏهن ڏسين ته تو وٽ ڪجهه آهي ۽ ماڻهو توکي دعائون ڪندي ڪجهه خير گهرن ٿا، ته اهو الله جو احسان سمجهه! شڪر ڪر! جو توکان ٿا گهرن، پر تون ڪنهنجي آڏو هٿ نٿو ٽنگين ۽ ياد رک ته سخا پيغمبرن جي سنت آهي.

## الله جو رحم ڪوجهن ڪنن تي

ڳالهه ٿا ڪن ته: حضرت ابراهيم عليه السلام مهمان نواز ۽ نهايت سخي مڙس هئو. چون ٿا ته: جيسين هن وٽ ڪو مهمان يا مسڪين ڪاڏي ڪائڻ لاءِ نه ايندو هو، تيسين پاڻ به ماني نه ڪائيندو هو. هڪ دفعي اهڙو اتفاق ٿيو جو، مسلسل هفتو ڪن الله جي خليل وٽ ڪو مهمان مسافر ڪونه پهتو. پوءِ ته هو گهر کان ٻاهر نڪري،هيڏي هوڏي ميدانن ۾ نهارڻ لڳو ته مَنَ ڪو مهمان مسافر مسڪين نظر اچي، ته ان کي سڏي ماني ٽڪي کارائي ۽ پاڻ به کائي.

ڇا ڏسي ته سفيد وارن وارو هڪ پيرسن اچي رهيو آهي. هيءُ ان سان وڃي مليو. سني خوش مرحبائي ڪيائينس ۽ مانيءَ جي صلاح به ڪيائينس ته جهڙو حال حاضر آهي. پيچ پاٽيءَ وٽو اسان جو پيو وڃو ته سنو. حضرت ابراهيم عليه السلام جي ڪشادي دل واري صلاح ۽ مٺڙي گفتگو ٻڌي، پوڙهي مسافر هائوڪار ڪئي. پوءِ ته ٻئي ڄڻا اچي اوطاق تي پهتا.

اتي نوڪرن چاڪرن دسترخانو ڪٽي وڇايو، پوڙهي کي عزت

سان وڻي ويهاريائون، پاڻ بہ چوڌاري ويهي ويا. هاڻي ٻين بسم الله پڙهي کاڌو کائڻ شروع ڪيو. پر پوڙهي جي زبان مان ڪو آواز ئي ڪونہ نڪتو. اهو حال ڏسي حضرت ابراهيم عليه السلام هن کي چيو تہ: اي پوڙها! هيءَ روزي مالڪ مٺي جي نعمت آهي، تو بسم الله بہ ڪانہ ڪئي.

پوڙهي وراڻيو تہ: آءٌ باهہ جو پوڄاري صابي آهيان. منهنجو بسم الله سان ڪهڙو واسطو؟ اهڙو جواب ٻڌي، حضرت ابراهيم عليه السلام پوڙهي کي چار ڳالهوڙ ڏنا ۽ دسترخوان تان اٿاري تڙي ڇڏيائينس تہ تون مشرڪ پليت هت پاڪ جاءِ تي ڪيئن اچي پهتو آهين. مطلب تہ بيڙو ڪري ڪڍي ڇڏيائينس.

ان کان پوءِ حضرت ابراهيم عليه السلام ڏانهن الله تعاليٰ جو وحي آيو تہ: اي الله جا خليل! مون ان ڪافر کي هڪ سؤ سال عمر ڏني ۽ ايترو وقت روزي بہ رسائي. ۽ تو وٽ هڪڙو ويلو آيو تہ هن کان نفرت ڪري تو ڪڍي ڇڏيس! توکي ائين نہ ڪرڻ گهرجي ها.

## چڱي مٺي سان چڱائي ڪر!

تون احسان ڪرڻ ۾ بخيلي نہ ڪر! چڱن سان چڱائي هرڪو ڪري. پر تون برن سان بہ ڀلائي ڪر! عالمن جو چوڻ آهي تہ: علم حاصل ڪري، مانيءَ تي اهو وڪڻڻ نہ گهرجي. جيڪو ماڻهو دين وڪڻي، دنيا ٿو هٿ ڪري، ان کي سياڻو ڪير چوندو؟

تون احسان جو سودو سستو ڪر! پوءِ سستو سودو هرڪو چاهت سان وٺندو آهي.

## مڪريل ماڻهوءَ کي خيرات

ڪنهن بزرگ وٽ هڪڙو چالاڪ ۽ ڏُبرن حالن وارو سوالي اچي سهڙيو. عرض ڪيائينس تہ: سائين! قرض جي پريشاني منجهائي وڌو آهي. هڪڙي ڪميڻي ڪنجوس جا ڏهہ روپيا مون تي آهن. پر سمجهان ٿو تہ ڇڻ هن جا ڏهہ سوَ آهن. دل تي وڏو بار آهي. رات روئندي ٿي

گذري تہ ڏينهن جون ڳڻتين ۾ پيو ٿو ڳران. پوءِ تہ هن قرض واري کي پنج، ست گاريون ۽ ڳالهوَ ڏئي، وجي مٽي چڙهيو. چئي رهيو هو تہ: اهڙو منحوس آهي جو جڻ انهن ڏهن روپين کان سواءِ هن وٽ هڪ روپيو ئي ڪونهي. پني ۽ کائي ٿو، جو مون مسڪين کي ايترو تنگ ڪيو اٿس. دين جي جاءِ کان بہ صاف ڪورو چٽ آهي. مروت ۽ ماڻهپو ئي ڪونهيس. هاڻي ان اوسيئڙي ۽ انتظار ۾ آهيان، تہ اهڙو ڪو سخي مڙس هجي، جيڪو مون سان تعاون ڪري، جيئن پراڻو قرض لاهي پَلوَ آجا ڪريان.

هن بزرگ چالاڪ فقير جون ڳالهيون ماٺ ڪري پئي ٻڌيون. پوءِ تہ بہ اشرفيون سونيون اُن فقير کي خير ۾ ڏنائين. پوءِ چالاڪ ۽ گهڻ ڳالهائو فقير ٻهڪندي ٻاهر نڪتو. ڪيڏانهن روانو ٿي ويو.

اتي هڪڙو ماڻهو ويٺو هو. جنهن بزرگ کي چيو تہ: سائين توهان ان ماڻهوءَ کي شايد نہ ٿا سڃاڻو. اهو اهڙو منحوس آهي جو مري پوي تہ مٿس روئڻ ئي بيسود آهي. اهو پڪو جواري آهي. سڄو ڏينهن، يڪو، ڇڪو، پَئون ٻارهن پئي پوندي اٿس. اهڙي جواريءَ کي خيرات ڏيڻ، ڄڻ ساڻس گناهہ ۾ مدد ڪرڻ آهي.

اهڙا اکر ٻڌي، بزرگ ڪاوڙجي پيو. فرمايائينس: اهڙي ڳالهہ نہ ڪر! توکي تہ ڳالهائڻ بہ نہ ٿو اچي. جيڪڏهن اهو سچُ آهي، جيئن تون چوين ٿو، تہ بہ توکي گهربو هو تہ هن جا عيب ڍڪين. هو ڪٿي ڪير بہ هجي ۽ ڪهڙو بہ هجي. آءٌ خيرات ڏيڻ تي پشيمان نہ آهيان. مون تہ چار پئسا ڏئي، پنهنجي عزت بچائي آهي. نہ تہ اهڙو واتوڙي ماڻهو، هتان ٻاهر نڪري الائي ڇاجو ڇا چوندو وتي ها.

سياڻا چوندا آهن تہ: پئسن سان عزت ملي تہ وٺڻ ۾ دير نہ ڪجي. سخا ڪرڻ سٺي خصلت آهي. مون تہ اهڙي بهترين خصلت جو مظاهرو ڪيو آهي. ڪهڙو ڪسو ڪم ڪيم؟

## قصو ڪنجوس پيءُ ۽ سخي پٽ جو

هڪڙو ڪنجوس سيٺ گذاري ويو. هو ٽڪي پئسي جي خرچ

ڪان بہ پيو ڪيپائيندو هو، هن جو وارث اهڙو سخي دل پٽ ٿيو جو، اڇي خير خيرات تي هٿ کولياٿين. پنهنجن پراون، فقيرن مسڪينن کي، خيرات صدقات ۽ زڪواة عام جام پئي ڏناٿين. مسافرن، فقيرن ۽ مسڪينن ڪان هن جي اوطاق ڪڏهن بہ خالي نہ ٿيندي هئي. حال آهر سندن خدمت پيو ڪندو هو.

ان سخي نوجوان کي هڪ پٽر دل ماڻهو ملي ويو. چيائينس تہ: هي تہ تون فضول خرچي ۽ اسراف پيو ڪرين، سڄي سال ۾ پوڪيل پوڪ گڏ ڪرڻ ڪان پوءِ ان کي تيلي ڏئي ساڙي ڇڏڻ، سياڻپ تہ ڇا پر انسانيت ئي ڪانهي. جڏهن ڏسجي تہ مون ۾ سُجائيءَ سهڻ جي سهپ ڪانهي، تہ خرچ پکي تي اڳواٽ خيال رکجي.

ٻڌو نہ اٿئي تہ: ٽر جي ڪنهن ڳوٺ جي هڪ ٽري مائيءَ، ڌيءُ کي نصيحت ڪندي پئي چيو تہ: ڌيءُ! آسودگيءَ وقت مسڪينيءَ لاءِ ڪجهہ ڪنو ڪري رکجي. گهر جا دِلا سدائين پريل هجن. ڇو تہ هٽ "بر" ۾ ڪا نهر ڪانہ ٿي وهي، جو گهرج پوي تہ اتان دِلو پري وٺبو.

دنيا سان انسان پنهنجي آخرت بنائي سگهي ٿو. پئسي سان ديڏ ديو جي ٻانهن بہ مروٽي سگهجي ٿي ۽ خالي هٿين انسان ڪجهہ بہ حاصل ڪري نہ سگهندو. هوندي سان سڀ ڪجهہ ممڪن ٿي سگهي ٿو.

سياڻا چوندا آهن تہ: جيڪڏهن تون سُڃو آهين،تہ ڪنهن يار دوست وٽ بہ هلي نہ وڃ! ڪجهہ ڪيسي ۾ هجئي تہ پوءِ تون پلي وڃ! ڇو تہ ماڻهن وٽ سُڃو ماڻهو ڪچهريءَ جي لائق بہ ڪونهي. (چوندا آهن تہ:ان پلي ذات پلي.)

تون هن طرح دولت ترئيءَ تي رکي پيو عام جام ورهائيندين، تہ ڇاڻ پالهو ۽ ٺلهو ٿئين. تون ڪيڏي بہ سخا ڪرين، فقيرن ۽ محتاجن کي شاهوڪار نٿو ڪري سگهين، ويتر تون سُڃو ٿي پوندين.

هن نيڪ دل نوجوان جڏهن اهڙي نصيحت ٻڌي، تڏهن ڏاڍو ڏک ٿيس ۽ نصيحت ڪندڙ کي چيائين تہ: تنهنجي اهڙي سوچ تي ارمان اٿم. هيءَ دولت هٿن جي مَرُ آهي. بابوئي چوندو هو تہ: هيءَ دولت مون

ڪي ابي ڪان ورثي ۾ مليو. پوءِ منهنجي پيءُ ڪجهه نه خرچ ڪيو ته هن دولت مان ڪيس ڇا حاصل ٿيو؟ هي دولت هٿ ئي پئي آهي! پاڻ وڃي قبر ۾ پهتا.

جيئن ابي جي ملڪيت منهنجي هٿ آئي آهي، تيئن منهنجي مرڻ ڪان پوءِ ان جو وارث منهنجو اولاد ٿيندو. آءٌ الله جي راهه ۾ ڪجهه نه خرچ ڪيو، ته سيائي اولاد ان کي ضرور اُڏائيندو. آءٌ جو موذائپ ڪري بخيليءَ جو ٽڪو پاڻ تي لاڀان ۽ ٺٺڪار جو حقدار ٿيان، ان ڪان بهتر آهي ته ڇئن پئسن سان آخرت جو گهر جوڙيان. منهنجي مرڻ ڪان پوءِ ته اها اتي ئي پئي هوندي. ويتر مون لاءِ آخرت ۾ حسرتن جو سبب بڻبي.

## پاڙيوارن سان چڱائي ڪرڻ

هڪ دفعي ڪنهن گهر ۾ زال مڙس کي چيو ته: سوڻَ! اڳتي هن پاڙي واري دڪاندار وٽان ڊبل روٽيون خريد نه ڪندو ڪر! بازار مان وڃي تازيون روٽيون خريد ڪري ايندو ڪر! هن دڪاندار جي هٽ تي مکين جا ميڙا آهن.ڏنڊ اڏاميو اچي هن جي سامان تي پوي ٿي. ان ڪان سواءِ سُڪل ۽ پاروٽين روٽين جي وٺڻ مان ڇا فائدو؟ نيٺ پئسا ٿا ڀريون. ڪو مفت ۾ خيراتي ته ڪونه ٿا وٺون.

مڙس وراڻيو ته: منهنجي مومل! اهڙا ڏسَ مون کي نه ڏي. هن ويچاري اسان پاڙي وارن جي آسري تي هٽ دڪان کوليو آهي ۽ هاڻي ان ڪان بائيڪاٽ ڪرڻ،انساني مروت جي ابتڙ آهي. ڪو مسڪين رلڻ پنڻ يا حرام جي روزي حاصل ڪرڻ بدران حلال جي روزي حاصل ڪرڻ لاءِ ڏنڌو ڪري ٿو ته اسان کي ان سان تعاون ڪرڻ ۽ همت افزائي ڪرڻ گهرجي. هن غريب دڪاندار وٽان روٽين خريد ڪرڻ ۾ اسان کي اجر ٿيندو. جو اهڙي گراهڪيءَ سان هن مسڪين پاڙيسريءَ جي دل خوش ٿيندي. اها به هڪ قسم جي سخا آهي ۽ اهڙي سخا حضرت علي رضي الله عنه جو طريقو آهي.

## ڏکويل دل کي خوش ڪرڻ

مون ته ٻڌو آهي ته: هڪڙو عبادتگذار ماڻهو حج تي وڃي رهيو هو ۽ وک وک تي نفل پڙهندو، ذڪر جون هونگارون ڪندو پئي هليو. جي راهه ۾ هلڻ وقت ڪو پير ۾ ڪنڊو لڳس پئي، ته اهو به نه پئي ڪڍيائين. (يلي ته الله جي راهه ۾ نفس کي تڪليف پهچي.)

چون ٿا ته: ان عابد جي دل ۾ اچي فخر پيدا ٿيو. شيطان اهڙو چڪر چاڙهيس، جو پنهنجي عبادت تي ناز ڪرڻ لڳو. دل ۾ سمجهي رهيو هو ته: هن ڪو وڏو ڪوٽ ڪٽيو آهي. شيطان اجا به هن کي گهڻو بيڙو ڪري ها. پر الله تعاليٰ جو ڪرم ٿيس جو، هن کي ڪو غيبي آواز ٻڌڻ ۾ آيو. اهو آواز ملائڪ ڪري رهيو هو ته:اي فلاڻا! تون متان ڀلجي پوين. متان مغرور ٿين ۽ پنهنجي عبادت تي فخر ڪرين ۽ سمجهين ته مون الله جي دربار ۾ وڏو ڪو عبادت جو تحفو آندو آهي! دل جي ڪن سان ٻڌ! ته ڪنهن جي ڏکويل دل کي جائز نموني خوش ڪرڻ، هزارين نفلن ۽ عبادتن ڪان بهتر آهي.

## روزن رکڻ جو ثواب

ڪنهن بادشاهه جو سپاهي نهايت مسڪين ۽ عيالدار هئو. هڪ ڏينهن گهر ۾ ستو پيو هو ته ڪيس سندس زال اچي چيو ته: سياڻا! هاڻي اٿ! ويٺي متان ڏبي وري ويندا آهن. وڃي ڪا رزق، جي تلاش ڪر! ٻار سڀ بک تي ويٺا اهن. منهنجي صلاح آهي ته: اڄ بادشاهه جي لنگر خاني ۾ وڃ. مَن اتان ڪجهه لنگر جو ڪاڌو ملي ۽ ٻچا ڪائي پيٽ ڀرين ۽ سندن بک ڀلجي پوي.

سپاهيءَ وراڻيو ته: اڄ بادشاهه روزو رکيو آهي. ان ڪري لنگر خانو بند آهي. اهو ٻڌي مائيءَ کي ڏاڍو صدمو رسيو. ڳڻتيءَ ۾ ڪنڌ ڪٽي هيٺ ڪيائين. ڏکويل لهجي ۾ چيائين ته: بادشاهه به اڄ اچي روزو رکيو آهي؟ اڄ روزو نه رکي ها. لنگر جاري هجي ها، ته اسان جا ٻچا ڪائي عيد ڪن ها.

جنهن جي لنگر مان بيوس بکين ڏکين کي کاڌو ملي ٿو ته، اهڙو شخص بي روزائتت، دولت تي ساهه ڏيندڙ ۽ سڄو سال نفلي روزن رکندڙن کان بهتر آهي. روزو ٿهي به ان کي ٿو، جيڪو پاڻ بکيو رهي پين بکين کي کارائي، سندن بک جي باهه اجهائي. جيڪو روزائت روزي رکڻ وقت بچت ٿيل کاڌو به کنهن مسڪين بکئي نه ڏئي، پر پنهنجي افطاريءَ لاءِ ٿاري رکي ڇڏي، ته ان کي روزي جي کهڙي ضرورت آهي؟ روزو پين جي بک جو احساس ڏياريندو آهي. پر جنهن کي اهڙو احساس پيدا نه ٿيو ته هن جي روزي مان کهڙو فائدو ٿيو.

ڪو بي عقل بي سمجهه پنهنجي منهن پيو زندگي گذاري. عالمن ۽ دانائن سان نه ڪو ويهي، نڪو ڪائڻن ڪجهه سکي، ته انديشو آهي جو هو ڪفر تائين پهچي وڃي. آرسي به صاف آهي. پاڻي به صاف آهي، پر ٻنهي جي صفائيءَ ۽ شفافيت ۾ فرق ڪرڻ، ڪنهن ڇاڻو عالم جو ئي ڪم آهي. ته روزن رکڻ ۽ نه رکڻ جو فرق به عالم ئي سمجهي سگهن ٿا.

## هوندا سي حيات

هڪڙو ماڻهو دل جو گهڻئي سخي هو، پر هٿين خالي ۽ سُڃو ڀائي هو. هاڻي سخا ڪري ته ڇا سان ڪري؟ دانائن جو چوڻ آهي ته: ڪميڻي ماڻهوءَ کي دولت نه ملي ۽ سخي مڙس سُڃو نه ٿئي. سخا جي سَڌ رکڻ واري جا هٿ خالي هجن ته ويچارو ڪٿان سڌ پوري ڪري. هيءُ ماڻهو به ائين ئي هوندو هو. دل سخي، هٿ ۽ کيسا خالي.

هڪ دفعي ڇا ٿيو جو اُن سخي دل سچي مرد ڏانهن ڪنهن مفلس مسڪين خط لکي موڪليو ته: اي پيارا! آءٌ ڪيترن ڏينهن کان فلاڻي سيٺ وٽ جيل ۾ پيو آهيان. سيٺ جا هيترا پئسا مون تي قرض آهن. جڏهن اهي ادا ڪندس، تڏهن وڃي جيل مان آزاد ٿيندس. آءٌ سمجهان ٿو ته ايتري رقم توهان لاءِ ڪو مسئلو نه هوندي، مون مسڪين سان تعاون ڪندؤ ته آءٌ آزادي ماڻي توهان کي دعائون ڪندو رهندس.

هيڏانهن هن سچي سخيءَ وٽ هڪ روپيو به ڪونه هئو. پر پوءِ به

چپ ڪري نہ ويٺو. همت نہ هاريائين. هن سيٺ وٽ هلي ويو. ان کي وچي منٿون سنٿون ڪيائيــن تہ: توکي الله تعاليٰ سڀ ڪجهہ ڏنو آهي. هن مسڪين کي قيد ۾ نہ رکو، آزاد ڪري ڇڏيوس. هو ملڪ ڇڏي ڪيڏانهن ڀڄي ڪونہ ويندو. ڀڳو تہ آءٌ سندس ضامن آهيان. هن پئسا نہ ڏنا، تہ آءٌ ويٺو آهيان.

پوءِ هو سيٺ وٽان اٿي، ان جيل ۾ آيو، جتي هو مسڪين مقروض قيد پيو هو. ان کي چيائين تہ: تو تان هاڻ قيد جي تنگي آسان ٿي ويندي. پوءِ تون بہ ڪجهہ همت ڪجانءِ. هن شهر ۾ تَرَ مان ٿي ڀڄي هليو وڃجانءِ. پرائين ڀڄجانءِ،جيئن جهرڪي باز کان جان بچائڻ لاءِ ڀڄي. وري هيڏانهن منهن ٿي نہ ڪجانءِ. هن مسڪين جو آزاديءَ جو ٻڌو، سو وٺيءَ ملندي، اهڙو وٺي ڀڳو، جو پوئتي ڏنائين بہ ڪونہ ٿي. ائين ڀڳو جڻ ڦاٿل پکيءَ پڃري جو دروازو کليل ڏٺو هجي ۽ الائي ڪيڏانهن هليو ويو، جو وري ڏسڻ ۾ ئي نہ آيو.

ڏينهن بہ گذريو تہ سيٺ هن ضامن سخيءَ کي پڪڙائي جيل ۾ وجهرايو. تہ هو قرضي همراهہ هٿ ڪري ڏئي. پوءِ تہ ڪو عرصو جيل ۾ پيو هو ۽ آزاديءَ لاءِ درخواست بہ نہ پيو ڪري،نہ وري ڪو چؤ چواءُ ئي ڪيائين. چون ٿا تہ: جيل ۾ هن تي سختي بہ ڏاڍي ٿي،پر صبر سان سڀ ڪجهہ پئي سٺائين.

ڳالھ ٿا ڪن تہ: هڪڙو درويش فقير اتان اچي لنگهيو. هن سخي مرد کي جيل ۾ ڏسي چيائينس تہ: تو پراوا مال ڪاڏا هوندا، تڏهن اچي جيل ۾ پيو آهين. هن ورائيو تہ: اي سائين! مون ڪنهن سان بہ ٺڳي نہ ڪئي،نہ ڪنهنجو مال ملڪيت ئي کاڌم، منهنجو ڏوهہ هي آهي جو هڪڙي مسڪين بيوس کي جيل ۾ پريشان ڏٺم، سو ان کي ڇڏائي، پاڻ جيل قبوليو اٿم. هن جي ڇڏائڻ لاءِ مون وٽ ٻيو ڪو طريقو ئي نہ هئو. دل ۾ چيم پئي تہ: آءٌ آزاد پيو گهمان، هو ويچارو جيل ۾ پيو سڙي. پوءِ تہ هن طرح اٽڪل ڪٽي ڪيم. هن غريب کي ڇڏائي پاڻ اچي جيل ۾ ڦاٿو آهيان. چون ٿا تہ: اهو سخي مڙس جلدئي جيل ۾ مري ويو. سندن جنازو جيل مان نڪتو.

واهه ڙي سخي مڙس! تنهنجي دل ۽ تنهنجي سخا. اهڙا ماڻهو ظاهر ۾ مري قبر ۾ لکي ٿا وڃن. پر سندن دل ۽ نيڪ نالو هميشه زنده ٿا رهن. نه اهڙن ڀلارن کي مرڻ جي کهڙي پرواهه.

مرڻا جي اڳي مئا، سي مري ٿيا نه مات،
هوندا سي حيات، جيئڻا اڳي جي جئا.

## خدا جي خلق سان احسان ڪرڻ

ڪنهن نيڪ دل ماڻهوءَ هڪڙي ميدان ۾ ڪتو ڏٺو، جيڪو اُڃ ۾ ساٿو ۽ ماندو ٿيو پيو هو. ڪا طاقت نه هئس. البت ساهه ڪٽي رهيو هو. پوءِ ته هيءُ ڀلارو پريشان ٿي ويو ۽ هڪدم ٽوپيءَ کي پٽڪي سان اٽڪائي، ڪنهن ويجهي کوهه ۾ ڪٽي لاٽائي. جيڪي به ڊڪ پاڻيءَ جا نڪتا. اهي ڪتي جي وات ۾ اچي وڌائين. به چار دفعا ائين ڪيائين ته ڪتو سامت ۾ اچي خوش ٿي هليو ويو.

ان وقت جي نبي سڳوري ڏي الله تعاليٰ وحي فرمايو ته: فلاڻي ماڻهوءَ جا گناهه الله تعاليٰ معاف ڪري ڇڏيا.

ڏسو ته ان شخص جي نيڪيءَ ۽ صدقي ۾ ڪو خرچ به ڪونه آيو. نه ڪا گهڻي محنت ٿي ڪرڻي پيس. پر ڪنهن بيوس جاندار سان ڀلائي ڪيائين، ته هن سان رب ڀلائي ڪئي. ڪنهن سان به چڱائي ڪرڻ چڱي آهي ۽ ڪنهن به چڱائيءَ کي حقير نه سمجهجي.

اهو مالڪ جڏهن جاندار ڪتي سان ڪيل نيڪي به نٿو وڃائي، ته چڱن انسانن سان ڪيل نيڪي ڪيئن ضايع ڪندو؟ اسان کي هرهڪ سان چڱائي ڪرڻ جو حڪم آهي. ان ڪري جيترو ٿي سگهي چڱائي ڪجي. چڱائي چڱي آهي. ۽ چڱائي يا نيڪيءَ ڪرڻ ۾ به فرق آهي. هڪڙو ماڻهو پنهنجي اڻ مئي خزاني مان هڪ لک روپيا خيرات ڏئي ٿو ۽ ٻيو ويچارو مزدوري ڪري، پگهر جي پورهئي ۽ مزدوريءَ مان هڪڙو روپيو خيرات ۾ ڏئي ٿو. ته ان جي روپئي جي ثواب سان هن جي لک جو ثواب پڄي نه سگهندو. سيڪو پنهنجي حيثيت آهر بار برداشت

ڪري سگهي ٿو. ڪِوِل پنهنجي حيثيت آهر وزن کڻي سگهندي، ته اٺ مڪڙ پنهنجي حيثيت آهر بار پٽيندو.

اي پلارا انسان! تون هت زمين وارن تي رحم ڪر! ته سائي آسمان وارو توتي رحم ڪري. هِت دنيا ۾ هيٺن سان همراهي ڪندين، ته توسان به ڪو هيٺائيءَ ۾ همدردي ڪندو. ڪنهن هيٺي ۽ ڪمزور نوڪر سان به ڏاڍ نه ڪجي. متان ورِي اهڙو چرخو ڦري، جو سڀائي هُو ملڪ ڏٺي تي وڃي. توکي جيڪڏهن الله سائينءَ نوازيو آهي ۽ اڄ پاڻ پرو آهين ۽ تنهنجو رعب تاب برقرار آهي، ته به ڪنهن غريب فقير بي پهچ تي ڏاڍ نه ڪجانءِ. ڇو ته هن دنيا ۾ هڪ سچ به پاچا آهن. ٿي سگهي ٿو ته، اڳتي هلي تون بي پهچ فقير ٿي پوين ۽ هو ڪٿي وزير ٿي وڃي.

منهنجي نصيحت دل جي ڪنن سان ٻڌي ڇڏ ته: نيڪي ڪندڙ انسان کي ڪنهن سان به ڪينو نه رکڻ گهرجي. هڪ زميندار کي گهرجي ته ٻن ڇٽن سنگن وٺڻ لاءِ آيل فقير تي ڪاوڙنه ڪري. هن کي الله تعاليٰ زمين جو مالڪ ڪيو آهي. ڪيس گهرجي ته فقيرن کي ڳولي، سندن وٽ پهچي، ڪين خير خيرات ڏئي ۽ اهڙو فڪر به دل ۾ رکي. مطلب ته ڪنهن به ڪمزور کي ڏڪوئڻ نه گهرجي، متان سڀاڻي پاڻ ماٺو ڪمزور ٿي پوي.

## هڪ سچ ۾ پاچا

هڪڙو مسڪين فقير پِنندي ڪنهن آڪڙيل ۽ مغرور سيٺ وٽ خير وٺڻ لاءِ وڃي نڪتو. هن سخت دل سيٺ، فقير کي هڪ روپيو ته ڏنو پر ڳالهوَ به ڏاڍيا ڏنائينس. (چويس پيو ته: شرم ٿي ڪونهئي، پنڻ تي سندرو ڪٽي ٻڌو اٿئي. لڄ ڪٿي لوڙهي اٿئي.) سيٺ جي ڳالهوَن ۽ دڙڪن سان فقير ويچاري جي دل زخمي ٿي پئي. ڏاڍو ڏک ٿيس ۽ سيٺ کي چيائين ته: سائين! سوال ڪرڻ، ٻئي آڏو هٿ ٽنگڻ خود وڏي مصيبت آهي. پر مجبور ٿي پيس، تڏهن اچي خير گهريم.

اهو ٻڌي سيٺ صاحب ويتر ڏمرجي پيو ۽ خاص نوڪر کي

حڪم ڪيائين تہ: هن فقير کي هتان ڌڪي ٻاهر ڪڍي ڇڏ! جڏهن خير مليس تہ هت ڇو بيٺو آهي؟ اجايو مٿو پيو ٿو کائي. نوڪر سيٺ جو حڪم مڃيو ۽ فقير کي ٻانهن کان وٺي اوطاق کان ٻاهر ڪڍي ڇڏيائينس.

چون ٿا تہ: ان ڏينهن کان وٺي، هن سيٺ جي قسمت اچي ڦٽي. اهڙو نياڳ لڳس جو ڏينهون ڏينهن ڪاروبار ويس ڦٽندو. چوندا آهن تہ: رب رسي، مت کسي، هٿي ڪونہ هٿيار، پر ڏسي اهو پار، جنهن ۾ جوکو جيءَ جو. هن سيٺ کي بہ جيڏانهن ڪيڏانهن ٽوٽون پيون. تان تہ ٿوري ئي وقت ۾ ڪجھ نہ بچيس. ترڙ سُڃو ٿي پيو. زمين، دڪان ۽ ٻيون ملڪيتون سڀ ڪپائيندو ويو. حالت اها ٿي جو ويلن ويهڻ تائين نوبت اچي پهتس.

هن جو خاص نوڪر وڃي ٻئي هڪڙي سخي مرد سيٺ وٽ بيٺو. هيءُ سيٺ اهڙو تہ رحمدل ۽ دل جو سخي هوندو هو، جو ڪنهن بہ غريب تي نظر پوندي هئس، تہ دل کولي خوشيءَ سان هن جو تعاون ڪندو هو. خيرات ڏيڻ سان اهڙو خوش ٿيندو هو، جهڙو فقير گهٽي خيرات ملڻ سان خوش ٿئي.

پوءِ ڇا ٿيو جو هڪ رات هن سخي دل سيٺ جي اوطاق جي دروازي تي ڪنهن فقير اچي خير گُهريو. هن نوڪر کي حڪم ڪيو تہ. ابا! اٿي فقير وٽ وڃ! هن کي خيرات ڏئي,سندس دل خوش ڪر! نوڪر اُٿيو ۽ بورچيخاني مان مانيون ۽ گهٽي ٻاجي ڪٽي، وڃي فقير وٽ پهتو. پوءِ تہ فقير کي ڏسي هن نوڪر کان بي اختيار رڙ نڪري وئي. فقير کي خيرات ڏئي موٽيو. پر نوڪر جي اکين مان ڳوڙها ڳڙي رهيا هئا. صفا روئنڍهارڪو هجي.

هن نيڪ دل سيٺ نوڪر جو نماڻو ۽ روئنڍهارڪو منهن ڏسي پڇيس تہ: خير تہ آهي؟ روئين ڇو ٿو؟ نوڪر وراڻيو تہ: سائين! هن پوڙهي بدنصيب فقير جي حالت ڏسي پريشان ٿيس. جو اڳ ۾ آءٌ ان وٽ نوڪر بيٺل هوس ۽ اهو فلاڻو سيٺ هئو. ماڙين ملڪيتن جو مالڪ هوندو هو. اڄ ويچارو پنِي پيٽ پالي رهيو آهي. ڪاڏي ويون ملڪيتون تہ ڪاڏي ويا دڪان ۽ بنگلا. رنگيءَ جا رنگ ڏسي روئي ڏنم.

هن سخي مڙس نوڪر کي چيو ته: ٻچا!اها ڪا عجب جهڙي ڳالهه ڪانهي. اهو فقير جيڪڏهن فلاڻو سيٺ هئو،ته آءٌ وري اهو فقير آهيان،جو اڳي هن وٽ خير وٺڻ آيو هوس ۽ ڌڪا ڏئي لوڏائي ڪڍيو هئائين. الله اهو قادر ڪارساز آهي،جو هن جي مغروري ۽ آڪڙ کي ڀڃي، مون جهڙي مسڪين ماڻهوءَ کي ڪٿي نوازيو اٿس. هڪڙن جي لٽي ٿو، ته ٻئي هنڌ پٽي ٿو. هن دنيا کي دورنگي به تڏهن ٿا چون،جو اڄ هڪڙن وٽ آهي، ته سڀاڻي ٻين وٽ. اسان جي روبرو ڪيترائي امير، پينو گداگر بنجي ويا. ته ڪيترا پينو گداگر،غني تونگر ٿي ويا. نه ڏس نهندي ۽ نه ڏس ڏهندي.

## جيتامڙن تي رحم

تون چڱو ماڻهو آهين ته هڪ ڀلاري بزرگ جي هيءَ ڳالهه به ٻڌي ڇڏ! شبليءَ نالي هڪڙو مشهور بزرگ ٿي گذريو آهي. ان ڪنهن دڪان تان ڪڻڪ جي ٻوري خريد ڪئي ۽ ڪلهي تي ڪڻي پنهنجي گهر اچي لاٿائين. اُتي جان ڪڻي ڏسي ته ڳوڻ تي هڪڙي ڪِوِلَ آهي، جيڪا پريشانيءَ سبب هيڏي هوڏي تيز پئي هلي. هن ڀلاري کي ان ڪِوِلَ تي اهڙو ته رحم آيو جو سڄي رات فڪرات ۾ ننڊ ٿي نه آيس. بس اهوئي فڪر هوس ته: هِن ڪِوِلَ جا ٻيا ساٿي هُن دڪان ۾ ٿي هوندا. هتي هيءَ اڪيلي پنهنجي ولر کان وڇڙيل ڪيئن گذاري سگهندي! پوءِ ته، ان ڪِوِلَ کي کڻي، اچي ساڳئي دڪان تي پهچايائينس. ۽ چئي رهيو هو ته: اهو منهنجو ماڻهپو نه چئبو جو هن ساهواري ڪمزور ڪِوِلَ کي هٿ پريشان ڇڏي ڏيان. ٻين جي پريشانين کي دُور ڪبو ته پنهنجون پريشانيون به گهٽجي پونديون.

فردوسي مشهور شاعر ٿي گذريو آهي. هن جو چوڻ آهي ته: ان جي قبر تي الله جو رحم وسي، جيڪو ڪنهن ڪمزور جانور ۽ ڪِوِلين جهڙن جيتامڙن کي به نه ايذائي. نيٺ انهن کي به ته ساهه آهي. جنهن کي ڪنهن ڪِوِلَ جهڙي ڪمزور جانور کي ايذائڻ ۾ مزو ٿو اچي، ته ان

جو اندر ڪارو چٽبو. نيٺ انهن کي بہ اسان وانگر ساهہ آهي. هڪ ڪول کي لَتَ ڏئي مارڻ نہ گهرجي، متان پاڻ ڪنهن جي لت هيٺان اچي وڃجي.

هن مثال مان ثي پرائجي تہ: پتنگ ۽ پوپٽ جي جلڻ تي شمع کي ڪو رحم ڪونہ ٿو اچي تہ پاڻ بہ اٿين بي درديءَ سان ماٺهن آڏو پئي جلي ۽ ڳري.

ياد رک! جيڪڏهن گهٽا جيتامڙا توڪان ڪمزور آهن، تہ گهٽا توڪان ڏاڍا بہ هوندا. ٻين تي رحم ڪندين تہ سياڻي توتي بہ ڪو رحم ڪندو.

## سخاوت ۽ احسان

- اي پٽڙا! جيئن ڪنهن جانور کي پڪڙي، رسيءَ ۾ ٻڌي قيد ڪري سگهجي ٿو، تيئن ڪنهن انسان کي سخا ۽ احسانن سان بہ قيد ڪري سگهجي ٿو. جنهن دشمن جي ڪنڌ تائين تنهنجي تلوار نٿي پهچي سگهي، تہ ان جي ڪنڌ کي مهربانين ۽ احسانن سان نوائي سگهجي ٿو.
- جيڪو دشمن تنهنجي احسانن ۽ مهربانين کي ڏسندو، تہ توسان ڪڏهن بہ سختيءَ سان پيش نہ ايندو. ڪنهن سان بہ برائي نہ ڪجي. ڇو تہ برائي جو نتيجو برو آهي.
- جيڪو تنهنجي هٿان تڪليف ڏسندو، تہ اهو ڪيئن چاهيندو تہ تون خوش رهين. قرآن شريف ۾ آهي:

فَاِذَا الَّذِيْ بَيْنَكَ وَبَيْنَهٗ عَدَاوَةٌ كَاَنَّهٗ وَلِيٌّ حَمِيْمٌ○

يعني: جاني دشمن سان چڱائي ڪندو رهندين تہ نيٺ اهو دشمن بہ تنهنجو همدرد ۽ دلي دوست بنجي پوندو.

## نيڪي ڪري دل جيتڻ

رستي ويندي هڪڙي نوجوان کي ڏٺم جو ان جي پٺيان ٻڪري ڊوڙندي پئي اچي، ٻڪريءَ جي ڳچيءَ ۾ رسي هئي. ان جو ڇيلڙو

نوجوان جي هٿ ۾ هو. مون نوجوان کي چيو ته: اها سچي ڪرامت ان رسيءَ ۾ آهي جو ٻڪري تنهنجي پٺيان هلندي ٿي اچي. منهنجو ايترو چوڻ ۽ نوجوان ٻڪريءَ جي ڳچيءَ مان رسي ڇوڙي ڇڏي. پر پوءِ به ٻڪري هن جي پٺيان ڊوڙندي پئي آئي ۽ ٻڪريءَ جو ڇيلڙو به ساڻس ڊوڙندو پئي هليو. جيتوڻيڪ واٽ جي پاسن کان ساوو گاهه بيٺو هو. ساوا ٻوٽا بيٺا هئا، پر ٻڪريءَ اوڏانهن ڏٺو ئي ڪونه پئي.

جڏهن اهو نوجوان پنهنجي جاءِ تي پهتو. تڏهن مون ڏي ڏسي چيائين ته: اي سائين! ٻڪري هن رسيءَ جي ڪري منهنجي پٺيان ڪانه ٿي آئي. پر منهنجي احسانن جي رسي هن جي ڳچيءَ ۾ پيل آهي. ان ڪري ٻڪري منهنجو پيڇو نٿي ڇڏي. هي ته ڪمزور ٻڪري آهي پر ماٺو هاٿيءَ کي گاهه کارائيندو آهي، ته هيڏو سارو هاٿي، هن جي حڪم ۾ ٿي پوندو آهي. مٿس حملو نه ڪندو آهي.

سياڻا چوندا آهن ته: برن سان به ڀلايون ڪجن. ڀلا ڪتي جهڙو جانور، ڳيي ٽڪر ڏيڻ سان ڏرُ نه ڇڏيندو آهي، هيءُ ته نيٺ ماٺو آهي. چنو ڪِنو ڪندو ڇا؟

## ڪمزور لومڙي ۽ سگهارو شينهن

هڪڙو هو ڪاٺِيَر. جهنگ مان ڪاٺيون ڪري، وڪڻي روزي حاصل ڪندو هو. هڪڙي ڏينهن جيئن جهنگ ۾ ڪاٺيون ڪري رهيو هو ته اتي هڪ ڏرِ ۾ پيل ڪمزور ۽ اپاهج لومڙيءَ تي نظر پيس، جيڪا ڄنگهن کان معذور هئي، هلڻ چلڻ جهڙي بنهه نه هئي. هيءُ ڪاٺير الله جي قدرت سمجهڻ کان قاصر هو. سوچي رهيو هو ته: ههڙي معذور لومڙي ڪيئن ٿي زندگي گذاري؟ هن جا هٿ پير ڪونهن ۽ شڪار به نه ڪري سگهندي، ته هن کي هت جهنگ ۾ روزي ڪيئن ٿي ملي. هو اجا ان سوچ ويچار ۾ گم هئو، ڇا ڏسي ته هڪڙو شينهن ڪنهن گدڙ کي شڪار ڪيو، گهليو ڪنيو ٿو اچي. بدنصيب گدڙ کي، معذور لومڙيءَ جي ڏر پرسان آندائين ۽ مزي سان کائي، ڪجهه بچائي، شينهن ويندو رهيو.

پوءِ لومڙي، ڏر مان سرڪندي نڪتي ۽ شينهن جي بچايل شڪار مان اچي ڪاڏائين، ڍؤ ڪري رڙهي وجي ڏر ۾ سُتي. الله جي قدرت، جو ٻئي ڏينهن به ائين ئي ٿيو جو روزي رسائيندڙ رزاق هن ڪي ان طرح ئي روزي رسائي. رب جي رزاقيت جي هن عجيب نظاري ڪاتير جي ذهن تي گهرو اثر ڇڏيو. دل ۾ سوچيائين ته: ڇو نه آءٌ به هن ڪمزور لومڙيءَ وانگر رزاق تي توڪل رکي وڃي ڪنهن ڪنڊ ۾ ويهان. جنهن خالق پيدا ڪيو آهي، روزي اهو پاڻهي پيو موڪليندو. جڏهن هاتي به پنهنجي طاقت ۽ زور سبب روزي ڪونه ٿو ڪائي. ان ڪي به اهو رزاق ئي روزي رسائي ٿو ته مون ڪي به ائين روزانه روزي پيو رسائيندو. اجايو ڇو ڪمايان؟ وڃي ٿو واندو ويهي الله الله ڪريان. پوءِ ته ان سوچ تي عمل به ڪيائين. تسبيح هٿ ۾ ڪري اچي مسجد جي ڪنڊ ۾ ويٺو. ذڪر اذڪار ۾ مصروف ٿي ويو.

پر اتفاق اهڙو ٿيو جو، هن وٽ نه ڪنهن ماني ٽڪي آندي ۽ نه ڪير پڇڻ ئي آيس. پوءِ ته بکن ۾ پاهه ٿيڻ لڳو ۽ ڳري ڪنڊا ٿي ويو. باقي وڃي هڏن تي ڪل بچيس. جڏهن صفا هيٺا حال ٿي ويس، تڏهن محراب مان غيبي آواز ٻڌائين. ڪو چئي رهيو هوس ته: اي مڪريل! اُٿ! هتان نڪري وڃي شينهن وانگر لوچ ۽ محنت ڪر! تون معذور لومڙيءَ وانگر بيوس ٿي نه ويهه. تون شينهن وانگر ايترو ڪماءِ جو ٻيا معذور ۽ ڪمزور تنهنجي ڪمايل روزيءَ مان کائي توکي دعائون ڪن. تون ته تندرست توانو سنئين لڳين آهين. تون ٻين جي ڪمائي ۽ اوبر ۾ اکيون وجهي ڇو ويٺو آهين؟ تون وڃي محنت ڪري روزي حاصل ڪر! تون ته مرد آهين! ڪدڙن وانگر ٻين جي کيسن ۾ ڇو ٿو واجهائين. تون اٿي ٻين جي مدد ڪر! مدد لاءِ ٻين آڏو پاڻ کي محتاج نه بناءِ! الله تعاليٰ ان ٻانهي جي مدد ۾ آهي، جيڪو ٻين جي ڪم اچي. ان ۾ ئي عظمت آهي. ان ۾ ئي عزت آهي.

## ڪنجوس درويش جي ڳالهه.

(شيخ سعدي رحه لکيو ته:) مون کي ٻڌڻ ۾ آيو ته: روم ملڪ

۾ هڪڙو پلارو بزرگ رهي ٿو. هو عبادتگذار ۽ زاهد شخص آهي. پوءِ ت، آءُ ۽ پيا ڪجهہ ساٿي تيار ٿياسين تہ وڃي ان بزرگ جي زيارت ڪري اچون. اسان جو قافلو ڏگهو سفر ڪري، اُتي وڃي پهتو. بزرگ جي زيارت نصيب ٿي. ساڻس باادب ٿي ملياسين. هن اسان کي عزت سان ويهاريو. وٽس عيش آرام جو سامان جهجهو هو، ميوات جا باغ باغيچا گهڻائي هئس، پر ياڻ بنا ميوي واري وڻ وانگر بي مروت ۽ رکو هو. ڳالهائڻ جو چالاڪ، تکڙ ۽ خوشامدڙيو هو ۽ ماني کارائڻ جو موذي هو. اسان سفر جا ستيل هئاسين ۽ هت ڀيوئي ڪونہ مليو. بزرگ کي ڏٺوسين تہ، عبادت ايتري پئي ڪيائين جو ننڊ ئي نہ ڪيائين. سڄي رات نفل ۽ تسبيحون پئي پڙهيائين. ننڊ تہ اسان بہ ڪانہ ڪئي. پلا بک ۾ بيحال هئاسين سو ننڊ ڪيئن اچي. مطلب تہ، بزرگ توڙي اسان سڄي رات جاڳي گذاري. فرق هي هئو، جو هن عبادت ڪندي ۽ اسان بک سبب پاسن ورائيندي وقت پاس ڪيو.

صبح جو درگاهہ جو دروازو کليو. زيارتين جي چهل پهل شروع ٿي. اسان کي بہ ٻيهر ملاقات جو شرف حاصل ٿيو. بزرگ ڳالهائڻ جو ڏاڍو مٺڙو هو. اسان کي کلائڻ ۽ خوش ڪرڻ لاءِ ڪڏهن ڪڏهن مذاق بہ ڪيائين پئي. اسان مان ڪن جي منهن تي مِٺيون پئي ڏنائين. چوي پيو: پورل پلي آيئو، سهڻا سدا آيئو. آءُ توهان جو خادم خاڪي آهيان وغيره وغيره. ان وقت آءُ دل ۾ چا پيو چوان تہ: ايترين چُمين ۽ مٺڙين ڪچهرين جو اسان کي ڪپ ڪونهي. انهن بدران مانيءَ ڀيو کائڻ لاءِ ڏيو، پوءِ ڪٽي بہ چار موچڙا مٿي تي هٽي ڪڍو. هن حال ۾ توهان کي سڄي رات جاڳڻ مان نفعو نہ ٿيندو. البت ماني کارائيندو تہ گهڻو اجر ملندو.

آءُ گهڻا مُلڪ گهميو آهيان سو، اهڙو ماڻهو مون تاتار (ترڪستان) ۾ ڏٺو. راتين جاڳي گذارڻ سبب اکين ۾ اوجاڳي جا نشان موجود هئس. البت دل ڪاري هئس. ماني کارائڻ جي مروت بنهہ ڪانہ هئس، باقي سڪٽي دهل وانگر اجائي خوشامد ڏاڍي ٿي ڪيائين. آءُ چوان ٿو تہ: بهشت ۾ بہ حقيقت جو طالب ويندو. سڪٽين ڳالهين، تلهين تعريفن وارا ٻاهر بيٺا هوندا.

## حاتم طائيءَ جي سخا

حضرت رسول ﷺ جن کان ڪجهه اڳ عربستان جي علائقي ۾ حاتم طائي نالي هڪ سخي مڙس هوندو هو. ملڪان ملڪ هن جي سخا جي هاڪ هئي.

ڳالهه ٿا ڪن ته: حاتم طائيءَ وٽ هڪڙو تمام پلو ۽ تيز رفتار گهوڙو هوندو هو. ڇڻ وڄ جا پاٽي آيل هئس. بجليءَ وانگر تيز هئو ۽ تيز هوا کان به تکو هو.

حاتم طائيءَ جي سخاوت جون ڳالهيون روم ملڪ جي بادشاهه وٽ به پهتيون. هن کي ڪيترن ماڻهن ٻڌايو ته: هن دور ۾ حاتم جهڙو سخي مرد ٻيو ڪونه سُجهي. هن جي سخا دوستن ۽ دشمنن تي عام ۽ هڪجهڙي آهي. اهڙيون ڳالهيون ٻڌي، روم جي بادشاهه پنهنجي وڏي وزير کي چيو ته: ماڻهو حاتم جي سخا جون هيتريون ڳالهيون ڪن ٿا. پر آءٌ هن کي آزمائڻ کان سواءِ ڪيئن مڃيان؟ هاڻي آءٌ هڪڙو وفد اوڏانهن روانو ٿو ڪريان ۽ حاتم کان سندس پلو گهوڙو گهري ٿو ڏسان. اهو ڏنائين ته، پوءِ برابر سخي مرد چئبو. نه ڏنائين ته پوءِ چوندس ته:ئلهيون ڳالهيون پيون ٿيون هلن.

پوءِ روم جي بادشاهه ڪنهن داناءَ ۽ قابل ماڻهوءَ جي قيادت ۾ ڏهن ماڻهن جو وفد اوڏانهن موڪليو. قافلو بَرَبَحر، لَڪَ جبل لتاڙي، سفر ڪري، اچي حاتم جي اوطاق تي پهتو. سخي حاتم، اوپرن مهمانن کي ڏاڍو مانُ ڏنو. سندن مانيءَ جي بندوبست لاءِ پاڻ گهر ويو. اتي ٻيو ڪو ٻور نه ڏسي، مهمانيءَ لاءِ اهو پلو ۽ مشهور گهوڙو وٺي ڪٺائين (تڏهن گهوڙن جو گوشت عام کاڌو ويندو هو.) پوءِ ته گوشت قسمين قسمين نمونن سان پچائي، قيما ڪباب ۽ روسٽ ڪرائي، آڻي مهمانن آڏو رکيائين. مهمانن ڊَوَ تي گوشت کاڌو. ڍڙهه ڪري سيئي سمهي پيا.

ٻئي ڏينهن وفد جي اڳواڻ حاتم طائيءَ سان گهوڙي ڏيڻ واري ڳالهه ڪئي. اهڙو مطالبو ٻڌي، حاتم طائي سخت پريشان ٿي پيو. افسوس ڪندي، حسرت وچان آڱر ڪٽي وات ۾ وڌائين. مهمانن کي

چيائين تہ: ارمان اٿم جو توهان ڪالهہ ايندي ئي بادشاھ جو نياپو نہ پهچايو. مون بي خبريءَ ۾، اهو ناميارو گهوڙو رات ڪهي توهان جي مهماني ڪئي. ڇو تہ، توهان پرديسي مهمانن لاءِ ٻيو ڪو اهڙو مناسب ڏور نظر ئي نہ آيم. ۽ ٻري ڪان ڪهي آيل مهربان مهمانن لاءِ جهڙي تهڙي ياڃي چاڙهڻ مناسب نہ سمجهيم. هاڻي گهوڙو تہ مون توهان کي ڪارائي ڇڏيو. ٻيو ڪو مطالبو هجي تہ حڪم ڪريو.

پوءِ وفد موٽي روم اچي پهتو. بادشاھ کي سربستا احوال ڏنائون. تڏهن وڃي بادشاھ مڃيو تہ حاتم واقعي بہ سخي مڙس ڇٽبو.

## حاتم طائي ۽ يمن جو بادشاھ

ڳالهہ ٿا ڪن تہ: سخي حاتم طائيءَ جي زماني ۾ يمن ملڪ تي هڪ سخي بادشاھ حڪومت ڪندو هو. هو اهڙو سخي هو جو وسندڙ ڪڪرن وانگر پيو وسندو هو. پئسا پاڻيءَ وانگر پيو وهائيندو هو. ڀلا هن کي ملڪ جي حڪومت هئي، ملڪ جو خزانو هٿ ۾ هوس، سو سخا جا واهڙ پيو وهائيندو هو. چوندو هو تہ: حاتم مون سان ڇا پڄندو! هن کي نہ ملڪ، نہ حڪومت، نہ خزانو. سو منهن جي جتيءَ ۾ هن جو پير ڪيئن پوندو.

چون ٿا تہ:يمن جي ان بادشاھ هڪ وڏو جشن ملهايو. وڏي خلق اچي گڏ ٿي. ڪاڏا پيتا عام پئي هليا. سڀ ڪنهن دل تي پئي ڪاڏو ۽ لُٽيو. اتفاق اهڙو ٿيو جو ان جشن ۾ ڪنهن ماڻهوءَ حاتم طائيءَ جي ڳالهہ ڪڍي. پوءِ تہ پرپاسي ۾ ويٺل ماڻهن دل کولي حاتم جي تعريف ڪئي ۽ بادشاھ اهي ڳالهيون ٻڌي رهيو هو. پوءِ تہ بادشاھ کي حاتم سان ڏاڍو حسد ٿي پيو. دل ۾ چئي رهيو هو تہ: ماڻهو ڪائِنِ منهنجو ۽ منهنجي تڏي تي تعريف ڪن حاتم جي! اهو ڪهڙو انصاف آهي؟ سمجهان ٿو تہ جيسين حاتم زندھ هوندو، تيسين منهنجو نالو سخا سان ڪير بہ ياد نہ ڪندو. پوءِ تہ حاتم طائيءَ کي مارائڻ لاءِ تمام وڏي رقم مقرر ڪيائين. اعلان ڪيائين تہ: جيڪو حاتم طائيءَ جو سِر وڍي مون وٽ آڻيندو، ان کي هيترو انعام ملندو.

اهڙي وڏي انعام جي ڳالهہ ٻڌي، هڪڙو ماڻهو اوڏانهن روانو ٿي ويو. سفر ڪندي رستي ۾ هڪڙو پلارو جوان مڙس هن کي ملي ويو. ساٿس ڏاڍيون ڪچهريون ڪيائين. جڏهن رات ٿي، تڏهن ان نوجوان هن مسافر کي پاڻ وٽ رهايو. اهڙي مهماني ڪيائينس ۽ ايڏي خدمت ڪيائينس، جو ڇا ڳالهہ ڪجي! دشمن هجي تہ بہ جُهڪي پوي. جڏهن صبح ٿيو ۽ مسافر موڪلايو پئي، تڏهن نوجوان نهايت قِربائتي ۽ پنهنجائپ واري انداز ۾ چيس تہ: هڪ رات ۾ تہ ڪجهہ ٿي نہ ٿيو. ٻہ چار ڏينهن مون وٽ مهمان ٿيو تہ توهان جو احسان سمجهندس.

مسافر وراڻيو تہ: آءُ ترسڻ وارو ناهيان، جو هڪ خاص ڪم لاءِ گهران نڪتو آهيان. اڳتي وڃڻو اٿم. نوجوان پڇيس تہ: خير تہ آهي؟ اهڙو ڪو وڏو ڪم آهي ڇا، جو ٻڌائي بہ نٿو سگهين؟ دل چاهي ٿي تہ: مون کي بہ ڪم بابت ٻڌاءِ، متان آءُ بہ توهان سان ڪو تعاون ڪري سگهان.

مسافر چيو تہ: تو جهڙي قربائتي ۽ سخي دل دوست کي ٻڌائڻ ۾ ڇا آهي. پر رکجانءِ دل ۾! ڳالهہ وائڪي نہ ڪجانءِ. آءُ سخي حاتم طائيءَ کي قتل ڪرڻ وڃان پيو جو (آءُ مسڪين ماڻهو آهيان.) ۽ يمن جي بادشاهہ، حاتم جي سِر لاءِ هيترو انعام ڏيڻو ڪيو آهي. مون نہ حاتم ڏٺو آهي، نہ هن جو ڳوٺ ۽ گهر ٿي ڏٺو اٿم. مون کي اها بہ خبر ڪانهي تہ: يمن جو بادشاهہ حاتم کي ڇو ٿو مارائي؟ توهان کي حاتم بابت ڪا خبر هجي يا اوستائين پهچڻ ۾ منهنجي مدد ڪريو تہ توهان جي وڏي مهرباني ٿيندي.

مهمان جو اهڙو احوال ٻڌي، هو نوجوان کليو ۽ چيائينس تہ: ڳالهہ بہ ايتري! اهو حاتم آءُ ئي آهيان. وڌيڪ تڪليف ۽ سفر جي توهان کي ضرورت نہ آهي. منهن جو سِرُ وڍي وڃي انعام کٽ ۽ سکيو وقت گذار! منهنجي منڍيءَ جو مان ئي ڪهڙو. اُن سان جيڪڏهن ڪنهن غريب جو ڀلو ٿئي، مون کي ٻيو ڇا گهرجي. ۽ ان ڪم ۾ دير بہ نہ ڪر! متان هت ٻيا ماڻهو اچن ۽ پوءِ توکي ائين ڪرڻ نہ ڏِين يا قاتل ڪري پڪڙين. ان ڪري هيءُ وجهہ نہ وڃاءِ!

وڃي سِرُ تيءَ سَرَهوم کي اَءُ م َ کي ڳاءِ،
جاجڪ ٿو مٿان، ملڪ مڙوئي گھوريان.

حاتم جا اهڙا لفظ ٻڌي ۽ هن جو ڪنڌ نوڙيل ڏسي، هن مسافر کان دانهن نڪري وئي. زمين تي ڪِري پيو. حاتم جي پيرن ۽ هٿن کي چُمي رهيو هو. تير تلوار ڪٽي اُڇلاياٿين. چيائين ته: تو جهڙي سخي مڙس کي آءُ پتر اُڇلائي هٿان ته به مون کي حيف هجي. توهان جهڙا سخي دل انسان سدا جيئندا رهن. پوءِ ته هو حاتم کي پيرين پئي، ٻانهون ٻڌي، هن کان موڪلائي پوئتي وريو. اچي يمن جي بادشاه وٽ پهتو. سلام ڪري باادب تي بيٺو.

بادشاه پڇيس ته: ڪر احوال. اٿين ٺلهو موٽي آئين؟ توکان ڏاڍو تي ويو ڇا؟ يعني تون هن سان مقابلو ڪري نه سگهئين؟

هن بادشاه آڏو باادب عرض ڪيو: اي بادشاه سلامت! آءُ حاتم سان وڃي مِليس، هن جي ڪچهري ۽ خدمت ۽ سخاوت ڏسي، ڏاڍو متاثر ٿيس. هن جي احسانن ۾ آءُ ته صفا وڪامي ويس. هن جي جرئت ۽ دليري ڏسي، مون آڻ مڃي. جڏهن هو پاڻ قربان ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويو ته مون کي ڇڻ قرب سان ڪهي وڌائين.

هن جون اهي ڳالهيون ٻڌي، بادشاه انعام ڏنس ۽ چيائين ته: حاتم سان واقعي به ڪير پڄي نه سگهندو، جڏهن سندس خون جو پياسي پيو هن جي تعريف ڪري، ته ساڻس ڪير پڄندو؟

## حاتم جي ڌيءُ جو قصو

حضرت رسول ﷺ جن جي زماني ۾ عربن جي طيءِ قبيلي وارن ايمان اسلام نه قبوليو. پوءِ ته پاڻ سڳورن هڪ لشڪر اوڏانهن موڪليو، اهي طي قبيلي جا ڪيترا ماڻهو قيد ڪري وٺي آيا. حضرت رسول ﷺ جن انهن مان ڪن ڪافرن کي قتل ڪرائڻ جو حڪم ڏنو. اتي هڪ عورت اُٿي عرض ڪيو ته: آءُ حاتم طائيءَ جي ڌيءُ آهيان، سائين جن وٽ آزاديءَ جي درخواست ٿي ڪريان. منهنجو ابو سخي مڙس هو. اڄ

مون تي بہ سخا ڪئي وڃي. پوءِ تہ حضرت رسول الله ﷺ جن هن کي آزاد ڪرڻ جو حڪم ڏنو ۽ فرمايائون تہ: طي قبيلي جي ٻين ماڻهن کي قتل ڪيو ويندو.

اهو ٻڌي حاتم طائيءَ جي ڌيءُ روئندي چيو تہ: جيڪڏهن ائين آهي، تہ پوءِ اول مون کي قتل ڪري ڇڏيو، پوءِ مائٽن کي. انهن کان سواءِ آءٌ ڳوٺ ڪيئن ويندس؟ مائٽ مارائي، آءٌ اڪيلي گهر ڇا وڃي ڪندس؟ هن جي روئڻ جو آواز حضرت رسول الله ﷺ جن ٻڌو. پوءِ تہ طيءَ قبيلي جي سيني ماڻهن کي آزاد ڪري، انعام اڪرام ڏئي، ڪين ماڳ موٽايو.

## حاتم جي سخا جو ٻيو قصو

حاتم طائيءَ جي دڪان تي هڪڙو پوڙهو فقير آيو. ڏهين روپئي جي کنڊ خير ۾ گهريائين. مون ٻڌو آهي تہ: ان وقت حاتم وٽ کنڊ جي ڳوڻ پيل هئي. اها سڄي ڳوڻ فقير جي گهر موڪلي ڏنائين. اهو لقاءُ هن جي زال تنبوءَ مان ڏٺو پئي. تنهن حاتم کي چيو تہ: اهو ڇا آهي؟ هن کي گهرج ڏهين رپئي جي کنڊ جي ۽ تون ڏينس سڄي ٻوري؟ اهو ٻڌي حاتم مُرڪي وراڻيو: اي پياري! هن پنهنجي گهرج آهر گهريو ۽ مون پنهنجي گهرج مطابق ڏنو.

(ان اڪائيءَ کان پوءِ شيخ سعديءَ لکيو تہ:) حاتم جهڙو سخي مرد، وَري پيدا ٿيڻ مشڪل آهي. البت وقت جو بادشاهہ ابوبڪر سعد گهڻي سخا ڪري رهيو آهي. ۽ دين اسلام جي خدمت ۾ پاڻ پتوڙي رهيو آهي. جيئن حاتم جو نالو ڪتابن ۾ لکيو پيو آهي، تيئن بادشاهہ ابوبڪر سعد جو نالو بہ هميشه زندهہ رهندو. کيس اجر عظيم ملندو رهندو.

## بادشاهن جي بردباري

هڪڙو پوڙهو ۽ مسڪين ماڻهو، گڏهہ تي سامان سٽي وڃي رهيو هو، تہ ڪٿي گپ ۾ سندس گڏهہ ڦاسي پيو. موسم هئي مينهن جي،

سو چؤطرف گپ ۽ ڪِنُ هو. وري وقت بہ اونداهي رات جو هو. سو هن جو گڏھ نڪري نٿي سگهيو. پوءِ تہ پوڙهو ڏاڍو پريشان ٿيو ۽ ڪاوڙ سبب گارين ۽ لعنتن جي بارش وسائي رهيو هو. دوستن ۽ دشمنن کي گاريون پئي ڏنائين. لعنتون پئي وڌائين.

الله جي قدرت اهڙي ٿي جو بادشاھ شڪار لاءِ نڪتل هو ۽ ان وقت اتي پهتل هئو. ان بہ پوڙهي جون ڪچيون گاريون ٻڌيون. نہ ڪنهن جي نندي ٿي ڇڏيائين،نہ وڏي. ڪتان پئي آيو، تہ ڪتان پئي ويو. بادشاھ کي بہ جوءِ ۽ ڌيءُ تي گاريون پئي ڏنائين. بادشاھ پاڻ گاريون ٻڌي، لڄي پئي ٿيو. البت هِن پوڙهي جي زبان بس ٿيڻ واري ٿي نہ هئي. بادشاھ چيو پئي تہ: هيءُ ويچارو مون تي الائي ڇو ڏمريو آهي. (مون نہ مينهن وسايو آهي،نہ گپ ڪئي آهي، نڪو اِن جي گڏھ گپچڻ ۾ ڪو منهنجو قصور ٿي آهي.)

اتي هڪڙي فوجيءَ چيو تہ: سائين! هن پوڙهي کي سخت سزا ڏيو! تلوار هٽي بہ اڌ ڪري ڇڏيوس. ڪو عقل ڪونہ اٿس، سيني کي ماءُ پيڻ تي وينو ٿو گاريون ڏئي، بڪواس ڪري. نيٺ بادشاھ پاڻ هلي، هن پوڙهي وٽ وڃي پهتو. ڏنائين تہ هن جو گڏھ گپ ۾ گتل آهي. هو سخت پريشان آهي. پوءِ تہ بادشاھ جي ڪاوڙ ختم ٿي وئي. ويتر هن تي رحم اچي ويس. هن سان تعاون ڪيائين. پوءِ پلو گهوڙو ۽ پئسا ڏوڪڙ پوڙهي کي انعام ۾ ڏنائين. اهڙن وقتن تي ڪاوڙ ڪائي وڃڻ ۽ رحم ڪرڻ، هر ڪنهن جو ڪم ناهي. پر ڪنهن ڪنهن کي اهڙي توفيق نصيب ٿيندي آهي.

ڪنهن ماٺهوءَ پوڙهي کي چئي ڏنو تہ: بيوقوف! چريا! اڄ الائي ڪيئن قتل کان بچيو آهين. ڇڻ نئون جائو آهين. پوڙهي چيو: اڙي ماٺ ڪر! آءُ بہ ڪنهن ڏک سور سبب دانهون ڪري رهيو هوس. منهنجي پريشانيءَ کان تون واقف ٿي نہ آهين ۽ بادشاھ پنهنجي شان لائق انعام ڏنو اٿم. بُرن کان بدلو وٺڻ آسان آهي، پر برائي ڪندڙ سان ڀلائي ڪرڻ ڪن مردن جو ڪم آهي.

## ڪميڻي امير ۽ پلاري فقير جو قصو

ڳالهہ ٿا ڪن تہ: هڪڙي مغرور ۽ هٺيلي سيٺ جي دروازي تي ڪو پلارو فقير، پهتل ٻانهو خير لاءِ آيو. سيٺ وڏائي ڪئي، فقير کي ڳالهوَ ڏٺي تڙي ڪڍيائينس ۽ هڪدم بنگلي جو دروازو بند ڪري ڇڏيائين. فقير ٿڌو ساهہ کنيو ۽ شوڪارا ڀريندي، ڪٿي پاسائتو وڃي ويٺو. اتي صدمي سبب ڳوڙها پئي ڳاڙيائين. چو نہ اها خبر هڪڙي نابين شخص ٻڌي. پوءِ تہ ڏاڍو ڏک ٿيس ۽ هلي هن پلاري فقير وٽ اچي پهتو. ڪيس آٿت ڏنائين ۽ عرض ڪيائينس تہ: ڏک نہ ڪريو. هن سيٺ ڌڪاريو آهي، تہ ڪا پرواهہ ڪانهي. توهان رات هلي مون وٽ مهمان ٿيو! پوءِ منٿون ميڙيون ڪري فقير کيءاهو نابين پنهنجي اوطاق تي وٺي آيو. ڏاڍي عزت ڏنائينس، ماني ٽڪي ڪارايائينس،خدمت چاڪري گهڻي ڪيائينس.

هو پلارو فقير اهڙو خوش ٿيو جو نابين مهمانتواز کي دل سان دعائون ڪرڻ لڳو. چئي رهيو هو تہ: الله سائين توکي اکين جو نور نصيب ڪري. خدا توکي خوش ڪري وغيره وغيره. فقير اهڙي درد ۽ دل سان دعا ڪري رهيو هو جو نابين اهڙا اکر ٻڌي اکين مان پاڻي وهائي رهيو هو.

پوءِ ڇا ٿيو جو اهو نابين جيئن ئي صبح جو اٿيو تہ اکيون بلڪل ٺيڪ ٺاڪ هئس. نور ڇِٽو ٿي چڪو هوس. هو دنيا ۾ سڀ ڪجهہ ڏسي واڪسي رهيو هو. پوءِ تہ اها ڳالهہ شهر ۾ پکڙجي وئي، تہ فلاڻي نابين جون اکيون اوچتو ٺيڪ ٿي ويون آهن. هلندي اها ڳالهہ هن مغرور سيٺ تائين بہ پهتي، جنهن پلاري فقير کي لوڏي ڪڍيو هو.

هاڻي سيٺ نابين ڪان پڇي رهيو هو تہ: ڪر خبر! توسان هيءَ ڀلائي ڪيئن ٿي. تنهنجي نظر ڪيئن موٽي آئي.

هن چيس تہ: اي سيٺ! توکي عقل آهي ڪونہ، تون ماٺهو نہ ماڻهوءَ کي سڃاڻين ئي ڪونہ ٿو. جنهن درويش کي تو لوڏي ڪڍيو هو، مون ان کي وڃي پاڻ وٽ ٽڪايو. تون بيڪار ماڻهن جا پير چُمندو وتين ۽

پلارن کي پيو ڏکارين ته تو وٽ برڪت ۽ فرحت جي روشني ڪٿان ايندي؟ توکي سڃاڻپ واري اک آهي ئي ڪانه.

اها ڳالهه جڏهن مغرور سيٺ ٻڌي، تڏهن ڏاڍو ارمان ٿيس ۽ چئي رهيو هو ته: منهنجي بدقسمتي ڇٺبي جو آيل ياڳ کي لوڏي ڪڍيم ۽ اهڙو نصيب تون ڪٿي وڃين.

داناء چوندا آهن ته: توکي جيڪڏهن آله لوڪ پهتل فقير جي تلاش آهي، ته پوءِ هرهڪ فقير جي عزت ۽ خدمت ڪر! ان ۾ سستي نه ڪر! جڏهن ڪانءَ، ڪبوتر، ڪوئل ۽ هنج پکين لاءِ داڻا گڏ وجهندين، تڏهن قسمت سان هنج پکي شڪار ڪري سگهندين. ڏسو ته ڪيترين سِپين جي پچڻ کان پوءِ ڪنهن ڪنهن سپيءَ مان موتي ملندو آهي. هٽ به ائين سمجهه!

ڳالهه ٿا ڪن ته: ڪنهن ماڻهوءَ جو پٽ وڃائجي ويو. گهڻي ڳولا کان پوءِ هٿ اچي ويس. پوءِ ماڻهن کي چئي رهيو هو ته: خبر اٿو ته مون وڃايل پٽ ڪيئن هٿ ڪيو؟ ڇا ڪيم، جو جيڪو به ٻار نظر تي آيو، ان کي پنهنجي پٽ وانگر پيار ڪري ڇتائي تي ڏٺم. نيٺ مون کي منهنجو پٽ ملي ويو.

ان قصي وانگر ٻيو قصو به ٻڌائيندا آهن ته: ڪٿي پٿريلي زمين ۾ بادشاهه جي تاج جو قيمتي هيرو وڃائجي ويو. پوءِ ته پٽ کي چيائين ته: هيرو ٻين پٿرن سان ملي ويو آهي. سو اوندهه ۾ ليي نه سگهندو. هاڻي هيئن ڪر! جو جتي هيرو وڃايو آهيء اتي جا سڀ پٿر گڏ ڪرائي ڪٽائي هل! ڏينهن ٿئي ته منجهانئن پنهنجو هيرو سڃاڻي ڌار ڪري ونجانءِ. ڇو ته هيرو انهن پٿرن ۾ ئي هوندو. ٻيو ڪاڏي ويندو.

ان مثال مان سمجهڻ گهرجي ته ڪيترا پلارا ٻانها عام ماڻهن ۾ ائين مليل آهن. انهن کي حاصل ڪرڻ لاءِ عام خاص ماڻهن جي خدمت ڪرڻي پوندي. ائين ڪبو تڏهن هڪ ڏينهن قيمتي گوهر ملي ويندو. ڏس ته گلن حاصل ڪرڻ لاءِ ڪيترا ڪنڊا به برداشت ڪرڻ پوندا آهن.

هڪڙي ڪارڻ هوت جي ٻانهي ڪَل ٻروچ جي

جڏهن ڪنهن ماڻهوءَ سان محبت ٿي پوندي آهي، ته ڪيترن جون دشمنيون به سَهٽيون پونديون آهن. هڪڙي جي رضا لاءِ گهڻن جا غم سهبا آهن. تنهنجي نظر ۾ جيڪو فقير حقير ٿو ڏسڻ ۾ اچي، تون ان کي به حقارت سان نه ڏس! متان هو الله جو پيارو ٻانهو هجي. جنهن تي تنهنجي اک ئي نٿي ٻڏي، متان اهو اندر جو اجرو ۽ پلارو ماڻهو هجي.

سياڻا چوندا آهن ته: ڪو شهزادو جيل ۾ وڃي پوي ته اتي به هن جا هٿ چمندو ڪر! ڇو ته متان هو هڪ ڏينهن جيل مان نڪري تخت ڏٽي ٿئي ۽ تنهنجي ڪم اچي وڃي. سرءُ جي مند ۾ وڻن جا گل اجايو نه ڇاڻجن ڇو ته، اهي بهار ۾ ميوا ڏيندا.

## بخيل پيءُ ۽ هٿ ڦاڙ پٽ جي ڳالهه

هڪڙو هو ڪِيٽ ڪنجوس. وٽس دولت هئي پر ان مان خدا هن کي نه ڪارايو هو. خرچ ڪرڻ جي توفيق ئي نه هئس. نڪو پاڻ ڪائي دل پئي خوش ڪيائين، نڪو الله جي راهه ۾ ٿي ڏناثين، جيئن اڳتي ڪم اچيس. صبح شام پئسا ڳڻي سانڍي رکندو هو. موذيءَ وٽ دولت قيد ٿي ڇٽبي.

ڪنجوس جي پٽ کي به خبر ڪانه هوندي هئي ته: ابو پئسا ڪٿي ٿو رکي. البت ان تلاش ۾ رهندو هو. نيٺ هڪ ڏينهن پٽ ڏسي ورتو ته پٽس زمين ۾ پئسا پوري رهيو آهي. (ان وقت سون چانديءَ جا پئسا هوندا هئا.) پوءِ پُٽ ڇا ڪيو جو، وڃهه وٺي زمين کوٽي، پيءُ جا پوريل پئسا ڪڍي، اتي هڪ پٿر پوري ڇڏيائين. ڪنجوس جو پٽ وري اهڙو هٿ ڦاڙ هئو، جو پئسو هڪ هٿ ۾ آيو، ٻئي هٿ سان ويو. ۽ اهڙو بي افعالو. بدعادت هئو، جو پنهنجي ٽوپي بزار ۾ گروي رکي، چَٽو ڪري ايندو هو.

جڏهن پيءُ کي پئسن گم ٿيڻ جي خبر پئي، تڏهن سڄي رات ننڊ نه آيس. روئندي رڙندي رات گذاريائين. هوڏانهن پٽ ڇا ڪيو جو ان رات ڳائڻن کي گُهرائي راڳ جي محفل مچايائين. ناچُن، ڏڪڙائن متان

نوٽ گهوري اڇلائي رهيو هو. چوي پيو: وَجُ پُٽَ وڃ! نڇ ڙي ناچو، ول نہ مِلسئي وار.

صبح ٿيو تہ پٽ، ڪنجوس پيءُ وٽ آيو. ڪلي چياٿينس تہ: اي ابا! پئسا هوندا ئي ڪاڻ کپاڻ لاءِ آهن. پورڻ لاءِ تہ جهڙا پئسا،تهڙو پٿر. پٿر جي ڪاٺين مان سون ڪڍي هن ڪري ڏار ڪندا آهن، جيئن خرچ ڪجي، ڪائجي کپائجي، سک ۽ سڪون حاصل ڪجي. هڪڙن ماڻهن ڪاٺين جي پٿرن مان سون چاندي ڪڍي پئسا جوڙي جهان ۾ هلايا ۽ توهان وري پئسن کي پيا مٽيءَ ۾ پوريو. اهو سون ڇڻ پٿرن مان نڪتو ئي ڪونہ.

جيڪو بخيل،هوندي سوندي وارو، ٻارن ٻچن، گهر ڀاتين سان گهٽي پڪائي ٿو ڪري، تہ ڀاتي اهڙي موذيءَ جي مرڻ لاءِ دعائون گهرندا هوندا. ۽ چوندا تہ: جڏهن هيءُ ڪنجوس قبر ۾ پوندو، تڏهن اسان سک جو سٽيو ٽڪر کائينداسين. ڪنهن ڪنجوس دولتمند وٽ پئسا ائين آهن ڇڻ طلسمي خزانو. ان ڪري هن جا گهر ڀاتي، سالن جا سال ان انتظار ۾ هوندا آهن تہ ڪڏهن ٿو موذي مري ۽ طلسم ختم ٿئي. جيئن دولت ڀاڻ ۾ تقسيم ڪجي.

ڪِولِيون اول داڻا گڏ ڪري، پوءِ کائينديون آهن. تون بہ اڄ کاءُ کپاءِ،نہ تہ تنهنجو جسم هُئين بہ ڪيڙا کائيندا. سعديءَ جي سهڻن سخنن مان ڪجهہ سِکُ ۽ نصيحت پراءِ! متان پوءِ پڇتائين.

## ٿوري احسان جو گهڻو بدلو

هڪڙو هو مسڪين پيرسن. ان کي ڪنهن ڏينهن سخت لوڙ پئي. پوءِ ڪنهن نوجوان هن جي ضرورت مطابق هڪ سؤ روپيا، هن مسڪين پوڙهي کي في سبيل الله ڪٽي ڏنا. پوڙهي جو ڪم ٿي ويو. سو دعائون ڪندو ويندو رهيو.

اتفاق اهڙو ٿيو جو، ان نوجوان کان ڪو قصور ٿي پيو ۽ پڪڙجي پيو. ۽ ان لاءِ ڦاسيءَ جي سزا جو اعلان ڪيو ويو. جنهن ڏينهن هن کي ڦاسي

اڇٽي هئي. ان ڏينهن، ڦاسيءَ جي نظاري ڏسڻ لاءِ ڪيترا ماڻهو ڦاسي گهاٽ جي ٻاهران اچي گڏ ٿيا. ڪي پٽين تي ويٺا، ته ڪي ڪوٺن تي چڙهي ويا. چڱو خاصو گوڙ لڳو پيو هو.

ان ڏينهن اهو پوڙهو فقير اتان اچي لنگهيو ۽ هن نوجوان کي ماڻهن جي هٿن ۾ ڏٺائين، جيڪي هن کي ڦاسيءَ لاءِ وٺيو پئي ويا. نوجوان کي بيوسيءَ جي حالت ۾ ڏسي، مٿس ڏاڍو رحم آيس. جو هڪ ڏينهن نوجوان مٿس رحم ڪيو هو. پوءِ ته پوڙهي ڇا ڪيو جو روئڻ پٽڻ پار ڪرڻ ۾ شروع ٿي ويو. پارن ڪندي، اوڇنگارون ڏيندي، وڏي واڪي چئي رهيو هو ته: بادشاهه سائين گذاري ويو. هاءِ ڙي ٻلا بادشاهه! تون پنهنجو وارو وڃائي وئين، اسان کي ڇورو ڇنو، نڌڻڪو ڪري وئين. فقير جي هن ڌمچر ۽ روئڻ تي، سب ماڻهو، سپاهي ۽ فوجي واءٽڙا ٿي ويا. فوج ۽ سپاهه بادشاهه جي محلات ڏانهن ڊوڙ پاتي. اهڙي افراتفري ۽ هڙٻڙ ۾ هنن کان هر شيءِ وسري وئي. نوجوان کي ڦاسي ڏيڻ به وسري وين. نوجوان کي وجهه ملي ويو ۽ وٺي ڀڳو. اهڙو ويو، جو وري هٿ ئي نه آيو.

هيڏانهن فوجي ۽ سپاهي وڃي ڏسن ته بادشاهه ته خوش ويٺو آهي. پوءِ ته هن پوڙهي فقير کي اچي پڪڙيائون. وڃي بادشاهه وٽ حاضر ڪيائونس. اتي بادشاهه پڇيس ته: تو اها جرڪت ڇو ڪئي؟ منهن جي موت جي توکي ڇو طلب ٿي؟ جڏهن ته آءُ رعيت سان سٺو هليو آهيان. توکي به مون کان ڪو ايذاءُ ڪونه رسيو هوندو. ته پوءِ تو منهنجي موت جي ڳالهه ڇو ڪئي. توکي ڪهڙو لاچار ٿيو؟

پوڙهي فقير وراڻيو: جيئندا قبلا! منهنجي ڳالهه ڪرڻ ۽ ڪوڙ ڳالهائڻ سان توهان مري ڪونه پيا. پر هڪڙي مجبور انسان جي جان بچي پئي. منهنجي ان اٽڪل سان ڦاسيءَ جي سزا وارو نوجوان جان بچائي وٺي ڀڳو.

بادشاهه کي پوڙهي جا اکر ڏاڍا وڻيا ۽ ميار ته ڪانه ڏنائينس پر ويتر انعام اڪرام ڏئي روانو ڪيائينس.

هوڏانهن هو نوجوان جو موقعو ڏسي ڀڄو هو، سو اهڙو تيز ڀڄي ڀڳو، جو ڳالهه ڪرڻ کان ٻاهر هئي. رستي ۾ ڪو واقف ملي ويس. ان حال احوال پڇيس ته: توکي ته ڦاسي اچڻي هئي؟ اتان ڪيئن بچي ۽ ڀڄي نڪتين؟ هُن ڪَن ۾ ٻڌايس ته: هڪڙي دفعي ڪنهن کي سؤ روپيا ڏنا هُئم، ان سبب جيئدان نصيب ٿيم. هوندي وقت پوک پوکبي، ته محتاجيءَ وقت لُڻي سگهبي. ڪڏهن هڪڙي جَوَ ڏيڻ سان وڏي مصيبت معاف ٿي ويندي آهي ۽ ڪنهن لڪڙيءَ سان عُوج جهڙو پهلوان ماري سگهبو آهي. حضرت رسول ﷺ جن جو فرمان نہ ٻڌو اٿئي؟ "**اَلصَّدَقَةُ تُطْفِيْ غَضَبَ الرَّبِّ**" (صدقو الله جي ڏمر کي ٽاريندو آهي.) خيرات سان مصيبتون معاف ٿينديون آهن.

هن ملڪ ۾ بہ ابوبڪر سعد جهڙن سخي دل بادشاهن جون سخائون جاري آهن، تہ هت دشمن جا پير بيهي نہ سگهندا. ڪنهن هڪ جي دل خوش ڪرڻ سان ڪڏهن جهان خوش ٿي پوندو آهي. هن بادشاهہ جي زماني ۾ ڪنهن ماڻهوءَ کي ماڻهوءَ کان ايذاءُ تہ ڪونہ ٿو پهچي، پر ڪنهن ڳل کي ڪنهن ڪنڊي کان بہ تڪليف ڪانہ ٿي رسي. ۽ هو ملڪ جي ماڻهن لاءِ رحم ڪندڙ آهي. پر تنهنجو قدر جيڪڏهن ڪونہ ڄاڻي، تہ ڇا ٿي پوندو. ڀلا ڪيترا ماڻهو شب قدر کي نہ سڃاڻندا آهن تہ ڪهڙو فرق پوندو آهي.

## نيڪيءَ تي خوش ٿيڻ جو اجر

ڪنهن ماڻهوءَ خواب ۾ ڏٺو تہ محشر جو ميدان قائم ٿيل آهي. ڌرتي ٽپي ٽامي جي ٿي وئي آهي. آسمان تي بہ ماڻهن جو گوڙ شور، هل هنگامو آهي. ماڻهن جو دماغ گرم ڌرتيءَ تي ويهڻ سبب ڪَڙهي رجهي رهيو هو. پر هڪڙي ماڻهوءَ کي بهشت جا زيور پاتل هئا ۽ ڪنهن پاڇي هيٺان مزي سان بي فڪر ويٺو هو. اهو حال ڏسي، هن خواب واري ماڻهوءَ وڃي ان کان پڇيو تہ: توکي هيءُ درجو ڪيئن نصيب ٿيو؟ جو هن جاءِ تي بہ بي فڪر ويٺو آهين؟ هن وراڻيو تہ: منهنجي گهر ۾ انگورن

جون وليون پوکيل هيون، اهي گهر جي ڇت کان ٻاهر بہ لڙڪيل هُيون. انهن جي ڇانوَ ۾ هڪڙو مسڪين ٽڪل اچي ستو ۽ ان سان مون کي ڏاڍي خوشي ٿي. جو منهنجي پوکيل پوک مان ڪنهن مسڪين کي نفعو پهتو. اهو ئي سبب هو جو منهنجون خطائون معاف ٿي ويون. شايد هن مسڪين دل سان دعا ڪئي هئي تہ: اي رب! جنهن مون کي هن طرح سک سان سمهڻ ڏنو آهي، ان جي مداين کي معاف ڪر!

اهو واقعو ٻڌي، مون سوچيو تہ هن علائقي شيراز جي بادشاهہ ابوبڪر سعد جي ڪرم جي ڇانو ۾ لکين ٻڪيا پيا پلجن ۽ سک، سڪون سان زندگي بسر ٿا ڪن، تہ ان کي ڪيڏو نہ اجر ملندو! شال سندس مهربانين جي وڻ جو ڇانو اجا وڌي ويجهي ۽ غريبن لاءِ سکَ جو سبب بنجي.

## نالائق سان چڱائي نہ ڪجي

اسان چڱائيءَ جي باري ۾ گهڻي ڀيرا ڪندا رهندا آهيون. پر چڱائي هر ماڻهوءَ سان ڪرڻ مناسب نہ آهي. هڪڙو ظالم ۽ ماڻهن کي ستائيندڙ آهي، تہ ان تي رحم چڱو نہ آهي. جنهن ماڻهوءَ کي ڏسين تہ مالڪ مهربان (الله تعاليٰ) جو بي فرمان ۽ مخالف آهي، تہ ان کي لٺ ڏکو (هٿيار) هٿ ۾ ڏيڻ نالائقي آهي. ڀلا اهڙو وڻ جنهن ۾ ڦل نہ ٿيندو هجي، رڳو ڪنڊا ئي ڪنڊا هجن، تہ ان جي پوکڻ مان ڇا فائدو؟ تون ڦلدار وڻ پوک! يعني سردار ۽ اڳواڻ اهڙي ماڻهوءَ کي مقرر ڪر، جيڪو ڪمزورن جي پرگهور لهي ۽ ڪنهن تي ظلم نہ ڪري. ۽ ڪنهن ظالم سان چڱائي ڪرڻ، جهان تي ظلم کي وڌائڻو آهي. ظلم سان جهان جلائڻ واري کي پاڙان پٽڻ بهتر آهي. جڏهن تو ڪنهن ڏاڙيل تي رحم ڪري ڇڏي ڏنو تہ، ڪيترن ڏاڙن لاءِ تو راهہ هموار ڪئي. نتيجو نڪتو تہ ظالم تي ڏاڍ ڪرڻ، عين عدل ۽ انصاف آهي.

## ڏنگن ڏيڻين تي رحم جو نتيجو

ڳالهہ ٿا ڪن تہ: ڪنهن ماڻهوءَجي گهر جي ڇت ۾ ڪکر اچي

ويٺي. ڏينين مانارو ناھڻ شروع ڪيو. مَردَ ارادو ڪيو تہ لڪڙي ڪٽي مانارو لاهي ڇڏي. پر زال چيس تہ: هي جيتامڙا جاندار ڏينيو دربدر ٿيندا، بي گهر ۽ پريشان ٿيندا. پوءِ تہ مڙس بہ زال جو چيو وٺي، ڪکر کي ڇڏي ڏنو. تان تہ مانارو وڏو ٿهي ويو.

هڪ ڏينهن ڇا ٿيو جو مَردُ ويو ڪم ڪار سان ۽ زال کي ڪُنيءَ ڪنيو جو ڪکر جي پرسان اچي لنگهي، پوءِ تہ ڏينين اچي ورتس، ڏنگ هٽي ٻوٽ سڄائي رکيائونس. مرد جڏهن موٽي آيو، تڏهن ڏٺائين تہ زال جون رڙيون ۽ دانهون ٻاهر پيون ٻڌجن. پوءِ تہ مڙس، زال تي اچي ڪاوڙيو. چيائينس تہ: نياڳي! تو پٺي چيو تہ ويچارن ڏينين کي نہ سَتاءِ. هاڻي سَهُہ ڏنگ! تڏهن تہ سياڻا چوندا آهن تہ: بڇڙن ۽ رهزنن سان چڱائي ڪرڻ، بُرائي ۽ بڇڙائي کي پکيڙڻو آهي. جڏهن ڏسين تہ هن مان مخلوق کي ايذاءَ رسڻو آهي تہ اُن کي اٽندي ئي ختم ڪري ڇڏجي. چوندا آهن تہ: ڪتو ڇا ڄاڻي ڪٽڪ جي مانيءَ مان. ڪنهن داناء چيو آهي: جيڪو گڏهہ اڙِ (اٺون هٽندڙ) هجي، تہ ان تي ڳرو بار لڏڻ گهرجي. جيڪڏهن چوڪيدار نرم دل هوندو، تہ چور چڪار ڀاڙي وارن کي سک سان سمهڻ ئي نہ ڏيندا.

هرڪو ماڻهو بہ سخا جي لائق ڪونهي. ڪو سخا جي لائق آهي تہ ڪو سزا جي لائق. ٻليءَ کي گهڻو پالي چلولو ڪبو، تہ گهر جا ڪُڪڙ ۽ ڪبوتر کائي ويندي. بگهڙ کي پالبو تہ اهو ٻارن کائڻ کان بہ ڪونہ مڙندو. مطلب تہ جنهن جو بنياد بد ۽ ڪمزور هجي، ان تي احسان جي وڏي عمارت جوڙڻ سياڻپ ڪانهي.

## دورانديشيءَ بابت

بهرام نالي هڪڙي ماڻهوءَ گهوڙو ڌاريو. اهڙو تاتيائينس جو صفا اڙدو ٿي ويو. پوءِ تہ هڪ ڏينهن ڪُڏ ڏئي، مالڪ کي زمين تي وجي ڪيرايائين. تڏهن بهرام چئي رهيو هو تہ: گهوڙو ڪو ڪمزور ڌاريان، جنهن تي ڪنٽرول بہ ڪري سگهان.

داناءُن چيو آهي ته: جڏهن بگهڙ ڦاسي پوي، ته ان کي مارڻ ۾ دير نه ڪجي. نه ته ٻڪرين تان هٿ کڻجي. ابليس جهڙي بد ذات مان چڱائيءَ جي اميد فضول آهي. دشمن کي ير ڏيندڙ، پاڻ سان وير ٿو وهائي.

جيڪڏهن نانگ جي مُنڍي ڪنهن پٿر هيٺان ڏسجي، ته ان کي اتي ئي پٿر سان چٿي ڇڏجي. ڪنهن لٺ ڏُکي آڻڻ جو انتظار به نه ڪجي. جيڪو قلم سان گند لکي ايذائي ته ان جو لکڻ وارو هٿ، تلوار سان وڍڻ مناسب آهي ۽ جيڪو حاڪم ملڪ لاءِ بڇڙا قانون نافذ ٿو ڪري، اهو قوم کي باهه ۾ ٿو اڇلي. ان لاءِ ائين چوڻ نه گهرجي ته: اهو حاڪم ئي چڱو آهي، هلڻ ڏينس. پر ان کي هٽائڻ لاءِ جدوجهد ڪرڻ گهرجي.





## باب ٽيون

# عشق جو

عاشق ائين نہ هُوَن، جيئن تون سڄين اگڙين،
وچي در دوستن جي، رت ڏيهاڙي رُوَنِ،
ٻيءَ پر ڪنهن نہ پونِ، ماڪر محبوبن سين.



عاشقن الله جي سدا وائي وات،
فَاذْكُرُوْنِيْٓ اَذْكُرْكُمْ، تن ۾ اها تات،
انهن ڪان ڪا ساعت، سڄڻ ويل نہ وسري.

(شاهہ)

الله جا عاشق هميشه قضا تي راضي رهن ٿا ۽ خوشحالي توڙي تنگ دستيءَ ۾، بيماريءَ يا تندرستيءَ ۾ هنن وٽ ڪو فرق نٿو ٿئي. ڀلي فقيرن واري گودڙيءَ ۾ هجن، پر پوءِ بہ ڪين دولتمندي ۽ بادشاهيءَ ڪان نفرت هوندي آهي. اهي مسڪينيءَ ۽ سچائيءَ ۾ بہ صبر ۽ شڪر سان رهن ٿا. عشق جي نشي ۾ مخمور ۽ مزي ۾ آهي. پر ڪڏهن فراق جا ڦٽ بہ ڪين پهچن ٿا. چو تہ گلن سان گڏ ڪنڊا بہ هوندا آهن. ڪين ان راهہ ۾ مصيبتون ۽ مشڪلاتون بہ پهچن ٿيون. پر پوءِ بہ گهڻو پريشان ڪونہ ٿين. ويتر مصيبتن جي زهر کي محبوب جي هٿ مان مليل منو شربت سمجهي ڍوڪي ٿا وڃن.

عاشق زهر پياڪ، وِهُ پسيو وِهسن گهڻو،
ڪڙي ۽ قاتل جا، هميشه هيراڪ،
لڳين لئون لطيف چئي، فنا ڪيا فراق،
توڙي چڪن چاڪ، نہ بہ آهہ نہ سلن عام سين.

(شاهہ)

عشق ۾ اهڙو لطف ۽ محبت ۾ اهڙو مزو آهي جو، ان ۾ قاتل، وڏين مصيبتن هوندي به آزاديءَ جو تصور نه ٿو ڪري. حقيقي عاشقَ، پنهنجي منهن، اڪيلائپ ۾ بادشاهه آهن ۽ ماڻهن آڏو فقير نظر اچن ٿا. هنن ڪي معرفت جي منزل جي واقفيت آهي. منزل تائين پهچڻ کان اڳ، پوئتي موٽڻ لاءِ هو سوچين به نٿا. اجا به منزل طرف هلندي قدمن جا نشان ٿي نٿا چڏين ته متان ٻيو ڪو انهن رندن تي پنڌ ڪري اچي پهچي. جيڪو عشق ۾ اڙجي، موج مستيءَ ۾ اچي ويو، ته ان کي ماڻهن جي طعنن تنڪن جي ڪا پرواهه ٿي ڪانهي. اهو ائين سمجهه جيئن مست اٺ تي ڪيترو به بار رک، ته هن کي پرواهه ٿي نه هوندي آهي. هن جي اڪيلائپ ۽ اڪيلائپ ۾ وندر ۽ روح رهاڻ جي ڪنهن کي پرک ٿي نه ٿي پوي. ائين سمجهه ڄڻ هو آبِ حيات جي طلب ۾ اونداهي جهان ۾ پهچي چڪو آهي. هو ڄڻ ته بيت المقدس وانگر آهي جو ٻاهران ايتري رونق نه اٿس. البت اندران زينت ۽ نورانيت جا تجلا آهن. هو پرواني وانگر، باهه ۾ پاڻ اڇلڻ لاءِ به تيار آهي. اهو هن جو اخلاص آهي. هو پَٽ ڪيئين وانگر ناهي، جيڪو ڪديل تاني پاڻ تي ويڙهيندو ويندو آهي. تان ته هن جو موت به ائين ئي ٿيندو آهي.

هن کي محبوب مليل آهي، پوءِ به تلاش يار جاري اٿس. ائين سمجهه ڄڻ درياءَ ۾ غوطا کائيندي، اڃ جي اوساٽ جون دانهون پيو ڪري. پاڻي ته آٿس، پر اُلي عشق واري لڳل اٿس، جو ڍؤ نٿو ٿئيس. (هو ستن سمندن کي هڪ سُرڪي ٿو سمجهي.)

## عشق حقيقي ۽ عشق مجازي

تنهنجي عشق ۾ دل جو سڪون ۽ آرام ختم آهي. جاڳندي تو ۾ نگاهه. ننڊ اچي ته تصورات ۾ تون آڏو آهين. چون ٿا ته: جيڪو عشق ۾ قدم رکي، ته سڄي جهان کي ڪجهه نه سمجهي. سون ۽ مٽيءَ کي هڪجهڙو سمجهي. مطلوب جي ڏسڻ کان سواءِ ڪجهه نظر ئي نه اچيس. ائين سمجهي ته اهو مطلوب منهنجي اکين آڏو آهي ۽ اکيون ٻوٽي

تہ دل ۾ هن لاءِ جاءِ هجيس. خواريءَ جو ڪو خوف نہ رکي، بي آرامي ۽ بي صبريءَ لاءِ تيار رهي. محبوب تو ڪان سر گهري تہ، ترِيءَ تي رکي ڏينس. هو تلوار اولاري، تہ تنهنجو سر آڏيءَ تي هجي. يقين ڄاڻ تہ نفس جي هوس وارو عشق تہ تباهي آهي اهو عشق آهي ئي ڪونہ بلڪ فِسق آهي.

الله جا عاشق محبت جي درياءَ ۾ ٻڏل اٿئي. انهن کي پنهنجي جان جي پرواهہ بہ ڪانهي. مخلوق ۾ هن جي دل ئيءَ لڳندي. هن جي درد جي خبر رڳو خدا کي ئي آهي. ٻين کي هن جي ڪا پروڙ ڪانهي. روحن جي جهان ۾ الله تعاليٰ جو ورتل وعدو "اَلَسْتُ بِرَبِّكُمْ؟"("چا آءٌ توهان جو رب نہ آهيان؟)عاشقن جي ڪنن ۾ هميشه پيو ٿو گونججي ۽ قَالُوْا بَلَيٰ (هائو سائين) جي هونگار هنن جو ورد آهي. هنن جا پير اگهاڙا ۽ مٽيءَ هاڻان هوندا. هر هر ٽڌا ساهہ پيو ڪڍندو. هو درد جي دانهن ڪري تہ هوند پهاڙ پرزا ڪري وجهي. ملڪ کي ئي هيٺ مٿي ڪري ڇڏي. جيئن شاهہ صاحب چيو آهي:

> حقيقت هن حال جي، جي ظاهر ڪريان ذري،
> لڳي ماٺ مرن کي، پون ڏونگر ڏري،
> وڃن وڻ ٻري - اوير ايري ڪين ڪي.

سچا عاشق. هواءِ وانگر لڪل ۽ هلڻ ۾ تيز رفتار، پٿر وانگر خاموش (ماڻهن سان ڪلڻ ڳالهائڻ گهٽ) دل ۽ زبان تي الله جو حمد ۽ تسبيح جاري هوندن (تن تسبيح،من مٽيو جو مصداق هوندا ۽ ذڪر ، فڪر جو راڳ رڳن ۾.) اسر جو اٿي اڪيلائپ ۾ الله آڏو ايترو روئندا جو، ڳوڙهن سان راتوڪو پاتل سرمو بہ وهائي ڇڏين. ايتري عبادت ڪان پوءِ بہ صبح جو اقراري هوندا تہ، الله احڪم الحاڪمين جي عبادت جو حق ادا نہ ٿيو. الله جي عشق ۾ ايڏو مخمور ۽ مست جو اها خبر چار ئي ڪانہ تہ، ڏينهن ڪيئن ٿو گذري ۽ رات ڪڏهن ايندي.

هو حُسن جي خلقيندڙ خالق جي حُسن تي اهڙا موهت آهن، جو

دنيا جي ڪابہ خوبصورتي ڪـيئن پاڻ ڏي ڇڪي نہ ٿي سگهي. حقيقت بہ اها آهي، تہ ڪوبہ اهل دل،الله وارو، ظاهري چمڙي ڏسي، ان تي عاشق نہ ٿيندو. ائين ڪيائين تہ پوءِ اهو بي عقل، نفس پرست ۽ اندر جو ڪوڪلو چئبو. مطلب تہ جنهن بہ الله جي هيڪڙائيءَ جي عشق جو پيالو پيتو آهي تہ ان دنيا ۽ آخرت وساري،رب کي ريجهائڻ، راضي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.

## فقير جو پٽ ۽ شهزادو

ڳالهہ ٿا ڪن تہ:هڪڙي مسڪين ماڻهوءَ جي پٽ جي، بادشاهہ جي پٽ (شهزادي) سان دل ٿي وئي. سڄو ڏينهن خيال پيو پچائيندو هو. ڳٽيءَ ۾ پيو ڳرندو هو. وري اتفاق اهڙو ٿيو جو هن جي عشق جي خبر بادشاهي درٻارين کي پئجي وئي. هاڻي هن عاشق کي روڪي چڙيائون تہ: هن گهٽيءَ ۾ ڪڏهن بہ توکي نہ ڏسون. پوءِ تہ هو ويچارو اتان هليوويو. ڪنهن رستي جي ڪناري تي وڃي ويٺو، جتان اهو شهزادو لنگهندو هو. اتي بہ هڪڙو بادشاهہ جو نوڪر پهچي ويس ۽ ڏاڍي قيهہ ڏنائينس. چي: توکي جهليو اٿئون تہ، هت نہ ايندو ڪر! تون اڃا نٽو مڙين؟

هو مسڪين عاشق ان وقت تہ اتان هليو ويو، پر هن جو حال مڪ وارو هجي. هڪ دفعو منهن تان تڙينس تہ ڦريو ڦريو پئي اُن تي ويهندي. اهڙي طرح هيءُ بہ گهٽين جا چڪر پيو ڪاٽيندو هو. ڪنهن واقف چئي ڏنس تہ: اڙي بي وقوف چريا! اڃايو ٿو مار موچڙا گهري وٺين. (اڃا ڏڪ چنبو شهزادو پاڻ هٽئي تہ بہ چئجي تہ هائو ٻيلي. چنبي جي ٻهاني هن جو هٽ توکي لڳو. پر هت تہ ٻين جون اڃايون مارون پيو کائيندين.)

پر هو چئي رهيو هو تہ: اهو سڀ ڪجهہ سڄڻ ڪان سمجهندس ۽ سڀ ڪجهہ پيو سهندس. جڏهن آءُ دوستيءَ جو دم هڻان ٿو تہ صبر ڪرڻو ئي پوندو. پوءِ اڳلو پنهنجو سمجهي يا نہ سمجهي. دل ۾ سمجهندو آهيان تہ آءُ ڪمزور بہ آهيان. نہ وڙهڻ جي طاقت اٿم، نہ صبر سان سهڻ جي. نہ ويهڻ جي جاءِ، نہ پڇڻ جي راهہ.

اي دوستو! مون کي اهڙي نصيحت اصل نہ ڪريو جو آءٌ محبت کان منهن مٽي وڃان، عشق جو خيال ڪڍي وڃان ۽ مصيبتن کان بچي پوان. سوچي ڏسو تہ: جيڪڏهن پرواني پنهنجي محبوب شمع تي ڦيرا ڏيندي سِر قربان ڪيو تہ هن لاءِ، اونده ۾ جيئڻ کان، سجهندي وارو موت بهتر آهي. مون کي بہ ائين سمجهو.

ڪنهن ماڻهوءَ عاشق کي چيو تہ: ائين تہ ڪُسي وينديِن! تڏهن هُن وراڻيو تہ: مارڻ لاءِ مٿي تي تلوار رکيائين تہ آءٌ بادشاهي تاج سمجهندس. منهنجو حال ڏينهون ڏينهن وڃي ٿو بگڙندو. هاڻي صبر بہ نٿو ٿئي. حضرت يوسف عليه السلام جي فراق واري فڪرات ۾ حضرت يعقوب عليه السلام جون اکيون اڇيون ٿي ويون هيون، تہ بہ ديدار کان نااميد نہ پيو ٿئي. پوءِ ڏس تہ نيٺ اميد ماڻيائين. آءٌ بہ اهڙي اميد ۾ آهيان.

هڪ ڏينهن اهو شهزادو گهوڙي تي چڙهيو واٽ وٺيو پئي ويو تہ هن عاشق ڊوڙي وڃي هن جي پير کي چميو. اهو حال ڏسي شهزادو اچي ڪاوڙيو ۽ گهوڙي جي واڳ هٿ ۾ پاسي ڦيرايائين. عاشق مسڪين کليو ۽ چيائينس تہ: بادشاهہ بہ ڪڏهن رعيت کان منهن مٽيندا آهن ڇا؟ آءٌ تنهنجي هوندي پاڻ کي موجود ئي نٿو سمجهان تہ پوءِ مون پير چُميا تہ ڇا؟ نہ چُميا تہ ڇا؟ مون تہ پنهنجي نالي کي ئي ليڪ ڏئي ڇڏي آهي. هاڻي مطلوب ئي سڀ ڪجهہ آهي. مون کي مارڻ لاءِ تلوار ڪڍڻ جي تڪليف بہ نہ ڪجانءِ! آءٌ تہ، مست چشمن، تيز نگاهن آڏو اڳ ۾ ئي ڪُسجي چڪو آهيان. آءٌ عشق جي آگ ۾ جليو، خاڪ ٿيو پيو آهيان. خيال ڪجانءِ متان هاڻي سُڪن سان گڏ ساوا بہ سڙي پون.

## عشق جو اصول

هڪڙي هنڌ راڳ جي محفل هلي رهي هئي. ڳائڻي ڪو اهڙو ڪلام چيو جو هڪڙي تمام سهڻي خوبصورت ماڻهوءَ کي وَجدُ اچي ويو ۽ محفل ۾ اٿي نچڻ لڳو. نچندي، هن جي دامن کي شمع مان باهہ لڳي پئي، ڪپڙي ۾ سوراخ ٿي پيس. پوءِ تہ اهو سهڻو پريشان ٿي پيو ۽

ڪاوڙجي پيو تہ ڪپڙي کي چوچي چو لڳي. هن جي اهڙي حالت ڏسي ڪنهن دل ڦٽيل عاشق چئي ڏنو تہ: هن کي ڪپڙن جي ڦِٽڻ جي ڳڻتيءَ ورتو آهي. هت اسان جو تن، من ۽ جگر جليو پيو آهي.

عاشق چوندا آهن تہ: جنهن شخص کي پنهنجي وجود جي خبر آهي! اهو عاشق ڪيئن ٿو سڏائي سگهي. پنهنجو پاڻ ياد رکڻ عشق جي اصولن مطابق شرڪ آهي.

عَين شرڪ اِيءُ، جيئن بي شرڪ پائين پاڻ کي،
وڃائي وجود کي، پاڻان پاسي ٿيءُ،
هڏهين ڪونهي هيءُ، هو پڻ ڪونهي هِن ريءَ.

(شاهہ)

## محبت جي ميدان ۾

هڪڙو پوڙهو داناء مون کي مليو. عجيب قصو ٻڌايائين تہ: هڪڙي عاشق مست نوجوان جهنگ منهن ڪيو. پٽس کي ساڻس ڏاڍي محبت هئي. سو پٽ جي جدائيءَ ۾ کائڻ پيئڻ تہ ڇڏي ڏنائين، پر رات جو ننڊ بہ ڦٽي پيس. پوءِ پٽ سان ڪي ماڻهو مليا، هُن کي سمجهاياڻون تہ ائين نہ ڪر! هن وراڻيو تہ: جڏهن منهنجي محبوب مون کي پنهنجو چيو آهي تہ هاڻي آءٌ ان کان سواءِ ٻئي ڪنهن کي سڃاڻان ئي ڪونہ ٿو.

مون کي پنهنجي مالڪ جو قسم تہ، جڏهن کان الله مون کي پنهنجي جمال جو جلوو پسايو آهي، تڏهن کان دنيا جي هر شيءِ کي خواب ۽ خيال ئي سمجهان ٿو. جنهن ٻانهي مخلوق کان منهن موڙي، خالق ڏانهن توجهہ ڪيو تہ ان ڪجهہ نہ وڃايو. پر اجا وڃايل دولت هٿ ڪئي هن ڪشادي آسمان هيٺان ڪيترا الله جا عاشق اهڙا بہ آهن، جن مخلوق کان منهن مٽيو. حيوانن وانگر ماڻهن کان ٽهندڙ ۽ ملائڪن وانگر ذڪر فڪر ۾ مصروف آهن. اهڙا عاشق ڏسڻ ۾ ڪمزور ۽ هيڻا آهن، پر حقيقت ۾ طاقت آهي ئي انهن وٽ ۽ وڏا سياڻا آهن. ڪڏهن ڏس تہ ڪٿي ڪُنڊ ۾ گوڏڙيءَ کي ٽاڪا ٽوڪي پيا ڪن، تہ ڪڏهن ان

گودڙيءَ کي تِيلي ڏئي جلائي ڇڏيندا. اهي پنهنجي خيال ۾ اهڙا مست آهن،جوڪين جهان جي پرواهه ئي نه آهي. هنن جي دل ۾ ڪنهن به مخلوق جي ياد لاءِ ڪا جڳهه ئي ڪانهي. ظاهر ۾ اهي پريشان حال نظر ايندا آهن. اهي نه ڪنهن جي نصيحت ڏانهن ڪن ڏين، نه ڪنهن حادثي ۽ عذاب جو فڪر اٿن. نه اٿن پيسو پائي، نه ٻي ڪا ملڪيت. ان ڪري بيابان ۽ جهنگن ۾ هلندي به ڪين ڪو ڪنڊو ڪونهي. ڪين اهو فڪر ئي ڪونهي ته ڪو ماڻهو ڪين چاهيندو هوندو ۽ ڪو انهن کان نفرت ڪندو هوندو. هنن کي صرف رب جي رضا جو ئي فڪر آهي.

ماڻهن جي نظرن کان هنن جي عزت لڪل آهي پر الله وٽ سندن وڏي عزت آهي. اُهي ماڻهن کي ڏيکارڻ لاءِ فقيراڻو لباس نه پائيندا آهن. انهن کي ميويدار وڻ وانگر سدائين سخي سمجهه! هنن جي اندر ۾ گناهه جو تصور ياريا ڪاريءَ جو مرض ڪونهي. ٻاهريون شوشاءِ ڏيکارڻ اٿين آهي، جيئن درياءَ جي موجن سبب مٿان جَهڳ ترندي آهي، پر اندران ڪجهه نه هوندو اٿس. هو ته سِپيءَ وانگر نئڙت ڪري ٿو، جنهن جي اندر قيمتي موتي آهي ۽ انسان به هڏن ۽ کل جي ڍانچي کي نه چئبو آهي پر انسانيت اندر جي ڪيفيت جو نالو آهي. اها شيءِ هر ماڻهوءَ کي حاصل ڪانهي. جيئن بادشاهه هر غلام جو خريدار نه هوندو آهي، پر لڇڻ ۽ صلاحيتون ڏسي پوءِ پاڻ وٽ رکندو آهي. تيئن هر گودڙيءَ ۾ فقير نه هوندو آهي. جيڪڏهن مينهن جي هر ڦڙي موتي بنجي پوي،ته پوءِ ته آني ٽڪي به ڪونه ڪپي. الله وارن وٽ ڪوبه عمل رياڪاريءَ لاءِ ڪونهي، ڇو ته رياڪاريءَ سان عمل ئي برباد ٿي ويندا آهن.

پلارن لاءِ روز ازل کان پلائي لکيل آهي. انهن ان ڏينهن ئي محبت جو پيالو پيتو آهي. هاڻي صور ڦوڪجڻ تائين الله جي محبت ۾ مست رهندا. اهي پنهنجي سچي مقصد ماڻڻ کان تلوار جي ڊپ کان به نه هٽندا آهن. ڇو ته اهڙين مصلحتن جي شيشي کي عشق جو پٿر ٽوڙي رکندو آهي.

## محبت ۾ مرڻ

هڪڙو محبوب ماڻهو سمرقند ۾ رهندو هو. جنهن جو ڳالهائڻ

ماڪيءَ کان منو هو ۽ منهن ۾ حُسن جا اهڙا تجلا هئس جو، وڏو پرهيزگار ڪيس ڏسي ته به وضو ڀڄي پويس. ائين ڪٿي سمجهه ته الله جي قدرت جو هڪ ڪرشمو هو. جتان به لنگهندو هو، ته ماڻهن جون نظرون منجهس ڪُپي وينديون هيون. جيسين نظرن کان گم نه ٿيندو هو، تيسين ماڻهو ڏسندا رهندا هئس. پر جيڪڏهن ڪنهن سان ٻيهي به لفظ ڳالهايائين ته اها وڏي خوشقسمتي سمجهي ويندي هئي.

هڪڙو عاشق ويچارو هن ڏي اک ٽيٽ سان ڏسي وٺندو هو. هڪ ڏينهن چا ٿيو جو محبوبُ هن عاشق کي پاڻ ڏانهن نهاريندي ڏسي ورتو. پوءِ ته مٿس ڏمرجي پيو. اتي ئي ڳالهائڻ ۾ شروع ٿي ويس ته: اڙي بي حياءَ! ڪو عقل به اٿئي يا صفا ڪورو آهين؟ مون ڏي ڇو ٿو تَڪين؟ تو جهڙي تي منهنجي اک ئي نه ٿي ٻڏي! اجايو وينو وقت وڃائين! وڃي ڪنهن ڪم ڪار جي ڪر! اڄ ٻڌائي ٿو ڇڏيانءِ! ته وري ڪڏهن توکي ائين نهاريندي ڏٺم، ته تلوار منهنجي هٿ ۾ هوندي ۽ تهنجي منڍيءَ جو خير نه هوندو. مفت ۾ مري ويندين.

ڪنهن ماڻهوءَ هُن محبوب جا اکر ٻڌا پئي. سو همدردي ڪندي عاشق کي سمجهائي رهيو هو. چويس پيو ته: اڙي چريا! تهنجي به ڪا رِقتي آهي. اتي ٿو اکيون اڙائين، جتي تون پهچي نه سگهندين. هڪدم هٽي وڃ! تهنجا پير اگهاڙا آهن. وڃين پنهنجي حيثيت آهر عشق ڪر! هيءُ عشق ٿو ڪان متي آهي. مون کي ته ڊپ آهي ته متان تون پنهنجي جان وڃائي ويهين.

عاشق ويچاري جڏهن اهڙي ملامت ٻڌي، تڏهن ٿڌو شوڪارو ڀري چيائين: اي ياءُ! اهڙي نصيحت ڪنهن ٻئي کي ڪر! آءُ جڏهن پنهنجي محبوب جي هٿان مرڻ کي خوشقسمتي ۽ سعادت ٿو سمجهان، ته اهو منهنجو ڀاڳ چٽبو جو دلبر جي هٿان مري پوان. پوءِ ته ماڻهن ۾ به مشهور ٿي ويندو ته فلاڻو هن طرح قرب ۾ قربان ٿي ويو. منهنجي ڪيڏي به بي عزتي ٿئي، آءُ محبوب واري گهٽي ڇڏي ئي نه سگهندس. آءُ هن راهه ۾ مرڻ کي حقيقي حياتي سمجهان ٿو.

اي منهنجا محبوب! منهنجو ارادو تنهنجي آڏو ظاهر آهي. هاڻي جلدي فيصلو ڪر! جيڪڏهن مارڻو اٿئي، اچي مٺل کي مار! وڌيڪ دير نہ ڪر!

پنهونءَ جي پيغام تان. منهنجو موت مباح.
سرتيون دعا ڪجاه تہ، ميڙائو مون ٿئي.
(شاهہ - سرديسي)

آءٌ تہ روزانہ رات جو عشق جي آگ ۾ جلي پچي، مري پوندو آهيان. وري صبح جو جڏهن گهٽيءَ سان محبوب لنگهندو آهي ۽ خوشبوءِ مون تائين پهچندي آهي، تڏهن مٺل وري جيئرو ٿي پوندو آهيان. دل چاهي ٿي تہ قيامت ڏينهن بہ ان جي پرسان وڃي پڪڙو اڏيان.

سياڻا چوندا آهن تہ: محبت جي ميدان ۾ پير نہ پائجي. جي پائجي تہ پير پختا ڪري بيهجي، پوءِ عشق کي نہ لڄائجي. ان راهہ ۾ ساهہ صدقي ٿيو تہ سڄايو ٿيو.

## وصال ۽ فراق ۾ فرق

هڪڙو هو اجايل ماڻهو. سخت اڃ سبب ساهہ ٿي نڪتس. مرڻ مهل چئي رهيو هو تہ: هاءِ جيڪر پاڻيءَ جي حوض ۾ ٻڏي مران ها تہ ڪهڙو نہ سٺو ٿئي ها. هن جا اهي اکر ڪنهن بي سمجهہ ٻار ٻڌا ۽ چيائينس تہ: جڏهن مرين ٿو تہ پوءِ اڃ ۾ مرين تہ چا ۽ پاڻيءَ ۾ مرين تہ چا؟ ڪهڙو فرق پوندو؟ هن وراڻيو تہ: ائين ناهي. هن وقت پاڻي منهنجو محبوب آهي. ان جي خيالن ۾ مرڻ کان محبوب جي وصال ۾ مران تہ اهو بهتر آهي. اهو ئي سبب آهي جو هڪ اُڃ جو اوساڻيل، پاڻيءَ ۾ ٻڏي مرڻ لاءِ تيار هوندو آهي ۽ ان موت کي آسان سمجهندو آهي.

تون بہ جيڪڏهن عاشق ٿو چوائين تہ محبوب جو پاسو نہ ڇڏ! سِر ڳُهرئي تہ بسم الله ڪري سر ڏئي ڇڏ! دوزخ مٿان پلصراط آهي. ان تان لنگهبو، تڏهن بهشت ۾ پهچي سگهبو، هاريءَ کي اَنُ تڏهن ملندو آهي

جڏهن ڪجهہ عرصو، اڻ ٿڪ محنت ڪندو آهي. پوءِ وڃي هو آرام ۽ سڪ حاصل ڪندو آهي، تہ عشق ۾ بہ ائين سمجهہ!

## سالڪن جو صبر ۽ استقلال

ڳالهہ ٿا ڪن تہ:هڪڙو پوڙهو فقير (درويش) خيرات وٺڻ لاءِ نڪتو. مسجد جي دروازي تي اچي سَين هنيائين. (نالي الله جي فقير کي خير ملي.) ڪنهن ماڻهوءَ چيس تہ: فقير! هي ڪنهن ماڻهوءَ جو گهر ڪونہ ٿئي. هتي صدا هڻڻ مان ڇا فائدو؟ پوڙهي فقير حيرت مان پڇيو تہ: ابا! ڀلا هيءُ ڪنهنجو گهر آهي؟ جو مون جهڙي مسڪين ۽ ڪمزور تي رحم نہ ڪندو؟ هن ماڻهوءَ چيس تہ: فقير سنڀالي ڳالهاءِ! تون الائي ڇا ٿو چوين. هيءُ تہ الله جو گهر آهي.

اهو ٻڌي فقير اندر ليئو پاتو. تڏهن محراب تي وڃي نظر پيس. ڏٺائين تہ سهڻيون قنديلون لڙڪيل هيون. اهڙو دلڪش نظارو ڏسي، فقير ٿڌو ساهہ کنيو، درد جي دانهن ڪيائين ۽ چوڻ لڳو تہ: ههڙو گهر ڇڏي، اڳتي وري ڪنهن جي در تي وڃان. مون کي شرم اچڻ گهرجي جو هتان ٺلهو ۽ هٿين خالي هليو وڃان. جڏهن آءٌ مخلوق جي در تان ئي خير وٺڻ کان سواءِ خالي نہ موٽندو آهيان، تہ خالق جي در تان ائين ٺلهو موٽي وڃان؟ آءٌ هت بہ نماڻو سوال ڪندس، تہ نيٺ خيرات ملندم. ههڙي ڀلاري در تان خالي موٽڻ، وڏي بدنصيبي چئبي. مون کي يقين آهي تہ سوالي خالي نہ موٽندو.

چون ٿا تہ: فقير مسجد ۾ ويهي رهيو. سال کن پئي عبادت ڪيائين ۽ رب کان سوال ڪري دان پئي گهريائين. دل جي درد سان پئي رُنو ۽ رب کي پئي ٻاڏائين.

نيٺ هڪ رات هن جي عُمر جا ڏينهن اچي پورا ٿيا. ڪمزوريءَ سبب دل ڌڙڪي رهي هئس. جسم ڏڪي رهيو هوس. اَسُر جو هڪڙو جماعتي ڏيو ڪڻي، فقير وٽ ويو. ڇا ڏسي تہ هو چپن ۾ ڪجهہ چئي رهيو آهي. ڪن ڏنائين تہ فقير جا آخري اکر هي ٻڌائين: جيڪو فقير،

سخي ڏاتار (الله) جو در جهليو ايندو، ته نيٺ ان جي رحم جو دروازو کلندو. مهر ڪَٽِي ملندي. هتين خالي نه ويندو.

الله وارن جو چوڻ آهي ته: جيڪو طالب طلب ۾ هجي ته اهو بردباري ۽ صبر ڌاري. ڏسو ته ڪيمياگر (مهوسي) سون ٺاهڻ لاءِ سڄي عمر ۽ پئسو خرچ ڪندو آهي، حاصل به ڪجهه نه ٿيندو اٿس، ته به طلب ۽ محنت کان نه مڙندو آهي. اصل نااُميد نه ٿيندو آهي. تجربا ڪندو رهندو آهي ۽ هزارين روپيا ٻاريندو آهي ته من ٽامي مان سون ٺهي پوي. چو ته روپين پئسن سان سڀ ڪجهه خريد ڪري سگهجي ٿو. پر جيڪڏهن پئسن خرچ ڪرڻ سان دوست جو رضامندو حاصل ٿئي، ته ان جهڙو سستو سودو ٻيو ڪونهي.

ڪي عاشق چوندا آهن ته: محبوب جيڪڏهن اصل نه ٿو واجهائي، ته پوءِ ان ڪي ڇڏي ٻيو ڪو محبوب تاڙجي. پر شرط هي آهي ته اهو ٻيو محبوب پهرئين کان وڌيڪ ڀلو جيتوڻيڪ نه هجي، پر ان جهڙو ته هجي. ۽ جيڪڏهن هن شوخيءَ واري محبوب جهڙو ٻيو ڪونه ٿو ملي، ته پوءِ، پهرئين محبوب جي ڪاوڙ کي سهندو رهجي ۽ ٿوري گهڻي تي رُسي، پاسيرو ٿي، اجائي پريشاني نه وِهائجي.

## سچن عاشقن جي حالت

هڪڙو نيڪ بزرگ سڄي رات عبادت ڪندو رهيو. اسر مهل دعا لاءِ هٿ ڪنيائين. اجا دعا گهري رهيو هو ته غيبي آواز آيس: اي اڻ ڄاڻ فقير! تنهنجي نه عبادت قبول آهي ۽ نه دُعا. توکي نه عبادت جو سليقو آهي، نڪو دعا گهرڻ جو طريقو. هاڻي تنهنجي مرضي، عبادت ڇڏي هليو وڃين يا ان حالت تي اتي ويٺو هجين.

هن بزرگ ان آواز تي ڪو توجه ئي نه ڏنو . وري ٻي رات به عبادت ۾ مشغول رهيو. ان جي هڪڙي شاگرد ڪالهوڪو غيبي آواز ٻڌو هو. ان بزرگ کي عرض ڪيو ته: سائين! جڏهن عبادت قبول به ڪانه ٿي پوي ته، پوءِ اجايو ايتري تڪليف ۽ ايذا اوجاڳا ڇو ٿا ڪريو،

هاڻي هلي ڪنهن پئي ڏنڌي جي ڪريو، وڌيڪ وقت نہ وڃايو. شاگرد جي اهڙي واهيات وائي ٻڌي، بزرگ ايترو رُنو جو منهن ۽ ڏاڙهي پسائي ڇڏيائين. پوءِ ٿڌو شوڪارو ڀري شاگرد کي چيائين تہ: پٽ! تو غلط سمجهيو آهي. اهو مالڪ مون کان منهن مٽي ويو، تہ بہ آءٌ هرگز ائين نہ ڪندس. ڇو تہ، هن جا عبادتگذار ٻانها مون جهڙا يا ان کان بہ وڌيڪ لکين ڪروڙين، پر مون لاءِ مالڪ هڪڙو ئي آهي. ان کان سواءِ ٻيو در سجهي ئي ڪونہ.

آءٌ جيڪڏهن ان خالق مالڪ جو دَرُ ڇڏيان تہ ڪاڏي وڃان. هتان ڇڏڻ کان پوءِ ٻيو ڪير آهي؟ جيڪو مون کي ڪجهہ ڏئي. آءٌ الله آڏو آزيون ۽ آهون ڪندو رهندس، پوءِ اڳتي هو مرضيءَ جو مالڪ آهي.

دانهون منهنجو ڪم، ٻڌڻ ڪم ٻاجهاري جو.

ائين چئي اهو بزرگ ڏکي سجدي ۾ ڪري پيو. جهڄندي پئي رُنائين ۽ نير پئي وهايائين. گهڙيءَ کان پوءِ غيبي آواز آيو: اي فلاڻا! جيتوڻيڪ توکي عبادت جو ڪو سليقو ۽ ڏانءُ ڪونهي، پر تهنجي آڏي ابتي عبادت کي قبول ڪيم. ڇو تہ تو لاءِ مون کان سواءِ ٻيو ڪو چارو بہ ڪونهي، نڪو ٻي ڪا پناهہ جي جاءِ ئي اٿئي.

مون سان مون پرين، ڀورائيءَ ۾ ڀال ڪيا.

(شاهہ)

## زندگي بي بندگي شرمندگي

شهر نيشاپور ۾ هڪڙو نيڪ ماڻهو رهندو هو. هڪڙي پيري ان جو پٽ سومهڻي نماز پڙهڻ کان سواءِ ئي سمهي پيو. تڏهن پٽ کي چيائين تہ: اي پٽڙا! بنا محنت ۽ عبادت جي ڪنهن بہ منزل ۽ مَقام تي پهچي نٿو سگهجي. خالق جي عبادت کان سواءِ ماڻهو بيڪار گاهہ جي ٿڏي وانگر آهي، جيڪو پاڻهي ڦٽي ۽ پاڻهي سڙي سڪي وڃي. تون نيٺ انسان آهين. توکي خالق ڪائنات جي عبادت ۾ سستُي نہ ڪرڻ

گهرجي. جنهنجو کائجي ،تنهنجو ڳائجي (الله جي عبادت سندس نعمتن جو شُڪران آهي.) ان ۾ سستي اصل نہ ڪر!

## سياڻي پيءُ جي ڌيءُ کي نصيحت

ڳالهہ ٿا ڪن تہ: هڪڙي نوجوان ڇوڪريءَ جي شادي ٿي. اهڙو مڙس مليس جو طبيعت جو شوخ هئو. هڪڙي ڏينهن نئين ڪنوار پنهنجي پيءُ سان مڙس جي شڪايت ڪئي تہ: بابا! منهنجو مڙس اهڙو شوخ طبع ۽ مغرور آهي، جو ڪڏهن مون ڏي مُرڪي يا کلي ڪونہ نهاريو اٿس. پاڙي ۾ ڏسان پئي تہ سڀ مايون پنهنجن مڙسن سان ائين خوش ۽ گڏ آهن، جيئن ڪنهن باداميءَ ۾ ٻہ گورا ٻِجُ هجن. پر مون پنهنجي گهوٽ کي ڪڏهن بہ پاڻ سان کلندي ۽ ڳالهائيندي نہ ڏٺو آهي.

پيرسن پيءُ نهايت تجربيڪار ۽ جهان ديده ماڻهو هو. ان نياڻيءَ جي دانهن ٻڌي چيو تہ: ڌيءُ! توکي نصيبن ۾ اهو مڙس مليو. هاڻي حياتيءَ جا ڏينهن وٽس ڏک سک سان پئي گذار. هاڻي جيڪڏهن اهو بہ توکي طلاق ڏئي ڇڏيندو تہ، ويتر خرابي ٿيندي. ان ڪان پوءِ چڱي ماڻهوءَ ملڻ جي بہ ڪا پڪ ڪانهي. تنهنڪري ان کي ٿي چؤ تہ: منهنجو ور تون، پيو ور ڪندس ڪانہ ڪا.

منهنجو مطلب آهي تہ: الله تعاليٰ جي آڏو ٻانهي کي ائين رهڻ گهرجي. ڏک سک ۾ سندس ذڪر اذڪار ۽ عبادت کي اصل نہ ڇڏجي. ڀلا جيڪڏهن اهو ڏاتار ڌمرجي مورڳو ڌڪاري، تڙيلن مان ڪري ڇڏي، تہ پوءِ ڇا ڪري سگهبو؟ پوءِ ڪٿي بچاءُ ملي سگهندو؟

## مون کي توهان جهڙو ملي نہ سگهندو

اڳاڻي زماني ۾ لڙاين ۾ قيد ٿيندڙ مرد ۽ عورتون، ٻانها ۽ ٻانهيون بڻبا هئا. پوءِ انهن جو وڪرو ۽ خريداري بہ ٿيندي هئي.

ڪنهن چڱي ماڻهوءَ وٽ هڪڙو غلام هئو، سو اُن کي ڪپائڻ جو ارادو ڪيائين. جڏهن ٻانهي کي مالڪ جي ان ارادي جي خبر پئي.

تڏهن باادب ٿي عرض ڪيائين: سائين! يلائي ڪري مون کي نہ وڪڻو. جو نہ توهان کي نہ مون جهڙا يا مون کان يلا ڪيترائي غلام ملي ويندا. پر مون کي توهان جهڙو مالڪ ڪونہ ملي سگهندو.

مطلب ٿيو نہ الله تعاليٰ جي عبادت ڪندڙ غلامن جي وٽس ڪا ڪمي ڪانهي. مسئلو اسان ٻانهن جو آهي. نہ اسان کي ٻيو ڪهڙو مالڪ ملندو؟ ان ڪري ان اڪيلي الله کي ئي راضي رکڻ جي ڪوشش ڪجي.

## محبت جو ماريل مريض

ايران جي شهر مَروَ ۾ هڪڙو طبيب رهندو هو. اهڙو خوبصورت ۽ سهڻو هو جو، ان جي ڏسڻ مان ڪنهن کي بہ ڍؤ نہ ٿيندو هو. چون ٿا نہ ڪيترا ماڻهو، بناوٽي مريض بنجي وٽس علاج جي بهاني اچي پهچندا هئا. اهڙن وقتن تي هن طبيب کي اها خبر نہ هوندي هئي تہ هيءُ ڇاجو مريض آهي؟ محبت جو ماريل مريض آهي يا ٻي ڪا لنجهڻ لڳل اٿس؟

هڪڙي مريض ٻڌايو تہ: آءُ جڏهن بيمار ٿي، سهڻي طبيب جي شفاخاني ۾ ويس ۽ هن جي خوبصورت چهري تي نظر پيم، تڏهن آءُ سندس عشق ۾ ڦاسي ويس. پوءِ تہ روزانہ هن طرح دعا گهرندو هوس تہ: اي الله!مون کي تندرستي نہ ڏجانءِ! جيئن بيماريءَ جي بهاني، هِن شفاخاني ۾ پيو هجان ۽ طبيب جي ديدار مان لطف اندوز ٿيندو رهان.

چوندا آهن تہ: ماڻهو ڪيڏو بہ داناءُ ۽ عقل جو اڪابر هجي پر عشق جي جهڙپ لڳي ويس، تہ حال وڃائي، بيحال ٿي پوندو. مٿي ڪڻڻ جي جرئت ئي نہ ٿيندس. عشق کي سمجهہ شينهن ۽ عاشق کي ان آڏو تمام ڪمزور ساهہ وارو. ڪنهن سگهڙ سياڻي هيءُ قصو پڻي ٻڌايو تہ:

هڪڙي ماڻهو کي بدن ۾ طاقت ۽ جان ۾ جوت هئي، سو شوق ٿي پيس تہ، ڪڏهن شينهن شير خدا، جنگل جي بادشاهہ سان مقابلو ڪريان. پوءِ ڄا ڪيائين جو لوهہ جا چنبا نهرائي هٿن تي چاڙهيائين. هاڻي پاڻ کي شينهن جي مقابلي لاءِ بنهہ تيار سمجهيائين. نيٺ شوق پوري

ڪرڻ لاءِ مقابلي ۾ لٿو. پر ڪاٺي هن جانور شينهن جي طاقت ۽ ڪٺي ماڻهوءَ جو ٻچڙو. پوءِ ته شينهن چنبو هڻي هن پهلوان کي دسي ڪٺي هيڻان ڪيو. هن جا لوهي چنبا ڪنهن ڪم جا نه رهيا.

اتي هڪڙو ماڻهو بيٺو هو. جنهن هن پهلوان کي غيرت ڏياريندي چيو ته: همت ڪر! هيڻان ٿيو آهين؟ مڙسي ٿو لڄائين. لوهن چنبن سان شينهن تي حملو ڪري هيڻان ڪرينس! پر هو همراهه شينهن جي هيڻان اڇي چڪو هو. سو ڪنجهندي اتان ورندي ڏنائين ته: منهنجا چنبا هئا نقلي ۽ شينهن کي چنبا آهن اصلي.هت منهنجا نقلي چنبا ڇا ڪري سگهندا؟ نقلي چنبن جي آڌار تي ڏاڍن سان مهاڏو اٽڪائڻ، وڏي غلطي آهي.

عقلمند لاءِ عقل، لوهه جي مصنوعي چنبي وانگر آهي ۽ عشق آهي شينهن. سو عقل، عشق جي مقابلي ۾ هار ڪائي ويندو.

## مال تي محبوب وڪڻڻ

هڪڙي نوجوان مرد جو نڪاح سندس سوٽِ سان ٿيو. ٻئي نهايت خوبصورت ۽ شريف خاندان جا فرد هئا. قدرت اهڙي ٿي جو ڇوڪريءَ کي مڙس ايترو پسند هو جو عشق جي حد تائين ڳالهه پهتل هئي. پر هُن نوجوان مرد کي سندس زال نٿي وڻي. هو زال کان نفرت ڪندو هو.

ڇوڪري ويچاري پنهنجي وَرَ کي وندرائڻ ۽ ريجهائڻ لاءِ گهڻئي ڪوشش ڪندي هئي. هارسينگار، تيل ڦليل، ڪجل سرما ڪري، مٺڙا ٻول ٻولي، مڙس کي ويجهي ٿيڻ جي ڪوشش ڪندي هئي ته من ڪنهن طرح مڙس مهربان ٿي پوي. پر مڙس موچارو وري ٻوٿ ڪٽي ٻئي پاسي ڪندو هو. ويتر دعائون پيو گهرندو هو ته: اي الله!مون ڏي موت موڪل! جيئڻ هن جڄ مان جان ڇٽي.

گهوٽ ڪنوار، ٻنهي جي طبيعتن ۾ زمين آسمان جو فرق ڏسي، مٽن مائٽن اندازو لڳايو ته هنن زال مڙس جو نباهه ٿيڻ مشڪل آهي، سو ڇوڪريءَ کي طلاق ڏياري، ڪٿي ٻئي هنڌ هن جو رشتو ڪري

ڇڏجي. پوءِ برادري گڏ ٿي ۽ مڙس کي چيائون ته: توکي زال نٿي وڻي ته هُن کي حَق مَهَرُ ڏئي طلاق ڏئي ڇڏينس.

نوجوان اهڙا اکر ٻڌي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ چيائين ته: رڳو حق مهر ڇو؟ آءٌ ته هڪ سؤ ٻڪريون به وڌيڪ ڏيندومانس. جيڪڏهن منهنجي اٿين ڪرڻ سان جند ڇٽي ته، اهو سودو سهانگو سمجهندس. هوڏانهن ڇوڪريءَ جو معاملو ٿي ٻيو هو. ويچاري روئي رڙي رهي هئي. ڇوي پئي ته: آءٌ هڪ سؤ ٻڪرين کي وٺي، محبوب مڙس نه ڇڏيندس. هو مون کي مَهَر ۾ سونيون مُهرون ڀلي نه ڏئي. آءٌ ته هن جي مِهر جي بکي آهيان. اها به نه ملي. ته مون کي مُهرِيءَ سان ڪُٽي. مار موچڙي سان ٿي گهر ۾ زال ڪري رکي. آءٌ اها به سندس مهرباني سمجهنديس. محبوب مڙس جا سڀ سِتم، مٺس ساهه صدقي ڪندي پئي سهنديس.

هو ڇوي پئي ته: توهان ته سؤ ٻڪريون ٿا ڇئو، پر لک ٻڪرين تي به مون کي مڙس جي جدائي منظور ناهي. محبوب،مال تي وڪٽيو آهي ڇا؟ جنهن مال تي محبوب وڪيو. ان جو محبوب هئو ٿي مال. محبوب سان محبت هئس ٿي ڪانه. (ڇون ٿا ته ليليٰ موتين جي مالها تي مڙس (چنيسر) وِڪيو هو،ته هن جي کهڙي عزت ٿي ۽ هار کهڙي ڪم آيس؟) آءٌ اهڙي ڇري ڪانه ٿينديس.

مٺيون و جهان مچ ۾، هائيءَ هٽي هار،
سويي! سڪ سيد چئي، ڪرين ڪوهه قرار.

ڳالهه ٿا ڪن ته: ڪنهن عاشق مست کان هڪ ماڻهوءَ پڇيو ته: تون دوزخ ۾ وڃڻ چاهيندين يا بهشت ۾؟ هن ڏاڍو سهڻو جواب ڏنو. چيائين ته: اهڙو سوال مون کان نه ڪريو. پر منهنجي محبوب کان پڇيو ته مون لاءِ ان جو کهڙو فيصلو آهي. مون کي اهو منظور آهي.

## مَجنونءَ جو عشق

هڪ ماڻهوءَ مجني کان پڇيو ته: اڄڪلهه، ليليٰ جي گهٽيءَ ۾

ڪونہ ايندو آهين. ڇا ڳالهہ آهي؟ ليليٰ کان دل کڻي ويو آهين ڇا؟ مجنون اهڙو طعنو ٻڌي، بي قرار ٿي پيو ۽ چوڻ لڳو تہ: مهربان! مون کي معاف ڪر! منهنجي دل اڳ ۾ ئي زخميل ۽ ڦٽيل آهي. ان تي وڌيڪ لوڻ نہ ٻُرڪِ. ڪا مجبوري آهي، جنهن ڪري ان گهٽيءَ کان پري رهڻو ٿو پوي.

ان ماڻهوءَ چيس تہ: پلا ڪو نياپو، سنيهو هجي تہ ليليٰ تائين پهچايان. مجني وراڻيو تہ: محبوب جي سامهون، متان منهنجو نالو کڻين. آءٌ ان جي لائق ئي نہ آهيان، جو هن جي دربار ۾ مون جهڙي نالائق جو نالو کنيو وڃي. (جوڙُجُتيءَ جو ناهيان عاشق ڪيئن سڏايان.)

## محمود ۽ اياز جو قصو

بادشاهہ محمود غزنويءَ وٽ ملازمن جي ڪمي ڪانہ هئي. پر هن جي دل جيڪا اياز سان هئي، سا ٻئي ڪنهن سان نہ هئي. (اياز محمود جو نوڪر هو.)

ڪنهن ماڻهوءَ چيو پئي تہ: اياز شڪل جو ڪوجهو آهي. پوءِ بہ خبر نہ آهي تہ محمود بادشاهہ ان ۾ الائي ڇا ڏٺو آهي، جو ايترو قرب ٿو ڏئيس. جنهن گُل ۾ نہ سونهن هجي نہ سرهاڻ، تہ بلبل بہ اوڏانهن نہ واجهائيندو آهي. هت الائي ڪهڙو راز آهي. چون ٿا تہ: اها ڳالهہ ڪنهن وڃي بادشاهہ محمود کي ٻڌائي. پوءِ تہ، بادشاهہ جو منهن ئي ڦري ويو. چوڻ لڳو تہ: منهنجو پيار اياز جي سيرت سان آهي. صورت سان نہ آهي.

ڳالهہ ٿا ڪن تہ: هڪ ڏينهن محمود بادشاهہ سفر ۾ هئو. سامان سان ڀريل اُٺَ ۽ ڪيترائي نوڪر چاڪر، وزير مشير ۽ سپاهہ ساڻ هئس. رستي ۾ هڪڙي اٺ جو پير ترڪي پيو. جنهن تي هيرن، موتين سان ڀريل پيٽي لڏيل هئي. اٺ جو ڪريو تہ پيٽي ڀڄي پئي. رستي ۾ موتي هيڏي هوڏي ڪنڊڙي ويا. بادشاهہ موتين کي ميڙي گڏ ڪرائڻ کي پنهنجي شان جي لائق نہ سمجهيو. پوءِ اعلان ڪيائين تہ، موتي وڃي ميڙيو! جنهن کي جيترا موتي هٿ اچن، اهي ان جا ٿيا. پوءِ سڀ ماڻهو موتين ميڙڻ لاءِ وڃي پگا. البت اياز بادشاهہ جي پٺيان آيو پئي. ان موتين ڏي نهاريو بہ ڪونہ.

گهڙي ڪن ڪان پوءِ بادشاهہ پوئتي نهاريو. ڇا ڏسي تہ: هن جي پٺيان اڪيلو اياز ئي آهي، ٻيو ڪوبہ ڪونهي. تڏهن پڇيائينس تہ: توکي بہ ڪجهہ موتي مليا؟ اياز ورائيو تہ: آءٌ تہ توهان جو چوڪيدار ۽ خادم آهيان. توهان کي اڪيلو ڇڏي، موتين ڏانهن وڃڻ مناسب نہ سمجهيم. مون لاءِ توهان جو ساٿ ڏئي هلڻ، موتين کان وڌيڪ قيمتي آهي.

سالڪن جو قول آهي تہ: الله تعاليٰ کان سندس رضا کان سواءِ ٻيو ڪجهہ گهرڻ، طريقت ۾ ڏوهہ آهي.

جيڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ پنهنجي غرض ۽ مطلب ماڻڻ لاءِ دوست سان تعلق رکيو تہ ان کي دوست سان ڪو تعلق ڪونهي هن کي پنهنجو مطلب پيارو آهي.

دنيا جو حرص ۽ هَوَس مِٽيءَ جي غبار وانگر آهن. جتي بہ غبار اٿندو آهي، تہ اتي ٻي ڪا شيءِ ڏسڻ ۾ ئي نہ ايندي آهي. دل ۽ زبان حِرص، هَوَس کان خالي هجن، تہ ڪيترن باطني فيض ۽ برڪتن تي نظر پئجي سگهي ٿي.

## جنين ثمر نہ ساڻ

شيخ سعديءَ لکيو تہ: آءٌ ۽ فارياب (شهر) جو هڪ پيرسن بزرگ درياءَ جي ڪناري تي موجود هئاسين. ٻنهي کي ٻيڙيءَ تي سفر ڪرڻو هو. اتفاق اهڙو ٿيو جو مون وٽ بہ رڳو هڪڙو درهم هو، جيڪو ڪِرائي ۾ ڏيڻو هوم ۽ هن بزرگ وٽ وري، پائي بہ ڪانہ هئي. پوءِ تہ آءٌ هڪ درهم ڏئي ٻيڙيءَ ۾ چڙهي وينس ۽ هن درويش کي ملاحن نہ ڪنيو جو ڪرايو نہ هئس.

ميربحر ٻڳهہ ڇوڙي، ونجهہ سنڀالي، ٻيڙي ڪاهي هليا. آءٌ حسرت وچان هن بزرگ پيرسن ڏي ڏسندو رهيس. رڳو اهو فڪر هوم تہ ٻيا بہ ڪجهہ پئسا هجن ها، تہ هن بزرگ کي پاڻ سان وٺيو هلان ها. اهو سوچيندي مون کي روئڻ اچي ويو. مون کي هن حال ۾ ڏسي بزرگ کليو. مون کي چيائين تہ: اي سياڻا! غم نہ ڪر! جيڪو مالڪ ٻيڙيءَ

ڪي تار مان تاري ڪناري تي لاٿي، اهو مهربان مون کي به ڪونه رهائيندو. تون هل ته آءُ به اچي ٿو پهچانءِ!

چا ڏسان ته: بزرگ مصلو ڪٽي پاڻيءَ تي وڇايو. ان تي ترڻ لڳو. اسان جي پٺيان اچي رهيو هو. آءُ اکين کي مهٽي وري وري ڏسي رهيو هوس. دل ۾ چوان پيو ته: هي ڇا ڏسي رهيو آهيان. ڪو خواب آهي يا خيال؟ فڪرات سبب ننڊ ئي نه ٿي آئي. اسان پَرِينءَ پر پهتاسين ته هو پلارو به اچي پهتو. مون کي سوچن ۾ پريشان ڏسي، صبح جو چيائين ته: اي سعدي! ڪهڙي فِڪرات ۾ ڦاٿو آهين؟ توکي ٻيڙي ڪٽي آئي، ته مون کي ٻيڙي تاريندڙ ٻاجهاري پهچايو.

ظاهر بين شايد هن ڳالهه تي يقين نه ڪن. پر ڪي پلارا ٻانها اهڙا به آهن، جيڪي باهه ۾ هليا وڃن، پاڻيءَ تي پنڌ ڪن ٿا. اهڙن پلارن کي الله جي معرفت ۾ ٻڏل سمجهه! ننڍڙو ٻار باهه ۾ وڃڻ کان ڊڄندو ئي ناهي. اهو ڊپ وري ماڻس کي هوندو آهي. جيڪي پلارا مالڪ جي معرفت ۾ مَحوَ آهن، انهن کي باهه ۽ پاڻي ڇا ڪري سگهندا.

حضرت ابراهيم عليه السلام جي نگاهه آڙاهه ۾ نه، پر باهه جي مالڪ ۾ هئي. تڏهن باهه ڪجهه به نه ڪيس. ۽ حضرت موسيٰ عليه السلام جي ماءُ جي نظر الله جي ڪرم ۽ ان جي واعدي ۾ هئي، تڏهن سندس پيارو پٽ پيتيءَ ۾ لڙهي، صحيح سلامت اچي پهتو. پلا جيڪو ٻار ڪنهن وڏي تاروءَ جي هٿن ۾ هجي، ته ان کي تار پاڻيءَ مان ڪهڙو خطرو؟

جنهن ماڻهوءَ جو يقين هوندو ته ٻوڙيندڙ پاڻي ناهي، پر پاڻيءَ جي خالق جي هٿ ۾ تارڻ ۽ ٻوڙڻ آهي، ته اهو آسانيءَ سان درياءَ جي سطح تي قدم رکي سگهندو. پر جنهن کي الله ۾ يقين نه ٻيهندو ته اهو پاڻي ته ڇا پر اهو سڪيءَ ۾ ئي ٻڏي مَرندو.

## الله موجود ٻيو سڀ ڪجهه فنا

عارف ٻانها چوندا آهن ته: الله ئي هر جاءِ تي موجود آهي. ٻيو ڪجهه به ڪونهي. ظاهربين ماڻهن کي سمجهه ۾ اچي يا نه اچي. پر اها حقيقت آهي ته، دنيا جي هر شيءِ ان الله جي قدرت جو مظهر ۽ پاڇو

آهي. هي زمين، آسمان، انسان ۽ چرند، پرند سيني کي وجود ذاتي ڪونهي، پر عطائي اٿن، يعني: الله تعاليٰ طرفان مليل اٿن. هاڻي جيڪڏهن وجود ڏيندڙ موجود نه هجي ته ڪجهه به موجود نه هجي ها. الله جو وجود حقيقي آهي ۽ مخلوق جو وجود مجازي آهي.

عام انسان، موجون ماريندڙ سمنڊن، دريائن ۽ ڪشادي آسمان کي، تمام وڏو سمجهندا آهن. پر حقيقت ۽ معرفت وارا پلارا، انهن ظاهري شين تي نظر ئي نه ڪندا آهن. انهن وٽ هيءُ وڏو سج هڪ ذرڙي برابر آهي ۽ ست سمنڊ وٽن هڪ قطري برابر آهن. ان ڪان وڌيڪ اهي دنيا جي شين کي اهميت ئي نه ڏيندا آهن ۽ سچ به ائين آهي ته ان الله جي اڻ ڪُٺ قدرت اڳو هنن شين کي ڪهڙي حيثيت آهي؟ جڏهن اهو مالڪ حڪم ڪندو، تڏهن دنيا جون سڀ شيون فنا ٿي وينديون ته فاني شين جو وجود ئي ڪهڙو ٿيو؟

## بادشاهه آڏو وڏيرن جي حيثيت

ڪنهن ڳوٺ جو وڏيرو پنهنجي پٽ کي ساڻ ڪيو سفر ڪري رهيو هو، ته ڪين رستي ۾ ملڪ جو بادشاهه لشڪر سميت ڏسڻ ۾ آيو. فوجين کي خاص ڊريسون پاتل هيون ۽ هٿيار ٻڌل هئن. ان وقت موجب وڏا پَٽڪا پاتل، جسم تي لوهيون زِرهون پيل. لشڪر ۾ ڪي تير ڪمان سان، ته ڪي تلوار ۽ ڍال سان تيار بيٺا هئا ۽ بادشاهه کي وري پَٽ پٽيهر جو لباس پاتل، مٿي تي چلڪٽو سونو تاج. اهڙو عجيب نظارو ڏسي، وڏيري جي پٽ کي پنهنجو پيءُ گهڻو گهٽ نظر اچي رهيو هو. ويتر جڏهن. پٽس (وڏيري) جي نظر بادشاهه سلامت تي پئي، تڏهن سُسي ويو ۽ پريشان ٿي پيو. چڻ ته، وتي پيو ڪٿي پرپاسي ۾ لڪڻ جون جايون ڳوليندو.

اهڙو حال ڏسي پٽ کان وڌيڪ صبر ٿي نه سگهيو ۽ پيءُ کي چٽي ڏنائين ته: بابا! تون به پنهنجي شهر جو چڱو مڙس آهين. چار چڱا تو وٽ به سلامي ٿيندا آهن. پوءِ هن بادشاهه کان ڇو ٿا ڊڄو؟ ايترو دهلجي ڇو ويا آهيو؟

پيءُ وراڻيو تہ:پٽ! آءٌ واقعي وڏيرو آهيان. پر منهنجي سرداري هڪ ڳوٺ ۽ پاڙي تائين محدود آهي ۽ هي بادشاهہ جي ڳالهہ آهي. جيڪو بادشاهہ کي سڃاڻندو هوندو، يا هن جو جلال ۽ رُعب تاب ڏٺل هوندس تہ اهو هن جي روبرو ڏڪندو ۽ ڪَنبندو رهندو.

ان مثال مان هي سبق مليو تہ جيڪي عارف ۽ پلارا پاڻها الله جل جلاله جي جلال ۽ ڪِبريائيءَ کان واقف آهن، اُهي ان مالڪ آڏو ڏڪندي ڊڄندي زندگي گذاريندا آهن. رب جي آڏو بيهندي ساهہ ٺي سڪي ويندو اٿن.

## اهڙو پيو مثال

رات جو ٽانڊاڻو (هڪ جيت جيڪو اڏامندي ٽمڪندو آهي) ٻاهر نڪري، باغن ۽ گاهن ۾ ٽمڪندو وتندو آهي. پر ڏينهن جو گم ٿي ويندو آهي.

ڪنهن ماڻهو ٽانڊاڻي کان سوال ڪيو تہ: رڳو رات جو ٻاهر نڪرندو آهين، ڏينهن جو ڇو ٻاهر نٿو نڪرين؟ ٽانڊاڻي کهڙو نہ سهڻو جواب ڏنو. چيائين تہ: آءٌ تہ رات ڏينهن هن باغ ۾، هن ساوڪ ۾ رهان ٿو. پر ڏينهن جو سج ظاهر هوندو آهي. ان جي وڏي ۽ گهڻي روشنيءَ آڏو منهنجي ذات بي حقيقت بنجي ويندي آهي. ان ڪري ڏسڻ ۾ ئي نہ ايندو آهيان.

## اَليسَ الله بِڪَافٍ عَبدَہ

هڪڙو درويش فقير بادشاهہ سَعد الدين زنگيءَ وٽ آيو. ان جي تعريف ۾ جوڙيل شعر اچي پڙهيائين. پوءِ تہ بادشاهہ مٿس اهڙو راضي ٿيو جو ڪپڙن جو نئون وڳو ۽ ڪجهہ پئسا ڏوڪڙ ڏناڻينس. فقير جڏهن پئسن ڏي ڏٺو، تڏهن روپئي جي هڪ پاسي هي اکر اُڪريل نظر آيس: (اليسَ الله بِڪَافٍ عَبدَہ) ڇا الله پنهنجي ٻانهي لاءِ ڪافي ناهي؟ اهڙن اکرن کي ڏسندي ئي فقير جي حالت متجي وئي. جوش ۾ اچي ويو. بادشاهي وڳو لاهي ڦٽو ڪيائين. پنهنجا فقيراڻا ڪپڙا پاتائين. الله جي

محبت جو اندر ۾ اهڙو مچ مچي ويس، جو سڀ انعام ڦٽا ڪري، جهنگ منهن ڪيائين. واٽ تي هڪ بيو فقير ملي ويس. هن ڪان پڇيائين ته: فلاڻا! توکي اڄ ڇا ٿيو آهي؟ اڄ تنهنجو حال مٽيل ٿو ڏسان. خير ته آهي؟ تنهنجا ڀاڳ ڀلا ۽ بخت سڪندري آهي، جو ڪيترا ڀيرا بادشاهه سلامت توتي مهربان ٿيو آهي، توتي انعامن اڪرامن جي وارڪا پيو ڪندو آهي. اڄ تو ڪيڏانهن ڪٽي منهن ڪيو آهي؟

درويش ڪليو ۽ جواب ۾ چيائين ته: اڳ ۾ آءٌ سچ پچ به بادشاهه کي سخي حاڪم ۽ وڏو بادشاهه سمجهندو هوس. پر اڄ هڪڙي روپئي تي هي اکر لکيل ڏٺم: اَلَيسَ الله بِڪَافِ عَبدَه (ڇا الله پنهنجي ٻانهي کي ڪافي ناهي؟) هاڻي آءٌ هن سڄي دنيا کي ڪجهه نٿو سمجهان. جڏهن اسان ٻانهن لاءِ اڪيلو الله ئي ڪافي آهي ته پوءِ ٻين ۾ طمع ڇو رکان؟

محبوب جي هٿن مان مليل زهر به ترياق آهي. اسان پاڻ تي ايترا مهربان نه آهيون جيترو الله تعالىٰ پنهنجي ٻانهن تي مهربان آهي ۽ جيڪي ڪجهه جهان ۾ ٿي رهيو آهي، اهو سڀ ڪجهه اڪيلو الله ئي ڪري ٿو. هي ظاهري سبب به اهوئي ٿو بنائي، ته پوءِ سڀ ڪجهه ان ڪان ڇو نه گهران.

ڏاتار ڏکَ ڪَيا، پاڻان مٿي مڱڻي،
مون در ڇڏيو مڱڻان، مڱين ڪوهه ٻيا،
تڏهن تو پيا، وڇيان ولها ڏينهڙا.

شاهه (پرياتي)

## ڪانهي ڪڙائي

شام ملڪ جي ڪنهن شهر ۾ شور هجي ته، فلاڻي پيرسن بزرگ کي گرفتار ڪيو اٿن، هن کي هٿن ۾ هٿڪڙيون ۽ پيرن ۾ ڏنبا بيڙيون هنيون اٿن. ان وقت هن بزرگ جيڪي اکر چيا، اهي وِسرڻ جا نه آهن. فرمائي رهيو هو:

ٻانهي تي جيڪا به مصيبت اچي ٿي، اها الله تعالىٰ طرفان ٿي

آهي. ان تي پريشان ٿيڻ نہ گهرجي. جنهن ماڻهوءَ کي پياري محبوب منهنجي سزا لاءِ مقرر ڪيو آهي، تہ اهو دشمن ٿي نہ ٿو سگهي. هي ڏنڊا ٻيڙيون ۽ سزائون، آءٌ الله تعاليٰ طرفان ڄاڻان ٿو. ٻين کان نٿو سمجهان. جيڪڏهن ڪو حڪيم ڪڙي دوا بيماريءَ لاءِ ڏئي تہ حڪيم جي هٿ مان مليل زهر جهڙي ڪڙي دوا بہ شوق سان پيئڻ گهرجي. ڇو تہ مريض، حڪيم کان سياڻو ڪونهي. ڀلا ڪڙي دوا سان مرض تہ لهندو!

مصيبت وقت سمجهڻ گهرجي تہ الله تعاليٰ حڪيم آهي ۽ اسان ٻانها مريض آهيون. مصيبتون دوا وانگر آهن. جن سان اسان جا ڪيترا گناهہ ۽ مداين وارا مرض معاف ٿين ٿا.

پريان سندي پار جي مڙئي مِٺائي،
ڪانهي ڪَڙائي، چکين جي چيت ڪري.

## عشق مجازي ۽ عشق حقيقي

هڪڙو سياڻو سيبتو ماڻهو هو. اوچتو ان کي عشق جي جهڙپ لڳي وئي. حالت ئي بگڙي ويس. پوءِ تہ ٻين ماڻهن هن کي چريو چريو ڪري پئي چيڙايو. وڏا ۽ ٻار پتر ۽ پٿر ڪنيو پيا هڻنس. پنهنجا سنگتي ساٿي بہ مهڻا طعنا ڏيڻ لڳس. پر عشق جي سوداء هن کي اهڙو بي نفس بنائي ڇڏيو هو، جو بنا ڪنهن پرواهہ ڪرڻ جي سڀ ڪجهہ پيو سهندو هو. ماڻهن جي ستائڻ واري زهر کي هو ترياق سمجهندو هو. جيئن ڪنهن پاڻيءَ ۾ غوطا کائيندڙ مٿان آسمان کان وسندڙ بہ چار مينهن جون ڪٽيون هجن. هيءُ عاشق ماڻهن جي مهڻن طعنن ۽ چيڙائڻ کي ائين سمجهي رهيو هو. ڀلا جنهن جي دل ڪٿي ڦاسي وئي تہ ان کي پنهنجي عزت ۽ ناموس جي ڪهڙي پرواهہ هوندي. هت بہ اهو لقاء هو.

هڪ رات ڇا ٿيو جو منحوس شيطان هن عاشق وٽ سندس محبوب جي شڪل ۾ خواب ۾ وڃي پهتو. پوءِ تہ ويچاري عاشق کي ننڊ ۾ احتلام پئجي ويو. هوڏانهن پڪو نمازي بہ هئو ۽ موسم سخت سرديءَ جي هئي، پارا پئي پيا، هن جي گهر جي ٻاهران ٿڌي پاڻيءَ جو

تلاءِ موجود هئو. پاڻي برف جهڙو ٿڌو هئو. هي عاشق ساجهر ئي اٿيو، اهڙي پاري جهڙي پاڻيءَ ۾ وهنجڻ لاءِ وڃي لٿو. جيئن مهل سان پاڪ ٿي، نماز جو فرض ادا ڪري سگهي.

عاشق جو هيءُ حال ڏسي، ڪنهن ماڻهوءَ چيس: چريا! پاڻ کي ماري وجهندين. ٿڌي پاڻيءَ ۾ نه وِهنج! عاشق وراڻيو تہ: چريو تون ڪِ مان؟ چار ڏينهن، ڪنهن ماڻهوءَ جي عشق ۾ ڦاٿس ۽ هيتريون ٺوڪون، مارون مصيبتون سَٺم. تہ هُن مون کان ايترو نہ پڇيو تہ، ڪهڙو حال اٿئي. پر اُن حقيقي مالڪ مون کي مٽيءَ مان ماڻهو بنايو. مون ۾ روح وڌو ۽ سندس مهربانين سان اڄ پلجي رهيو آهيان. تہ اهڙي مٺي ۽ مهربان مالڪ جي اطاعت ۽ نماز ادا ڪرڻ لاءِ هيءَ معمولي تڪليف سَٺم تہ ڇا ٿي پيو. ان ۾ عجب جي ڪهڙي ڳالهہ آهي!

## عشق جا اصول

جيڪڏهن تون عشق جي دعويٰ ڪرين ٿو تہ، پنهنجو وجود وسار! نہ تہ وڃي آرام ڪر! محبت ۾ مري مٽي ٿيڻ کان بہ نہ ڊڄ! ڇو تہ ان فنائيءَ ۾ بقا آهي. ڏس تہ ٻج جو داڻو تڏهن ڦٽندو ۽ سائو ٿيندو آهي، جڏهن مٽيءَ سان ملندو (مٽيءَ ۾ پوربو) آهي.عشق توکي الله جي سڃاڻپ ڪرائيندو. پنهنجو وجود وسارائيندو. ڇو تہ خودي ۽ خدا هڪ دل ۾ نہ ماپندا.

ڪيئن ماپندا من ۾،خودي ۽ خداءِ،
ٻن ترازين جاءِ، ڪا آهي هڪ مياڻ ۾.
(شاهہ)

جيسين پاڻ ساڻ هوندو تيسين عشق جي چاڙهي چڙهي نہ سگهندو.

عشق وارا تہ محفل سماع ۾ الله کي ئي ياد ڪندا آهن. هنن وٽ وڏي ۽ جهڪي آواز جو ڪو فرق ڪونهي. سندن ڪَن سدائين کليل آهن. جنهن عشق جي سُرڪي پيتي آهي، اهو ساز جي آواز تي بہ مست ٿي ويندو آهي. وجد ۽ جذبي، روئڻ رڙڻ ۾ مَحوُ ۽ مشغول رهندو آهي.

مُنهن مُونن ۾ هٽي، پنهنجي اندر ۾ جهاتي پائيندو آهي. اجا به اڳتي ھليو ته قميص ئي ڦاڙي ڦٽي ڪندو.

توکي ٻڌايان ته سماع (راڳ) ڇا آهي؟ البت راڳ ٻڌندڙن کي ته آءٌ به نٿو سڃاڻي سگهان ۽ ٻڌڻ ۾ به فرق آهي. هڪڙا سماع سان اهڙي منزل تي پهچي ويندا آهن، جتي فرشتا به نه پهچي سگهن.

راڳ جو شوقين جيڪو نفس پرست هوندو. اهو ته سماع کي به اجايو راڳ ئي سمجهندو. اهڙي نفس پرست کي سماع ٻڌڻ به نه گهرجي. ان جو دماغ ويتر خراب ٿيندو. ۽ جيڪي عاشق آهن، انهن جي لاءِ منڙو آواز ڪا حيثيت نٿو رکي، انهن جو توجه لفظن ڏانهن هوندو آهي. ڪوبه آواز هنن کي وجد ۾ آڻي ڇڏي ٿو. سندن دل نفيس گُل وانگر آهي، جيڪو صبح جو گهلندڙ هير تي به ٽڙي پوي. اُهو سڪل ڪاٺيءَ وانگر ناهي جو ڪُهاڙن ۽ وڏاڻن سان چيرجي سگهي.

هيءُ سارو جهان سُريلن سُرن سان سَرشار آهي، پر " انڌي آڏو روئڻ اکين جو زيان." وانگر گهٽا سمجهن نٿا. اي انسان! تون مست فقيرن کي بُرو ڀلو نه چئُ. ڇو ته هو ڪنهن حال ۾ غرق آهن. هاٿي هو ٻاهر اچڻ لاءِ هٿ پير هٽي رهيا آهن. عربن وٽ ڪي اهڙا نغما ۽ خاص سُر هوندا آهن، جو ان تي اُٺ به مست ٿي نچندا آهن. هاٿي جيڪڏهن سماع جو اثر انسان تي نه ٿئي، ته ماڻهو ڪيئن چئبو.

ڳالهه ٿا ڪن ته: هڪڙو نوجوان بانسري وڄائڻ سکيو. اهڙي سريلي آواز سان بانسري وڄائيندو هو، جو ٻڌندڙن جي دلين ۾ عشق جي آگ لڳائي ڇڏيندو هو. پڻس کي اها ڳالهه بنهه نه وڻندي هئي. وقت ملندو هوس ته پٽ جي بانسري ڪٽي، ڀڃي ڀور ڪندو هو، يا باهه ۾ ساڙي رک ڪري ڇڏيندو هوس. پٽ وري ٻي بانسري وٺي ايندو هو.

هڪڙي رات ڇا ٿيو جو، نوجوان ڪنهن محفل ۾ درديلن سُرن سان بانسري وڄائي رهيو هو ۽ ڪنهن پاسي کان پڻس ڪَنُ ڏئي بانسري ٻڌي رهيو هو. ڪجهه وقت کان پوءِ پيءُ جي طبيعت تي اهڙو اثر پيو، جو بي هوش ٿي ويو. پگهر ۾ شل ٿي ويو. چئي رهيو هو ته: اڳ ۾ بانسريءَ کي آءٌ جلائيندو هوس. اڄ بانسريءَ مون کي جلائي ڇڏيو.

## مستن کھڙيون ميارون

توهان ڏٺو هوندو تہ ڪن مَستن تي جڏهن حال طاري ٿي ويندو آهي، تڏهن اهي هٿ ڇنڊيندا آهن. اهو هن ڪري جو، اُهي مخلوق کان هٿ ڪڻن ٿا. دل ۾ اڪيلي الله کي جاءِ ڏين ٿا. اهڙن مستن تي ڪا ميار ڪانهي. اهڙي حال ۾ هنن کي نچڻ ۽ ٽپڪڻ بہ روا آهي. ڇو تہ ان وقت سندن وار وار ۾ تعلق جو تنوار آهي.

ڪنهن مست کي ڪپڙن کان خالي (نانگو) ڏسين، تہ بہ متس ڪاوڙ نہ ڪر! هو عشق جي اٿاهہ سمنڊ ۾ ترڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهي. هو خوديءَ ۽ ڏيکاءَ جا ظاهري ڪپڙا لاهي، هلڪو ٿيو آهي، جيئن ترڻ ۾ آساني ٿئيس.

## پتنگن پهہ ڪيو

ڪنهن ماڻهوءَ پرواني کي چيو تہ: اي جيتامڙا ڪمزور! تون دوستي ڪنهن پاڻ جهڙي هيٺي سان رک! شمع ۽ تو ۾ رات ڏينهن جو فرق آهي. اتي اک اڙائجي، جتي جان تہ بچي سگهي. تون سمنڊ تہ ناهين، جو باهہ جو مقابلو ڪري سگهين. ڇمڙي جون اکيون ڪمزور آهن تہ سج آڏو نڪري ئي ڪونہ. ڀلا! جتي مقابلي جي طاقت نہ هجي، تہ اجايو سندرو ڇو ٻڌجي! جنهن کي پڪ هجي تہ هيءُ منهنجو جاني دشمن آهي، تہ ان سان دوستي رکڻ ۽ سندس ويجهو وڃڻ عقل جي ابتڙ آهي.

جڏهن تون شمع آڏو سڙي مري ٿو وڃين، تہ توکي ڪير شاباس بہ ڪونہ ڏئي. نہ ڪو تنهنجي ان ڪم کي ڪو چڱو ئي چوندو. ڀلا! هڪڙو فقير گداگر جو ڪنهن بادشاهہ کان ڌيءُ جو سڱ گهري تہ، ان کي مار موچڙن کان سواءِ ٻيو ڇا حاصل ٿيندو؟ ۽ اهڙا خيال اجايا ليکبا. تون بہ پاڻ کي گداگر فقير ۽ شمع کي بادشاهہ سمجهہ. اهو جوڙ ٺهي ئي ڪونہ ٿو. نڪو ناهہ ٿيڻ جي اميد ئي آهي. شمع ڪٿي سڄي جهان کي سک ڏئي، پر تون پروانو ان مان چڱائيءَ جي اميد نٿو رکي سگهين.

خبر اٿوَ تہ ڪمزور پتنگ ڪهڙو جواب ڏنو! چيائين تہ: آءٌ حضرت ابراهيم عليه السلام وانگر باهہ ۾ پوڻ کان ڊڄان ئي ڪونہ ٿو. منهنجي

اندر ۾ عشق جي آگ ۽ برهہ جي باھہ اڳ ۾ ئي لڳل آهي. پوءِ باھہ کي باھہ ڇا ڪندي؟ شمع جي باھہ کي اُهي سهٽي ڳُل وانگر سمجهندو آهيان. اُهي مرڻ ۽ فنا ٿيڻ جو فڪر ڪريان ئي ڪونہ. محبت ۾ مرڻ جو مون کي احساس ڪونهي. جڏهن سوز ۾ سڙي مري ٿو پوان، تڏهن تہ شمع جي پاسڙي ۾ پيو هوندو آهيان. محبوب جو قرب حاصل ٿي ويندو اٿم.

منهنجي محبوب جا ناز نخرا اهڙا آهن، جو ان جي آڏو اُهي پلي نٿو سگهان. ان ڪري مون کي ڪوبہ ملامت نہ ڪري. ڇو تہ اُهي پاڻ محبوب جي قدمن ۾ ساھہ صدقي ڪرڻ کي وڏي سعادت ۽ خوشقسمتي سمجهان ٿو. اُهي چاهيان ٿو تہ محبوب صحيح سلامت هجي. ان جي چمڪ ۽ چاندوڪي هميشه هجي. اُهي مري ويس تہ ڪهڙو فرق پوندو. جيڪو عاشق سڏائي، سر جو سانگو ڪري، جان جو بچاءُ گهري تہ اهڙي عشق کي حيف هجي.

اي انسان! تون مون کي ڪهڙا ٿو ڏس ڏين تہ محبوب پاڻ جهڙو ڳوليان. اهو تہ ائين آهي جيئن وڇونءَ ڏنگيل کي چئجي تہ: ماٺ ڪر! نہ روءُ! ڀلا هو ڪيئن ماٺ ڪندو؟ تون اتي وڃي نصيحت ڪر، جتي ڪو اثر ٿئي. مون سان اجايو مٿو نہ ڪپاءِ. جنهن گهوڙي سوار کان گهوڙي جو لغام (واڳ) هٿ مان ڇڏائي وڃي، هائي ان کي چوڻ تي گهوڙي کي آهستي ڪاھہ! اهو فضول آهي. جڏهن گهوڙي جي واڳ هن جي وس ۾ نہ رهي، تہ هو ڇا ڪري؟ اجا ٻيو مثال ٻڌ! بِرهہ آهي باھہ، نصيحت آهي هواءِ. جيئن هواءِ سان باھہ وڌيڪ ڀڙڪندي آهي، تيئن نصيحت سان عشق ويترو وڌندو آهي. شينهن کي جيئن چيڙائبو، تيئن وڌيڪ وير رکندو. عشق کي بہ ائين سمجهہ!

عشق ۽ محبت ۾ برابريءَ جو سوال ئي غلط آهي. اهو تہ وڏو فريب آهي. ان معاملي ۾ برابري ڳولڻ، پنهنجي عمر ضايع ڪرڻ آهي. اعلىٰ ذات سان محبت ڪرڻ ۾ زندگي آهي. اهي بيڪار سمجهبا، جيڪي مٿانهين ذات جي محبت ڇڏي، هڪجهڙن هيٺن کي محبت لاءِ ڳولين.

محبت ۾ موت مٺو ڪونهي. جڏهن موت هر حال ۾ اچڻو آهي تہ پوءِ بهتر آهي تہ محبوب جي هٿان موت ملي. محبت ۾ سِر صدقي ڪرڻ ۾ وڏي راحت آهي.

## شمع ۽ پرواني جي رهاڻ

هڪ رات ڪمري ۾ ستو پيو هوس. پرسان ميڻ بتي ٻري رهي هئي. پروانا مٿان ڦري رهيا هئس ۽ مون کي ننڊ ڪانہ ٿي آئي. پاسن ورائيندي وقت پئي گذاريم. ايتري ۾ ٻڌم تہ پرواني شمع کي هن طرح چيو: اي شمع! آءٌ تہ ٿيس عاشق، تڏهن تہ سڙي ساهہ صدقي ڪريان. هاڻي تون ٻڌاءِ تہ ڇا لاءِ ٿي روئين، ڳوڙها ڳاڙين ۽ ڳرندي وتين؟ شمع وراڻيو تہ: منهنجو بہ هڪڙو محبوب آهي. اها آهي مٺي ماکي (يعني شيريني) اها مون کان جدا ٿي ويئي آهي.( تڏهن شيرين کان سواءِ فرهاد جو اهوئي حال ٿيندو) شمع اهي اکر چئي رهي هئي ۽ ڳوڙها ڳڙي رهيا هئس.

پرواني چيس: هَلُ ڙِي ڪوڙي! تون ۽ عشق. ڪوڙو ئي نٿو لڳي. نہ تو ۾ صبر ۽ سهپ ۽ نڪو ٻيهڻ جي طاقت. شمع وراڻيو تہ: آءٌ ڪوڙي يا تون ڪوڙو؟ تون جو شمع آڏو ٻيهي نہ سگهندو آهين. اجا آءٌ سڄي رات ٻيهي ٻرندي رهندي آهي، عشق تنهنجا تہ رڳو پَرَ جلايا آهن، پر منهنجو سڄو وجود محبت ۾ ڳري رهيو آهي.

اجا اها گفتگو هلي رهي هئي تہ ڪنهن پريءَ اچي ميڻ بتيءَ کي ڦوڪ ڏئي وسائي ڇڏيو. هن مان دونهين جي لاٽ نڪتي. پوءِ چيم تہ: هيءَ آهي محبت جي پڄاڙي ۽ جيڪو بہ محبت ڪرڻ چاهي تہ، ان راهہ اندر مرڻ ۾ خوشي محسوس ڪري ۽ جيڪو محبوب جي هٿان مري، تہ ان جي قبر تي روئڻ نہ جڳائي. ويتر خوش ٿجي جو، هو محبوب وٽ قبول پئجي ويو. جيڪو عشق جي دعويٰ ڪري، تہ اهو پنهنجون مرضيون ۽ خواهشون ڇڏي، محبوب جي مرضيءَ مطابق هلي. پوءِ ڇو نہ اهو محبوب مٿي ۾ پٿر هڻيس، عشق آهي درياءُ.ان ۾ گهڙجي، تہ ڦهنگن کان نہ ڊڄجي.

عاشقن الله جي محبت رکي مَنَ،
سندي سڪ پرين، تَنَ ۾آهي تن کي.

شاهہ (يمن ڪلياڻ)

باب چوٿون

# تواضع ۽ نئڙت

- انسان مٽيءَ مان جُڙيو آهي. ان کي مِٽيءَ وانگر نئڙت ڪرڻ گهرجي. مٽي پئي تي لتاڙجي، تہ بہ ڪُجي پُڇي ڪين ٿي.
- حرص ۽ سرڪشي، شيطاني ڪم آهن. شيطان باھہ مان جڙيو آهي، تڏهن اهڙا پير ورتائين. ڏسو! باھہ ٻاربي آهي، تہ مٿي پڙڪڻ جي ڪوشش ڪندي آهي. هوڏانهن مٽيءَ کي ڇڏبو تہ پاڻهي وڃي پٽ تي پوندي. انسان مٽيءَ مان جُڙيو آهي تہ، نوڙت سبب اشرف المخلوقات جو لقب مليو اٿس ۽ شيطان وڏائي ڏيکاري تہ ترڙجي ويو.
- چوندا آهن تہ: سمنڊ جو سِپون پاڻيءَ ڪان مٿي واٽ ڦاڙي بيهنديون آهن، جنهن ۾ وسندڙ مينهن جي ڦڙي پوندي، ان مان سِپَ جي پيٽ ۾ هڪ موتي جُڙندو آهي ۽ اهو بادشاهن جي تاجن جي زينت بنبو آهي.

اهو هن ڪري ٿيو آهي، جو مينهن جي ڦڙي جڏهن سمنڊ مٿان ڪري رهي هئي، تڏهن ان جي گهٽائي ۽ ڪشادگي ڏسي، پاڻ کي سمنڊ آڏو حَقير سمجهيائين. اهڙي نوڙت جو هيءُ نتيجو نڪتو جو قدرت هن کي سِپ جي پيٽ ۾ محفوظ ڪري موتي بنايو ۽ اها عزت مليس جو بادشاهن جي مٿي تي رکيل تاج جي بہ چوٽيءَ تي وڃي پهتو آهي. اهو آهي پاڻ کي گهٽ سمجهڻ ۽ نوڙت جو نتيجو.

## هڪ فقير جي ڪسر نفسي

هڪڙو درويش فقير سمنڊ جو سفر ڪري، روم ملڪ ۾ وڃي پهتو. هو علم ۾ بہ اڪابر هئو. اتي ڪنهن شهر ۾ ڪِرائي جي جاءِ

وٺي، عزت آبرو سان پئي رهيو. نماز جي وقت تي محلي جي مسجد ۾ حاضر ٿي، نماز باجماعت ادا پيو ڪندو هو. مسجد جي پيش امام هن ڪي جڏهن مسجد ۾ گهڻو مانوس ڏٺو، تڏهن هڪ ڏينهن ان درويش کي چيائين ته: اڄ مون کي ڪنهن ڪم سانگي وڃڻو آهي، تون مسجد کي ٻهاري ڏئي، ٻهر ٻاهر ڪڍي، صفائي ڪري ڇڏجانءِ!

پيش امام جا اهي لفظ ٻڌي مسافر درويش اهڙو گم ٿي ويو، جو وري مسجد ۾ پير ئي نه پاتائين. اتفاقاً هڪ ڏينهن پيش امام کي هي درويش بزار ۾ ملي ويو. پوءِ چيائينس ته: ابا! مسجد کي ٻهاري ڏيڻ ڪو ڏوهه جو ڪم ته ڪونهي. مسجد جي خدمت ۾ ته عظمت آهي. مون ان ڏينهن توکي مسجد جي ٻهاريءَ جو چيو هو. پر تون شايد رنج ٿئين، جو مسجد ڪان مورڳو منهن ئي مٽي ويو آهين. ڏسڻ ۾ ئي ڪونه ٿو اچين.

پيش امام جا اهي لفظ ٻڌي درويش روئي ڏنو ۽ چيائين ته: سائين! مون ٻهاريءَ جو حڪم ٻڌي، هيڏي هوڏي ڏٺو ته مون کي ڪوبه ڪِن ڪچرو نظر نه آيو. پوءِ پنهنجي عيبن تي نظر ڪيم ته پاڻ کي ٻهرُ (گندو) سمجهيم. تڏهن ٻاهر هليو ويس. سمجهيم ته شايد آءٌ عيبدار هن پاڪ مسجد جي لائق نه آهيان.

## حضرت بايزيد بسطامي جي ڳالهه

ڳالهه ٿا ڪن ته: حضرت بايزيد بسطامي رحمة الله عليه عيد ڏينهن صبح جو غسل خاني مان وهنجي سهنجي تيار ٿي نڪتو. گهٽيءَ مان هلي رهيو هو، ته مٿان ماڙيءَ تان ڪنهن ماڻهوءَ خاڪ جو ٽوڪرو هيٺ اڇلايو، جيڪو سڌو اچي بزرگ جي مٿي تي ڪِريو. پٽڪو، ڏاڙهي ۽ ڪپڙا سڀ ڌُڌڙ ٿي ويس. پوءِ ته بزرگ هٿ پنهنجو منهن تي ڦيريو ۽ پاڻ کي چوڻ لڳو ته: شڪر! جو مٿان خاڪ وَسي اٿئي. نه ته ڪرتوت اهڙا آهن جو مٿان ٽانڊا وسن ها. پر الله ڪٿي رحم ڪيو.

الله وارن جي نگاهه هميشه پنهنجي نفس جي اوڻاين،خامين ۽ ڪوتاهين تي هوندي آهي. ”مان“ ته مَن ۾ ئي نه اٿن. پلا جيڪو مان

ڪندو تہ ان کي مولیٰ ڪيئن ملندو. آخرت ۾ جنت جو حقدار اهو ٿيندو، جيڪو بزرگيءَ جي دعوائن ڪرڻ بدران نيڪ عملن ۾ محنت ڪري ۽ اخلاص ڏاري. انسان کي نوڙت سان ئي مرتبو ملي ٿو. وڏائي ۽ آڪڙ ماڻهوءَ کي خوار خراب ڪري ٿي. ڪيترا ظالم هٿيلا ڪنڌ سيڌي ڌرتيءَ تي هليا، پر ڪنڌ ڀر اچي ڪِريا. توکي عزت گهرجي تہ مغروري بنهہ ڇڏي ڏي!

جيڪو ماڻهو دنيا ۾ مصروف، مشغول ۽ مست هجي، ان کان دين جي واٽ نہ پُڇ. خدا سان ملڻ چاهين تہ پنهنجو پاڻ کي سڃاڻ. پاڻ کان وڏيڪ ڪنهن کي بہ حقير ۽ گهٽ نہ ڄاڻ. جيڪڏهن ماڻهو توکي چڱو ۽ بااخلاق چوَن،تہ ڪاٿئن ان کان وڏيڪ ہي ڪا اميد نہ رک! جيڪو بہ غرور ۽ وڏائي ڪندو، تہ ماڻهو بہ ان کي چڱو نہ چوندا. تون ٻين کي حقير سمجهندين تہ ٻيا توکي عزت وارو ڪيئن سمجهندا؟

پنهنجي تندرستي ۽ سٺي معيشت جو شڪر بہ اهو آهي جو ڪنهن مريض ۽ غريب تي ٺوڪ نہ ڪجي. ڇو تہ هن جهان ۾ هڪ سڄ بہ پاڇا آهن، ڪيترا ڪريل، اُٿي پوندا آهن ۽ اٿيل ڍهي پوندا آهن. جيڪڏهن تون بي عيب آهين، تہ بہ ٻين جي عيبن کي کولڻ جي توکي اجازت ناهي. ڇو تہ ڪنهن جي بہ حال تي ڀروسو ڪونهي. اڄ هن ۾ جيڪو عيب آهي، ساڳيو عيب يا ڪو ٻيو عيب تو ۾ بہ پيدا ٿي سگهي ٿو.

هڪڙا بہ ماڻهو هجن. جن مان هڪڙو ڪعبة الله جي غلاف کي چنبڙي، رب آڏو روئي رڙي، دعائون گهري رهيو آهي ۽ ٻيو ماڻهو، شراب خاني ۾ نشن ڀَتن ۾ الوٽ هجي. پر پوءِ بہ الله تعالیٰ بي نياز آهي. ٿي سگهي ٿو جو، هو دعائن گهرڻ وارو ڌڪارجي وڃي ۽ هن شرابيءَ کي توبہ جي توفيق نصيب ٿي پوي. الله تعالیٰ ڪرم ڪري پنهنجو دَرُ نصيب ڪريس. ان رحمان کي ڪير روڪي نٿو سگهي، نڪو ڪير سندس ڪمن ۾ دخل ڏئي سگهي ٿو.

## مغرور عابد ۽ هڪڙو گنهگار

ڳالهہ ٿا ڪن تہ: حضرت عيسیٰ عليه السلام جي زماني ۾ هڪڙو

ماڻهو وڏو گنهگار هئو. اهڙو منحوس هئو جو، ان کي ڏسي شيطان بہ لڪڻ جون جايون ڳوليندو هو. هن جي زندگي بيڪار گذري رهي هئي، بي گناهہ انسانن کي ستائڻ هن جي عادت ٿي چڪي هئي. وڏو بدمعاش ۽ هٺيلو هو. حرام ڪائي ڪائي، سانهہ وانگر ٿلهو ٿي پيو هو. ڪوڙن بدوڙن کان سواءِ وٽس سچ جو تہ نالو ئي ڪونہ هئو. هن جي ڪُڏن ڪرتوتن سبب سندس سڄي برادريءَ جي عزت لڙهي چڪي هئي. قدرت جي عطا ڪيل ڪنن سان ڪڏهن بہ نصيحت جو اکر يا چڱي ڳالهہ ٻڌڻ لاءِ بنهہ تيار ئي نہ هئو. مطلب تہ هو اهڙو بدڪار ۽ بيڙو هو جو، هن جي نالي ٻڌڻ کان ئي ماڻهو ڏڄندا هئا. جيئن ڏڪار جي نالي ٻڌڻ سان ماڻهو ڇرڪندا آهن. پر ان کان بہ وڌيڪ هو. جيئن رمضان المبارڪ جو چنڊ، ماڻهو آڱرين جي اشارن سان هڪ ٻئي کي ڏيکاريندا آهن. هن سان بہ اهو معاملو هئو. ڪٿان بہ لنگهندو هو تہ، ماڻهو آڱرين جي اشارن سان ٻين کي ٻڌائيندا هئا. حرص ۽ هوس جو اهڙو پوڄاري هئو، جو وِڪ وِڪ تي گناهہ ڪندو وتندو هو. نيڪيءَ ۽ چڱائيءَ جو وٽس ذرو بہ موجود ڪونہ هو. گناهن سان هن جو اعمالنامو ايترو ڪارو ٿي چڪو هو، جو وڌيڪ گناهن لکڻ جي منجهس ڪا جڳهہ ئي ڪانہ هئي.

هڪڙي دفعي ڇا ٿيو جو حضرت عيسيٰ عليہ السلام ڪنهن جهنگل مان اچي رهيو هو، واٽ تي هڪڙي عبادتگذار راهب جي ماڙي هئي. حضرت عيسيٰ عليہ السلام جو ٻڌي راهب ماڙيءَ تان لهي آيو ۽ الله جي نبي سڳوري سان وڏي ادب احترام سان مليو. ان وقت هو بدڪار شخص هنن ٻنهي جي ادب احترام سان ملڻ وارو نظارو ڏسي رهيو هو. ڪين جُوهہ وجهي ائين ڇتائي پئي ڏٺائين، جيئن ڪو پينو فقير ڪنهن امير جي هٿ ۾ پئسا ڏسي پيو تڪيندو آهي.

ان مهل ئي هن گنهگار جي طبيعت ۾ ڦيرو اچي ويو. پنهنجي ڪيل ڪوتاهين ۽ ڪُڌاين تي پشيمان ۽ شرمسار ٿيو. اهڙو پڇتاءُ ٿيس جو روئي ويٺو. اکين مان ڳوڙها ڳڙي، ڳلن تي وهي رهيا هئس. پنهنجي ڏوهن جا ڏونگر ڏسي، ڏڪي رهيو هو. اوڇنگارون ڏئي رهيو هو. ڇوي

پيو تہ: سَتُر کر ستار! آءٌ اُگھاڙو آهيان. منهنجي مداين جي توکي سڀ پرک. اهي منهنجا رب! مون سڄي عمر بُراين ۾ برباد ڪري ڇڏي، رڳو ڪوڙ ڪمايم، سچ جو سودو ٿي نہ ڪيم. ههڙي بدڪاريءَ جي جيئڻ کان، منهنجو مرڻ ڀلو آهي. الله سائين شال مون جهڙو گنهگار ڪنهن کي نہ ڪري. ڪهڙو نہ چڱو ٿئي جو، هن شرمساري واري حال ۾ مري پوان. اي منهنجا مالڪ! منهنجي مداين کي معاف ڪر! نہ تہ محشر جي ميدان ۾ مون لاءِ ڏاڍي ڏکيائي ٿيندي. مطلب تہ هو گنهگار ايڏو پٽي رُنو جو بس ٿي نہ پيو ڪري. هن جي روئڻ جو آواز ٻئي ڀلارا ٻڌي بہ رهيا هئا.

هوڏانهن عبادتگذار راهب کي پنهنجي عبادت ۽ بزرگيءَ تي اهڙو غرور هئو، جو هن گنهگار جو روئڻ ٻڌي، مٿس اچي بگڙيو. دل ۾ چوي پيو تہ: هيءُ بدبخت اسان جي ويجهو ڇو آيو آهي. هو اسان جي پاڪ ڪچهريءَ جي لائق آهي ڇا؟ جو هت اچي پهتو آهي. سڄي عمر تباهہ ڪري، دوزخ جو ٻارڻ بنجي چڪو آهي. هاڻي ڇا لاءِ ٿو ٻوڪڙ ڪري روئي. ڪهڙا چڱا ڪم ڪيا اٿس، جو حضرت عيسىٰ عليه السلام جي ويجهو آيو آهي. اهو منحوس ايڏانهن وڃي مري، مون کان هجي گهڻو پري. هن ڪمبخت جي شِڪل ڏٺي اٿم تہ، مون کي ڊپ ٿئي ٿو تہ متان هن جا ڪُڌا ڪرتوت مون کي بہ دوزخ ۾ ساڙين. اجا تہ ڪتي ڳالهہ آهي. اڳئين جهان هلي، محشر جي ميدان ۾ پهچي، تہ پوءِ پنهنجي حالت ڏسي.

راهب اهڙن خيالن ۾ محو هئو تہ، ايتري ۾ الله تعالىٰ حضرت عيسىٰ عليه السلام ڏانهن هن طرح وَحي فرمايو: اهو گنهگار عالم هجي يا جاهل. پر جيئن تہ منهنجي آڏو پشيمان ٿي، روئي معافيءَ جي درخواست ڪئي اٿائين ان ڪري مون ٻنهي (يعني گنهگار ۽ عابد) جي دعائن کي قبول ڪيو.

جيڪو دل جي درد سان روئي ٿو، ڪئي تي پشيمان ٿئي ٿو، تہ آءٌ ان کي پنهنجي ٻاجهہ کان ٻاهر نہ لوڏيندس. هن جي مداين کي ميٽي معاف ڪيم. جنت ۾ ان جي جاءِ ٿي چڪي آهي.

هوڏانهن هي عبادتگذار ايڏو تڪبر ۽ فخر پيو ڪري، جو چوي پيو ته هن گنهگار جي پاڇي کان به پري هُجان، سو ان جي دعا به اگهايم. اهو هن ٻانهي کان ڪوهين پري دوزخ ۾ پيو هوندو. ان کي پنهنجي عبادت تي ناز آهي. هن کي اها خبر ئي ڪانهي ته ڪٿڻ ڪنبڻ ٻنهي جي ضرورت آهي. وڏائي رب کي پسند ئي ناهي. پوءِ جنهن ماڻهوءَ جا ڪپڙا ۽ ٻاهريون جسم صاف هجي ۽ اندر ۾ تڪبر وارو روڳ هجي، ته اُن پڇيو دوزخ جو ٻارڻ آهي. الله تعاليٰ وٽ رياء واري عبادت کان نوڙت ۽ عاجزي وڏيڪ اهميت واري آهي.

اصلي پهلوان زبان سان پنهنجي پهلوانيءَ جي ڳالهه ئي نه ڪندو آهي. چو ته ڪڏهن مقابلي جي ميدان ۾ وڏا وڏا پهلوان دسجي پوندا آهن.

جيڪو ماڻهو پاڻ کي بادام جي مغز وانگر ڪارائتو ۽ قيمتي ٿو سمجهي، اهو بي ملهه بصر وانگر رڳو کلون آهي. ٻيو ڪجهه ڪونهيس ۽ جنهن عبادت سان فخر ۽ تڪبر پيدا ٿئي، اهڙي عبادت کان بس ڀلي آهي. ٻيو اهو ماڻهو جيڪو الله جا حق ته پورا ڪري پر ماڻهن جا حق هڙپ ڪيو وڃي، ته آخرت ۾ نجات لاءِ هن کي عبادت جو نفعو نصيب نه ٿيندو.

سعديءَ جو هيءُ نڪتو ياد رکجو ته: جيڪو گنهگار الله کان ڊڄي ٿو، اهو اهڙي متقي پرهيزگار کان بهتر آهي، جيڪو عبادت تي فخر ڪري ۽ بي خوف رهي.

ڪَتَ به ڪَنبُ به اڳيان توريندڙ تڪا.

## مغرور قاضي ۽ مسڪين عالم

هڪڙو ماڻهو علم ۽ عقل ۾ اڪابر هئو. پر صفا مسڪين ۽ سادو سودو هئو. هڪ دفعي پراڻا ۽ چتين لڳل ڪپڙا پاتل هئس. ان حال ۾ ڪنهن قاضي صاحب جي مجلس ۾ ٻين عالمن، فقيهن ۽ مفتين سان اچي ويٺو. وڏن عالمن سان هن غريبڙي ۽ مسڪين مولويءَ کي گڏ ويٺل

ڏسي، قاضي صاحب کي ڏاڍي مَنيان لڳي. دل ۾ چيائين تہ: هن فقير کي ڪنهن اجازت ڏني جو هت اچي، هن وڏن مفتين سان گڏ ويهي رهيو آهي. پوءِ پٽيوالي کي چيائين تہ: ان فقير کي اتان اٿاري ڇڏينس! اهڙو حڪم ٻڌي، پٽيوالو فقير وٽ آيو. هٿ ڪان وٺي چيائينس تہ: تون هتان اُٿي پوئتي هلي ويھہ. توکي شايد اها خبر نہ آهي تہ هي عالمن ۽ مفتين جي ڪچهري آهي. تون هنن جي وچ ۾ ٺٺو ٿهين. توکي اڳ ۾ ئي سوچڻ گهربو هو. پنهنجي حيثيت آهر پوئتي وڃين ويهين ها، تہ هيءَ اٿارڻ واري نوبت ئي نہ اچي ها.

فقير ٿڌو شوڪارو ڀريو ۽ اتان اٿي پوئتي وڃي رواجي ماڻهن سان ويٺو. هوڏانهن عالمن ۽ فقيهن ۾ ڪنهن اهم فقهي مسئلي تي بحث شروع ٿيو. هڪ ٻئي کي دليل ۽ رَدّ ڪَدّ تي ڏنائون. تان تہ وڏو لُڙ ٿي ويو. ڪوبہ مفتي ڪنهن جي ڳالهہ مڃڻ لاءِ تيار نہ هئو. مطلب تہ ڏاڍو فتنو ۽ گهمسان مچي ويو. ڪن ميز تي مُڪا پئي ماريا، تہ ڪن ڪاوڙ ۾ لاحول ولاقوة پئي پڙهيو. ڪنهن وٽ بہ مسئلي جو حل موجود ڪونہ هئو.

ايتري ۾، هو پوئتي ويٺل مسڪين مولوي اٿي بيٺو. عرض ڪيائين تہ: اجازت هجي تہ ان مسئلي بابت آءٌ بہ ڪجهہ ڪُڇان. سيني وراڻيو تہ: ڪا علمي ڳالهہ هجي تہ بلاشڪ ڇوَ. ٻڌڻ ۾ ڪو عيب ڪونهي.

هن فقير فصاحت بلاغت سان ان مسئلي تي اهڙي روشني وڌي، جو مسئلي جو رُخ ظاهر ڪري رکيائين. اتي ويٺل سڀ عالم ۽ مفتي حيران ٿيا. سندن زبان مان آواز نڪري رهيا هئا: واهہ سائين واهہ! جَس آهي توهان جي علم ۽ عقل کي! اهو نظارو ڏسي قاضي صاحب اهڙو لڄي ٿيو، جو ڪنڌ ئي هيٺ هئس. پوءِ تہ پنهنجي جاءِ تان اُٿيو ۽ پنهنجي پڳ لاهي، هن درويش عالم جي مٿي تي رکڻ لاءِ ان ڏانهن ويو. معذرت ڪندي چيائينس تہ: سائين! اسان جي غلطي آهي جو توهان جو قدر نہ سڃاتوسين. توهان جو هت اچڻ تہ وڏي برڪت جو سبب ٿيو. اسان کي توهان جو شڪريہ ادا ڪرڻ گهرجي. هوڏانهن پٽيوالو بہ ڊوڙندو آيو. قاضي صاحب کان پڳ وٺي هن درويش جي مٿي تي پاڻ رکڻ پيو چاهي ۽ گستاخيءَ جي معافي پيو گُهري.

درويش عالم، پٽيوالي کي منع ڪئي تہ: ايڏي وڏي پڳ مون مسڪين جي مٿي تي متان رکين! ان پٽڪي ۾ ئي مغروري آهي. اها ساڳي پڳ آهي، جنهن جي نشي ۾ قاضي صاحب جن مون کي مجلس مان اُٿارڻ جو حڪم ڏنو. هي پنجاهہ والن جو پٽڪو آءٌ مٿي تي رکندس تہ مون ۾ بہ اهڙي مغروري اچي ويندي. پوءِ آءٌ بہ ٻين کي حقير سمجهندس. ان پڳ پائڻ کان پوءِ ماڻهو مون کي شمس العلماء ۽ علامة الدهر جهڙن لقبن سان سڏيندا. پوءِ خواهہ مخواهہ منهنجي طبيعت بگڙي ويندي، مشائخي پيدا ٿي پوندي. ان ڪري آءٌ ان پٽڪي کان سواءِ ئي ڀلو آهيان. پاڻي صاف هجي. پوءِ ٺڪر جي پيالي ۾ هجي يا سون جي گلاس ۾ هجي، پاڻيءَ جي حقيقت ۾ ڪوبہ فرق نہ ايندو. آءٌ جيڪو ڪجهہ آهيان، ان پڳ کان سواءِ بہ آهيان. پڳ سان منهنجو علم وڏي ڪونہ پوندو. انسان عقلمند ۽ سياڻو سيبتو هجي، تہ پوءِ اهو ايڏي پڳ جو محتاج ئي ڪونهي. جنهن ماڻهوءَ جو مٿو وڏو هجي ۽ اندر خالي هجيس تہ اهو وڏو ماڻهو ٿو چوائي. اهڙيءَ طرح پٽڪي ۽ ڏاڙهيءَ سبب مغروري نہ ڪجي. جو تہ پٽڪو ڪپهہ جو آهي ۽ وارَ گاهہ وانگر ڦٽندڙ. تہ پوءِ وڏائي ڇاتي آهي؟

جنهن ماڻهوءَ ۾ علم ۽ فضيلت ناهي اهو رڳو صورت ۾ ماڻهو آهي. حقيقت ۾ انسان ناهي. ان کي پٿر مان گهڙيل مورتيءَ وانگر سمجهہ! ان کي ڪٿي گفتگو ڪرڻ بہ نہ گهرجي. ڪو ماڻهو مٿانهين جاءِ تي ويهڻ سبب مُعزز ٿي ڪونہ پوندو. نڪو هيٺ ويهڻ سان ڪنهن جي عزت گهٽجي پوندي. ڪمند اهوئي ڪمند آهي ۽ ڪانو، ڪانو آهي. ڪاني کي ڏوئڻ سان اهو ڪمند ٿي ڪونہ پوندو. (ڪانهن ڪمند نہ ٿئي،توڙي ڳُري چاڙهي ڳر.) ڪنهن بي عقل کي هڪ سَوُ نوڪر ساڻ هجن، تہ سياڻو ڪونہ ٿي پوندو. ڪنهن گندي شيءِ کي ريشم ۾ ويڙهي رکبو، تہ اُن جو مانُ وڌي ڪونہ پوندو. گڏهہ اهوئي گڏهہ رهندو، ڀلي مٿس پٽ پٽيهر جي جهل وجهي چمڪائجيس.

فقير اهڙي تقرير ڪئي، اهڙا ٻول ٻڌايا، جو قاضي صاحب خود

حيران هئو ۽ اتي ويٺل پيا پڙهيا لکيا بہ لاجواب هئا. هن درويش جا گفتا کن ڏئي، غور سان ٻڌي رهيا هئا. هوڏانهن فقير موقعو ڏسي اتان ڪسڪي ٻاهر هليو ويو.

فقير جي وڃڻ کان پوءِ، علمي مجلس ۾ ويٺل عالم ۽ مفتي سڀوا چئي رهيا هئا تہ: هيءُ درويش الائي ڪير هئو؟ اسان سيني سان ڏادي ڪري ويو. گهٽ ۾ گهٽ هن کان سندس تعارف تہ پڇجي ها. گهڙي کن کان پوءِ هن جي پٺيان ماڻهو بہ موڪليائون، تہ فقير کي ڳولي واپس وٺي اچي. اهو ماڻهو ٻاهر نڪري هُن هُن کان پڇي رهيو هئو تہ: ههڙي پارين ڪو درويش هئو. توهان ڪٿي ڏٺو؟ ماڻهن چيس تہ: اهو تہ شيخ سعدي هئو، توهان ڪونہ سڃاڻو ڇا؟(مطلب تہ اهو درويش سعدي هئو ۽ وري واپس ان علمي مجلس ۾ ڪونہ آيو.)

ان داناء تي لکين رحمتون هجن، جنهن هي اصول سمجهيو ۽ ياد ڪيو تہ: حق جي ڳالهہ پلي نرم لهجي ۾ ۽ مٺڙن لفظن ۾ چئجي پر پوءِ بہ ڪڙي آهي.

## گنجہ جي شهزادي جي ڳالهہ

گرجستان طرف گنجہ نالي هڪ علائقو آهي. اڳاتي زماني جي ڳالهہ آهي تہ: اتي بادشاهہ جو پٽ وڏو نالائق ٿي پيو. نشن، پتن، راڳن، روپن ۽ برن فعلن ۾ لهي پيو. تان تہ ان حد کي وڃي پهتو جو هڪ ڏينهن نشي ۾ الوٽ هئو، شراب جو گلاس هٿ ۾ هوس. گانا ڳائيندو، بڪواس ڪندو، مسجد ۾ هليو آيو. ان مسجد جي حُجري ۾ هڪڙو پلارو بزرگ، عابد، زاهد رهندو هو. وٽس هميشه درس تدريس، وعظ، نصيحت جو سلسلو جاري رهندو هو. ان ڏينهن بہ هو پلارو وعظ ۽ ذڪر ڪري رهيو هو تہ شهزادو مسجد ۾ ڏوڪي آيو. اتي ويٺل ماڻهن ۾ اهڙي جرئت ڪانہ هئي جو، شهزادي کي روڪي سگهن. دل ۾ گهڻئي خار پئي ڪاڏائون. پر ڇا ڪن. هِن جي رعب آڏو بلڪل بي وس هئا. پلا جتي بادشاهہ خود برائيءَ جو باني هجي، تہ ڪير ڪنهن کي نصيحت

جو اکر چوي ۽ امر بالمعروف جو حق ڪير ادا ڪري! رعيت تي به حڪمرانن جا اثر پوندا آهن. پوءِ اهڙن موقعن تي، ڪنهن جي نصيحت ڪي به ڪو اثر نه رهندو آهي.

حديث ۾ آهي ته: اول درجي جو ايمان آهي جو برائيءَ ڪي ڏسجي، ته ان ڪي هٿن سان روڪجي ۽ ٻئي نمبر تي اهو جو برائيءَ ڪي هٿن سان روڪڻ جي طاقت نه اٿس ته زبان سان ان ڪي روڪي ۽ آخري ۽ ضعيف ايمان اهو چئبو جو برائيءَ ڪي رڳو دل ۾ برو سمجهي.

هن بزرگ وٽ ويٺل ماڻهن مان ڪنهن ماڻهوءَ بزرگ ڪي عرض ڪيو ته: اي سائين! اسان هن شهزادي ڪي ته هٽ نه ٿا لائي سگهون ۽ زبان سان به ڪيس ڪجهه نٿا چئي سگهون. هاڻي عرض آهي ته: هن شهزادي لاءِ الله آڏو دعا گهرو ته هن ڪي هدايت نصيب ڪري ۽ مسجد جي عزت ڪندڙن مان بنائي. ڪڏهن ڪڏهن درد سان گهريل دعائون تيز هٿيارن کان به وڌيڪ ڪم ڪنديون آهن. اسان گڏجي الله تعاليٰ ڪي روئي عرض ڪنداسين ته ڪنهن نه ڪنهن جي درد جي دانهن اگهامي ويندي. ڪم ٿي ويندو.

بزرگ دعا لاءِ هٿ ڪنيا ۽ دعا ۾ هيئن چيائين: اي زمين ۽ آسمان ڪي پيدا ڪندڙ پرودگار! هيءُ شهزادو جيئن هينئر خوشحال آهي، ان ڪي تون هميشه ائين خوشحال رک ۽ بي فڪر بنائينس. خادمن مان ڪنهن عرض ڪيو ته سائين! ههڙي بدڪار لاءِ خوشحاليءَ جي دعا! ان جو مطلب اسان ڪي سمجهه ۾ نه آيو. بداخلاق ۽ بدڪردار انسان لاءِ ڀلائي ۽ خوشحاليءَ جي دعا، جڻ سڄي علائقي لاءِ ڏچو گهري وٺڻو آهي. جڏهن ته هتي جا ماڻهو هن کان اڳ ۾ آزاريل آهن.

بزرگ وراڻيو ته: توهان ڪي انهن رازن ۽ رمزن جي سمجهه ڪانهي، مون اجائي دعا نه ڪئي آهي. مون هن لاءِ توبه جي توفيق جي دعا گهري آهي. جڏهن توبه تائب ٿيندو ۽ مخلوق سک جو ساهه کڻندي، ته پاڻ به آخرت ۾ خوشحال رهندو. شراب جا نشا ته هن دنيا ۾ آهن. حقيقت ۾ آخرت جو آرام ۽ خوشحالي ڪارائتا آهن.

بزرگ جي اهڙي پلاري دعا جي ڳالهه ڪنهن ماڻهو شهزادي کي وڃي ٻڌائي. پوءِ ته شهزادي تي اهڙو اثر ٿيو، جو ان محل ئي روئڻ ۾ شروع ٿي ويو. چئي رهيو هو ته: مون جهڙي ڪِني ۽ ڪُڌي گنهگار لاءِ بزرگ اهڙي پلاري دعا ڪئي آهي ۽ نيڪ اميدون رکي ٿو. پوءِ ته حياء ۽ شرمساريءَ سبب نظرون وڃي زمين ۾ کُتس. ان وقت ئي هڪڙو ماڻهو موڪليائين ته ان پلاري بزرگ کي دعوت ڏئي وٺي اچو، جيئن مون کي توبهه سيکاري ۽ منهنجي آخرت سنواري.

بزرگ جي تشريف آوريءَ جا انتظام ڪيا ويا. رستي جي ٻنهي پاسن سان استقبال لاءِ فوج بيهي وئي. نيٺ بزرگ اچي پهتو. ڇا ڏسي ته هت ته رنگ ئي ٻيو لڳل آهي. دونهين دکي رهي آهي. چرس جي دونهي جون لاٽون ۽ شراب جي محفل جاري آهي. ڪي ملنگ ڇڪو پي نشي ۾ الوٽ آهن، ته ڪن تي نشو اچا هاڻي چڙهي رهيو آهي ۽ ڪن جي هٿ ۾ ڪونبو ۽ ڪُپو آهي، ٻول پيا ٻولين: (ڪو چوندو هوندو: آچي، يَلي يَلي ڪري اچي، ڪوڙي ڪانگڙ ۾ پئي نچي، هڪڙي پوڪ ته ٻي پئي پچي. ڪو چوندو هوندو: ته: جو پئي ترو، ان کي سور نه ٻرو. ڪو چوندو هوندو: اسان ملنگ مُرڪي، پيون ٽا سُرڪي، دشمن پيو ڪُرڪي، جڻ پٽس جي ٽا پيون.) ٻئي طرف گهاگهر دهلڙيءَ ۽ واڄن جي وڄت به جاري هئي. ڳائڻ وڄائڻ جي محفل هلي رهي هئي. بزرگ اهڙو نظارو ڏسي في الحال ته وائڙو ٿي ويو.

جڏهن بزرگ نهي جڙي اتي ويٺو، تڏهن شهزادي چيو ته: سڀ فقراء ڪن ڪولي ٻڌن! هي ڳائڻ وڄائڻ جا سڀ سازَ اتي جو اتي ڀڃي ڀور ڪريو. هيءَ بي حيائيءَ واري مجلس هڪدم ختم ڪئي وڃي. شهزادي جي حڪم جي دير هئي، گهڙيءَ ۾ سڀ ساز، سارنگيون سرندا، باجا، بانسريون، چنگ ۽ چپڙيون ڀڃي ڪٽي ڀور ڪيائون. هلندڙ ڪلام به اڌ ۾ رُڪجي ويو. شراب جا مٽڪا ڀڳا ويا. زمين تي شراب ريلا ڪري وهي رهيو هو. ميدان ئي ڳاڙهو ٿي ويو.

هاڻي شهزادي حڪم ڏنو ته: هن ميدان جو فرش اهڙو پليد ٿي چڪو آهي، جو ڌوئڻ سان به پاڪ نه ٿيندو. هن تي لڳل پٿر ئي پٽيو ۽

ان جي جاءِ تي بين پاڪ پٽرن جو فرش لڳايو ويجي. پوءِ ته جيڪو شهزادو اڳ ۾ غرور ۽ غنڊا گرديءَ جو اڳواڻ هئو، اهو الله جي فضل سان پرهيزگار بڻجي، الله جي عبادت ۾ محو ۽ مصروف ٿي ويو.

ان کان اڳ ۾ بادشاهه پنهنجي پٽ شهزادي کي گهڻي ئي سمجهائيندو هو، ڏڏڪا دهمان پڻ ڏيندو هوس. جيئن هو بُريون عادتون ۽ بداخلاقي ڇڏي ڏئي. ڪڏهن سزائون به ڏيندو هوس. پر شهزادو اصل نه مڙندو هو. "مرض بڑھتا گیا جوں جوں دوا کی" وانگر ويو پئي ڪرندو ۽ خراب ٿيندو. پر اڄ الله هن تي اهڙو احسان ڪيو ۽ بزرگ جي نصيحت اهڙو اثر ڪيس، جو سندس دنيا ئي بدلجي وئي.

۽ جيڪڏهن بزرگ به پهرئين ڏينهن پيءُ وانگر شهزادي تي سختي ڪري ها، دڙڪا دهمان ڏئي ها. وڙهڻ لاءِ اُلرون ڪري ها ته، هو ويتر ضد ڪري، وير ڪٽي رکي ها.

شينهن سان مقابلو ڪبو، ته هو به گهٽ نه ڪندو. پر جيڪڏهن نرمي ڪندينس ته هن کي پڃري ۾ بند ڪري سگهندين. نرميءَ سان دشمن کي به دوست بنائي سگهجي ٿو ۽ سختيءَ سان دوست به دشمن ٿي پوندو.

خاص ڪري حاڪمن ۽ وڏن ماڻهن وٽ ماڻهو نرميءَ ۽ سليقي، ادب اخلاق سان ڳالهائي. جيڪڏهن ڪا عذاب ۽ سزا واري ڳالهه ڪري ته به نرم لهجي ۾ ڪري. مصلحت ان ۾ آهي. سخت مزاج ماڻهو سدائين سورن ۽ پريشانين ۾ رهندو آهي.

## ماکيءَ جو واپاري

ڪنهن شهر ۾ هڪڙو خوبصورت، تمام سهڻو ۽ ڪِلمڪ نوجوان هوندو هو. اهو ماکيءَ جو واپار ڪندو هو. هن جي ڇهري کي قدرت طرفان اهڙي رونق نصيب ٿيل هئي، جو هن جي ڏسڻ مان ڪنهن کي ڍؤُ ئي نه ٿيندو هو. پاڻ به سهڻو ۽ ڪلمڪ. وري وکر به ماکيءَ جهڙو مِٺو سو جتي پهچندو هو، اتي گراهڪ ايترا اچي مڙندا هئس، جو ايتريون مکيون ماکيءَ تي نه گڏ ٿينديون هونديون. ڪي چوندا هئا ته: اهو ماڻهو

ماڪي تو ڪپائي. پر جيڪڏهن زهر ڪپائي، تہ بہ ماڻهو ماڪي سمجهي خريد ڪندس. مطلب تہ جيڪا ماڪي ڪٽي ڪپائڻ نڪرندو هو، جلدئي هٿو هٿ کپي ويندي هئس.

ان ئي شهر ۾ هڪڙو بدصورت ۽ بدعادت ماڻهو رهندو هو. ان جڏهن خوبصورت ماڻهوءَ جو ڪاروبار مَتل ڏٺو، تڏهن ساڻس مقابلي ڪرڻ جو فيصلو ڪيائين. پوءِ تہ هئي ڏينهن ماڪيءَ جو ٿانءُ مٿي تي رکي، کپائڻ لاءِ ٻاهر نڪتو. هُن جي شڪل اڳ ۾ ئي ڪوجهي، ٻيو منهن ۾ وڏائين سُونڍ (جنهن ٿي ڏٺس، تنهن منهن ڪٽي ٿي هئي پاسي ڪيو.) چون ٿا تہ ماڻهو تہ ڪو ڪونہ پيو اچيس. پر ماڪيءَ تي ڪا مک بہ ڪانہ پئي ويجهو اچيس.

مطلب تہ رُلي گهمي، شامَ جو گهر اچي پهتو. ٽڪي جي ماڪي بہ ڪانہ ڪَتس. رات جو پنهنجي گهر جي هڪ ڪُنڊ ۾ وڃي ويٺو. اهڙو ملول ۽ منجهيل هو، ڄڻ تہ ڪنهن گناهہ سبب جيل ۾ پيو آهي.

هوڏانهن هڪڙي گهر ۾ ڪنهن مائيءَ پنهنجي مڙس کي ڪلندي چيو پئي تہ: جنهنجو منهن سُڃيل، ٻوٿ ڦريل آهي، ان جي ماڪي بہ ڪَڙي آهي. چوندا آهن تہ:جنهن جي منهن ۾ سُونڍ هجي، ڪاوڙ ۾ مٿون ڦوڪيل هجنس، ان جي هٿ جي ماني بہ نہ کائجي. بدمزاج ۽ چيڙاڪ ماڻهوءَ جا سڀ ڪم قِتل هوندا آهن. پئسو پنجڙ، سون چاندي نہ هجي تہ ڪو فڪر ڪونهي. پر ماڻهو خوش خلقيءَ سان ڳالهائڻ ڪان نہ وڃي. يلا! ان ۾ ڪو خرچ تہ ڪونہ ٿو اچي. مُنهن جو مشورو اٿوَ تہ سعديءَ وانگر خوش ڪلامي. خوش مزاجي اختيار ڪريو.

## سياڻي ۽ مستاني جي ڳالهہ

هڪڙي داناء عقلمند، سياڻي ۽ سيبتي ماڻهوءَ سان ڪو ملنگ مستانو اٽڪي پيو. پوءِ تہ مست هن جي گلي ڪان ڪٽي ورتو. پر هو ويچارو سڀ ڪجهہ سهي رهيو هو ۽ بلڪل خاموش هئو. ڪنڌ هيٺ ڪيو پئي ٻڌائين.

نيٺ ڪنهن ماڻهوءَ داناءَ کي چئي ڏنو تہ: تون مڙس ناهين. هن مست ملنگ توسان هيتري گستاخي ڪئي ۽ تون ماٺ ڪري وَئين. توهان جي ان رَوَشِ جو اسان کي وڏو افسوس آهي. اهي اکر ٻڌي داناءَ وراڻيو تہ: دوست! مون کي اهي صلاحون نہ ڏي. بي وقوف مَست جو اهو ڪم آهي جو ٻئي جو گريبان ڦاڙي رکي. پر ڪوبہ عقلمند ائين نہ ڪندو، جو چرئي بيوقوف مست جو گريبان ڦاڙي.

سياڻي ماڻهوءَ کي ايترو حوصلو آهي، جو ماڻهن جا ڏاڍ ۽ ڏنگا يون برداشت ڪري ويندو ۽ هن جي طبيعت ۾ڪو ڦيرو نہ ايندو.

ڳالهہ ٿا ڪن تہ: ڪنهن ٻهراڙيءَ جي ماڻهوءَ کي ڇتي ڪتي چڪ هنيو. ڪتو بہ اهڙو خطرناڪ هئو جو، چڻ تہ زهر هن جي وات مان ڳڙي رهيو هو. اهو ماڻهو سڄي رات سُور ۽ درد جون دانهون ڪندو رهيو. ان جي ننڍڙي ڌيءُ ويچاري ڏاڍي پريشان هئي. نيٺ پيءُ کي ٻاراڻپ واري لهجي ۾ چيائين تہ: بابا! توکي بہ تہ ڏند هئا، وات هئو. ڪتي چڪ ٿي هنيو تہ تو ڇو نہ چڪ هنيس؟ ننڍڙي ڌيءَ جا اهڙا ٻاتا ٻول ٻڌي، پيءُ کلي ڏنو. ۽ چيائينس تہ: ڌيءُ! اهو ڪتو هو، ڏاڙهڻ ان جو ڪم آهي. آءٌ نيٺ انسان آهيان، آءٌ پنهنجو پاڪ وات ڪُتي جي ٽنگ ۾ ڪيئن وجهائيندس. ڪو تلوار مٿان اولاري، اهڙو ڪم ڇوي تہ بہ، مون کان جيڪر ائين نہ ٿئي. مطلب تہ ڪنهن نالائق سان لائق ماڻهو هونئن تہ پڄي سگهي ٿو پر هن کان نالائق ٿيڻ ڪونہ پڄندو. ڀلا هڪ انسان ڪُتو ڪيئن بنبو؟

## سيبتو امير ۽ بد اخلاق غلام

هڪڙو امير ماڻهو نهايت داناءَ ۽ سيبتو هو ۽ سندس غلام اهڙو بيڪار هو، جو ڳالهہ ڪرڻ کان ٻاهر آهي. جهڙو هو بدشڪلو، ڪوجهو، اهڙو هو گدلو ۽ بي افعالو. وار ڀندر ۽ منهن ۾ سدائين سوند ڀيل هئس. ڏندن تي ميري ڪِرُ چڙهيل. چڻ تہ نانگ جا زهريلا ڏند اٿس. هن جهڙو بدصورت ڪو ڳولهئي نہ لڀندو. اکين ۾ چيپون پيون ڳڙنس، تہ منهن تي

پاڻيءَ جي لپ نہ وجهندو هو. بغلن مان گندرف جهڙو رنگ پيو ٽمندو هوس ۽ منجهائُن ڪن بصرن جي بدبوءِ پئي ايندي هئي. مانيءَ پچائڻ جو وقت ٿيندو هو، تہ ڪو بهانو بنائي وڃي سمهي پوندو هو. ۽ جڏهن ماني پچي تيار ٿيندي هئي تہ، اچي امير جي پرسان پَلٿي ماري ٿهي جڙي ويهندو هو. وري ڪائڻ جو اهڙو بي افعالو، جو هڪڙو گرهہ نڙيءَ ۾، ٻيو وات ۾، ٽيون هٿ ۾. ڪو پاڻي گهرندو هوس تہ چوندو هو: واندو ناهيان. وڃي پاڻ ڀيءُ. ڪنهن جي سمجهائڻ جو ڪو اثر نہ ٿيندو هوس.

اهڙو بي عقل هو، جو گهر جو ڪِن ڪچرو وچ واٽ تي ۽ مٿل ڪڪڙيون پاڻيءَ پيئڻ واري پاڪ ڪوهہ ۾ اڇلي ايندو هو. هُو مُنهن مان ئي منحوس نظر ايندو هو. ڪو ڪم چئبو هوس تہ ڪلاڪ جي ڪم لاءِ سچو ڏينهن نہ لاٿائين تہ چڻ ڪجهہ نہ ڪيائين.

امير جي ڪنهن دوست، غلام جا اهڙا پرڪار ڏسي، چيو تہ: يار! ڏينهن لاٿئي باقي نوڪر واهہ جو هٿ ڪيو اٿئي. هن ڪان سواءِ توکي ٻيو ڪو هٿ ئي نہ ٿو اچي ڇا؟ هن ۾ ڪهڙي خوبي آهي، جو توکي پسند اچي ويو آهي. پڇر ئي ٺٽو ڇڏيندس. نہ اٿس ڪو مُنهن مُهاندو، نڪو اٿس ڪو افعال. هن جي ڪري توکي ڪيتريون تڪليفون سَهڻيون ٿيون پَوَنِ. آءٌ تہ سمجهان ٿو تہ تون ناحق پيو ٿو هن جا سور سهين. ان غلام کي تون وڪٽي ڇڏ، تہ آءٌ توکي ٻيو ڀلو غلام آڻي ٿو ڏيانءِ! هي هڪڙي ٽَڪي تي ڪبي، تہ بہ ڪپائي ڇڏينس! جو تہ اهو مفت ۾ بہ مهانگو آهي.

اهو ٻڌي امير مُرڪيو ۽ چيائين تہ: يار! سچ ٿو چوين تہ هو بد عادتو آهي، پر ان جي رهڻ سان منهنجي اصلاح ٿي رهي آهي. هن جون ڪُڌايون ۽ لُچايون ڏسي، صبر ۽ بردباري سکيو آهيان. نفس اهڙو هِري ويو آهي، جو ظالم جي ظلم تي بہ صبر ڪري ويندس. ٻيون بہ ڪيتريون چڱيون عادتون سکي پيو آهيان.

وري جيڪڏهن هن کي ڪپائڻ جي ڪريان تہ، اڳلي کي هن جا عيب بہ ٻڌايان ۽ پراوا عيب کولڻ کهڙو چڱو ڪم آهي! ان کان سواءِ

بي سمجهہ غلام بڻي کي ڏٺي، ان لاءِ آزار ڪريان! ان ڪري سڀ ڪجهہ آءٌ ئي پيو ٿو سهان. اسلام سيکاريو آهي تہ: جيڪا شيءِ پنهنجي لاءِ پسند ڪريو، ٻين لاءِ بہ اهائي شيءِ پسند ڪريو. جڏهن هن جون عادتون سٺيون نہ آهن، تہ پڻي ڪنهن کي ڪيئن ڦاسايان. (پاڻ ڦاٿل ڀلو آهيان.)

## حضرت معروف ڪرخي ۽ بيمار مسافر

بغداد شهر ۾ ڪرخ نالي محلو آهي. اتي هڪڙو بزرگ رهندو هو، جيڪو معروف ڪرخيءَ جي نالي سان مشهور آهي. چون ٿا تہ ڪو ماڻهو، خواهہ ڪهڙو بہ گنهگار هجي، هن بزرگ وٽ ايندو هو، تہ هو خادمن وانگر هن سان پيش ايندو هو. بزرگ جي مَن ۾ خودي تہ هئي ئي ڪانہ. ان بزرگ لاءِ مشهور قصو آهي تہ:

سندس درگاهہ تي هڪڙو بيمار ماڻهو اچي مسافر ٿي ٽڪيو. جنهن کي چڙهڻ جي اميد ڪانہ هئي. پر اڃا ڪجهہ ڏينهن حياتيءَ جا هئس. مٿي ۽ جسم جا سڀ وارَ ڪُسي ويا هئس. ڪو هڪ وار نہ بچيو هوس. مُنهن جي رونق ئي مٽجي وئي هُئس. ساهہ سوڪٽي پيو. باقي ڇڻ تہ لاش هئو. درگاهہ تي رات جو پهتو. وهاڻو مٿي هيٺان ڪري سُمهي پيو. سڄي رات، ڪنگهڻ ڪِنجهڻ، دانهن ڪرڻ ۽ سَرڪي سان ساهہ ڪڍڻ سان گذاري رهيو هو. هن جو تہ سک ڦِٽل هو، پر ٻين فقيرن کي بہ سمهڻ ڪونہ ٿي ڏنائين. تيز طبع ۽ چيڙاڪ وري اهڙو، جو سيني فقيرن خادمن جو ساهہ نڪ ۾ ڪٽي ڪيائين. (ڇڻ پاڻ اڪيلو نہ پيو مري، پر اوڙي پاڙي کي ماري رهيو هو.)

نيٺ ماڻهو هن جي رڙين، ۽ وڏي واڪي ڪنگهڻ، دوڳن اچلائڻ ۽ ٻين حرڪتن کان اهڙو تنگ ٿيا، جو هڪ هڪ ٿي اتان پڇندا ٿي ويا. ٻيا تہ سڀ هليا ويا، البت حضرت معروف ڪرخي ۽ بيمار وڃي بچيا ۽ بزرگ رات جي گهڻي حصي تائين بيمار مهمان جي خدمت چاڪري پئي ڪئي. هن جي هر سڏ تي جيءُ سان جواب پئي ڏنائين، هن جي هر حڪم تي لبيڪ پئي چيائين.

هڪ رات چا ٿيو جو. بزرگ کي مسلسل اوجاڳن سبب ننڊ وٺي وئي. ڀلا هو به انسان هو، سو اوجاڳن جي سٽ ڪٿي ٿو سهي سگهي! پوءِ ته بزرگ کي ننڊ ۾ ڏسي بيمار مهمان اڇي مَٽيو. ڪٿان پئي آيو ته ڪٿان پئي ويو. الائي ڇاجو ڇا چئي رهيو هو. چوي پيو ته: ماڻهن کي به پير بنجڻ، بزرگ سڏائڻ جو شوق آهي. سڀ عبادت ڪن رياء ڏيکاء لاءِ، اهڙن اندر جي پليتن تي الله جي لعنت وسندي آهي. اندر مڙيو ٿي اڳڙيون، ٻاهران صوفين وارا چوغا پاتل اٿن، مڙئي ماڻهن کي ڦرڻ لاءِ ڦند ڪيو، صورت ڪٽي اهڙي بنائي اٿن. پاڻ پيٽ پري، ننڊ ۾ مست ٿي، ڦوڪٽ پيو ٿو هٽي. هن کي ڪا ڄٽتي به آهي، ته ڪنهن بکئي ۽ مريض جي رات ڪيئن تي گذري. اهو سڀ ڪجهه هن ڪري چئي رهيو هو جو حضرت معروف ڪرخيءَ کي گهڙي ڪن ننڊ وٺي وئي هئي.

حضرت معروف ڪرخي ننڊ مان اُٿي پيو ۽ مريض مهمان ڪان سڀ ڪجهه صبر سان ٻڌي رهيو هو. بزرگ اهڙن لفظن ڏي ڪو ڌيان ئي نه ڏنو. پر مهمان جو ڳالهائڻ گهر به ٻڌڻ ۾ آيو پئي. گهر ڀاتين کي ڏاڍو ڏک ٿيو. نيٺ بزرگ کي ڪنهن عورت چيو ته: ٻڌو پيا نه، مهمان توهان کي ڇا مان ڇا چئي ويو! اِهو هتان وڃي ڪٿي ٻئي هنڌ به نٿو مري. جتي ڪاٿي اُٿي گِري. (گند ڪري) ظاهر آهي ته ڪنهن سان چڱائي ڪرڻ ثواب جو ڪم آهي پر، ٻچڙن سان ڀلائي ڪرڻ، خود برائي آهي. اهڙي ڪميٽي مهمان کي وهاڻو ڇو ڏنو اٿو؟ اهو پٿر تي ئي پيو هجي ها! اهڙي سان چڱائي ڪرڻ ائين آهي، جيئن ڪلر ۾ باغ پوکڻ. نوڙت ۽ مهرباني به ڪنهن ماڻهوءَ سان ڪبي آهي. ههڙي ڄرڪي سان چڱائي فضول آهي. ڪتو ڇا ڄاڻي ڪٽڪ جي مانيءَ مان! چوندا آهن ته: ڪتي کي به ڏينهن ٽُڪر ڏبو، ته ٽئين ڏينهن آڏو پڇ لٽڪائيندو. هن سان چڱائي جڻ برف تي اکر لکڻ. ڇا جو بيمار آهي! زبان ڪينچيءَ وانگر پيو ٿو هلائي، اڃا مريض آهي؟ مطلب ته مائيءَ به ڏاڍا ڇوهه ڇنڊيا.

بزرگ فرمايو: هن کي تڪليف تمام گهڻي آهي، تڏهن بي صبر ٿيو آهي. مون کي ته هن جو چڙي ڳالهائڻ به پسند آهي. ڇو ته هو

بي وس آهي. هن جي حياتي ۾ چار ڏينهن آهي پر خدمت ڪندڙن کي
هميشه واري حياتي ملي ويندي آهي.

ڀلارن جو چوڻ آهي ته: ڪرخ جي مقام ۾ هزارين قبرون آهن.
حضرت معروف ڪرخيءَ کان سواءِ ٻي ڪنهن قبر کي ڪا شهرت ئي
ڪانهي. چو ته هن ۾ جيڪا خدمت ڪرڻ واري طبيعت هئي، اها ٻين
کي حاصل نه هئي.

هن بزرگ غرور ڇڏيو، خودي وڃائي. ماڻهن جي سڪ جو سبب
بڻيو ته اعليٰ مرتبو ماڻيائين.

## بيوقوف ڀينو ۽ بردبار بزرگ

هڪڙو هو بدعادتو ۽ اک جو پڪو بيوقوف فقير. اهو ڪنهن
ڀلاري سخي بزرگ وٽ خيرات وٺڻ لاءِ اچي نڪتو. اتفاق اهڙو ٿيو جو اُن
مهل بزرگ جا کيسا خالي هئا. هڙ ۾ پئسو پائي نه هئس. هن وٽ ڪجھ
به هوندو هو ته هٿ ڪليل هوندا هئس. آئي وئي کي پيو خيرات ۽
صدقو ڏيندو هو، اڄ جڏهن ڪجھ نه هوس ته فقير کي ڇا ڏئي؟ بي
حياء فقير جڏهن اتان ٺلهو موٽيو، تڏهن اچي مٽيو. بزار ۾ پهچي ڪتان
پئي آيو ته ڪتان پئي ويو. وڏي ٿشري ڪيائين. ڇا پيو چوي: الله
پناھ ڏئي اهڙن گونگن وِڇُنِ کان. اندر ۾ درندو حانور آهي ۽ ٻاهران
گهٽي جي ڪَلَ پايو ٿو گُهمي. ائين ٿو ماڻهن کي شڪار ڪري، جيئن ٻلي
ڪوئن کي ڦاسائي. شل نه ڪو شڪار هٿ اچيس. ڪُتي وانگر ڇلانگ
ڏئي وڃي پچندس. هي ته مسجد ۾ مَڪاريءَ جو دڪان کوليو ويٺو
آهي. چو ته گهر ۾ ايترو شڪار هٿ نه اچيس ها. هڪڙا ڏاڙيل قافلن ۽
واٽ ويندن کي ڏاڙو هڻن. پر هيءُ ته ماڻهن جا ڪپڙا به لاهيو ٿو وٺي.
ٻاهران رنگين ڇتين لڳل ڪپڙا پاتا اٿس. اندروني طرح وڃي ٿو خزانو گڏ
ڪندو. هي ڪٺڪ جي جنس ڏيکاري، ڏئي جَوَ ٿو. گهمڻ جو گهوڙو،
اندر جو پليت، رات جو ڪجھ وقت عبادت ۽ دعائن ۾ گذاري ٿو،
حقيقت ۾ وڏو جيب ڪترو آهي. نماز ۾ ڪمزور پوڙهو ٿو ڏسڻ ۾
اچي ۽ هلڻ ۾ نوجوانن کي به پوئتي ڇڏي وڃي ٿو.

جيئن حضرت موسيٰ عليه السلام جي لٺ جادوگرن جون لٺيون ۽ رسيون ڳهي وئي هئي، هيءُ ڇرڪو بہ اٿين ماڻهن جا مال هڙپ ڪيو وڃي. پيٽ سڄندو ٿو وڃيس. پرهيزگاريءَ جا پنڌ پري آهن، رڳو پير بنجڻ جو شوق اٿس. دين ايمان وڪڻي پيو ٿو پيٽ پالي. ڪپڙا ڏس تہ ڄڻ حضرت بلال حبشي بيٺو آهي. ۽ سندس گهر ۾ ماين جا فيشن ڏس تہ سڄي حبش ملڪ جي آمدني اتي ٿي خرچ ٿئي. ڪهڙي سنت تي هليو آهي؟ رڳو منجهند جو آرام ۽ اسر جو ماني کائڻ بہ سنتون ياد ڪري ڇڏيون اٿئين، باقي ٻيو مڙئي خير آهي؟ ڪهڙيون ويهي ڳالهيون ڪجن. وڏيڪ ڪُڇڻ جي فرصت ڪانهي. مطلب تہ، بيهودو فقير الائي ڇاجو ڇا چوندو، وڃي مٿي چڙهيو. پلا جيڪو عيبن تي نظر رکندو، تہ ان کي ڪوبہ هُنر نظر ئي نہ ايندو. جيڪو پاڻ بي عزتو ٿيو، تہ ٻين جي عزت ڇا ڪندو؟ پنهنجو پٽڪو لاهي هٿ ۾ ڪر، تہ ٻئي جي پٽڪي لاهڻ ۾ ڪهڙي دير آهي.

بزرگ جي هڪڙي مريد، فقير جي اهڙي بڪواس ٻڌي پئي. پوءِ تہ سڄو احوال اچي بزرگ وٽ ڪيائين. فقير جي ڏنل ڳالهوَن جي ڄڻ ٽيپ واري ڪيسٽ ڪٽي ڪوليائين. آءٌ ٿو چوان تہ: اهڙيون ڳالهيون ڪڍڻ خود بي عقلي آهي. پلا هن فقير تہ پرپُٺ پئي ڳالهايو ۽ هي سڄڻ وري روبرو وينو اهڙا گندا اکر اُڇاري (ورجائي). اهو تہ هن ڪان بہ خراب چئبو. ان جو مثال هيئن آهي، جو ڪو ماڻهو لڪي ڪنهن کي تير اڇلي هٽي ۽ تير ماڻهوءَ کي نہ لڳي. هيڏي هوڏي وڃي ڪري. ٻيو خير خواهہ وري اهو ڪِريل تير کڻي اچي ڪک ۾ ڪپائيس، تہ تير هڻندڙ ڪان هيءُ خير خواهہ وڏيڪ خراب چئبو.

مريد جا احوال ٻڌي بزرگ وراڻيو: بس ڳالهہ بہ ايتري! هو اجا بہ ڪجهہ وڏيڪ چوي ها، تہ چئي سگهي ها. چو تہ جيڪو ڪجهہ هن چيو آهي، مون ۾ عيب ان ڪان گهٽا آهن. پنهنجي عيبن کي آءٌ ئي ڄاڻان ٿو. هن فقير جون ٻڌايل خاميون تہ گهٽو گهٽ آهن. هن کي هڪ سال ڪن ٿيو آهي، جو منهنجو واقف ٿيو آهي، تہ عيب بہ هڪ سال جا ٻڌائي

سگهيو آهي ۽ آءٌ ته ستر سالن جي عمر ۾ هلان ٿو. گذريل سالن جي خامين جي ته هن ويچاري کي خبر ئي ڪانهي. اها ته صرف عالم الغيب الله کي ئي خبر آهي. هيءُ ته خير خواهه چئبو، جو منهنجا ڪه چار عيب ڳڻي، چوي ته: بس اهي ئي اوڻايون اٿس. پيو مڙئي خير آهي. قيامت ۾ منهنجن عيبن اوڻاين لاءِ اهو هڪڙو ڇٽو شاهد هجي، ته پوءِ پڪ سان دوزخ کان بچي ويندس. چوندس ته خير ٿي ويو.

جيڪو منهنجو دشمن پرپٺ منهنجا عيب ٻڌائي ٿو. اهو ته منهنجي گناهن جي دفتر مان گناهن کي ڊاهي ٿو. جيڪي ماڻهن جي ملامتن جو نشانو بڻيا آهن، منزلون به انهن ئي ماڻيون آهن. ماڻهو جيڪو وڻين پيا چون. آءٌ جوئي آهيان، سوئي آهيان.

## فقيرن جي گستاخي ۽ بادشاهه جي بردباري

ڪنهن سمي شام ملڪ تي صالح نالي هڪ ڀلو بادشاهه حڪومت ڪندو هو. هن جي عادت هئي، ته صبح جو سوير ٻُٽ ٻڌي، سادا ڪپڙا پائي، نوڪر ساڻ ڪري گهٽين بازارين ۾ چڪر لڳائڻ هليو ويندو هو. بادشاهه، فقير دوست ۽ پيارو هو. جهڙو نالو صالح هئس، تهڙو سيرت ۾ به صالح هئو. هڪ ڏينهن صبح جو سوير ڪنهن مسجد ۾ وڃي پهتو. اتي ڇا ڏسي ته مسجد ۾ ٻه فقير سُتا پيا آهن. ٻئي ڏاڍا پريشان هئا. سياري جي رات گذري هئي. هنن کي سڄي رات ننڊ نه آئي هئي. ڀلا سياري ۾ ڪو اوڇڻ، هنڌ ٿيڙ نه هجي، ته ننڊ ڪيئن اچي؟ ٻئي فقير انتظار ۾ هئا ته، سج ايري ته ڪو ٽڙڪي تي لڳن کي سيڪيون. مطلب ته ساندي وانگر سج ڏانهن اکيون هئن.

ايتري ۾ هڪڙي فقير ٻئي کي چيو: يار! هن دنيا ۾ ته ڪو انصاف ڪونهي. مَن اڳين جهان ۾ ڪو انصاف ٿئي. پنهنجي ملڪ جي بادشاهه جو ڪنڌ سدائين سيٽيل، عيش آرام ۾ پيو گذاري. اهڙو مغرور ۽ هٺيلو بادشاهه، اسان جهڙن فقيرن سان گڏ بهشت ۾ اچٽو هوندو ته آءٌ ته قبر مان اٿندس ئي ڪونه. اهڙي بهشت کان بس ڀلي آهي. بهشت

اسان جهڙن فقيرن جي جاءِ آهي. ڇو تہ اسان سڄي زندگي سورن ۾ گذاري، ڪو سک ڪونہ ڏٺوسين. جڏهن سڀ ڏک ڏاکڙا هتي ئي ڏٺاسون، تہ آخرت ۾ رنج ڇو ملندو؟

ٻئي فقير چيو تہ: اسان جي بهشت جي پٽ جي پرسان، صالح بادشاھ آيو تہ جُوتا هٽي، مٿو قاڙي، ڪوپري اڏائي ڇڏيندوسانس. (هن جو ڇا ويو اسان جي بهشت ۾.) ٻنهي فقيرن جي ڪچهري بادشاھ صالح ٻڌي رهيو هو. پوءِ تہ اتي وڌيڪ رهڻ مناسب نہ سمجهيائين. بادشاھ هليو ويو. سگهوئي سج نڪتو. ماڻهو ننڊ مان سجاڳ ٿيا. بادشاھ ڪو ماڻهو موڪلي، مسجد مان ٻنهي فقيرن کي گهرائي ورتو. پاڻ رعب تاب سان ويٺو هو ۽ هنن فقيرن کي بہ وڏي عزت سان ويهاريائين. مٿن انعامن ۽ خيرات جو مينهن وسائي ڇڏيائين، عمدا ڪپڙا ۽ ڪمبل پهراياٿين. ڪپڙن تي خوشبوءِ لڳل هئي. فقيرن جو مغز مُعطر ٿي ويو. خوشيءَ ۾ نٿي ماپيا. سمجهي نہ پئي سگهيا تہ اڄ هيترو انعام ڇو ٿو ملي.

نيٺ هڪڙي فقير بادشاھ سلامت کي چٺي ڏنو تہ: اسان خادمن جي ڪهڙي ڳالھ سائين جن کي پسند آئي، جو هيئن نوازيو اٿوَ؟ بادشاھ ڏاڍو خوش هئو. پوءِ کلي چيائين تہ: آءٌ اهو ماڻهو ناهيان جو بادشاهي جي غرور ۾ اچي، فقيرن مسڪينن سان منهن خراب ڪريان. مون توهان درويشن سان اڳتي لاءِ صلح جو دروازو کوليو آهي. جيئن توهان بہ سڀاڻي مون لاءِ بهشت جو دروازو بنا روڪ جي کليل رکو. (اتي مون سان متان وڙهو. ويڙھ چڱي ڪانهي.) اڄ صلح جو دروازو کوليون ٿا ۽ قيامت تائين کليل هجي.

ڀلائي ان ۾ آهي تہ، ماڻهو فقيرن محتاجن لاءِ سک جو سبب بنجي. اڄ جيڪڏهن اهڙو ٻج هِت نہ پوکيندو، تہ سڀاڻي طوبيٰ جي وڻ مان ميوو ڪائي نہ سگهندو. غريبن جي خدمت ۾ تنهن جو ويساھ نہ هجي، تہ تون نيڪ بختيءَ ڪان ڪوهين پري آهين. تون جيڪڏهن غرور ۽ وڏائيءَ جي پاڻيءَ سان پريل هوندين، تہ شمعدان وانگر روشني ڪيئن ڪري سگهندين؟

## مغرورن جي بي نصيبي

هڪڙي ماڻهوءَ علم نجوم جا ٻه چار ليڪا سکيا هئا. پيو ڪجهه نه ايندو هوس، پر پاڻ کي افلاطون جو به استاد سمجهندو هو. هڪ ڏينهن ڪجهه وڌيڪ سکڻ جي ارادي سان ڪنهن قابل استاد وٽ وڃي پهتو. سکڻ جو شوق به هئس، پر اتيّ به نموني بازي ۽ مغروري ڪري رهيو هو. پنهنجي ڪاريگري ڏيکاري، فني خان بنجڻ پيو چاهي. استاد هن کي سمجهي ويو. هن کي ڪجهه سيکاريائين ته ڪونه، پر نهاريائينس ئي ڪونه. نيٺ هو مايوس ٿي موٽڻ لڳو. تڏهن قابل استاد چيس ته: پُٽ! تون پاڻ کي عالم، فاضل، قابل ۽ عاقل سمجهين ٿو. ان ڪري هتان ئلهو واپس ورين ٿو. ڀلا جيڪو ٿانءُ اڳ ۾ ئي ڀريل هجي، ته ان ۾ ٻيو ڇا پوندو؟ ۽ ان ۾ ٻيو ڪجهه وجهڻ به نامناسب آهي. تون علم ۽ عقل ۽ قابليت جي ڪوڙي دعويٰ ڇڏي، سچو طالب العلم ٿي اچ. پوءِ توکي علم حاصل ٿيندو. مغروريءَ سان ڀريل اندر ۾ علم ڪيئن جاءِ وٺندو.

## دشمن کي دعائون

بادشاهه جو هڪڙو غلام ڪاوڙ ۾ اچي ڀڄي هليو ويو. ڏاڍو ڳولهيائونس، پر هٿ نه آيو. ڪافي عرصي کان پوءِ جڏهن واپس آيو ۽ بادشاهه هن تي اڳ ۾ ئي ڏمريل هئو. تڏهن بادشاهه جلاد کي حڪم ڏنو ته: تلوار سان سسي ڌڙ کان ڌار ڪرينس. هوڏانهن جلاد به ڪو قتل لاءِ ٻاڙيل هئو، سو تلوار ڪڍي ڪڍيائين.

جڏهن غلام ڏٺو ته: اڄ خير ڪونهي، اجهو ٿو مران، تڏهن چوڻ لڳو: اي الله! تون شاهد هُج مون پنهنجو خون بادشاهه سلامت کي معاف ڪيو. ڀلا جنهن جي نعمتن ۽ احسانن ۾ پلجي وڏو ٿيو آهيان، هاڻي ائين نه ٿئي جو سڀاڻي محشر جي ميدان ۾ منهنجو مُحسن منهنجي خون ۾ پڪڙيو پيو هجي. پوءِ دشمن ڀيا کلن.

بادشاهه جڏهن غلام جا اهي اکر ٻڌا، تڏهن سندس ڏمر اڏامي

ويو، جوش جهڪو ٿي ويس. پوءِ نہ قتل جي سزا معاف ڪري، پاڻ وٽ گهرائي، ڏاڍو پيار ڏنائينس ۽ اعليٰ عُهدي تي فائز ڪيائينس.

ڏسو نہ نرمي ۽ خوش اخلاقيءَ سان اهڙي خطرناڪ سزا کان بچي، اعليٰ عهدي تي پهچي ويو. مطلب تہ نرمي ۽ نماڻائپ پاڻيءَ جي مثال آهن جنهن سان ڪاوڙ ۽ غصي جي باهہ کي اجهائي سگهجي ٿو.

اي دوست! تون جاني دشمن سان بہ نرمي اختيار ڪر! ڇو تہ نرمي تيز تلوار کي بہ مڏو ڪري ڇڏيندي آهي. نرمي زرهہ وانگر آهي، جنهن تي تير تلوار اثر ئي نہ ٿا ڪن

## عاجزي ۽ نيازمندي

ڪنهن ويرانيءَ ۾ هڪڙي گودڙي پوش فقير جو گهر هئو. ڪو واٽهڙو اُتان لنگهيو، تہ گهر مان ڪُتي جي ڀؤنڪڻ جو آواز ٻڌائين. دل ۾ چيائين تہ: هن درويش وٽ ڪتي جو ڪهڙو ڪم؟ پوءِ ان جهوپڙيءَ جي دروازي وٽ آيو. اندر جهاتي پائي ڪتي جي جاچ ڪرڻ لڳو، پر اندر ڪتو نظر نہ آيس. اندر اڪيلو فقير ويٺو هو. ڏاڍو شرمسار ٿيو ۽ پويان پير ڪيائين. وڌيڪ ڪجهہ ڪڇڻ پڇڻ کان لڄ اچي رهي هئس. هوڏانهن فقير هن ماڻهوءَ جي اچڻ جي آهٽ ٻڌي هئي. سو سڏي چيائينس تہ: ابا! دروازي تي ڇو بيٺو آهين. اندر ڇو نہ ٿو اچين. پيارا! هي جيڪو ڪتي جو آواز تو ٻڌو. اهو آءٌ ئي هوس. جڏهن کان ڏٺم تہ الله کي عاجزي پسند آهي. تڏهن کان غرور ۽ وڏائي ڇڏي ڏني اٿم. هاڻي ڪتي وانگر ذليل ٿي آواز ڪري پنهنجي محتاجي پالڻهار آڏو ظاهر ڪيم.

جيڪڏهن چاهين تہ ڪنهن بلند مرتبي تي پهچين، تہ عاجزي ۽ نوڙت ڌار! تڏهن عزت ۽ مان ماڻيندين. جنهن الله آڏو نوڙت ڪئي، ان اوترو مانُ لڌو. ڏس تہ ماڪ جا ڦڙا نوڙت ڪري هيٺ ڪِرندا آهن، تہ گهڙيءَ کان پوءِ سج جا ڪرڻا انهن کي مٿي ڪڪرن ۾ ٿا پهچائين.

## حضرت حاتم اَصَم جي ڪسرنفسي

حاتم اصم مشهور بزرگ ٿي گذريو آهي. تاريخدان لکندا آهن تہ:

حضرت حاتم اَصَمُّ ٻوڙو هو. اَصَمُّ اکر جي معنيٰ ئي آهي "ٻوڙو". اها ڳالهہ درست ناهي.

ڳالهہ تا ڪن تہ: هڪڙي دفعي صبح جو ڪا مک ڪوريئڙي جي تانيءَ ۾ ڦاسي پئي ۽ ڦٽڪاٽ ڪرڻ لڳي. ڪوريئڙو بلڪل خاموشيءَ سان آهستي آهستي مک ڏانهن وڌي رهيو هو ۽ مک هن جي تارَ کي معمولي تند سمجهيو. پر اها تہ ڪا ڪوڙڪي هئي ۽ ڪوڙڪيءَ جي خاموشي بہ مڪر جي هئي. اهو لقاء حضرت حاتم اصم ڏٺو ۽ مک جو ڦٽڪاٽ ٻڌي، اُن کي چيائين تہ: هر جاءِ تي ماکي ۽ مناڻ نہ هوندو آهي. پر ڪٿي ڪوريئڙن جون تانيون بہ اڏيل اٿئي. تو لالچ ڪئي تہ هاڻي ڏس مزو، سَهُہ مَهميزُون.

پوءِ تہ ڪنهن ماڻهوءَ حاتم اصمَ کي چئي ڏنو تہ: توهان مک جو ڦٽڪاٽ بہ ٻڌو، جيڪو جهڙو تهڙو سرلو ماڻهو بہ ٻڌي نہ سگهي. تہ توهان کي ٻوڙو چوڻ نہ گهرجي. بزرگ مرڪندي وراڻيو تہ: اي سياڻا! ڳالهين ٻڌندڙ کان ٻوڙو بهتر آهي. مون سان جيڪي بہ ماڻهو ويهن ٿا. اهي منهنجا عيب لڪائيندا آهن ۽ خوبيون بيان ڪندا آهن. سندن اهڙي روش سبب مون ۾ غرور ۽ تڪبر پيدا ٿئي ٿو ۽ مان خراب ٿيندو وڃان. پر جڏهن ماڻهو سمجهن ٿا تہ هيءُ فقير ٻوڙو آهي، تڏهن اهڙين ڪچهرين کان بچيل رهندس. جڏهن مون سان گڏ ويهندڙ مون کي بي عقل ۽ بيڪار ۽ ٻوڙو سمجهندا، تڏهن منهنجون خوبيون، خاميون ٻئي هڪ ٻئي کي ٻڌائيندا. جڏهن پنهنجي اوڻاين ٻڌڻ جو موقعو ملندو، تڏهن تہ خامين ۽ اوڻاين کان بچڻ جي ڪوشش ڪري سگهندس.

اي انسان! جيڪڏهن ٻيا تنهنجي ساراهہ ۽ تعريف ڪن، تہ ان تي اعتبار نہ ڪر! نہ وري ان تي آڪڙ ئي ڪر! اهڙن وقتن تي حضرت حاتم اصم جي نصيحت تي عمل ڪر! پنهجون اوڻايون بہ ڪن ڏئي ٻڌ!

منهنجي نصيحتن تي جيڪو هلندو، اهو سعادت ماڻيندو ۽ جيڪو اجا نہ سڌرندو، تہ پوءِ ڪڏهن سڌرندو؟

## چورن سان چڱائي

تبريز شهر ۾ هڪڙو نيڪ ماڻهو، ڀلارو بزرگ رهندو هو. زنده دل ۽ الله تعاليٰ جو پيارو ٻانهو هئو. هڪ رات ڇا ٿيو جو، ان شهر ۾ ڪنهن چور، چوري ڪرڻ جي ارادي سان پرائي گهر جي ڀت ٽپڻ جي ڪوشش ڪئي، پر بزرگ جي نظر پئجي ويس ۽ وڏي واڪي چور چور وٺي ڪيائين. رڙين تي ماڻهو لٺيون، لوڙهيون، ڏنڊا ۽ ڪهاڙيون ڪٽي نڪري پيا. اهو حال ڏسي، چور ڀڄي جان ڇڏائڻ ۾ پنهنجي سلامتي سمجهي. پوءِ رکيائين ڪُڙين تي زور.

چور جو اهڙو برو حال ڏسي، وري به بزرگ جي دل ڪي جُهڀو آيو. سوچڻ لڳو ته: چور ويچاري رات به ٿڪائي، ڪجهه هڙ حاصل به ڪونه ٿيس، سڪٺو موٽي ويو ۽ هن کي اها محرومي منهنجي رڙين ڪرڻ سبب پهتي. اهڙين سوچن سبب پريشان ٿي پيو. پوءِ ڇا ڪيائين جو ڪنهن ڇوٽي گهٽيءَ مان ڊوڙ پائي، چور جو اڳ وٺي، ساڻس وڃي مليو. پنهنجائپ واري لهجي ۾ چيائينس ته: يار! تون ته منهنجو واقف ڪار ٿو معلوم ٿين. مون کي خبر آهي ته: تون نهايت دلير ۽ بهادر آهين. بهادري به قسم آهي. هڪ ته مقابلي جي جاءِ تي مڙس ٿي منهن ڏجي. ٻيو ته جتي ڀڄڻ جي جاءِ نه هجي، اتان همت ۽ حوصلي سان ڀڄي جان ڇڏائجي. تون ٻنهي قسمن جي بهادريءَ ۾مڃيل پهلوان آهين. پر افسوس جو تهنجو نالو مون کان وسري ويو آهي. اچ نالو به ٻڌاءِ ۽ هن خادم کي حال احوال به ٻڌاءِ ته وقت ڪيئن ٿو گذري؟ اهو ٻڌي چور مختصر احوال ٻڌايا ته: هيئن آيو هئس، پر داءُ نه لڳو، هاڻي ٺلهو واپس پيو وڃان.

پوءِ بزرگ چور کي چيو ته: اڃا به وقت آهي، دل ٻڌين ۽ همت ڪرين، ته هڪ دفعو وري به قسمت آزماءِ! اءُ توکي اهڙي گهر وٺي وٺي هلان. جنهن جي ڇت هيٺ آهي ۽ دروازي کي تالو ڏنل اٿس. شايد گهر ڌڻي ڪيڏانهن ٻاهر ويل آهي. جو گهر کي تالو ڏئي هليو ويو آهي. آءُ سمجهان ٿو ته: ڀت جي پرسان به چار سرون رکيبون ۽ هڪڙو ٻئي جي

ڪلهي تي چڙهندو، ته آسانيءَ سان ڇت تي پهچي ويندو. منهنجي صلاح مڃين ته ان گهر کي ڏسيو وڃ. جيڪو ڪجهه هٿ لڳي، اهو کنيو وڃ. هٿين خالي موٽڻ مناسب نه ٿو لڳي.

مطلب ته اوپاريون لهواريون ڳالهيون ٻڌائي، نيٺ چور کي پنهنجي گهر جي ٻاهران وٺي اچي پهتو. (چور کي ٿاهه آيل هو سو دل نه پئي ٻڌائين.) نيٺ چور هيٺ بيٺو ۽ بزرگ ان جي ڪلهن تي چڙهيو. پوءِ ته پنهنجا لٽا ڪپڙا پٽڪو وغيره مطلب ته فقيرائي حال آهر جيڪو ڪجهه گهر ۾ هوس، سو ڪٽي مٿان ڪوئي تان اڇلائي چور کي ڏنائين. چور جڏهن ان سامان جي هڙ ٻڌي تيار ڪئي، تڏهن بزرگ پنهنجي گهر مان دانهون ڪيون. نوجوانو! همت ڪريو! ثواب کٽڻ جو موقعو هٿان نه وڃايو! مون مسڪين جو سامان چوري ٿي ويو. چور جڏهن اهڙو شور ٻڌو، تڏهن سامان جي هڙ ڪڇ ۾ ڪري وٺي ڀڳو. هاڻي وڃي بزرگ جي دل کي قرار آيو ته، منهنجي دانهن سان چور محروم ٿيو هو ۽ وري منهنجي ٿي قربانيءَ سان هن کي ڪجهه نه ڪجهه ملي ويو. منهنجي پهرين واويلا جو ڪفارو ٿي ويو.

چور اهڙو خبيث هئو، جو ڪنهن تي رحم ڪرڻ ڄاڻندو ئي نه هئو. هن بزرگ اهڙي منحوس تي به رحم ڪيو. اهڙي ظالم کي به محروم ٿيڻ نه ڏنو. نرم دل بزرگ، برن سان به ڀلائي ڪري ڇڏيندا آهن. جيتوڻيڪ چور چڱائيءَ جي لائق نه هئو، پر ڪي درويش پنهنجي نيڪ روش مان ان کي به ٻري ڪرڻ چڱو نه سمجهندا آهن.

## ڪاڻ ڪنين جي ڪاڻ ٿو ڪاٽيون ڪيان ڪن جون

هڪڙو ماڻهو مون (سعديءَ) جهڙو ڪو سادو سودو هو. اهو ڪنهن جي عشق ۾ اڙجي پيو. پوءِ ته حال اهو ٿيس، جو ماڻهن ڏاڍو ستايس پئي. دوست دشمن پئي چيڙايس. ڪي ته مار به ڪڍي ڇڏيندا هئس. ڪي وري ائين ٺُڏا هڻندا هئس، جيئن فوٽ بال کي ڪُٽجي. پر هيءُ عاشق ديوانو سڀ ڪجهه صبر سان پيو سَهندو هو. ڪا ڪاوڙ ئي ڪانه ايندي هئس.

هڪ ڏينهن ڪنهن ماڻهوءَ ان عاشق کي چيو تہ: تون ڪيڏو بيعزتو ٿيو آهين. ڇا ماڻهن جا ٺٺڙ ۽ پٿر ٽوٽي ڪو اثر ئي نہ ٿا ڪن؟ جو ڪجھ ڪُڇين ئي ڪونہ ٿو. پاڻ کي ذليل ڪرڻ، ڪميٽي ماڻهوءَ جو ڪم آهي ۽ دشمن جون سختيون سهڻ، ڪمزوري آهي. جاهلن ۽ بدتميز ماڻهن آڏو جيڪڏهن اٿين ماٺ ڪيو ويٺو هوندين، تہ ماڻهو چوندا تہ: ڪا همت ئي ڪانہ اٿس، تڏهن ڪو جواب نٿو ڏئي سگهي.

هن ديواني عاشق کهڙو نہ سهڻو جواب ڏنو. آءٌ تہ چوان ٿو تہ هن جا چيل اکر چانديءَ جي پٽيءَ تي، سون جي پاڻيءَ سان لکڻ جهڙا آهن. چيائين: هڪ دل ۾ هڪ ئي شيءِ ماپي سگهي ٿي، محبت يا ڪُلفت. جڏهن منهنجي دل ۾ محبت پريل آهي تہ ٻين سان ڪينو ۽ دشمني ان دل ۾ ڪيئن ماپي؟

مطلب تہ جنهن جي دل ۾ الله تعاليٰ جي محبت پيدا ٿي پوي، تہ پوءِ مخلوق ڏي توجہ ڪرڻ جي هن کي فرصت ئي نہ ملندي. پوءِ هو ڪنهن سان بہ ڪينو نٿو رکي سگهي.

حضرت بهلول درويش ڪنهن بزرگ کي ڏٺو، جو ڪنهن مخالف سان جهيڙو ڪري رهيو هو. تڏهن ان بزرگ کي چيائين تہ: تون خدا شناسيءَ ۽ بزرگيءَ جي رڳو دعويٰ ڪرين ٿو. حقيقت ۾ الله سائين کي تو سڃاتو ئي ناهي. الله کي سڃاڻين ها ۽ ان سان محبت هجئي ها، تہ دشمن سان اٽڪڻ جي توکي فرصت ئي نہ ملي ها. جڏهن الله جي پاڪ وجود تي يقين پڪو پختو پيدا ٿي پوندو آهي، تڏهن دنيا جون سڀ شيون هيچ نظر اينديون آهن.

مطلب هي ٿيو تہ ماڻهو جيڪڏهن ڪنهن مصيبت ۾ گرفتار ٿي پوي، تہ ڪنهن ڪان وير وٺڻ ۽ پلاند پاڙڻ بدران ان مصيبت مان عبرت پرائي.

## حضرت لقمان حڪيم ۽ هڪ بغداديءَ جو قصو

چون ٿا تہ: لقمان حڪيم ڪارو حبشي هو. نازڪ مزاج بہ ڪونہ هو. مضبوط ماڻهو هو. سندس زماني ۾ بغداد جي ڪنهن ماڻهوءَ جو

غلام پڇي ويو. وري اتفاق اهڙو ٿيو جو ان غلام جا مهاندا حضرت لقمان حڪيم سان پوريءَ طرح ملندا جُلندا هئا. هن بغداديءَ لقمان کي پنهنجو ڀاڳوڙو غلام سمجهيو ۽ وٺي وڃي مِٽي ڍوئڻ جي ڪم ۾ لڳايائينس. پوءِ تہ پورو سال مٽي ڍوئي، هن جو گهر پئي جوڙيائين. اهڙو پئي ڪمايائين جو بغداديءَ کي اها خبر نہ پئجي سگهي تہ ڪو هيءُ منهنجو غلام ڪونهي ۽ هيءُ آزاد ۽ وڏو داناء ماڻهو آهي.

هڪ سال گذرڻ کان پوءِ اتفاق اهڙو ٿيو، جو اهو ڀڄي ويل غلام موٽي اچي مالڪ وٽ پهتو. هاڻي هن بغداديءَ کي اچي پريشاني ٿي. خطرو ٿيس تہ متان هيءُ ماڻهو مون تي ناحق لوڙائڻ جو ڪيس ڪري، تہ هن مون کي خواه مخواه قيد ۾ رکيو. ان گڏ آخرت جو بہ خوف ٿيس تہ هن ويچاري کي ناحق غلام سمجهي پئي وَهايم. ان تي الله تعاليٰ متان ڏمريو هجي. پوءِ تہ بغدادي حضرت لقمان حڪيم جي پيرن تي ڪِري معافي وٺڻ لڳو.

حضرت لقمان حڪيم مُرڪندي فرمايو تہ: مون سڄو سال لوڙيو آهي. اهو سڀ ڪجهہ معافيءَ جي اکر چوڻ سان ختم ٿي وڃي. ائين ڪونہ ٿيندو. ڀلا اهو ڪيئن ٿي سگهندو جو سڄي سال جي محنت، تنهنجي هڪڙي اکر معافي چوڻ سان آءٌ وساري ڇڏيان.

ان هوندي بہ آءٌ توکي هن ڪري معافي ڏئي ٿو ڇڏيانْ، جو تنهنجو فائدو ٿيو ۽ منهنجو ڪوبہ نقصان ڪونہ ٿيو. تنهنجو گهر ٺهي ويو ۽ منهنجي علم، تجربي ۽ معرفت ۾ تيئن واڌارو آيو.

مون وٽ بہ هڪ غلام آهي. جنهن کي ڪڏهن ڪڏهن آءٌ بہ تڪليف وارو ڪم چوندو آهيان. هاڻي آءٌ سڪيس تہ هن کي بہ مون جهڙو ساهہ آهي. سندس دل آزاري نہ ڪندس. ڇو تہ مون کي هيءَ محنت مزدوري ياد هوندي، تہ ان ۾ ڪيڏي تڪليف آهي. پنهنجن زيردستن ۽ ننڍن جي تڪليف جو احساس بہ ان کي ٿيندو، جنهن پاڻ کان مٿانهن جا سخت حڪم مهيا هوندا.

جيڪڏهن توکي حاڪمن جي سختي ڏکي ٿي لڳي، تہ تون بہ زيردستن تي سختي نہ ڪر!

## حضرت جنيد بغداديءَ جي نوڙت

يمن ملڪ جي گاديءَ جو هنڌ صنعاء آهي. صنعاء جي جهنگل ۾ حضرت جنيد بغداديءَ هڪڙو ڪمزور ڪتو ڏٺو. جنهن کي ڏند ۽ ڏاڙهون ئي ڪونه هيون، اڳ ۾ ته اهو ڪتو شڪاري ڪُتو هوندو هو، پر هاڻي ڏندن کان سواءِ هيٺي لومڙ کان به وڌيڪ ڪمزور هئو، ڪو زمانو هو جو اهو ئي ڪُتو، جابلو ٻڪر ۽ هرڻ جهٽيندو هو. پر اڄ گهريلو ٻڪريون به هن کي ٺُونا ۽ ٽَڪَرَ پيون هڻن. ڪمزور ڪتي جو اهڙو هيٺو حال ڏسي، حضرت جنيد بغداديءَ ساڻُ ڪنبل مانيءَ مان اڌ، ان ڪتي کي ڏنو. ان کان پوءِ روئي فرمائڻ لڳو ته:

الله کي خبر ته هيءُ ڪتو بهتر آهي يا آءٌ. ظاهر ۾ ته اڄ آءٌ انسان هجڻ ڪري ڀلو ٿو نظر اچان، پر اڳتي جي خبر خدا کي. ڏسان ته تقدير ۾ ڪهڙو فيصلو ٿيل آهي. جيڪڏهن آخري وقت ۾ ڪلمون نصيب ٿيو ۽ ايمان سان خاتمو ٿيو ته پوءِ الله تعاليٰ وٽ مغفرت جي اميد آهي ۽ الله نه ڪري جيڪڏهن معافي نه ملي، بخشش نصيب نه ٿي ته پوءِ هيءُ ڪتو مون کان ڪيترا ڀيرا ڀلو چئبو. ڪتو ڪيڏو به ڪوجهو، ڪنو آهي پر گناهن سبب دوزخ ۾ ڪونه ويندو.

اي سعدي! الله وارا پاڻ کي وڏو ۽ ڀلارو نه سمجهندا آهن. اهڙا ڀلارا، ملائڪن کان وڌيڪ مانَ وارا آهن. جو ته اهي پاڻ کي ڪجهه به نٿا سمجهن.

## بُرن سان ڀلا يون

هڪڙو شرابي نَشئي رات جي وڳڙي ۾ سارنگي (سرندو) وڄائيندو وڃي رهيو هو. واٽ تي ڪنهن درويش بزرگ سان اٽڪي پيو. پوءِ ته نشئيءَ اهو سرندو به هٽڙيو زور سان درويش جي مٿي تي هڻي ڪڍيو. نتيجي ۾ هن جو مٿو ڦاٽي پيو ۽ هِن جو سرندو ڀڄي پيو.

صبح جو درويش ڇا ڪيو، جو ڪجهه پئسا ڪٺي، نشئيءَ وٽ

وجي پھتو. چيائينس تہ: يارا توکي رات هوش کونہ هئو. بي هوشيءَ ۾ سرندو منهن جي مٿي تي هنيو هو ۽ جنهن سان منهنجي مٿي ۾ ڦاڙ پيو ۽ تنهن جو سرندو ڀڄي پيو. منهنجي مٿي جو ڦاڙ هاڻي ٺيڪ آهي. (پڻي ڪرائي اٿمانس.) پر تو واروسرندو خرچ ڪان سواءِ ٺهي نہ سگهندو، سو هي ڪجھہ پئسا آندا اٿم، اهي وٺ وڃي سرندو ٺهرائي اچ!

الله جا پيارا ۽ نيڪ بندا. مخلوق ڪان پھتل مصيبتون سر تي سهندا آهن. ويتر انهن تي رحم بہ ڪندا آهن.

## بُرا ڪَن بُرايون چڱايون چڱن

ترڪستان جي "دخش" علائقي جي سردار ڇا ڪيو جو فقيراڻا ڪپڙا پائي، ڪٽي وڃي اڪيلو ٿي ويٺو. اتي عبادت ۽ رياضت پيو ڪندو هو. هن فقيراڻا ڪپڙا پنڻ ۽ خيرات وٺڻ لاءِ ڪونہ پاتا هئا. اجا بہ ٻين جا دروازا پنهنجي لاءِ بند سمجهي، اڪيلي الله جو دَرُ اچي ورتو هئائين.

هڪڙو لغور ماڻهو هن جي گلا ڪندو وتندو هو. جيئن هن درويش کي بدنام ڪري. چوندو وتندو هو تہ: انهيءَ جي فقيريءَ واري ڦند ڪان الله بچائي. جيئن حضرت سليمان عليه السلام جي تخت تي جن قبضو ڪيو هو. هيءُ بہ ائين سمجھہ. هر هر وضو ڪري مُنهن ڌوئي. اهو ائين سمجھہ جيئن ٻلي پاڙي اوڙي جا ڪٺا ڪائي، منهن صاف ڪندي آهي. عبادت ۽ ذڪر، سڀ رياء ۽ ڏيکاءَ جا اٿس، پاڻ کي پِير بنائڻ جي شوق ۾ پيو ٿو سجدا ڪري. جيئن دُهل ٻاهران ڏسڻ ۾ وڏو پر اندران پورو ۽ خالي آهي، هن جي فقيري بہ ائين سمجھہ! هن وٽ ڪابہ حقيقت ڪانهي. رڳو شوبازي اٿس. مطلب تہ اهو مخالف ماڻهو گهٽين بازارين ۽ ڪچهرين ۾ اهڙيون ڳالهيون پيو ڪندو هو ۽ ڪيترا ٻڌندڙ، کِل ڪجڪو ڪري، پيا خوش ٿيندا هئا.

هن درويش کي جڏهن اها خبر پئي، تڏهن ويچاري روئي ڏنو. الله تعاليٰ کي عرض ڪرڻ لڳو تہ: اي منهنجا مٺا مالڪ! جيڪڏهن غلط ڳالهيون ٿو ڪري، تہ هن کي توبہ جي توفيق نصيب ڪر! ۽ جيڪڏهن

صحيح ٿو چوي، تہ مون کي توبہ جي توفيق عطا ڪر! جيئن منهنجي آخرت تباهہ نہ ٿئي. منهنجين خامين ٻڌائيندڙ جو آءُ ٿورائتو آهيان، جو هو مون کي خامين کان خبردار ڪري ٿو.

تو لاءِ جيئن دشمن چوي ٿو. جيڪڏهن تون اٿين آهين، جيئن چوي ٿو، تہ ڏک ڪرڻ ۽ رنج ٿيڻ جي ڪا ڳالهہ ڪانهي. انهن اوڻاين کي ڪڍي ڇڏ! ۽ جيڪڏهن تون اٿين ناهين جيئن هو چوي ٿو، تہ هو پلي پيو بڪواس ڪري. ڪو بيوقوف خستوريءَ جي گلا ڪندو تہ سيڪوئي سمجهندو تہ بيوقوف بڪواس ٿو ڪري. پر جيڪڏهن ڪو بصر جي خراب بوءِ جي ڳالهہ ڪندو، تہ ڪيترا چئي ڏيندس تہ: هر هر ڳالهہ ڪري ڇو ٿو مٿو ڪپائين. ڪنهن کي خبر ناهي تہ بصر ۾ بوءِ آهي. سياڻي ماڻهوءَ جو ڪم آهي تہ اهڙن هلڪڙن ماڻهن جي ٿند ۾ نہ ڦاسي. اسان کي پنهنجي مطلب سان ڪم، ٻين ڏي واجهائڻ جي واندڪائي نہ هجڻ گهرجي. اٿين ڪبو تہ گلا ڪندڙن جي زبان پاڻهي بند ٿي ويندي.

ماڻهوءَ کي پلو ٿيڻ گهرجي، پوءِ دشمن عيب جوئي ڪونہ ڪندو. جڏهن دشمن جي سختي توکي نٿي وڻي، تہ ان مان بہ سبق پراءِ! زيردستن تي سختي نہ ڪر! نہ تہ اهي بہ تنهنجا مخالف ٿي پوندا. حقيقت ۾ منهنجو خير خواه ۽ تعريف ڪندڙ اهو آهي، جيڪو منهنجون خاميون مون وٽ ظاهر ڪري، ڪابہ چڱي ڳالهہ دشمن کان ٻڌجي تہ بہ وٺجي ۽ ان تي عمل ڪجي.

## حضرت علي رضي الله عنه جن جي سيرت ۽ تواضع

هڪڙي دفعي ڪو ماڻهو مشڪل مسئلو پڇڻ حضرت علي رضي الله عنه وٽ آيو. حضرت علي رضي الله عنه علم جو دروازو هئو. هُن مسئلي جو جواب ڏنو. اتي ڪچهريءَ ۾ ٻيو هڪ ماڻهو ويٺو هو. ان عرض ڪيو تہ: اي سائين! امام حسن رضي الله عنه جا آبا! مسئلي جو جواب توهان درست نہ ڏنو. اهو ٻڌي حضرت شيرِ خدا رضي الله عنه ڪاوڙيو تہ ڪونہ، پر هن ماڻهوءَ کي فرمايائون: توکي ان کان وڌيڪ

جواب اچي ٿو ته ڪٿي ٻڌاءِ! هن ماڻهو مسئلي جو جواب ٻڌايو. ۽ اهو جواب اهڙو بهتر هئو، جو حضرت علي رضي الله عنه جن کي به ڏاڍو پسند آيو ۽ فرمايائين ته: واقعي به مون غلطي ڪئي ۽ تو صحيح ٻڌايو. حالانڪ ان وقت پوري علائقي ۾ حضرت علي رضي الله عنه کان علم ۾ وڌيڪ ڪو ماڻهو ڪونه هو.

۽ اڄ جيڪڏهن ڪنهن عالم بزرگ جي سامهون ڪو ماڻهو اهڙا اکر چوي ها، ته اهو ٻلارو هِن ڏانهن نهاري ته ڪونه ها. پر ان جا خادم، مريد يا شاگرد، ان ماڻهوءَ کي ڪچهريءَ مان ٺي تڙي ڪڍن ها. چونس ها ته: تو سائينءَ جي گستاخي ڪئي. بزرگن ۽ عالمن جي روبرو ادب سان ڳالهائبو آهي. حقيقت ۾ اهو به وڏو غرور ۽ تڪبر آهي. ڀلا، جيڪو علم جي ڳالهه کان ڪنڌ ڪڍائي، پاڻ کي گهٽ سمجهڻ لاءِ تيار نه آهي، ته اهو پٿر وانگر چئبو، جنهن تي ڪيترو به نصيحت جو مينهن وسي، پر اتي ڪو ٻوٽو نه ڦٽندو. ۽ هوڏانهن جيڪا مٽي پٺي پيرن ۾ لتاڙجي، ڪڏهن به شڪايت نه ٿي ڪري ته ان مان ڪهڙا نه ساوا ۽ رنگين گل ٻوٽا نڪري نروار ٿيندا آهن. پاڻ ڀائيندڙ انسان جي روبرو نصيحت ۽ چڱائيءَ جو اکر چوڻ به ڏکيو ڪم آهي. اتي قيمتي قول چئي ضايع ڪرڻا آهن.

جيڪو پاڻ کي وڏو ٿو سمجهي، پاڻ پڌائڻ جي ڪوشش ٿو ڪري، ته اهو ماڻهن جي نظرن ۾ ڪِري ٿو پوي. جيڪو ماڻهو پنهنجي تعريف پاڻ ڪندو، ته ٻيو ڪوبه ان جي تعريف نه ڪندو. جيڪي چڱي هجڻ سان گڏ، بلڪل خاموش رهي ۽ پاڻ کي ڪجهه نه سمجهي، ماڻهو ان جي واکاڻ ڪندا آهن. مطلب هي ٿيو ته: پاڻ کان ڪابه اوڻائي ٿئي ته ان جي اقرار ڪرڻ ۾ عار نه ڪجي.

## حضرت عمر فاروق رضي الله عنه جي حڪايت

هڪ دفعي جا ٿيو جو، ڪٿي ماڻهن جي گهڻي رش هئي. اتي ڪنهن فقير جي پير تي حضرت عمر فاروق رضي الله عنه جي لت اچي وئي. ويچاري فقير کي به خبر ڪانه هئي ته ڪو هيءُ وقت جو حاڪم،

امير المؤمنين عمر بن الخطاب رضہ آهي. پوءِ تہ ڪاوڙ ۾ چيائين: اندو آهين ڇا؟ ڏسين بہ ڪونہ ٿو. جو لت ڪٽي ڏِنئي.

حضرت عمر فاروق رضي الله عنه فرمايس تہ: ياءُ! آءُ اندو ڪونہ آهيان، البت بي خبريءَ ۾ اوچتو، توتي لت اچي وئي. ان غلطيءَ جي معافي ڏينم. ڏسو تہ الله جا پيارا ٻانها، رعيت سان بہ ڪيترو نہ حق ۽ انصاف ڪن ٿا. جنهن انسان ۾ عقل ۽ سياڻپ آهي، تہ ان ڪي ٿي اهڙي نوڙت نصيب ٿيندي آهي. جنهن ٽاريءَ ۾ ميوو هوندو، اهائي جھڪيل هوندي ۽ سڪٽي ٽاريءَ جو ڳاٽ مٿي هوندو آهي.

نوڙت ڪرڻ وارن جو اڳئين جهان ڪنڌ مٿي هوندو ۽ وڏائي ڪندڙن جو ڪَنڌ اُتي شرمساريءَ سبب هيٺ هوندو. جيڪڏهن حساب ڪتاب واري ڏينهن ۾ يقين اٿئي، تہ ڪمزورن جون غلطيون معاف ڪرا زيردستن تي ظلم نہ ڪرا ڇو تہ توکان ڏاڍي بہ ڪا سرڪار آهي.

## ڀلن سان ڀلائي

هڪڙو شخص اهڙو ڀلارو ۽ اعليٰ اخلاق وارو هو جو بڇڙن ماڻهن کي بہ خراب نہ چوندو هو. انهن کي چڱو چوندو هو. جڏهن اهو شخص گذاري ويو. تڏهن ڪنهن ماڻهوءَ خواب ۾ ڏٺس، پوءِ حال احوال پڇيائينس. هن گُل جي مکڙيءَ وانگر مرڪندي ۽ بلبل وانگر مٺڙي آواز ۾ ٻڌايس تہ: هت مون کي ڪجھ بہ نہ چيائون، ڪائي سختي نہ ڪيائون. مون جڏهن ڪنهن تي بہ سختي نہ ڪئي، تہ مون تي سختي نہ ڪيائون.

## حضرت ذوالنون مصريءَ جي ڳالھ

ذوالنون نالي هڪڙو ڀلارو بزرگ مصر ملڪ ۾ رهندو هو. (اتي نيل ندي ائين وهي ٿي، جيئن سنڌ مان سنڌو درياءُ وهي ٿو.) هڪڙي سال مصر ۾ مينهن ڪونہ پيو ۽ نيل نديءَ ۾ پاڻي ڪونہ چڙهيو. ان ڪري، خُشڪ سالي ٿي پئي. پوءِ تہ سڀ ماڻهو گهرن مان نڪري، هڪڙي پٿريلي ميدان ۾ اچي گڏ ٿيا، جيئن عاجزيءَ سان مينهن وسڻ لاءِ دعا گهرن ۽ الله تعاليٰ کي ٻاڏائين.

ماڻهن جون اکيون وسي رهيون هيون، هرڪو روئي رهيو هو. پر اجا بہ آسمان کي روئڻ نٿي آيو. پوءِ هڪڙو ماڻهو حضرت ذوالنون مصريءَ وٽ آيو. ان کي احوال ڪيائين تہ ماڻهن تي مصيبت آئي آهي. توهان ڀلارا، الله جا پيارا آهيو. توهان جهڙن بزرگن جي دعا خالي نہ موٽندي. ڀلائي ڪري دعا گهرو.

چون ٿا تہ: اهڙو احوال ٻڌي حضرت ذوالنون مصري، ملڪ ڇڏي مدين ڏانهن هليو ويو. پوءِ گهڻو وقت نہ گذريو جو گهڻي برسات برسي پئي ۽ اهڙو اطلاع ويهن ڏينهن کان پوءِ مدين ۾ پهتو تہ مصر ۾ گهڻو مينهن پيو آهي. اها خوشخبري ٻڌي، حضرت ذوالنون مصري، مصر موٽي اچڻ لاءِ سنبريو.

پوءِ ڪنهن ماڻهوءَ بزرگ کان پڇيو تہ: توهان جي لڏڻ، مصر کي ڇڏڻ ۾ ڪهڙي حڪمت هئي؟ فرمايائين تہ: آءٌ ٻڌندو هوس تہ: گهنگارن جي ڏوهن جي شامت سبب پکين، ڪيڙن ماڪوڙن ۽ جانورن جي روزيءَ ۾ تنگي ٿيندي آهي. مون سوچيو تہ: هن ملڪ ۾ مون کان وڌيڪ ٻيو ڪو گنهگار ڪونهي. آءٌ ملڪ ڇڏي وڃان، متان منهنجي ڪري ٻيا جاندار مصيبتون لوڙيندا هجن.

جيڪو پاڻ کي گهڻو گهٽ سمجهندو، عزت آبرو ان کي ئي حاصل ٿيندي ۽ بزرگي ۽ ڀلائي بہ ان کي نصيب ٿيندي، جيڪو ٻين جي پيرن جي خاڪ بڻبو، تڏهن اندر پاڪ ٿيندس.

اي دوستو! جڏهن منهن جي قبر جي پرسان لنگهو، تہ مون کي دعائن ۾ ضرور ياد ڪجو، سعدي جيڪڏهن مرڻ کان پوءِ مٽي ٿيو تہ ڇا ٿي پيو. سعدي تہ جيئري ئي مٽي ٿيل آهي. ڪڏهن علم ۽ ادب جي ڪري جهان ۾ هن جو نالو هو، پر مرڻ کان پوءِ هو مٽيءَ ماءُ حوالي هوندو. مٽي هن جي هڏن کي ڪائي خاڪ بڻائيندي. پوءِ اها خاڪ اڏامي جهان ۾ پکڙبي.

جنهن بلبل سڄي حياتي گلن تي پئي ٻوليو آهي، تہ هن جي مرڻ کان پوءِ هن جي لاش تي گل ڇو نہ روئيندا. (ڇو نہ ڪومائجي، بلبل جي فراق ۾ غم جو اظهار ڪندا.)

باب پنجون

# تقدير ۽ تدبير بابت

هڪ رات آءُ شاعريءَ جي شمع روشن ڪري، ڪنهن مشاعري ۾ شعر پڙهي رهيو هوس. ڪنهن سگهڙ جڏهن بيت ٻڌا، تڏهن چيائين: واهه واهه! خوب خوب، مُڪرر مُڪرر. ان گڏ تنقيد به ڪري رهيو هو. چوي پيو ته: خيال نهايت بلند آهن. پر وعظ نصيحت ۽ تبليغ تائين محدود آهن. ٻيا ڏکيا موضوع اجا پيا آهن. لڙائيءَ ۽ بهادريءَ جا نظارا، پهلوانيءَ جا واقعات وغيره، اصل شاعري ته آهي ئي اها. جيڪر ان موضوع تي شعر چوين ها!

حالانڪ آءُ ويڙهه وڙهاند، لڙائي جهيڙي کي پسند ئي نه ڪندو آهيان، ۽ ان موضوع تي شاعري ڪرڻ وقت جو زبان سمجهندو آهيان. نه ته آءُ ان موضوع تي به خوب چئي سگهان ٿو. ڪو مشڪل ڪم ڪونه آهي.

الله جي تقدير ۽ لوح محفوظ جي فيصلن کي ڪوبه رد ڪري نٿو سگهي. بخت ۽ ڀاڱ الله تعاليٰ طرفان عطا ٿيندو آهي، ان ۾ ٻانهن جي ٻَل، طاقت وغيره جو دخل ڪونهي. جڏهن آسمان وارو دولت ۽ حڪومت نه ڏئي، ته زور زبردستي ۽ طاقت مان ڪوبه حاصل ڪري نٿو سگهي. جيڪڏهن روزي طاقت ۽ زور آوريءَ تي دارومدار رکي ها ته ڪمزور ڪِوليون ڪڏهن ڪو مري وڃن ها. پوءِ ته شينهن شيرِ خدا کان سواءِ ٻين کي روزي ملي ئي نه ها. جڏهن تقدير کي تبديل ڪرڻ اسان ٻانهن جي وس کان ٻاهر آهي، ته پوءِ الله جي رضا تي راضي رهڻ ئي مناسب آهي.

تقدير ۾ جيڪڏهن ڊگهي عمر لکيل آهي ته، تلوارون ۽ نانگ بلائون ان کي ماري ئي نه سگهنديون ۽ جيڪڏهن عمر جا ڏينهن اڳي پورا ٿيا آهن، ته خوشبودار شربت به زهر وارو ڪم ڪندو.

ايران ۾ رستم نالي مشهور پهلوان هو. جڏهن ان جي حياتيءَ جا ڏينهن پُڄي آيا، تڏهن پنهنجي سڄي سوٽ شغار هٿان مُئو. جيڪو ڪمزور هئو.

## قسمت ڦِٽي، پهلواني ڇُٽي

ايران ملڪ جي اصفهان شهر ۾ هڪڙو چالاڪ ۽ پهلوان فوجي رهندو هو. اهو منهنجو دوست هئو. هن جي تلوار رت جي آلاڻ کان سُڪندي ئي ڪانه هئي. (يعني هميشه لڙاين ۾ مصروف رهندو هو.) ڪنهن به مخالف دشمن کي هن سان پُڄڻ ۽ پلاند ڪرڻ جي جرئت ئي نه هوندي هئي. ڪيترائي هن جا ويري اندر ۾ وٽ پيا کائيندا هئا، پر ڪيس ڪجهه به ڪري نه سگهندا هئا. هو هميشه هوشيار، هٿياربند ۽ تيار رهندو هو. آءٌ نه چوان ٿو نه هن جي هڪل کان جهنگل جو بادشاهه شينهن به ڏڪي ويندو هو. هٿ جو اهڙو سڌو هو، جو ٻولائي ۽ چٿلينج ڪري تير هٽندو هو. هر تير سان هڪڙو دشمن ماري وجهندو هو. هن جي ٻانهن ۾ اها طاقت هئي، جو سندس هنيل تير، ڍال مان به ٻسٽ ٻاهر هليو ويندو هو. دشمن جي مٿي ۾ پلي خود (لوهو ٽوپلو) ٻاتل هجي پر هن پهلوان جو هنيل تير، دشمن جي خُود ۽ کوپريءَ مان پار نه ٿيو نه ڪجهه نه ٿيو. هو جڏهن به دشمن جي لشڪر ۾ ڪاهي پوندو هو، نه چڻ جهرڪين ۾ باز پيو. چون ٿا نه: جنهن سان به هن جو مقابلو ٿيو، نه دشمن کي تلوار اولارڻ جي وٿي به نه ڏيندو هو. چيتي شينهن سان مقابلو ڪري، نه به جيڪر ڇاڙي ۾ ٽڪر ڪري رکيس. ڪو مضبوط ۽ ٿلهو متارو پهلوان، هن جي مقابلي ۾ ايندو هو، نه ان کي جهلي، اچل ئي هڪڙي ڏيندو هوس. وري جي ڪنهن گهوڙي سوار تي تلوار سان وار ڪري نه سوار جي مٿي مان هلي، گهوڙي تي رکيل هني تي وڃي تلوار بيهندي هئي ۽ جهڙو هو پهلوان تهڙو هو دلير ۽ شريف انسان. نيڪن سان دل لڳندي هئس. آءٌ به وڃي وٽس ٽڪندو هوس، ڏاڍو خوش ٿيندو هو ۽ ڪچهريون ڪندو هو.

هڪ دفعي ان پهلوان ڪان موڪلائي، آءٌ عراق ۽ شام جي سفر تي هليو ويس، جو هن وقت شايد منهنجو داڻو پاڻي نہ رهيو هو. پوءِ تہ گهڻو وقت شام ۽ عراق ۾ ئي رهيس. جڏهن وطن جي اُڪير لڳي، شام مان هلي عراق مان لنگهي، ايران آيس پئي، تہ واٽ تي اهو پهلوان دوست بہ ياد اچي ويو. مون هن جو نيمڪ ڪاڌو هو. ۽ هن جون قربائتيون ڪچهريون وِسرڻ جون نہ هيون. تڏهن سندس ملاقات جو شوق ٿيم.

نيٺ ايران پهچي اصفهان آيس. ان دوست جي پڇا ڳاڇا ڪيم. هن کي وڃي مليس. ڪيس ڏسي آءٌ حيران رهجي ويس. جو اڳ ۾ جيڪو پهلوان ۽ سگهارو مڙس هئو. هاڻي زماني جي گردش سبب صفا پوڙهو ٿي چڪو هو. چيلهہ بہ ڪُبي ٿي وئي هئس. مُنهن جي رونق ئي ختم ٿي وئي هئس، رت سڪي ويو هوس، پِيلو بنجي چڪو هو، مٿو سڄو اڇو، اکيون ڏرا ڏئي ويون هئس. قدرت واري هن جي پهلوانيءَ جي نشانن کي ئي مٽائي ڇڏيو هو. صفا هيڻو، ڏبرو، ڪمزور ۽ ڪُبڙو ٿي چڪو هو.

مون مذاق ڪندي چيومانس: دوست! ڪر خبر! اڳي تہ تون هرڻ جهٽيندو هئين، هاڻي توکي ڇا ٿي ويو آهي؟ هن ڪلندي وراڻيو: يار! کهڙيون تو ڳالهيون پڇين. جڏهن کان تاتارين سان جنگ شروع ٿي آهي. اسان جي پهلواني پَٽِ اچي پئي آهي.

اي سعدي! تون سفر تي هليو وئين. پوءِ هت تاتارين سان لڙائي ٿي پئي. هنن جي لشڪر جي گهڻائي هئي ۽ اسان جي بہ قسمت اچي ڦٽي. آءٌ هميشه جي هيرَ وانگر دشمن جي لشڪر ۾ ڪاهي پيس. پر ڏٺم تہ اڄ قسمت منهنجو ساٿ نٿي ڏئي. اهو حال ڏسي، پڇي جان ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪيم. جڏهن تقدير جو ستارو اسان جي مخالفت ۾ هئو، تڏهن هر هٿيار بيڪار ٿيو.

هوڏانهن تاتارين جو هي حال هو، جو فوجين کي تہ لوهيون زرهون پاتل پر گهوڙن جي پيرن تي بہ لوهہ چڙهيل هونِ. اسان بہ تياري گهٽ

ڪانہ ڪٽي هئي. مڙسيءَ سان مقابلو ڪيوسين. تلوارن ۽ تيرن جو مينهن پئي وسايوسين، چوڌاري موت جا ملائڪ ڦري رهيا هئا. آسمان ۾ دز ۽ غُبار اڏي رهيو هو. تلوارون تارن وانگر چمڪي رهيون هيون. پر اسان جو بخت ڦٽل هئو. اسان جا پهلوان زخمي ۽ رتو رت ٿيڻ ڪان سواءِ موٽن ئي ڪونہ پيا. اسان جا سڀ تير ۽ هٿيار ناڪام ويا. اسان ۾ ٻڌي ۽ اتحاد بہ گهٽو هو. پر، اوچتو اهڙو اچي اختلاف پيدا ٿيو، جو هرڪو ڇڙوڇڙ ٿي ويو. هڪ ٻئي جو ساٿ ڇڏي وياسين. اهڙي بدنصيبي ۽ ڪم بختي ٿي، جو اسان جا ساٿي مرن پيا يا قيد پيا ٿين. پوءِ ان وقت ڪان وٺي هيٺائي شروع ٿي آهي. اڄ منهنجا هي حال تون ڏسين پيو ٿو.

مطلب تہ تقدير آڏو سڀ تدبيرون بيڪار بنجي ٿيون پون.

## تجربيڪار پهلوان جي ڳالهہ

آذربائيجان علائقي جي اردبيل شهر ۾ هڪڙو مشهور پهلوان هوندو هو. جهڙو هو هٿيارن هلائڻ ۾ تجربيڪار تهڙو هو تيرن وسائڻ ۾ هٿ جو سڌو. ڪنهن جنگ ۾ هن جي مقابلي ۾ اهڙو بهادر آيو، جنهن ڪي جسم تي زرهہ پاتل ڪانہ هئي. پر ڪمبل ويڙهيل هئس. ڪلهي تي رسو ڪنيو پئي هليو. پهرئين پهلوان، هن ڪمبل پوش پهلوان تي، تيرن جو مينهن وسايو. پنجاهہ ڪن تير هنيائينس، پر، الله جي قدرت جو هن ڪي هڪڙو تير بہ نہ لڳو. ۽ هو مزي سان هلندو آيو ۽ هن پهلوان کي پڪڙي رسيءَ سان ٻڌي ساڻ وٺي ويس. پنهنجي تنبوءَ جي دروازي وٽ پهچي، جنگهون ٻانهون ڇڪي ڪٽي ٻڌائينس. پوءِ تہ هن ٻڌل پهلوان کي شرمساري ۽ غيرت سبب سڄي رات ننڊ نہ آئي. صبح جو تنبوءَ مان هڪڙو خادم نڪتو. ان هن پهلوان کي سڃاتو ۽ چيائينس تہ: تون هٿ ڪيئن پُهتين؟ تون تہ وڏو تير انداز ۽ لڙاڪو پهلوان آهين. هن ڪمبل پوش سپاهيءَ توکي ڪيئن گرفتار ڪيو؟

چون ٿا تہ: اهي اکر ٻُڌي، ٻڌل پهلوان روئي ڏنو. چئي رهيو هو تہ: موت واري ڏينهن ماڻهو ڪيئن ٿو زندهہ رهي سگهي! آءُ واقعي بہ

لڙائيءَ، تير اندازيءَ جو اهڙو ماهر هوس، جو رستم پهلوان به جيڪر مون وٽ اچي سِڪي. پر جڏهن منهنجو نصيب ڦتو، ياڳ پيڙو نه ٿيو، تڏهن هن سپاهيءَ جو ڪمبل، مونکي لوهي چادر ٿي نظر آيو. جڏهن قسمت ساٿ ڇڏيو، تڏهن منهنجو هنيل تير، هن جي ڪمبل مان ٽپي نه پيو سگهي.

جنهن جو موت لکيل هوندو، ته لوهي زره مان ٽپي تير وڃي لڳندس ۽ جيڪڏهن حياتي هوندس ته ڪپڙي جي پراڻي قميص مان به تير نه ٽپندو. يلي ڪنهن جو بت اُگهاڙو هجي، پر حياتي لکيل اٿس ته تلوار جو ڏڪ به ان لاءِ بي اثر ٿي پوندو. هڪ سياڻو سيبتو، موت کان بچڻ لاءِ سوين ڪوششون ڪري، پر لکيل موت کان بچي نه سگهندو. هوڏانهن هزارين اڻ ڄاڻ سادا سودا راتين جو لُنديون لتاڙيندا ٿا وتن، پير به اگهاڙا اٿن، ڪا پرهيز ۽ احتياط ڪونه اٿن، پر زنده آهن.

## طبيب ۽ مريض جي ڳالهه

ڪردستان جي هڪڙي ماڻهوءَ کي پاسي ۾ سور پيو. سڄي رات ننڊ نه آيس. پاسا وارائيندي ۽ ڦٿڪندي رات گذاريائين. ان علائقي ۾ هڪڙو مشهور طبيب هئو. ان مريض کي ڏٺو. پوءِ چيائين ته: هن انگور جي ول جا ساوا پن ڪاڏا آهن ۽ مون کي اهو عجب آهي ته: هن مهل تائين زنده ڪيئن رهيو آهي. هن کي، رات ئي مرڻ گهرجي ها! ڇو ته ڪاڏي پيٽي جي پرهيز نه ڪرڻ سان ايترو نقصان ٿيندو آهي، جيترو تاتارين جي زهريلي تير لڳڻ سان به نه ٿئي. جيڪڏهن خراب ڪاڌي سبب آندي ۾ وڪڙ پئجي وڃي، ته حياتيءَ تان هٿ کڻي.

الله جي قدرت اهڙي ٿي، اهو طبيب اهڙين ڳالهين ڪندي اتي ئي مري پيو ۽ هو مريض پوءِ به ساندهه چاليهه سال زنده هئو.

## انگورن جي باغ ۾ گڏهه جي منڍي

هڪڙي هاريءَ جو گڏهه مري پيو. پوءِ ته هاريءَ ڇا ڪيو جو مٿل گڏهه جي مُنڍي لاهي، انگورن جي باغ ۾ ڪٽي ٽنگيائين. هن لاءِ ته ان

ڪري باغ تي ڪنهن جي نظر نہ لڳندي، باغ نقصان کان بچي پوندو. (ان علائقي ۾ شايد اها ڳالهہ مشهور هئي تہ جنهن پوک ۾ گڏهہ جي منڍي ٽنگيل هوندي، ان کي نظر بد نہ لڳندي.)

اتفاق سان هڪڙو تجربيڪار ۽ هوشيار پوڙهو، اتان اچي لنگهيو. باغ ۾ گڏهہ جي منڍي ڏسي کليو ۽ هاريءَ کي چيائين تہ: تو سمجهيو آهي تہ گڏهہ جي منڍيءَ ٽنگڻ سان باغ آفتن کان محفوظ رهندو؟ حالانڪ اهو گڏهہ جڏهن جيئرو هو، تڏهن بہ پنهنجي پٺيءَ تان سَوٽيءَ جي سٽڪن کي ٽاري نہ سگهيو. تان تہ مارون کائيندي، نيٺ مري ويو. سو تنهنجي باغ تان مصيبت ڪيئن ٽاريندو.

يلا جيڪو طبيب پاڻ مرضن ۾ مبتلا ٿي مري پوي، تہ اهو ٻين مريضن کي شفا ڪيئن ٿو ڏئي سگهي. ڦڪيون تڏهن فرق ڪن جڏهن امر ڪري ان ڪي.

## روزي ناهي طاقت سان

ڳالهہ ٿا ڪن تہ: ڪنهن غريب جي هٿ مان هڪ روپيو ڪِري پيو. هن مسڪين ڏاڍو ڳوليو، پر اصل نہ لڌس. نيٺ نااُميد ٿي، هٿين خالي هليو ويو. ان کان پوءِ هڪڙو واٽهڙو پٺي آيو. ان کي روپيو نظر آيو، کڻي کيسي ۾ وڌائين. ڏسو تہ هن کي ڳولڻ سان نہ لڌو ۽ هن کي بنا ڳولڻ جي لبي پيو.

اسان جي سياڳ نياڳ جو فيصلو تڏهن کان ٺي تيل آهي. جڏهن اسان ماءُ جي پيٽ ۾ هئاسين. (يا ان کان بہ گهڻو اڳي) ۽ روزي طاقت ۽ هنر سان حاصل نٿي ڪري سگهجي. ڪيترا طاقتور ۽ هنرمند تنگيءَ ۾ وقت گذاري رهيا آهن.

## ڪنهن کي ڏيان دانهن

هڪڙي پوڙهي پيءُ ڪنهن ڳالهہ تان پٽ کي سوٽيءَ سان پٺي ڪُٽيو. پٽ پيءُ کي عرض ڪيو تہ: ابا! مون کي بيگناهہ ايترو نہ مار! ٻيا ماڻهو وڙهن، تہ آءٌ توکي دانهن ڏيان. ۽ تون وڙهين تہ ڪنهن کي دانهن

ڏيان؟ ٻين جو ڏاڍ هجي تہ الله تعاليٰ کي دانهن ڏبي، پر جيڪڏهن الله تعاليٰ ڪنهن مصيبت ۾ منجهائي، تہ ڪنهن کي بہ دانهن نہ ڏبي، ڪٿي بہ شڪايت نہ ڪبي.

## ڪنهن جو ڪونهي ڏوهہ

بختيار نالي هڪڙو بخت وارو ماڻهو هوندو هو. اتي جا ٻيا ماڻهو مسڪين ۽ غريب هئا. البت بختيار وٽ پئسو ڏوڪڙ جهجهو هوندو هو. هن جي ڳوٺ ۾ هڪڙيءَ زال، مڙس سان جهيڙو ڪيو ۽ جهيڙو بہ رات جو ڪيائينس. جڏهن مڙس هٿين خالي، جوءِ وٽ پهتو. زال چئي رهي هئي تہ: تون صفا سُجو سڪٽو ٺلهو، پالهو آهين. ان ڏينيونءَ جي ڏنگ کان سواءِ تو وٽ ٻيو ڇا رکيو آهي؟ ڪجهہ پرڪار سڌار، پاڙي وارن کان پئسا ڪمائڻ سِک! آءٌ ڪا مفت جي مائي ناهيان؟ نيٺ ڪنهن جي ڄائي آهيان. ماڻهن وٽ مال متاع، ڳهہ ڳٿا، پئسا ڏوڪڙ، جايون جڳهيون. مطلب تہ سڀ ڪجهہ آهي. تون صفا ترڙ نياڳو آهين.

زال جا اهي اکر ٻڌي، مسڪين مڙس ٿڌو ساهہ کنيو ۽ چائينس تہ: سياڻي! مقدر منهنجي هٿ ۾ ڪونهي. ۽ تقدير کي زوريءَ ڦيرائڻ جا مطالبا نہ ڪر! ڀاڳ نياڀ ۾ منهنجو ڪهڙو وس هلي سگهندو. توکي يا پاڻ کي آءٌ ڪيئن تو سياڻو بنائي سگهان.

## قضا تي رضا

ڪيش نالي هڪ ٻيٽ ايران ۾ آهي. اتي هڪڙو درويش فقير رهندو هو. ان جي زال بنهہ ڪوجهي ۽ بدصورت هوندي هئي. (پاٺوبر ۽ چلڪا مکي، ميڪ اپ پئي ڪندي هئي.) هڪ ڏينهن فقير زال کي چيو تہ: جڏهن الله جي تقدير ۾ توکي ڪوجهائپ ملي آهي، تہ اجايا پاٺوبر هٽي منهن نہ مٺاءِ! بدصورت ماڻهو هار سينگار سان سهڻو بنجي نٿو سگهي، بخت ۽ ڀاڳ طاقت سان نٿو حاصل ٿي سگهي. ڀلا انڌو جو ڪجل پائي تہ ڪجهہ ڏسي سگهندو ڇا؟ بد بنياد انسان مان چڱائي ٿيندي ڇا؟ جٿي ڪٿي جو ڪم. رانيوٺو هٽي ڪپڙا ڦاڙڻ آهي، تہ ان

مان ڪپڙن سڀڻ جي اميد رکبي ڇا؟ ڪيڏو بہ ماهر حڪيم يا ڪيميادان هجي، پر ٿوهر مان ماکي ٺاهي نہ سگهندو ۽ چوپائي جانور مان انسان ٺي نہ سگهندو. اهڙي محنت بہ فضول آهي.

آرسيءَ تي ميرنهن هجي تہ ان کي صاف ڪري چمڪائي سگهجي ٿو. پر پٿر کي مهٽي آرسي نٿو بنائي سگهجي. بيد جي وڻ کي پاڻي ڏجي، کلر ڏجي، گُڏ ڏجي، ڦوهارا ڪجن، پر ميوا ڪونہ جهليندو. نڪو ڪارو شيدي صابڻ سان وهنجي يورو ٿي سگهندو. جڏهن تقدير تي ڪجهہ وس نٿو هلي، تہ پوءِ رضا تي راضي رهڻ ۾ ئي ڀلائي آهي.

## ڳِجهہ ۽ سرڻ جي ڳالهہ

ڳِجهہ ۽ سرڻ جي پاڻ ۾ سنگت هئي. ٻئي زمين کان گهٽو مٿي ڪنهن جهنگل مٿان اُڏامي رهيون هيون، اتي ڳِجهہ چيو تہ: منهنجي نظر تمام تيز آهي. ان ۾ مون سان ڪوبہ پڄي نہ سگهندو.

سرڻ چيس تہ: اهڙي دعويٰ ڪئي اٿئي تہ ڀلا ٻڌاءِ: هيٺ جهنگ ۾ تون ڇا ڇا ڏسين ٿي؟ ڳجهہ چيس تہ: آءٌ زمين تي ٻہ ٽي ڪڻڪ جا داڻا ڏسي رهي آهيان. توکي اعتبار ايندو الائي نہ؟ اهو ٻڌي سرڻ کي ڏاڍو عجب لڳو، جو زمين کان هڪ ڏينهن جي پنڌ جيترو مٿي اڏامندي، جهنگل جي ڇانوَ ۾ ڳجهہ کي ڪڻڪ جا ٻہ ٽي داڻا ڪيئن ٿا نظر اچن. پوءِ تہ پڪ ڪرڻ لاءِ ٻئي زمين تي لٿيون، ڇا ڏسن تہ سچ پچ بہ ڪڻڪ جا داڻا آهن. ڳجهہ داڻن چڳڻ لاءِ جيئن اڳتي وڌي، تہ اڏيل ڪوڙڪيءَ ۾ ڦاسي پئي. چوندا آهن تہ هر ڦڙيءَ مان سپ ۾ موتي نہ ٿيندو آهي، تہ هر داڻو چڳڻ لاءِ بہ نہ هوندو آهي.

هاڻي سرڻ چيس تہ: توکي انهن داڻن ڏسڻ مان ڪهڙو فائدو رسيو؟ جڏهن تنهنجي نظر داڻن کان وڏي ڪوڙڪيءَ کي ڏسي نہ سگهي. اهو ٻڌي ڳجهہ وراڻيو تہ: تقدير آڏو اکيون انڌيون ٿيو پون. عربيءَ ۾ چوڻي آهي: (اِذَا جَاءَ القَدرُ عَميَ البَصَرُ) تقدير آئي تہ اکين ڪم ڇڏي ڏنو. ڪو ماڻهو تَرڻ جو ڪيڏو بہ ماهر هجي، پر سمنڊ کي پار ڪري نٿو سگهي. اهڙي جاءِ تي هن جو هنر ڪم جو نہ رهندو.

## آءُ ڪا پاڻ وهيٽي

ڪنهن مصور استاد جي ذهين شاگرد، عنقا پکي، هاٿي ۽ زرافہ جون تصويرون ٺاهيون. (حالانڪ هي ٽئي هن اڳ ۾ ڏٺا بہ ڪونہ هئا. (عنقا پکيءَ کي گهٽا ماڻهو رُخ پکي چوندا آهن. حالانڪ ان جو وجود ئي ڪونهي.) پوءِ شاگرد ٻڌايو تہ مون اهڙين تصويرون تيار ڪيون آهن، جيئن منهنجي استاد سيکاريون اٿم. اول استاد تصوير جو خاڪو تيار ڪيو، مون کي سيکاريائين. پوءِ مون بہ انِ مطابق تصويرون ٺاهيون.

مطلب هي ٿيو تہ: تنهنجي صورت سهڻي هجي يا ڪوجهي. اها خالق جي اڳ ۾ تيار ڪيل ۽ خلقيل آهي.

عالمن جو چوڻ آهي تہ: اهو بہ شرڪ جو هڪ قسم آهي جو، ڇئجي تہ مون کي فلاڻي ستايو ۽ ماريو آهي. توکي جيڪڏهن الله اکين ۾ سڄاڻپ جي نظر نصيب ڪري، تہ توکي مصيبت ڏيندڙ يا جياريندڙ ماريندڙ الله کان سواءِ ٻيو فلاڻو وغيره نظر ئي نہ اچي. اهي شيون ان مالڪ جي حڪم ۽ تقدير سان ئي ٿين ٿيون. اهڙيءَ طرح هر جاندار جي روزي بہ مقدر ۾ لکيل آهي. توڪل ڪندڙن کي بہ بک ڪونہ ماريندو آهي ۽ رزق جي ڪشادگيءَ لاءِ بہ ان رزاق کي ئي ٻاڏائجي. جيڪڏهن اهو مالڪ روزيءَ جو دروازو تنگ ڪندو تہ ڪير بہ ان کي ڪشادو ڪري نٿو سگهي.

مطلب تہ: واڳ ڌڻي تو وس، آءُ ڪا پاڻ وهيٽي.

## واڳ ڌڻيءَ وس

ڏاچيءَ تي بار رکي، جت مهار کان وٺي هلي رهيو هو. پٺيان گورڙو (ڏاچيءَ جو ڦر) بہ پنڌ ڪندو پئي آيو. ڪجهہ پنڌ ڪرڻ کان پوءِ گورڙي رڙاٽ ڪندي ماءُ کي چيو تہ: امانِ ڪجهہ آهستي هل! ڏاچيءَ وراڻيو: پٽ! منهنجي مهار منهنجي هٿ ۾ ڪانهي. انڪري آءُ پنهنجي مرضيءَ سان آهستي يا تکڙي نٿي هلي سگهان. جيڪڏهن منهنجي مرضي هلي ها، تہ آءُ هيڏو بار بہ نہ کڻان ها.

مطلب تہ: جيئن ڏاچيءَ جي واڳ ٻئي جي هٿ ۾ آهي، تيئن اسان جي واڳ واحد جي وس آهي. اسان جي زندگيءَ جي ڪشتي ڪنهن ٻئي هلائيندڙ جي هٿ ۾ آهي.

اي سعدي! ٻئي ڪنهن ۾ اميد نہ رکندو ڪر! نہ ڪنهن کان سوال ئي ڪر! ڇو تہ ڏيڻ وارو ڏاتار، اڪيلو الله ئي آهي. حق جي طالب لاءِ الله اڪيلي جو در ئي ڪافي آهي. جڏهن اهو ڏٿي ڌڪاريندو، تہ ٻئي هنڌ لڪڻ جي جاءِ ئي نہ ملندي. اهو مالڪ جنهن جو بخت بنائي تہ سندس ڪرم، نہ تہ مقدر ٻئي ڪنهنجي هٿ ۾ ڪونهي.

## اخلاص جي برڪت ۽ رياءُ جي مصيبت

عبادت اخلاص سان ڪجي: يعني صرف الله کي راضي ڪرڻ لاءِ ئي عبادت ڪجي. رياءَ ۽ ماڻهن جي ڏيکاءَ لاءِ عبادت، ڇڻ مغز کان سواءِ نلهي کل آهي. جيڪڏهن اها نيت آهي تہ ماڻهو درويش ۽ بزرگ سمجهن، تہ پوءِ گودڙي پائڻ ۽ هندن واري جڻئي پائڻ ۾ ڪو فرق ڪونهي. (مذهبي هندو يا باهہ جا پوڄاري ڳچيءَ ۾ هڪڙو ڌاڳو پائيندا آهن، ان کي جڻيو ڇئبو آهي.)

پنهنجي بزرگي ۽ ڪرامتون بيان نہ ڪجن. عمل بزرگيءَ وارا ڪجن ۽ ڪوڙن واري چال اختيار نہ ڪجي. جيتري پاڻ ۾ لياقت يا صلاحيت هجي، لاچار پوي تہ ظاهر بہ اوتري ڪجي. ان کان وڌيڪ ڳالهہ ڪندو، تہ شرمسار ٿيڻو پوندس. البت پنهنجي صلاحيتن کي ظاهر ڪرڻ وارو انسان شرمسار نہ ٿيندو.

اجائي شهرت بہ اڌارن ڪپڙن وانگر آهي. اهڙا ڪپڙا جڏهن مالڪ چاهي لهرائي وٺي، يا هيئن سمجهہ تہ ڪاٺ جا تلها جوتا پائڻ سان ماڻهوءَ جو قدر حقيقت ۾ وڏي ڪونہ پوندو. ڪو جاهل ماڻهو عالمن وارو لباس پائيندو، تہ اهو ائين آهي، جيئن چانديءَ جي ڳھہ تي سون جو پاڻي چاڙهائجي. ان سان اڻ واقف تہ ڌوڪو کائي سگهي ٿو. البت واقفڪار سيڪجهہ سمجهي ٿو ۽ سونارو هڪدم سڃاڻي ويندو، تہ هي چانديءَ کي سون جو پاڻي چڙهيل آهي.

جهڙيءَ طرح سون ۽ چانديءَ ۾ مَٽ سجائڻ لاءِ ان کي باهہ ۾ ساڙڻو پوندو آهي، اهڙيءَ طرح جنهن ماڻهوءَ جو اندر ظاهر جي موافق ناهي. ان کي بہ دوزخ جي باهہ ۾ سڙڻو پوندو.

مطلب تہ: رياء ۽ ڏيکاء واري عبادت ۾ اجر بدران وَبال آهي.

## عبادت ۾ اخلاص

هڪڙو ماڻهو سڄي رات ويهي نفل پڙهندو رهيو. نيت اها هئس تہ ماڻهو بزرگ ۽ عبادت گذار سمجهن. ان جي پرسان "پهاڙي بابا" نالي هڪڙو درويش موجود هئو. ان چيس تہ: پُٽ! اخلاص جي ڪوشش ڪر! عبادت بہ الله جي رضا حاصل ڪرڻ لاءِ ڪر! مخلوق وٽ پاڻ وڻائڻ جي ڪوشش مان ڇا فائدو؟ اهو تہ ائين آهي، جيئن ڪنهن جي جسم تي ڪوڙهہ جا داغ هجن ۽ مٿان ريشمي ڪپڙا پائي عيبدار جسم لڪائي. اهڙين اٽڪلن سان الله، ڪڏهن مِلندُئي ڪين ڪي.

## روزيدار ٻار جي ڳالهہ

هڪڙي ننڍي ڇوڪري رمضان المبارڪ جو روزو رکيو. اونهاري جا ڏينهن هئا. روزي رکڻ کان پوءِ ڇوڪرو اسڪول پڙهڻ ويو. جڏهن ڏينهن ڪجهہ چڙهيو، تڏهن اسڪول جو مانيٽر هن کي روزي ۽ عبادت سبب سندس گهر ڇڏي ويو. گهر ۾ ڇوڪر کي پيءُ بہ پيار ڪيو ۽ ماڻس بہ چُميون ڏنيون. مٿان پئسا بہ گهوريائينس. جڏهن اڌ ڏينهن گذري ويو ۽ نينگر جي معدي ۾ بکَ جي گرمائش ۽ اُڃ جي آنڌ مانڌ ظاهر ٿي، تڏهن هُن سوچيو تہ: گهر ۾ رڳو بابا ۽ امان آهن ۽ اهي عالم الغيب بہ نہ آهن. ڇو نہ لڪ ڇپ ۾ ڪجهہ کائي، پي وٺان! هو ويچارو ٻڇي ٿي پيءُ ماءُ کان پيو. سو لڪ ڇپ ۾ کاڌائين پيتائين. پيءُ، ماءُ کي ڏيکارڻ لاءِ روزي کي سانجهيءَ تائين بہ هلايائين. ڏسو تہ جيڪو روزو ماڻهن جي ڏيکارڻ لاءِ آهي، تہ ان جي حالت ڪهڙي آهي؟ اهڙيءَ طرح جيڪو ماڻهو، ٻين کي ڏيکارڻ لاءِ نماز پڙهندو، سو بنا وضوءَ جي بہ پڙهندو

رهندو. ٻين کي ڪهڙي خبر ته وضو اٿس يا ڪونهيس. عالم الغيب ته اڪيلو الله ئي آهي.

جيڪو ماڻهو ڏيکاءَ خاطر نماز ٿو پڙهي ۽ ماڻهن آڏو پاڻ وڏائڻ خاطر عبادت ٿو ڪري، اهو هن ڇوڪر کان به وڌيڪ بي عقل آهي. جنهن ٻيءُ ماءُ کي ڏيکارڻ لاءِ روزو رکيو هو. (ڇو ته هو ٻار هئو ۽ هي وڏو آهي.) رياءَ ۽ ڏيکاء واري نماز، (جو ماڻهن کي ڏسي ڏِگهي نماز پڙهي ۽ پنهنجي منهن تڪڙي پڙهي.) اهڙي نماز ته دوزخ جي ڪنجي آهي ۽ جنهن مصلي تي اهڙي نماز پڙهي وئي، اهو مصلو به باهه ۾ اڇلايو ويندو.

نيڪ سيرت ماڻهو ٿوري عبادت الله خاطر ڪري، اهو رياڪار عابد زاهد کان گهڻو بهتر آهي. هڪڙو پڌرو چور آهي. ٻيو بزرگن وارو لباس پهري، وجهه ملڻ تي ڦُر ٿو ڪري، ته پڌرو چور، هن ڦوروءَ کان بهتر چئبو، جيڪو بزرگن جي لباس ۾ آهي.

ماڻهن جي واهه واهه حاصل ڪرڻ لاءِ عبادت ۾ ڪو ثواب ڪونهي. جنهن جي مزدوري ڪبي، اُجرت به ان کان وٺبي. جيڪا عبادت ماڻهن ۾ پاڻ وڏائڻ لاءِ ڪئي وئي، ته ان کي الله وٽ اجر ڪيئن ملندو. اهو اجر به وڃي ماڻهن کان وٺي.

الله ان کي ملندو، جنهن ٻيا سڀ سهارا ۽ سانگ ڇڏيا ۽ اڪيلي الله جي دَرُ جو فقير بڻيو ۽ راهه به سڌي (الله واري) ورتائين. وڪڙ واري واٽ اٿين سمجهه، ڇڻ ڏاند جون اکيون ٻڌل آهن، چڪيءَ ۾ گول پيو ڦري، سڄو ڏينهن هلي ته به اتي جو اتي.

پلا! جيڪو محراب کي پٺي ڏئي نماز پڙهي، ته ان کي اوڙي پاڙي وارا ئي گمراهه چوندا. ته جنهن جي دل ۾ الله جي رضا کان سواءِ ٻين جي راضي ڪرڻ جو خيال آهي، ان به ڄڻ قبلي کي پُٺي ڏني آهي. جنهن وڻ جون پاڙون صحيح سلامت هجن، خدمت به اهڙي وڻ جي ڪر! جنهن مان توکي ڪجهه ڦلُ ملي. جيڪڏهن تنهنجي دل جي درخت جون اخلاص واريون پاڙون ڪونهن، ته ان مان ڪهڙو ڦل حاصل ڪندين. ڪنهن پٿر تي پوک ڪاهي، ڦل ڪاڏو آهي ڇا؟

ڏيکاءَ لاءِ ڪيل عبادت سان جيڪا عزت عارضي ملي ٿي، ان ڪي ڪا اهميت ڪانهي. اهڙي پاڻيءَ هيٺان گپ ٿي گپ آهي ۽ جيڪو اندر جو اڇو ڪونهي ۽ ظاهري عزت حاصل ڪئي، تہ ان مان ڇا فائدو؟ ڇو تہ جڏهن هي ظاهر جا پردا کڄندا، تڏهن رياءَ واري عبادت ڪي ڪو وزن نہ هوندو. هرهڪ جي اندر جي خبر اڪيلي الله ڪي آهي. ٻيا سڀ ظاهربين آهن. ماڻهو جيڪڏهن تنهنجو ظاهر چڱو ڏسي، توسان عقيدت رکن، عزت ڏين تہ، تون ڌوکي ۾ نہ اچج. ڇو تہ ٿي سگهي ٿو تہ اهو عزت ڏيندڙ بہ توسان ظاهري خوشامد ڪندو هجي، جيئن تون ٿو ڪرين.

ڪيترا رياءَ ڪار گهڻي عبادت ڪندا هئا، پر اهي رڳو دهل وانگر دولاب هئا. اندر اخلاص ڪان صفا خالي هونِ. جڏهن سندن اعمال ترندا، تڏهن رياءَ وارن عملن ڪي الله وٽ ڪو وزن نہ هوندو.

ڀلارا بزرگ هميشه اندر اجارڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. ٻاهرئين ڏيک ڪان بنهہ بي پرواهہ هوندا آهن ۽ ظاهربين ماڻهو رڳو ٻاهرين عزت جو طالبو هوندو آهي.

حضرت بايزيد بسطامي رحہ کهڙو نہ قيمتي قول فرمايو تہ: آءٌ مخالفن ڪان وڌيڪ مريدن ڪان ڊڄندو آهيان. ڇو تہ مخالف منهنجون اوڻايون ظاهر ڪندو ۽ رياڪاريءَ ڪان بچاءُ ملي ويندو. ۽ مريد مون بابت وڌائي اهڙيون ڳالهيون ڪندو، جنهن سان دل ۾ غرور پيدا ٿيندو.

الله جا پيارا ٻانها، ڀلارا بزرگ، الله تعاليٰ جي در جا فقير آهن. سياڻي ماڻهوءَ جو ڪم آهي تہ بادشاهہ هوندي فقير ۾ ڪا طمع نہ رکي (يعني: الله تعاليٰ هوندي ٻين ۾ لالچ اجائي آهي.) ڀلا ڪنهن هيٺ ڪرِيل ڪان بہ ڪو سهارو وٺبو آهي ڇا؟

تون جيڪڏهن موتين سان ڀريل هجين، تہ بہ سپَ وانگر نماڻائپ ضرور ڌارا مطلب تہ عبادت صرف الله تعاليٰ جي رضا حاصل ڪرڻ لاءِ ڪرا مناسب آهي تہ توکي جبريل بہ نہ ڏسي. نصيحت قبولين تہ سعديءَ جا سخن ائين قبول ڪر، جيئن ابي جي نصيحت مجبي آهي. اڄ نصيحت نہ وٺندين، تہ سياڻي ضرور پڇتائيندين!

**باب ڇهون**

# قناعت

جيڪو ماڻهو، نصيب ۾ مليل روزيءَ تي شڪر نٿو ڪري، ان جڻ الله کي سڃاتو ئي ناهي ۽ عبادت جو مفهوم بہ سمجهيو ناهي.

قناعت ۽ شڪر ماڻهوءَ کي شاهوڪار بڻائيندا آهن. اي حريص انسان! تون اجايو بيقرار نہ ٿيءُ، دل جي شاهوڪاري اصلي شاهوڪاري آهي ۽ ان سان ئي دل کي سڪون حاصل ٿيندو آهي.

تن پَروَرِي (جسم جي گهٽي پالنا) سياڻي ماڻهوءَ جو ڪم ناهي. جيئن جيئن جسم کي تاتي متارو ڪندين، تيئن اهو جلدي هلاڪ ٿيندو. جڏهن تہ جسم فاني بہ آهي. البت سياڻو سيبتو اهو انسان آهي، جنهن پنهنجي نفس جي ڪُتي کي خاموش ڪيو. رڳو کائي پي سمهڻ، اهو تہ جانورن جو ڪم ۽ اهڙي عادت بڻائڻ بي عقلن جو ڪم آهي ۽ جيڪو پاسائتو ويهي، الله جي معرفت حاصل ڪري ٿو ۽ ان مالڪ کي راضي ڪرڻ لاءِ عبادت ڪري ٿو، اهو خوشنصيب چئبو.

جنهن حق کي سڃاتو، اهو باطل کي پسند ئي نہ ڪندو. پر جيڪو روشنيءَ ۽ اوندهہ ۾ فرق نٿو ڪري سگهي، تہ ان لاءِ جنڙي ۽ حور ساڳي ڳالهہ آهي. اهو ماڻهو جيڪو حق جي سڌي راهہ ۽ باطل جي اونهي کڏ ۾ فرق نہ سمجهي سگهي، اهو بہ ائين سمجهہ!

انسان افلاڪ جو اڏامندڙ پکي آهي. پر ان جي پرن ۾ حرص، هوس ۽ لالچ جو پٿر ٻڌي ڇڏبو، تہ پوءِ ڪيئن اڏامي سگهندو؟ اي انسان! تون شهوت ۽ حرص کي ڇڏ! تہ تنهنجي اڏام آسمان تائين پهچي سگهي ٿي.

ٿوري کائڻ جي عادت بڻائڻ سان ماڻهو ملائڪ صفت ٿي پوي

ٿو. جانورن وانگر اَٽُ پَٽُ کائيندڙ، آسمان ڏانهن ڪيئن اڏامي سگهندو؟ تون اول اخلاقن ۾ انسان ٿيءُ، پوءِ ملائڪن وارين صفتن لاءِ سوچ. انسان جو نفس سرڪش گهوڙي وانگر آهي. تون ان کي قابوءَ ۾ رک! ان کي آزاد ڪري ڇڏيندين ته بڇڙو ٿيندين ۽ دوزخ جي کڏ ۾ ڪرندين.

جيڪڏهن تون انسان آهين ته کائڻ پيئڻ ۾ احتياط ڪر! تون ماڻهو آهين، کَڏَ نه آهين، جو گندگاهه ان ۾ اڇلين. انسان جو اندر ٽن ڪمن لاءِ آهي. (١) غذا (٢) ذڪر (٣) ساهه کڻڻ لاءِ. پر تو ان کي رڳو مانيءَ جو ٿانءُ بنايو آهي. گهڻي کائڻ سان ساهه کڻڻ ئي مشڪل ٿي پوي ٿو، ته اتي ذڪر ڪٿان ٿيندو ۽ اهڙو اندر حڪمت ۽ سياڻپ کان خالي رهندو آهي. اڪيون ڏسڻ مان، پيٽ کائڻ مان نٿو ڍاپي، پر آنڊو خالي رکڻ ڀلو آهي. پيٽ جي دوزخ ۾ جيئن کاڌو وجهندو ويندين، تيئن مطالبو ڪندو. هَل مِن مَزِيد (ڇا اڃا به ڪجهه آهي؟ ته مون کي ڏيو! جيئن قيامت ڏينهن دروزخ چوندو.) اي انسان! تون گهڻو کائي جسم کي متارو ٿو ڪرين ۽ روح کي ڪمزور ڪري مارين ٿو. تون دين وڪڻي دنيا نه خريد ڪر!

جيئن جانورن کي کاڌي جو حرص، ڪوڙڪيءَ ۾ ڦاسائي ٿو. تيئن انسان به حرص جي قيد ۾ ڦاسي ٿو پوي. چيتو شينهن ڪيڏي طاقت رکي ٿو. پر کاڌي جو حرص ان کي به پنجوڙن ۾ ڦاسائي رکندو آهي. پوءِ اهين ويچارو ٿي پوندو آهي، جيئن ڪوئو ڪوئامار ۾ ڦاسي پريشان ٿيندو آهي.

## لالچ بري بلا آهي

حاجين تي الله رحم ڪري. هڪڙي پيري ڪنهن حاجي صاحب مون کي عاج جي (هاٿيءَ جي هڏي مان ٺهيل تمام قيمتي) ڦڻي تحفو ڪري ڏني. ان حاجي صاحب هڪ دفعي مون کي ڪتو ڪونيو هو. مون کان اها ڳالهه وسري نه هئي. دل تي بار بيٺو هوم. سو اها ڦڻي موٽائي منهن تي هنئي مانس. چيومانس: اها ڦڻي تون سانڍي رک! مون کي نه کپي. رڳو هڪڙي مهرباني ڪجانءِ، جو اڳتي ڪتو نه چئجان!

جڏهن آءٌ غريبائي حال آهر ڪنڻ جي پاڻيءَ سان اٽيي ماني کائڻ تي هريل آهيان، ته پوءِ ڪنهن ظالم جي ڳاڙهي ڀوڙ جي طلب ۾ هن جا مهٽا ڇو سهان؟ پاڻ کي چوندو آهيان ته: اي نفس ندورا! سادگيءَ تي ئي ڪفايت ڪندو ڪر. پوءِ تون فقيري ۽ بادشاهيءَ ۾ فرق نه سمجهندين. تون بادشاه جي در تي سوالي ٿي ڇو پهچين! جڏهن تو لالچ ڇڏي، ته پاڻ بادشاه آهين ۽ جيڪڏهن تون حرص هوس جو طالب ۽ پيٽ جو پوڄاري ٿيندين، ته هر ڪنهن جي دروازي تي ڪعبة الله جي طواف وانگر چڪر پيو ڪاٽيندين. لالچ بري بلا آهي، ماڻهوءَ کي ڏاڍو ذليل ٿي ڪري.

## لالچي فقير جي روش

ڪو لالچي فقير پٽ سوڌو خيرات پنڻ جي ارادي سان خوارزم شاه بادشاه وٽ صبح جو سوير وڃي پهتو. جڏهن بادشاه تي نظر پيس، تڏهن جُهڪيو، پوءِ سڌو ٿيو، پوءِ سجدو ڪرڻ لاءِ نرڙ وڃي زمين تي رکيائين. پوءِ اُٿي سوال ڪيائين.

فقير جو اهو حال ڏسي، پٽ چيو ته: پيارا بابا!مون کي معاف ڪريو ته هڪڙو سوال ڪريان. پيءُ کان اجازت وٺي چيائين: ابا! توهان مون کي ٻڌايو هو ته: مسلمانن جو ڪعبو، قبلو حجاز ۾ مڪي شهر ۾ آهي. ان ڏانهن منهن ڪري نماز پڙهبي آهي. ۽ اڄ تون بادشاه ڏي مُنهن ڪري نماز ڇو پڙهي؟ اهو ٻڌي فقير ماٺ ٿي ويو.

اي انسان! تون نفس پرست ۽ حريص انسان جي پيروي اصل نه ڪجانءِ! ڇو ته هن جو قبلو هر گهڙيءَ پيو مٽبو آهي. نفس جو پوڄاري ڪڏهن به نجات نٿو حاصل ڪري سگهي. نفس ندوري جي مخالفت ۾ ئي نجات آهي. جيڪڏهن تون شرمساريءَ کان بچڻ ۽ منهن مٿي ڪري هلڻ چاهين ٿو، ته قناعت ڪفايت اختيار ڪر! لالچ ۾ منهن نه وجهه، لالچي ماڻهوءَ جو ڪڏهن به منهن مٿي نه ڏسندين، هن جو مٿو جنهن ڪنهن جي آڏو نوڙيل هوندو. لالچيءَ کي ڪا عزت ڪانهي. هن چند ڏوڪڙن جي عيوض عزت نفس، خودداريءَ جهڙيون اڻ ملهه خوبيون وڪڻيون ڇڏيون آهن.

پلا هڪڙو ماڻهو نهر وهندڙجو ڇڙيو پاڻي پي گذر ڪري سگهي ٿو، ته اهو برف ۽ ٿڌي پاڻيءَ جو سوال ڪري هٿ ٽنگي بي آبرو ڇو ٿئي. جيڪو ماڻهو گهڻو عيش عشرت چاهيندو ۽ قناعت اختيار نه ڪندو، ته اهو مخلوق آڏو محتاج ۽ ذليل ٿيندو.

ان ڪري حرص ۽ لالچ ڪري ڪنهن جي آڏو هٿ نه ٽنگجي. ڪنهن ۾ طمع نه رکجي. پوءِ توڪي هنن اکرن لکڻ جي ضرورت ٿي نه پوندي ته: آءٌ توهان جو خادم، فقير، حقير، لاشيءِ وغيره. تنهنجي مطلب ۽ لالچ کي ڏسي ڪيترا توکي لوڏي به ڪڍندا. تون دل مان لالچ کي لوڏي ڪڍ، ته پوءِ توکي ڪوئي نه لوڏيندو. مطلب ته: غيرت مند، موحد انسان، مري نه سگهي ٿو، ته پر الله کان سواءِ ٻئي ڪنهن جي آڏو پنهنجي محتاجي ظاهر نه ڪندو.

## خودداريءَ جي خصلت

هڪڙي پلاري ۽ اهل دل انسان کي بخار ٿي پيو. علاج ۾ ڪنڊ جي ضرورت هئس. ڪنهن خير خواهه چيس ته: فلاڻي وٽ ڪنڊ آهي. ان کان گهري علاج ڪر! هن بزرگ چيو ته: آءٌ موت جي ڪڙاڻ پسند ڪندس. پر سوال ڪرڻ واري ڪڙاڻ نٿو برداشت ڪري سگهان. سياڻي ماڻهوءَ جو ڪم آهي ته اهڙي ماڻهوءَ کان سوال نه ڪري، جنهن جي منهن ۾ سوال سبب سونڊ پئجي وڃي. اهڙن وقتن تي، نفس جو چيو نه مڃجي. ڇو ته جسم ۽ نفس جي اجائي پرورش سبب روح جي نورانيت گهٽجي ٿي. نفس اماره انسان کي ذليل ڪندو آهي. توکي هوش هجي، ته نفس جو مريد نه ٿج! جنهن ماڻهوءَ جي عادت هجي جو، نفس جي هر طلب پوري پيو ڪري، ته اهو جلد ٿي ناڪام ۽ نامراد ٿيندو. ڇو ته نفس جون خواهشون ڪو به پوريون ڪري نه سگهندو. جيڪو هميشه پيٽ پري ڪائڻ جو هيراڪ هوندو، ته اهو جلد ڪُٺي پوندو، پوءِ توري بک آيس ته به منهن جو رنگ ٿي مٽجي ويندس.

گهڻ ڪائڪ وڏي پيٽ جو بار ڪڻندو، يا پيٽ جي پوري ڪرڻ

جي فڪر ۾ قاتل هوندو. پيٽ جو پوڄاري جلدي ذليل ٿيندو ۽ دل جي تنگيءَ ڪان، پيٽ جي تنگي بهتر آهي.

## وِسڪٽي فقير جو موت

شهر بصري ۾ هڪڙو عجيب لقاءُ ڏٺوسين. ڇا ٿيو جو اسان ٻه چار ساٿي فقيرائي لباس ۾ سفر ڪري رهيا هئاسين. رستي ۾ ڪجين جو باغ آيو. وڻن ۾ ڏوڏا ۽ ڏنگ تيار هئا ۽ اسان ۾ هڪڙو فقير ڪاڏي جو سڃر ۽ پيٽ جو پوڄاري هئو. ان جي نظر جڏهن چلڪندڙ ڏنگن تي پئي، تڏهن وات پاڻي ٿيس. پوءِ ته وسڪٽو روح پلي نه سگهيو. چيله سان چمند (سندرو) ٻڌي ڪجيءَ تي چڙهي ويو.

چو نه مٿان هن جو پير تِرڪي پيو ۽ همراهه ڪنڌ پر اڇي ڪريو ڏند شيڪي پئجي رهيو ۽ مري ويو. هاڻي يڪو وڻو ڪارڪون ڪائي.

ان حد جي زميندار کي جڏهن ماڻهوءَ مرڻ جي خبر پئي، تڏهن اسان سيني ساٿين کي پڪڙايائين. پوليس جو سٽڪو شروع ٿيو ته توهان پنهنجي ساٿيءَ کي ماريو آهي. مون چيو: ابا! اسان کي اجايو نه ماريو. هن همراهه کي ڪاڏي جي حرص ماريو آهي. جنهنجو آندو اڻ پليل ۽ وڏو ٿئي ٿو، ته ان جي دل تنگ ٿي پوندي آهي. پيٽ هٿڪڙين ۽ ڏنبا ٻيڙين ڪان به ڏکيو آهي. پيٽ جي پوڄاريءَ کي الله جي عبادت جو لطف حاصل نه هوندو آهي.

ڪوريئڙو گهٽو ڪائي، سڄو پيٽ ٻنجي پوندو آهي ۽ مري پوندو آهي، پوءِ نتيجو هي نڪرندو آهي جو لڪدار پيٽ واري ڪِولي، ان کي ڄنگهه ڪان وٺي گهليندي وتندي آهي. پيٽ پرڄڻ جو نه آهي. ان کي صرف قبر جي مٽي ئي پري سگهي ٿي.

## بک ۽ شهوت ۾ فرق

هڪڙي صوفيءَ کي پيٽ جي بک ۽ اُگهڙ جي شهوت تنگ ڪيو. ان وٽ ڪجهه پئسا هئا. اهي خرچ ڪري ڪپائي ڇڏيائين. پوءِ ڪنهن

دوست پنهنجي مُنهن پڇيس تہ: پئسا ڪاڏي ڪيئي؟ هن وراڻيو تہ: ڪجھہ خرچ ڪري شهوت جو علاج ڪيم، ڪجھہ پئسن مان ڪاڏو وٺي کاڌم. پر منهنجي چرپائپ ڇئجي جو، هِن پاڻيءَ نڪرڻ سان شهوت جي باھہ وسامي وئي، پر پيٽ جي باھہ اُجهامي ئي نٿي.

ڪاڏو کھڙو بہ لذيذ يا معمولي هجي، پر سِڪ سان ۽ بک ۾ هٿ ايندو تہ وڻندو. سياڻي ماڻهوءَ جو ڪم آهي تہ جڏهن ننڍ جا ڏڪر اچنس، تڏهن وهاڻو مٿن هيٺان ڪري سمهي پوي ۽ جتي ڳالهائڻ جي گهٽي ضرورت محسوس ڪري، اتي ئي ڳالهائي. نہ تہ زبان بند رکي. ميدان خالي نہ ڏسي تہ بال نہ اڇلائي. حد کان وڌيڪ نہ ڳالهائجي ۽ ڪوبہ قدم حد اندر کڻجي.

مطلب تہ: نفس تي ڪنٽرول ڪجي، اجايو ڇڙواڳ نہ ڇڏجيس.

## اوڌر جي ڳنڊيري

ترڪستان جي طبقري شهر ۾ هڪڙي ماڻهوءَ ڪمند جي ڳنڊيري پئي ڪپائي. هيڏي هوڏي گهٽئي ڦريو، پر ڳنڊيري نہ ڪَٽس. اتي هڪڙو پلارو ماڻهو نظر آيس. ان کي وڃي چيائين تہ: هيءَ ڳنڊيري توهان ئي وٺو. اڄ پئسا نہ هجن تہ پرواھہ ناهي، جڏهن پئسا ٿين، تڏهن ڏجو. پر هن پلاري اهڙو جواب ڏنس، جو منهنجي دل تي هميشه لاءِ لکجي ويو. چيائينس: ياءُ! تون پئسن گهرڻ کان صبر ڪري نہ سگهندين ۽ منهنجو وقت ڳنڊيريءَ کان سواءِ ئي گذري ويندو.

اهڙي مٺي ڳنڊيري چوسڻ ۾ کهڙو مزو، جنهن جي پٺيان قرض لاهڻ جو فڪر لڳل هجي.

## خيراتي ڪپڙا ۽ فقيراڻي گودڙي

ترڪستان جي خَتَن صوبي جي گورنر ريشمي ڪپڙن جو وڳو ڪنهن فقير مسڪين ڏانهن موڪليو. هن فقير ڪپڙا پاتا ۽ شڪراني طور چيو تہ: گورنر کي جَسُ هجي، الله شال وڌائيس. پوءِ چيائين تہ: هي

ريشمي ڪپڙا سٺا آهن. پر پنهنجي غريبائي گوڏڙي هن کان بہ ڀلي آهي. دل آزاد هجي تہ سمهڻ وقت زمين تي ليٽي پئجي. ڪنهن هنڌ بستري وٺڻ لاءِ ڪنهن آڏو نوڙت نہ ڪجي.

## ڀلي بک ڀرم جي

ڪنهن مسڪين وٽ ٻوڙ جيترا پئسا ڪونہ هئا. بصر ٻيجي ان سان ماني کائي رهيو هو. ايتري ۾ ڪنهن حجائتي دوست چيس تہ: هُتي ننگر پيو ٿو هلي، قورمہ پيا ٿا رَجهن. اتان وڃي ڳاڙهو ٻوڙ وٺي اچ، پوءِ مزي سان اچي ماني کاءُ. گهرڻ کان لڄ ڪندين، تہ بک مرندين. اهڙي ڳاڙهي ٻوڙ جي ڳالهہ ٻڌي، مسڪين اٿيو. چادر ويڙهي اوڏانهن ويو. اتفاق سان ننگر تي رش وڌي هئي، سو مسڪين جي چادر تہ ڦاٽي پئي. پر ڌڪن ۽ ٺيلهن سبب ڪِري پيو. ٻانهن ڀڄي پِيس. پوءِ تہ روئندي پاڻ کي چئي رهيو هو تہ: اي نفس ندورا! هٿ جي وڍيءَ جو ڪو علاج ڪونهي. فقير چئي رهيو هو تہ: حرص جو قيدي، مصيبتن ۾ ڦاسندو آهي. اڄ کان وٺي، سڪل ماني بصر سان کائبي. پراون درن تان ڀِنيل سٽيي اوڦراٽيءَ کان، پنهنجي هٿن سان ڪمايل روزيءَ مان جَوَن جي روٽي ورتل ڀلي آهي. ڏسو تہ هن مسڪين پرائي ٻوڙ جي ڪري ڪيئن نہ ٻانهن ڀڄائي وڌي ۽ ڪيترا ڏينهن لوڙيو هونداٺين.

## سادگي سٺي آهي

ڪنهن غريب پوڙهيءَ جي گهر ۾ هڪڙي ٻلي رهندي هئي. پوڙهي هن کي رکو سکو ٽڪر پئي ڏيندي هئي. هڪ رات ٻليءَ جي قِسمت ڦٽي، جو ڪنهن امير جي گهر جي مهمان سراءِ ۾ وڃي پهتي. اتي نوڪرن اهڙو تير هنيس، جو رت ڳاڙيندي اتان موٽي. مرڻ جي ڊپ کان ڊوڙندي پئي آئي. چا پئي چوندي اچي تہ: جيڪڏهن زخم مان ڇڙهي پيس تہ اڳتي ڪوئن ۽ پوڙهيءَ جي رُکن ۽ سُڪن ٽُڪرن تي ئي گذارو پئي ڪنديس.

ماڪي لاهڻ لاءِ مکڻ جا ڏنگ بہ سَهڻا پوندا آهن. ان کان بهتر آهي تہ ڪمند جي رس تي ئي گذر ڪجي. ماڪيءَ جي طمع ڇڏي ڏجي. الله تعاليٰ بہ اهڙي ٻانهي کان خوش آهي، جيڪو رب جي تقسيم ڪيل روزيءَ تي راضي رهي.

## اياڻو مرد سياڻي زال

ڪنهن ماڻهوءَ جي ننڍڙي پٽ کي ڏند ڄاوا. پيءُ پريشان ٿيو ۽ سوچڻ لڳو تہ آءُ مسڪين ماڻهن پٽ لاءِ ڪاڏو ڪٿان آڻيندس. ۽ هي بہ نامناسب آهي، جو هڙي پيارڙي پٽ کي ڇڏي ڪٿي ٻچي هليو وڃان. اهڙا وهم ولوڙيندي نيٺ زال سان پنهنجي پريشانيءَ جي ڳالهہ ڪيائين.

زال تمام سهڻو جواب ڏنس تہ: تون اجايو اچي شيطاني وِسوِسن ۾ منجهيو آهين. جنهن الله اسان جي ٻچي کي ڏند ڏنا آهن. ماني بہ اهوئي ڏيندس. رزاق تہ اهو رب آهي. تون ڇو اچي پريشان ٿيو آهين.

جيڪو الله سائين ماءُ جي پيٽ ۾ ٻار جي تصوير بنائي ٿو، تہ هن جي عمر ۽ روزي بہ لکي ڇڏيندو آهي. جيئن ڪو ماڻهو غلام خريد ڪندو آهي، تہ اُن جي گهرجن جي پورائي بہ پيو ڪندو آهي، تہ جنهن الله هن ننڍڙي کي پيدا ڪيو آهي، اهو هن جي ضرورتن کي ڪيئن وساريندو؟ توکي تہ الله تي ايترو ڀروسو بہ ڪونهي جيترو غلام کي پنهنجي رئيس تي هوندو آهي.

تو ڪڏهن ماڻهن جي واتان ٻڌو هوندو، تہ اڳيئن زماني ۾ اهڙا ڀلارا بزرگ هوندا هئا، جن جي هٿن ۾ پٿر چاندي بڻجي پوندو هو. توکي شايد اها ڳالهہ سمجهہ ۾ نہ اچي. پر اصل ۾ ان جو مطلب هي آهي تہ انهن بزرگ، اهڙي قناعت اختيار ڪئي، جو وٽن چاندي ۽ پٿر ٻئي هڪجهڙا هئا. ۽ سچ آهي تہ جڏهن ٻار جي دل ۾ حرص ڪونهي، تڏهن هن وٽ سون ۽ مٽيءَ جي مُٺ ٻئي هڪجهڙا آهن.

بادشاهن جي در تي جهڪندڙ فقيرن کي ڪير ٻڌائي تہ: بادشاهہ تہ فقيرن کان بہ وڌيڪ محتاج آهن. ڇو تہ فقير کي ٻہ چار روپيا ملندا تہ

ماڻ ميڻ ۾ گذارو ڪري ويندو. پر بادشاھ ملڪ جي حاڪم هوندي بہ اندر جو بکيو آھي. ان ڪان سواءِ ملڪ ۽ قوم جي نگھباني ڪرڻ ڪا گھٽ مصيبت آھي ڇا؟ حقيقت ۾ بادشاھ تہ ھي فقير آھن، جيڪي فقير جي نالي سان سڏجن ٿا. جنھن فقير کي دل ۾ ڳڻتيون ڪونھن، اھو بادشاھن کان وڌيڪ خوشنصيب آھي.

غريب ماڻھو پنھنجي زال ۽ ٻچن سان جھوپڙيءَ ۾ اھڙو آرام سان سمھي ننڊ ٿو ڪري، جو اھڙو سک بادشاھ کي محلات ۾ بہ حاصل ڪونھي. (ھو تہ ننڊ جي گوري کائي مس ننڊ ڪندو آھي.) جڏھن ننڊ اچي ٿي تہ ان وقت جھڙو تخت تي سمھڻ، تھڙو جھنگ ۾. بادشاھ ھجي يا درزي، رات جو جڏھن سمھن ٿا، تہ صبح ٿيڻ لاءِ ھڪجھڙو ٿئي ٿو.

اي فقير! جڏھن ڪنھن ھٺيلي، مغرور ۽ ظالم بادشاھ کي ڏسين، تہ دل ۾ شڪر ڪر! جو توکي الله تعالىٰ اھڙي بادشاھي نہ ڏني، جنھن سان غريبن جو رت چوسين ۽ ساڻن ظالم ڪرين.

## وياجي سيٺ دوزخ ۾

ھڪڙو وياج خور سيٺ ڏاڪڻ تان لھندي ڪِري پيو ۽ مري ويو. پوءِ تہ ھن جي پٽ بہ ٿي ڏينھن رُنو پٽيو. نيٺ صبر ڪرڻو ئي پئجي ويس. ھڪ رات پيءُ کي خواب ۾ ڏٺائين ۽ حال احوال پڇيائينس تہ: اتي توسان حساب ڪتاب ڪيئن ٿيو؟ وياجي سيٺ ورائيو تہ: اھي احوال ئي نہ پڇ! ڏاڪڻ تان جو ڪِريس تہ سڌو دروزخ جي کڏ ۾ اچي پيس.

## ھن دنيا جو گھر سادو ئي ڀلو آھي

ڳالھ ٿا ڪن تہ: ڪنھن نيڪ ماڻھوءَ پنھنجي قد ۽ گھرج مطابق ننڍو ۽ سادو گھر ٺھرايو. ڪيس ڪنھن دوست چيو تہ: يار! تون ان کان وڏو ۽ اعلىٰ قسم جو گھر ٺھرائي سگھين پيو. تڏھن ان نيڪ ماڻھوءَ ورائيو تہ: دوست! ھيءُ گھر عارضي آھي. نيٺ اھو ڇڏڻو آھي. تہ ڇڏڻ لاءِ اھو گھرئي مناسب آھي. عربيءَ ۾ چوڻي آھي: لِدُوْا لِلْمَوْتِ وَابْنُوْالِلْخَرَابِ

(ڄٽيو مرڻ لاءِ ۽ تعمير ڪرايو ڍهڻ لاءِ.) سو ههڙو گهر ُ ئي ڪافي آهي.
قافلي سان هلندي، واٽ تي ڊاٻاهي ڪرڻ لاءِ رستي ۾ ٻہ اعليٰ گهر ٺاهبوُ آهي ڇا؟

## جيڏا اٺ تيڏا لوڏا

هڪڙي بادشاهہ کي اولاد ڪونہ هئو ۽ هتان روانو ٿي اڳئين جهان وڃي پهتو. هُو مرڻ مهل ان علائقي جي هڪڙي بزرگ کي پنهنجو جاءِ نشين مقرر ڪري مري ويو. بزرگ جڏهن بادشاهي رعب، تاب ۽ دولت جو چسڪو چکيو، تڏهن تقويٰ ۽ پرهيزگاري وساري، پڪو دنيادار بنجي پيو. پوءِ تہ پاڙي اوڙي، پرپاسي جي ملڪن سان جنگيون ڪري، وڏن وڏن بهادرن کي بہ شڪست ڏنائين. هاٿي مشهور پهلوان بہ هن جي نالي ڪان ڊڄندا هئا. ڪنهن کي بہ هن سان مقابلي جي طاقت نہ هئي.
اتفاق اهڙو ٿيو جو پاڙي اوڙي جي ملڪن پاڻ ۾ ٻڌي ڪري، لشڪر تيار ڪري، اوچتو ڀرپور حملو ڪيو. ملڪ جي چوڌاري محاصرو (گهيرو) ڪيائون، تيرن ۽ پٿرن جو مينهن پئي وسايائون. اهو حال ڏسي هيءُ نئون بادشاهہ پريشان ٿي پيو. نيٺ ڪنهن ولي الله، ڀلاري بزرگ ڏانهن ماڻهو موڪليائين تہ آءٌ مُنجهي پيو آهيان، سخت پريشان آهيان، مون لاءِ ڪا دعا گهرو تہ خير ٿئي. دشمن ٽري وڃن. چوندا آهن تہ: جتي تير تلوارون ڪم نہ ايندا آهن، اتي دعائن جو سهارو وٺبو آهي.
جڏهن ولي الله کي اهڙو نياپو مليو، تڏهن مُرڪي فرمايائين تہ: تون جيڪڏهن اٽڙ مانيءَ تي ڪفايت ڪرين ها، بادشاهيءَ جي چڪر ۾ نہ ڦاسين ها، تہ توکي اهڙو ڏينهن ڏسڻو نہ پوي ها.
ڏس تہ قارون سڄي حياتي مال ميڙڻ ۾ گذاري. اها سمجهہ ٿي نہ آيس تہ سلامتي مال ۾ ڪانهي، پر سلامتي اڪيلائپ ۽ مسڪينيءَ ۾ آهي.

## مسڪينيءَ تي صبر ڪرڻ بابت حڪايت

ماڻهوءَ جي سخاوت واري طبيعت ۾ ڪمال آهي. پوءِ هن وٽ سون چاندي ۽ پئسا ڏوڪڙ هجن يا نہ هجن. ۽ موذي ماڻهو لک پتي ٿي

پوي، تہ بہ هن جي طبيعت نہ ٿي مڃي. سخي طبع انسان وٽ پلي ماني ٽِڪي نہ هجي، پر هو دل جو شاهو ڪار آهي. سخاوت زمين آهي ۽ سرمايو پوک آهي. جيتري سخا گهٽي ڪبي، اوترو سرمايو وڌندو رهندو. جڏهن الله تعاليٰ مٽيءَ مان ماڻهو بنايو آهي، تہ اسان بہ ماڻهپو ڌاريون. دولت گڏ ڪرڻ سان ترقي ڪانهي. توهان کي خبر هوندي تہ بيٺل پاڻي بدبوءِ ڪري ويندو آهي. دولت بہ ائين سمجهہ! سخا گهٽي ڪر! ڇو تہ وهندڙ پاڻيءَ ۾ برڪت هوندي آهي. ڪو ڪنجوس ماڻهو، سُڃو ٿي پوندو تہ پيهر ترقي مشڪل ڪري سگهي. جيڪڏهن تون ماناڻتو آهين تہ بي فڪر رهہ! توکي زماني جا لاها چاڙها ڪجهہ نہ ڪري سگهندا ۽ جيڪڏهن ڪو پٽر يا پِتر رستي ۾ پيو هوندو تہ ان ڏي ڪوئي نہ نهاريندو. هوڏانهن سون جو ننڍڙو ذرڙو ڪٿي ڪري پوندو آهي، تہ بتي ڪٽي بہ ان کي ڳولهي هٿ ڪبو آهي. سخي مرد بہ سون وانگر قيمتي سمجهہ. شيشي جا ذرا پٿرن مان ئي ڪڍبا آهن. صفائيءَ ڪان پوءِ ڪم ايندا آهن.

انسان کي گُهرجي تہ مال ملڪيت بدران سٺن اخلاقن حاصل ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪري. ڇو تہ مال ملڪيت فاني آهن ۽ اعليٰ اخلاقن جو اجورو باقي رهندو.

## ڏکن ڪان پوءِ سُک

وڏڙا ڳالهہ ڪندا هئا تہ: شيراز شهر ۾ هڪڙو پوڙهو ماڻهو رهندو هو. هن جي عمر تمام وڏي هئي. ڪيئي بادشاهتون ۽ ڪيئي انقلاب هن جي نظرن آڏو گذريا هئا. شيراز شهر جي باني عَمرو بن لَيث جي زماني ۾ ڄائو هو.

هو پاڻ تہ جهور ڪراڙو هو پر هن جو پٽ نهايت خوبصورت هئو. جنهن جي حسن جي هاڪ هنڌين ماڳين هلندي هئي. ماڻهو پنڌ ڪري نينگر کي ڏسڻ ايندا هئا. اهو حال ڏسي پوڙهي پيءُ دل ۾ خيال ڪيو تہ: پٽ جو مٿو ڪوڙي ٽڪڻ ڪري ڇڏيانس. متان ماڻهن جي نظر لڳيس.

پوءِ تہ پرائي پاڪي ڪٽي، روهيءَ تي ٽِڪو ڪري، پُٽ جو مٿو ڪوڙي، اهڙي ٽڪڻ ڪيائينس، جهڙي هٿ جي تري يا موسيٰ عليه السلام جو چمڪندڙ هٿ. هاڻي سهڻي نينگر جي سونهن گهٽجي پئي. هوڏانهن پاڪيءَ بہ شرم کان پنهنجي ڇاتيءَ ۾ مُنهن لڪايو. (يعني: پاڪيءَ کي ورائي بند ڪيائون.) ڇوڪر بہ شرمسار ٿيو. ڪوڙيل ڪارا وارا هن جي سامهون پيا هئا.

ان ڇوڪر جو هڪڙو عاشق هئو، جنهن کي هن حادثي کان ڏاڍو صَدمو رسيو. پوءِ ڪنهن ماڻهوءَ هن عاشق کي سمجهايو تہ. تون اجايا ۽ ابتا خيال ڇڏي ڏي، پاڪيءَ هن نينگر جي شڪل ئي بگيڙي ڇڏي آهي. اهو ٻڌي عاشق ٿڌو ساهہ کنيو ۽ چيائين تہ: آءٌ نفس جو پوڄاري نہ آهيان. منهن جي محبت پاڪ آهي، نينگر کي مٿي تي وار هجن يا نہ هجن ڪو فرق ڪونہ پوي. آءٌ هن جي وارن تي موهت ناهيان. هن جو منهن ڪونہ مٽيو آهي. البت وار ڪٽيا آهن. جيڪي چند ڏينهن ۾ وري ڦٽي پوندا. ٻلا ڪنهن وڻ جا پن سرءُ ۾ ڇڻي پون، تہ بهار ۾نيٺ ڦٽندا. اهو ٺہ ائين آهي جيئن ڪجهہ گهڙيون سج ڪڪرن ۾ لڪي وڃي. وري ظاهر ٿي پوي.

ان مثال وانگر ڪو بزرگ ڀلارو ماڻهو پريشان ٿي پوي تہ تون ڪڪرن ۾ لڪل سج وانگر سمجهہ! هو وري ساڳي منزل ماڻي ويندو. البت ڪو حاسد ماڻهو پنهنجي مرتبي تان ڪِرندو آهي، تہ ان جي عزت هميشه لاءِ ختم ٿي پوندي آهي، اهو ائين سمجهہ جيئن چمڪندڙ ٽانڊو پاڻيءَ ۾ ڪِريو ۽ وسامي ويو.

اي دوست! چوندا آهن تہ: ڪنهن اوندهہ کان نہ گهبرائجي. مٿان ان اوندهہ ۾ آبِ حيات جهڙو سياڳ سمايل هجي. زمين جي حرڪت جبلن پوڻ سان مٽجي وئي ۽ مون (سعديءَ) بہ گهڻا سفر ڪري گهڻو پرايو آهي ۽ هي سبق سکيو اٿم تہ مشڪلات آڏو اچڻ سان انسان اصل نہ گهبرائي، مايوس نہ ٿئي. ڇو تہ ڏکن جي رات نيٺ تہ ڪٽندي، سکن جو سج نيٺ تہ اُڀرندو.

باب ستون

# تربيت بابت

هاڻي گهوڙن، ميدانن ۽ راندين جي ڳالهين کي ڇڏي، سٺن اخلاقن، ادبن بابت لکون ٿا.

اي انسان! تون وڏي دشمنِ نفس سان ناھ کيو آهي ۽ ھين سان جنگ ڪرڻ جي فڪر ۾ آهين. نفس کي حرام ڪارائي، متارو ڪيو اٿئي ۽ رستم ۽ سام جهڙن مشهور پهلوانن سان مقابلي جون ڳالهيون ويٺو ڪرين. ڪوبہ وڏي دشمن کي ماري مڃائڻ جو فڪر ڪونہ ٿو ڪري. تون ننڍن ٻارن وانگر اجايو ھين جا مٿان نہ ٿاڙ! پر پنهنجي اصلاح ڪر!

تنهن جو جسم (وجود) چڱاين ۽ ٻراين جو شهر آهي. جنهن جو تون پاڻ بادشاھ آهين ۽ عقل ان جو وزير آهي. ان شهر ۾ ڪي اشراف تہ ڪي ڪميڻا ماڻهو رهن ٿا ۽ ڪي ڪميڻا اشرافن جي روپ ۾ رهن ٿا. اهڙن جا نالا اٿئي: تڪبر، ڪاوڙ، حرص ۽ هوس. هوڏانهن پرهيزگاري ۽ رب جي رضا تي راضي رهڻ بہ اتي جا آزاد شهري آهن. نفس ۽ حرص جا مريد بہ چورن ۽ کيسن ڪترينڌڙن وانگر رهن ٿا. هاڻي جيڪڏهن شهر جو بادشاھ، اهڙن بدمعاشن سان مهربانيون ڪندو رهندو، تہ اتي شريف انسان سک ۽ سڪون سان رهي نہ سگهندا. چو تہ، بدمعاش ڪنهن شريف جي پٺڪي لاهيندي دير ئي نہ ڪندا آهن.

شهوت، حرص، ڪينو، ڪپٽ ۽ حسد تو ۾ ائين ٿا رهن، جيئن رڳن ۾ رت هلي ۽ جسم ۾ ساھ آهي. هاڻي اهڙا دشمن جيڪڏهن پلچي پهلوان ٿيا تہ تنهنجو چيو بہ نہ ڪندا. پوءِ تون انهن سان مقابلو ڪري بہ نہ سگهندين، مجبوراً انهن آڏو ڊسجي پوندين. جنهنجو عقل تيز هوندو، تہ اهو مقابلو بہ ڪري سگهندو. توهان ڏنو هوندو تہ جتي چوڪيدار

سجاڳ ۽ هوشيار هوندو آهي، اتي چور ۽ لوفر اچي ئي نہ سگهندا آهن.

جنهن بادشاهہ دشمن کي ڪا سزا نہ ڏني، اهو بادشاهي نہ ڪري سگهندو. وڏيڪ گهڻو لکڻ نٿو چاهيان. ٿورو لکيو گهڻو سمجهندا. ڪو سياڻو عمل ڪرڻ چاهي، تہ ان لاءِ هڪڙو حرف بہ ڪافي آهي.

## خودي ۽ خاموشيءَ بابت

تنهنجو عزم ۽ ارادو پهاڙن وانگر مضبوط هجي 'لڏندڙ نہ هجي' تہ توکي بہ ائين بلندي حاصل ٿيندي، جيئن پهاڙن جون چوٽيون آسمان سان ڳالهيون ٿيون ڪن. اي سياڻا عالم سگهورا! تون زبان تي ڪنٽرول رک! پوءِ بي زبانن وانگر حساب ڪتاب کان ڇُٽي پوندين. جيئن سمنڊ جي سِپي موتين کان سواءِ وات نہ کوليندي آهي، تون بہ مخفي رازن کي ائين سانديءِ! گهڻ ڳالهائو انسان ٻوڙو ٿيندو آهي ۽ نصيحت بہ ان تي اثر ڪندي آهي، جيڪو ماٺ ڪري ٻين جي ڳالهہ ٻڌندو. ڀلا، جنهن کي پنهنجو ڳالهائڻ ئي پسند هوندو، تہ ٻين جي ڳالهائڻ مان ان کي مزو ڪيئن ايندو؟

بنا سوچڻ سمجهڻ جي ڪا ڳالهہ نہ ڪجي. ٻئي جي شروع ڪيل ڳالهہ کي اڌ ۾ نہ ڪٽجي. سوچي سمجهي ٿورو ڳالهائيندڙ، گهڻ ڳالهائو حاضر جواب کان بهتر آهي.

انسان کي ڳالهائيندڙ بڻايو ويو آهي، اهو هن کي وڏو ڪمال حاصل آهي. پر بيهودي بڪواس ڪري ماڻهو پاڻ کي بيڪار بڻائيندا آهن. گهٽ ڳالهائيندڙ انسان کي تون لڄي ٿيندي نہ ڏسندين. جيئن مِٽيءَ جي دڙي کان جوَ جيتري خستوري بهتر آهي. ائين اجائي ۽ گهڻي ڳالهائڻ کان، ڪارائتو ٿورو ڳالهائڻ بهتر آهي. بيڪار ۽ اجاين ڏهن جملن کان ڪم جو هڪڙو اکر ڳالهائڻ بهتر آهي. جيئن اڻ چاڻ جي هلايل هڪ سؤ تيرن کان چاڻو ۽ هٿ سڌي انسان جو هڪ تير ئي ڪارائتو هوندو آهي.

پريٽ ۽ پنهنجي منهن بہ اهڙي ڳالهہ نہ چئجي جنهن جي ظاهر ٿيڻ کان پوءِ شرمساريءَ سبب لڄي ٿيڻو پوي. پٽ جي پٺيان بہ ڪا ڳالهہ نہ

ڪجي. چوندا آهن ته: ڪنهن کي به ڪَن آهن. تنهنجي دل رازن جو خزانو هجي. ان جو دروازو ڪليل ڇڳو نه آهي. سياڻا ماڻهو، وات کي چڻ سبي ڇڏيندا آهن، جو نڪو زبان هلي، نڪو ڪتي ٻارڻ ٿي ٻري.

## رازداريءَ بابت ڳالهه

تُرڪستان ملڪ ۾ تڪش نالي هڪ بادشاهه هوندو هو. ان پنهنجي هڪ غلام کي ڪنهن مخفي راز جي ڳالهه ٻڌائي، پوءِ تاڪيد ڪيائينس ته: اها ڳالهه ڪنهن کي به نه ٻڌائجانءِ. سال ڪن ته هُن راز کي اندر ۾ سانديو. ٻاهر ٻاق نه ڪديائين. پوءِ ڇا ٿيو جو هڪ ڏينهن اها ڳالهه سڄي ملڪ ۾ پکڙجي وئي. بادشاهه اچي ڏمريو، جلاد کي حڪم ڪيائين ته: ان غلام جي سِسي ڌڙ کان ڌار ڪري ڇڏ! اهو حال ڏسي اتي ويٺلن مان هڪڙي داناء، بادشاهه کي عرض ڪيو ته: اي بادشاهه سلامت! بي گناهه غلام کي نه ماراءِ! جو اهو گناهه اصل توهان کان صادر ٿيو آهي. توهان هن کي راز ٻڌايو ٿي نه ها. ۽ هاڻي جڏهن ڳالهه جهان ۾ پکڙجي وئي آهي، تڏهن ان کي بند ڪيئن ڪري سگهبو. راز جي ڳالهه ٻئي ڪنهن کي ٻڌائڻ ٿي نه گهرجي. راز کي سيني ۾ ساندڻ گهرجي.

دولت ۽ خزانو. خزانچي نوڪرن جي حوالي ڪري ڇڏبو آهي. پر راز ڪنهن کي نه ٻڌائبو آهي. جيسين ڪا ڳالهه تو زبان مان نه چئي آهي، تيسين تنهنجي قبضي ۾ آهي. جڏهن اها ڳالهه تو چئي ڇڏي تڏهن تنهنجي قبضي مان نڪري وئي. راز جي ڳالهه کي هڪ ديوُ سمجهه، جيڪو دل جي کوهه ۾ بند آهي. هاڻي ان کي زبان تي نه چاڙهه. سرڪش ديوُ هڪ دفعو قيد مان نڪتو، ته وري ڪتي تو قيد ۾ اچي سگهي! تندي هوندي ديوَن پرين جي ڳالهين ۾ ٻڌندا هئاسين ته: ڇڏائي ويل ديو "لاَحَولَ وَلاَ قُوةَ الاَّ بِاللهِ العَلِيِّ العَظِيمِ" وظيفي سان به وري بند نه تو ٿي سگهي.

اهڙي ڳالهه ٻين سان چو ڪجي، جنهن جي ظاهر ٿيڻ کان پوءِ

مصيبت مچي پوي. ڪنهن بي سمجهه اڻوجهه مڙس کي سياڻي زال چيو ته: ڳالهائين ته سوچي سمجهي ڳالهاءِ، نه ته پلائي ڪري ماٺ ۾ گذاريندو ڪر!

## جاهل جي سلامتي ماٺ ۾ آهي

مصر ۾ هڪڙو خوش خُلق درويش رهندو هو ۽ گهڻو ڪري خاموش رهندو هو. جنهن ڳالهائڻ کان روزو رکيل هوس. پري پري جا ماڻهو کهي اچي ان درويش جي زيارت ڪندا هئا. هڪڙي ڏينهن ان درويش دل ۾ سوچيو ته: سياڻن جو چوڻ آهي ته: ماڻهوءَ جا هنر سندس زبان هيٺان لڪل آهن. سو آءٌ جيڪڏهن هيئن هميشه ماٺ ۾ رهندس، ته ماڻهن کي منهنجي عقل ۽ سمجهه جي پرک ڪيئن پوندي؟

هاڻي جڏهن ڳالهائڻ ٻولهائڻ شروع ڪيائين، تڏهن ننڍي وڏي ۽ دوست دشمن کي معلوم ٿي ويو ته هن کان وڌيڪ بي عقل مصر جي ملڪ ۾ مشڪل ملي. پوءِ ته، اينڌڙ زيارتين جي رش ئي ختم ٿي وئي. ماڻهو کانئس مُتنفر ٿي ويا. هاڻي درويش به اتي رهڻ ۾ چڱائي نه سمجهي. روپوش ٿيڻ ۾ ئي ڀلائي نظر آيس. سو ويندي ويندي مسجد جي محراب تي هي اکر لکي سفر تي روانو ٿي ويو:

آءٌ جيڪڏهن آرسيءَ ۾ پنهنجو منهن ڏسان ها، ته پاڻ کي واڻکو نه ڪريان ها. آءٌ هئس ڪوجهو، پر خواهه مخواهه پاڻ کي سهڻو پئي سمجهيم. نه ڳالهائڻ سبب ملڪ ۾ مشهور ٿي ويس. ۽ جڏهن ڳالهايم، تڏهن رونق ئي مٽجي وئي. هاڻي پنجي جان تو بچايان.

اي سياڻا! تو لاءِ ماٺ ۾ رهڻ بهتر آهي. ان ۾ عيبن جو ڍڪ به آهي ته عزت به آهي. جيڪڏهن تون عالم آهين، ته گهڻو ڳالهائي پنهنجو رعب نه گهٽاءِ ۽ جيڪڏهن جاهل آهين، ته پنهنجي اوڻاين کي ڳالهائڻ سان ظاهر نه ڪر! پنهنجي اندر جي رازن کي جلدي ظاهر نه ڪر! جڏهن ضرورت پئي ته پوءِ به ظاهر ڪري سگهين ٿو. جڏهن ڪنهن جو راز ظاهر ٿي پيو ته ڪوشش سان به ان کي لڪائي نه سگهبو.

قلم لاءِ مشهور آهي تہ: جيڪڏهن ان ۾ چير نہ هجي تہ جيڪر لکي ئي ڪونہ. تڏهن ڪنهن سياڻي چيو تہ قلم وٽ راز آهن ۽ هو انهن کي لڪائيندو رهندو آهي. البت جڏهن چير ڏبس تڏهن راز کوليندو ۽ لکندو ويندو آهي.

الله تعاليٰ انسان کي ڳالهائڻ واري زبان ڏني ۽ ٻين جانورن کي خاموش خلقيائين. هاڻي جيڪڏهن، انسان اجائي بڪواس بَڪي، تہ جانور کان بہ بدتر آهي. ڳالهائجي تہ ماڻهپي سان ڳالهائجي، نہ تہ جانورن وانگر خاموش رهڻ ڀلو آهي. انسان عقل ۽ ڳالهائڻ جي صلاحيت سبب انسان آهي. بنا سوچڻ سمجهڻ جي طوطي وانگر ڳالهائڻ سان هو چريو ليکبو.

## مڪڙيءَ وانگر ماٺ ۾ رهجي

ڪٿي ٻن ماڻهن ۾ جهيڙو ٿي پيو. هڪڙو گارين ڏيڻ ۾ ڪاهي پيو. ۽ ٻئي وري مُڪون، ٺونشا هڻي، گارين ڏيندڙ جا ڪپڙا ڦاڙي رکيا. پوءِ تہ ڦاٽل ڪپڙن سان هلڻ بدران شرم ڪري اتي ئي ويهي رهيو. اتفاق سان اتان هڪڙو ماڻهو لنگهي رهيو هو. ان چيس تہ: اڙي چريا! ڳُل جي مڪڙي وانگر چپ بند رکين ها، نہ ڳالهائين ها، تہ هيئن تنهنجي ڪپڙن جي حالت نہ ٿئي ها.

اڻ ڄاڻ ماڻهو اجائي بڪواس ڪندو آهي ۽ گهڻ ڳالهائو دهل وانگر اندران خالي کوکو هوندو آهي. توهان ڏٺو هوندو تہ باهہ پڙڪندي آهي تہ، پاڻي ان کي هڪدم وسائي ڇڏيندو آهي. سياڻي ۽ داناء کي ٻڌائڻ جي ڪا ضرورت ڪانهي تہ آءٌ سياڻو آهيان. ڀلا عطر وڪڻندڙ کي کهڙي ضرورت پئي آهي جو عطر جو هوڪو ڏئي. عطر جي سرهاڻ ئي هن لاءِ اشتهار وانگر آهي.ڪنهن سون جي خالص هجڻ لاءِ قسمن کڻڻ جي ڪا ضرورت ڪانهي. اهو فيصلو ڪسوٽي ئي ڪندي. ائين تہ ڪيترا ماڻهو سعديءَ جي گلا مان بہ نٿا ڍاپن! پوءِ ڇا ٿي پيو؟ مخالف منهنجي ڪل لاهي سگهن ٿا، منهنجو دماغ ۽ عقل تہ نٿا ڦري سگهن.

## ٻوليندڙ بلبل جي ڳالهه

بادشاهه عَضدُ الدوله ديلميءَ جو پٽ بيمار ٿي پيو. گهڻن ويڄن طبيبن علاج ڪيس، پر ڪو فرق ڪونه پيو. نينگر چاڪ نٿي ٿيو ۽ پيءُ ڏاڍو پريشان ٿي پيو. ڪنهن بزرگ، بادشاهه کي نصيحت ڪندي چيو ته: پٽ جي تندرستي چاهين ٿو ته هنن جهنگلي پکين کي آزاد ڪري ڇڏ! جن کي تو ڦاسائي پڃرن ۾ ڪٽي بند ڪيوآهي. پوءِ تنهنجو پٽ به بيماريءَ جي قيد مان آزاد ٿي پوندو. بادشاهه ائين ئي ڪيو. پڃرن جون دريون کولي ڇڏيائين، پکي اڏامي، آزاديءَ سببان لاتيون لنوندا هيڏي هوڏي هليا ويا. البت هڪڙي بلبل کي آزاد نه ڪيائين. ڇو ته ان جي ٻولي نهايت مٺڙي هوندي هئي ۽ بادشاهه جي خاص باغ ۾ ان جو پڃرو ٽنگيل هوندو هو. بلبل سڄو ڏينهن پيو مٺڙيون ٻوليون ٻوليندو هو.

بادشاهه جو بيمار پٽ صبح سان باغ ۾ ويو، تڏهن ڏٺائين ته هڪڙي بلبل کان سواءِ ڪوبه پکي پڃري ۾ ڪونهي. سڀ پڃرا خالي ٿيل آهن. پوءِ شهزادي مُرڪي ان اڪيلي بلبل کي چيو ته: شايد تون پنهنجين مٺڙين ٻولين سبب پڃري ۾ پيو آهين. ٻين پکين وانگر ماٺ ۾ گذارين ها، ته اڄ تون به آزاد هُجين ها.

سياڻن چيو آهي ته: جيڪو اڪر ڪنهن ڳالهايو ناهي، ته ان بابت ڪا ڳڻتي به ڪانهي. پر جڏهن ڪو اکر ڳالهائبو ته ان لاءِ دليل پڻ ڏيڻو پوندو. مون (سعديءَ) پاڻ تجربو ڪري ڏٺو آهي، جو ٻه چار ڏينهن صفا خاموش ٿي ويو هوس. ته ان وقت منهنجي ڪو گلا به نه ڪندو هو. مطلب ته اجاين ڪچهرين کان پاسائتو رهبو ته دل جو سڪون نصيب ٿيندو.

اي سياڻا! تون مخلوق جا عيب ظاهر نه ڪر! تون پنهنجي اوڻاين جو فڪر ڪر! ٻيا توکي گهٽ وڌ ڳالهائن، ته تون ڪن ئي نه ڏي. جڏهن ننگو ماٺو ڏسبو آهي، ته پنهنجون اکيون بند ڪبيون آهن.

## جوشيلي مريد جو قصو

ڳالهه ٿا ڪن ته ترڪستان جو هڪ فوجي نشي ۾ مست ٿي راڳ

ڳائي، ساز وڄائي رهيو هو. ڪنهن بزرگ جي هڪڙي جوشيلي مريد جي نظر پئجي ويس، پوءِ تہ مريد جوش ۾ اچي ويو، ديبڪي ۽ يڪتارو لت سان ڀڃي ڇڏيائينس.

اهو حال ڏسي، جوشيلي مريد کي ملنگن اچي ورتو. وارن کان پڪڙي لتُن ۽ مُڪن سان اهڙين ڪٽيائونس جيئن اڳهاڙو دهلڙي کي ٽي ڪُٽيائون. مطلب تہ سٺي ڪُٽي مريد کي ڦيهي رکيائون. مار سبب هن کي لڳن ۾ اهڙو سور ٿيو، جو سڄي رات سک نہ آيس. صبح ٿيو تہ رڙهي مُرشد وٽ آيو ۽ ڪالهوڪي مار بابت احوال ڏنائينس. مرشد چيس تہ: جيڪڏهن، مار ڏکي ٿي لڳئي، تہ ارڏائي نہ ڪر! تون بُرائي ڏسي ڪنڌ هيٺ ڪري هليو وڃين ها. (جتي برائيءَ کي هٿن سان روڪي نہ سگهجي، نڪو زبان سان روڪڻ ٿي فائديمند سمجهجي، تہ اتي صبر ڀلو آهي.)

هڪڙا بہ ماڻهو رستو وٺيو ٿي ويا. واٽ تي ڏٺائون تہ ماڻهن جو پاڻ ۾ جهيڙو ٿي پيو آهي. پٿرن، پٽرن ۽ جوتن جو وسڪارو لڳو پيو آهي. هنن ٻن ڄڻن مان هڪڙو، پاسو وٺيو ڪن ٻوساٽيو هليو ويو ۽ گهر اچي ساهہ پٽيائين ۽ ٻيو همراهہ ڪو جوشيلو ۽ جذباتي هو، سو پاڻ تي ڪنٽرول ڪري نہ سگهيو ۽ پرائي جهيڙي ۾ ٽپي پيو. هوڏانهن بہ وڏا بي رحم ماڻهو هئا جو ڏک هٽي هن واتهڙوءَ جو مٿو ڦاڙي وڌائون.

الله تعاليٰ اسان کي اکيون ڏسڻ لاءِ، ڪن ٻڌڻ لاءِ ۽ دل، دماغ سوچڻ سمجهڻ لاءِ عطا ڪيا آهن. سياڻي ماڻهوءَ جو ڪم آهي تہ: اهڙين جاين تي عقل کان ڪم وٺي. ڪنهن کي ننڍي ڇوڻ يا وڏي ڇوڻ سان واسطو ئي نہ رکي.

## ٻين جي معاملي ۾ دخل اندازي ڪرڻ جي سزا

هڪڙي سياڻي سيبتي پوڙهي عجيب واقعو بيان ڪيو ۽ تجربيڪار پوڙهن جون ڳالهيون ٻڌڻ جهڙيون آهن. چيائين تہ: آءٌ هندستان جي ڪنهن رياست ۾ ويس. اتي هڪڙو ڪوجهو حبشي ڏٺم، جيڪو اونداهي رات جهڙو ڪارو هئو. قداور ۽ تندرست بہ هئو. ان جي ڪڇ

۾ چند جهڙي خوبصورت نوجوان ڇوڪري هئي. ان خوبصورت ڇوڪريءَ کي هن ڪاري حبشيءَ ڪڇ ۾ ائين ڏڪي ڇڏيو هو جيئن رات ڏينهن کي لڪائي ڇڏيندي آهي. اهو لقاءُ ڏسي مون کي غيرت اچي وئي، چڙ چڙهي وئي. دل ۾ خيال ڪيم ته: اَمرُ بِالمعرُوف ۽ نَهيُ عَنِ المُنڪَر (نيڪيءَ جو حڪم براين کان روڪڻ) جو حق اڄ ادا نه ڪندس ته ڪڏهن ڪندس. پوءِ ته به چار پٿر هٿ ۾ ڪنيم ۽ هن ڪاري شيديءَ کي هڪل ڪيم. چيومانس: او بي شرم، بي حياء! اڙي بي غيرت! ڪجهه خدا جو خوف ڪر! اهو ڇا ٿو ڪرين؟ ائين اُلرون ڪيونمانس ۽ دڙڪا ڏنامانس، جو اهو شيدي ڇوڪريءَ کي ڇڏي وڃي ڀڳو. اهڙو نظارو هو، ڄڻ ڪاري ڪانويلي اڏامي وئي هئي ۽ هن جو سفيد آنو چمڪي رهيو هو.

پوءِ اها ڇوڪري مون تي ڇوهه ڇندڻ لڳي. چوي پئي ته: اي مَڪار مُلا! مڪر جي عبادت ڪري ويٺا دنيا ڪارڻ دين وڪڻو. تنهنجي هٿ اچڻ جو به ڪو ڪَپُ هئو. مون کي ان محبوب لاءِ سڪندي عرصو ٿيو هو. ان جي ملڻ لاءِ باسون پئي باسيم، ڪانگ پئي اڏايم، اڄ مَس مَس مولا ڪٿي ملايو هو، پر تو نياڳي اچي، اهو ماٺو مون کان کسي ورتو، ڄڻ منهنجي وات ۾ پيل گرهه ڪڍي ورتئي. توکي مون مظلوم تي ڪو رحم نه آيو. چئي رهي هئي ته: هيءَ دنيا ظالم آهي. رحم جو نالو نه رهيو آهي. هاءِ جيڪر اڄ ڪو جوان مڙس هجي، جيڪو هن پوڙهي کان پلاند ڪري. هٿي ڏندا دماغ ڦاڙي، ڇاڙي پيچي رکيس. هي کهڙو نه ڪُڌو آهي جو اسان جي معاملن ۾ پئي، بي شرمائيءَ جهڙو ڪسو ڪم ڪيو اٿس.

هن نوجوان ڇوڪريءَ جون اهڙيون دردليون دانهون ٻڌي، شرم کان منهنجو ڪنڌ هيٺ ٿي ويو. هوءَ منهنجي اَلفيءَ ۾ هٿ وِجهيو جهليو بيٺي هئي. ڇا جو ڇا چئي، ڄڻ مون کان انتقام وٺي رهي هئي. نيٺ مون اتان پنهنجي جان ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪئي. جيئن ٿي هن کان ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪيم، تيئن الفي ڦاٽي پئي. آءٌ اُگهاڙو ٿي پيس. پر

پوءِ بہ اهڙي حالت ۾ پڇي وڃڻ ۾ بهتري سمجهيم. جو تہ جيڪا بي عزتي هوءَ چوڪري ڪري رهي هئي، ان ڪان هن حال ۾ پڇڻ ۾ گهٽ بي عزتي پئي سمجهيم.

ڪجهہ عرصي گذرڻ ڪان پوءِ اها عورت منهنجي پرسان اچي لنگهي. مون کي چيائين تہ پوڙها! مون کي سڃاڻين ٿو؟ چيومانس: تون بہ ڪا وِسرڻ جي شيءِ آهين؟ بلڪل ياد آهين. مون ان ڏينهن ڪان وٺي توبہ ڪري ڇڏي آهي. جو اهڙن اجاين ڪمن ۾ وقت وڃايان. پراون معاملن ۾ ٽنگ اڙائي خوار خراب ٿيان.

آءُ جيڪڏهن سياٽپ ڪري ٻين جي معاملات ۾ دخل اندازي نہ ڪريان ها، تہ منهنجي بي عزتي نہ ٿئي ها. اڳتي اهڙو لقاءُ ڏسي، ڪَنَ ٻوسائي، نظرون هيٺ ڪري، پاسڙو وٺيو هليو ويندس. چوندس تہ اُسڪي او ڄاڻي. ٻيو ڇا؟

## ٻين جي عيبن ڍڪڻ بابت حڪايت

حضرت دائود طائي مشهور بزرگ ٿي گذريو آهي. ان وٽ هڪڙو ماڻهو ڊوڙندو آيو. چيائين تہ: سائين فلاڻو صوفي فقير، رستي تي پيو آهي، نشي ۾ الوٽ آهي. ڪپڙن ۽ پٽڪي تي قيءِ لڳل اٿس، جو ڪتا پيا ٽا چٽين.

بزرگ جڏهن اهڙو احوال ٻڌو، تڏهن ڳالهہ ڏاڍي ڏکي لڳس. منهن ۾ گهنج پئجي ويس. (سوندِ وڌائين) ڪاوڙ سبب ڪجهہ وقت بلڪل خاموش رهيو، پوءِ فرمايائين تہ: اهڙن وقتن تي دوست ئي ڪم اچي سگهن ٿا. هاڻي تون وڃ ۽ فقير کي اتان ڪڍي هت آڻي پهچاءِ! جو تہ نشو پيئڻ شريعت ۾ بہ منع آهي تہ فقيرن لاءِ اهڙا ڪم شرم جو سبب آهن.

بزرگ جو اهڙو حڪم ٻڌي، ڳالهہ ڪرڻ وارو ماڻهو اچي ڦاٿو. اٿين جڻ گڏهہ گپ ۾ گپي پيو هجي. نہ وڃڻ جي واٽ نہ واپسيءَ جي واهَ. جو تہ جيڪڏهن هو بزرگ جو حڪم نٿو مڃي، تہ مريدي تي ختم ٿئيس ۽ جيڪڏهن نشئي فقير کي ٿو ڪلهو ڏئي ڪڍي، تہ لوڪ

ٿو ڪلِيس. في الحال تہ ٺُپيءَ ۾ پئجي ويو. گھڻي سوچ ويچار کان پوءِ نفس کي هن تي راضي ڪري ورتائين تہ، بزرگ جو چيو مڃي، فقير کي رستي تان کڻي اچان. پوءِ تہ سندرو ٻڌي ويو ۽ نشي واري فقير کي کڻي آيو.

هاڻي تہ ماڻهن جاوات ڪلي پيا. ڪي چئي رهيا هئا تہ: درويش جي تقويٰ ڏسڻ وٽان آهي ۽ ڪي چون پيا تہ: ڏسو تہ درويش فقير بہ شراب جي چڪي پيئڻ کان نٿا مُڙن. اهڙا فقير، گودڙي گروي رکي بہ نشي جي ڳوٺي وٺي ايندا. ماڻهو هٿ جي اشارن سان هڪ ٻئي کي ڏسين پيا تہ: هو جيڪو فقير ڪُلهي تي آهي اهو نشي ۾ ٻڏل آهي ۽ هيءُ کڻڻ وارو بہ اڌرڪ نشئي ڏسجي ٿو.

سياڻا چوندا آهن تہ: سِر تي تلوار وَهي وڃي، پر عوام ۾ ماڻهو لڄي نہ ٿئي. مطلب تہ، هن ماڻهوءَ نشي واري فقير کي ڪنيو ۽ سڄو ڏينهن سنيال ڪيائينس ۽ جڏهن رات ٿي، تہ ڪيس اتي ئي ڇڏي آيو جتان ڪنيو هئائينس ۽ سڄي شهر ۾ جيڪا هن لاءِ چؤ پچو هلي ۽ ٽوڪون ٿيون. ان فڪرات ۾ سڄي رات ننڊ ئي نہ آيس.

ٻئي ڏينهن حضرت دائود طائيءَ ڪلي هن کي چيو تہ: ابا! هن فقير جي شڪايت منهنجي آڏو نہ ڪرين ها، تہ سڄي شهر ۾ اهڙو خوار بہ نہ ٿين ها. اڳتي ائين نہ ڪجانءِ!

## سياڻن جو قول

اي انسان! تون چڱن توڙي بُرن ماڻهن لاءِ گهٽ وڌ نہ چؤ. سياڻپ جي اهائي تقاضا آهي. جيڪڏهن تو ڪنهن بري جي برائي بيان ڪئي تہ اهو پنهنجي بدنامي سمجهي تنهنجو دشمن ٿي پوندو. پر جيڪڏهن ڪنهن چڱي ماڻهوءَ کي بُرو چوندين، تہ اهو نهايت ڪسو ڪم آهي ۽ اهڙي چغلي هٽي، تون پنهنجي بڇڙائيءَ جو اعلان ٿو ڪرين. پوءِ سمجهبو تہ تون هن کي نہ، پر پاڻ کي برو چئي رهيو آهين.

ٻيو ماڻهو تڏهن بڇڙو ٿيندو جڏهن ان جي برائي ظاهر ٿي پوي.

پر جيڪو پنهنجي برائيءَ جي پاڻ شاهدي ڏئي، ته اهو وڏيڪ بيڙو چئبو. ۽ جيڪو ماڻهو ٻين ماڻهن جي گلا ڪرڻ پنهنجي عادت بنائي چڪو آهي، پوءِ چو نه اهو سچ ئي ڳالهائيندو هجي، ته به خراب آهي. چو ته اها چغل خوري چئبي ۽ چغل خوريءَ جي برائيءَ ۾ ڪنهن کي شڪ ئي ڪونهي.

## گلا ڪرڻ ڪسو ڪم آهي

هڪڙي ماڻهوءَ ڪنهن مشهور ۽ وڏي عالم آڏو ٻئي جي گلا ڪئي. تڏهن هن عالم سمجهايس ته برخوردار! مون وٽ ڪنهن جون خاميون بيان نه ڪندو ڪر! مون کي اجايو بدگمانيءَ ۾ نه ڦاساءِ! هن جي گلا ٻڌڻ سان سندس عزت منهنجي نظر ۾ گهٽ ٿي پوندي. پر تولاءِ به مون وٽ عزت نه رهندي.

## چوري ۽ چغل خوريءَ ۾ فرق

هڪڙي ماڻهوءَ مون وٽ ڳالهه ڪدي ته: چغل خوريءَ کان ته چوري بهتر آهي. اهو ٻڌي آءٌ مُرڪيس، جو اول سمجهيم ته هي يوڳ ٿو ڪري. ڪاڏي چوري، ڪاٿي چغلي. پر هو ڳالهه سايبان ۾ ڪري رهيو هو. نيٺ چيومانس ته: دوست! تو واري اها ڳالهه منهنجي سمجهه ۾ نه آئي، مون کي سمجهاءِ! چيائين ته: جيڪڏهن ڪو چور دليري ڪري پرايو حق کائي ٿو ته ڪجهه پيٽ نه پرجيس ٿو. پر چغل خور اهڙي بي عقلي ٿو ڪري، جو پيٽ ته ڪونه ڀر بُس، البت اعمالنامو ڪارو ٿيندس.

## حسد ڪندڙ ۽ گلاخور

(شيخ سعدي رحمة الله عليه مدرسه نظاميه ۾ تعليم حاصل ڪري رهيو هو. اتي پڙهڻ سان گڏ ڪجهه پڙهائڻو به پوندو هوس. سعديءَ جو چوڻ آهي ته:) هڪ ڏينهن وڏي استاد وٽ دانهن ڪئي ويس ته: فلاڻو طالب العلم مون سان حسد ٿو ڪري، اندر ۾ پيو ٿو ڪڙهي.

مون ڏنو آهي ته جڏهن آءٌ حديث جي سبق کي پيرو ڏيندو آهيان ۽ حديث جو مطلب بيان ڪندو آهيان، ته هو وٺَ پيو ڪائيندو آهي.

استاد خاموشيءَ سان منهنجي ڳالهه ٻڌي. پوءِ ناراض ٿي فرمايائين ته: توکي هن دوست جو حسد نه ٿو وڻي. پر توکي ڪنهن سيکاريو آهي ته: گلا ڪرڻ چڱو ڪم آهي. ٻنهي جا قدم دوزخ ڏانهن ٿا کڃن، رڳو واٽ ۾ فرق آهي. هو حسد واري واٽ سان دوزخ ۾ ٿو وڃي، ته تون گلا واري واٽ سان.

## ظلم ۽ گلا

ڪنهن ماڻهو ٻئي کي چيو پئي ته: حجاج بن يوسف وڏو ظالم بادشاهه هئو. هن جي دل ڪاري پٿر وانگر سخت ۽ ڪاري هئي. هن هزارين لکين ماڻهو ماريا، ڪو رحم نه ايندو هوس. اي الله سائين! تون مخلوق سان انصاف ڪجانءِ ۽ حجاج کان حساب ڪتاب چڪي وٺجانءِ!

هڪڙي پيرسن اهي اکر ٻڌا پئي. پوءِ نصيحت ڪندي چيائينس ته: اي فلاڻا! تون جو حجاج جي شڪايت پيو ڪرين. سو هن کان ته الله تعاليٰ حساب وٺندو پر توهان جَهڙن پرائي پچار ڪندڙن کان به ضرور حساب وٺندو. تولاءِ سٺو آهي ته، هن جو معاملو الله جي حوالي ڪري ڇڏ! هن جي مغروري به خراب هئي، پر تنهنجي ڪيل گلا به چڱي ڪانهي. هڪڙو ظلم ۽ بدبختيءَ سبب دوزخ ۾ ويندو ۽ ٻيو ماڻهو هن جي گلا غيبت ڪري ان جي پٺيان ڊوڙي رهيو آهي ته اهو اڪيلو دوزخ ۾ چو وڃي. آءٌ به گڏ هوندوسانس.

## بدگماني گناهه آهي

ڪنهن درويش هڪڙي ڇوڪري سان مذاق ڪئي ۽ کلي ڳالهايائينس. ڪن بزرگن هن جي کلڻ کي بدڪاريءَ جو سبب سمجهيو ۽ پاڻ ۾ ان بابت ڇو پڇو ڪرڻ لڳا. نيٺ اها ڳالهه هلندي ڪنهن اهل دل، نهايت دانا، بزرگ تائين پهتي. تڏهن ان فرمايو ته: درويش جي عيبن

ڪي اگهاڙو ڪرڻ يا هن ۾ بدگماني ڪرڻ ۽ سندس گلا ڪرڻ، اهي ڪم به جائز ڪونهن.

## اول ادب ۽ اخلاق جي تعليم ڏجي

شيخ سعديءَ فرمايو ته: ننڍپڻ ۾ مون کي روزي رکڻ جو شوق ٿيو. حالانڪ ان وقت منهنجي عمر ايتري هئي، جو مون کي اها ڄاڻ به ڪانه هئي ته ساڄو هٿ ڪهڙو آهي ۽ کاٻو هٿ ڪهڙو آهي. ان وقت اسان جي محلي ۾ هڪ نيڪ ماڻهو مون کي هٿ منهن ڌوئڻ، وضو ڪرڻ سيکاريندو هو. چوندو هو ته: اول بسم الله پڙهڻ سنت آهي. پوءِ نيت ڪرڻ، پوءِ هٿن کي مهٽي ڌوئڻ. پوءِ وات ۽ نڪ کي ٽي دفعا صاف ڪجي. ننڍي آڱر سان نڪ جا ناڪوٽا صاف ڪجن. (ڏندڻ نه هجي ته) اشهد آڱر (ڏسٽيءَ) سان ڏندن کي مهٽي صاف ڪجي. پر روزو هجي ته سج لڙڻ کان پوءِ ڏندڻ نه ڪجي. پوءِ ٽي لپون پاڻيءَ جون منهن تي وجهجن. مٿي جي وارن کان وٺي ڪاڏيءَ جي هيٺان تائين منهن ڌوئجي. پوءِ ٻانهون ٺونٺين سميت ڌوئجن. ان دوران تسبيح يا ذڪر جيترو ٿي سگهي پڙهبو رهجي. پوءِ مٿي جي مک ڪجي ۽ پوءِ پير ڌوئجن. اهو آهي وضو ۽ الله جي نالي سان وضوءَ کي پورو ڪجي. (يعني: ڪلمون شهادت جو پڙهجي.) اهو پلارو چوندو هو ته: وضوءَ جو طريقو مون کان وڌيڪ ڪوبه نٿو ڄاڻي. پلا ٻهراڙيءَ جا ماڻهو آهن ڇٽ ۽ جاهل تن کي وضوءَ جي ڪهڙي خبر.

اها خبر ڳوٺ جي چڱي مڙس کي پهتي. تنهن هن نيڪ ماڻهو کي گهرائي چيو ته: اي ذليل خبيث! تو اهو سيکاريو ته: شام جو روزي سان ڏندڻ ڪرڻ نه گهرجي. اهو ڇو نه سمجهائيي ته: مردار ڀاءُ جو گوشت کائڻ (گلا ڪرڻ) به حرام آهي. تون ٻارن کي اهو سيکار ته: اول گندي ڳالهائڻ کان، وات پاڪ رکجي ۽ ائين صاف ڪجي، جيئن کاڌي کان پوءِ وات ڌوئبو آهي. نصيحت ڪندي ڪنهن جو نالو وچ ۾ اچي وڃي، ته اهو سٺي لهجي سان ۽ ادب سان کڻجي.

تون جيڪڏهن هيئن چوندو وتين ته: ماڻهو ههڙا آهن، ماڻهو گڏهه وانگر جٽ جاهل آهن، ته تون يقين رک ته توکي به ماڻهو انسان ڪري نه ڏسندا. ٻين جي چڱائي، جهڙي هنن جي روبرو ڪندو آهين پرپٺ به اهڙا لفظ ڪم آڻيندو ڪر! جيڪڏهن تون ٻين ماڻهن جي ڏسڻ کان حياءُ شرم ۽ لڄ ٿو ڪرين. ته پوءِ تنهنجي نظر کان نه ٿي پوي ته: الله تعاليٰ هرهنڌ حاضر ناظر آهي. حياءُ ته ان کان ڪرڻ گهرجي.

## مسلمانن جي گلا، ساڻن جنگ ڪرڻ وانگر آهي

صوفي بزرگن جي هڪڙي جماعت ڪجهه وقت پاڻ ۾ گڏجي ويٺي. منجهانئن هڪڙي صوفيءَ ڪنهن ماڻهوءَ جي گلا جو دفتر کڻي کوليو. تڏهن ٻئي صوفيءَ چيس ته: تو ڪڏهن ڪٿي ڪافرن سان لڙائيءَ (جهاد) ۾ حصو ورتو آهي؟ چيائين ته: نه. آءُ پنهنجي گهر کان ٻاهر ڪڏهن نڪتو ئي نه آهيان. تڏهن ٻئي صوفيءَ چيس ته: تو جهڙو نڀاڳو ۽ ڇندڙو مون نه ڏٺو. جو ڪافرن سان جنگ ڪرڻ بدران مسلمانن سان جنگ جوٽي اٿئي. (يعني: مسلمانن جي گلا ڪئي اٿئي.)

## منڙيءَ ماءُ جي گلا ڪرڻ

مرغز شهر ۾ هڪڙو چريو رهندو هو. هڪڙي دفعي اهڙو نڪتو ٻڌايائين، جو آءُ حيرت ۾ پئجي ويس. چيائين ته: مون ڪي گلا ڪرڻي هجي ته جيڪر پنهنجي منڙي امڙ جي گلا ڪريان. چو ته: اها ته سياڻن کي خبر آهي ته: گلا ڪندڙ جون نيڪيون، ان کي ملنديون آهن، جنهن جي گلا ڪيائين. ته آءُ ڪنهن جي گلا ڪري پنهنجا نيڪ عمل ڪنهن کي ڏيڻ چاهيان، ته پوءِ سڀ کان وڌيڪ حق ماءُجو آهي. ٻين کي جو منهنجون نيڪيون ملن، ته پوءِ امڙ کي ڇو نه ملن!

جيڪو مسلمان موجود ڪونهي، ڪيڏانهن سفر تي ويل آهي ته، ان جون به شيون ٻين مسلمانن تي حرام آهن. هڪ ته هن جو مال ملڪيت نه کائجي. ٻيو ته هن جي عزت آبروءَ کي خراب نه ڪجي. هن

جي گلا نہ ڪجي. جيڪو ماڻهو تو وٽ ٻين جي گلا تو ڪري تہ: يقين ڄاڻ تہ ٻين وٽ تنهنجي گلا بہ ضرور ڪندو.

منهنجي سمجهہ مطابق، وڏو داناءُ اهو آهي، جيڪو پنهنجي عيبن ۽ اوڻاين ۾ نظر رکي، ٻئي جهان کان بي خبر رهي.

## ٽن ماڻهن جي گلا جائز آهي

مون ٻڌو آهي تہ: ٽن ماڻهن جي گلا ڪرڻ جائز آهي. انهن کان سواءِ ٻين جي گلا ناجائز آهي. هڪ ظالم بادشاهہ، جيڪو رعيت تي ظلم ڪري. ان جي مخالفت ۾ ڳالهائڻ، هن جي ظلمن کان عوام کي آگاهہ ڪرڻ جائز آهي. شايد ان سان ٻيا ماڻهو هن جي ظلمن کان بچي وڃن يا ڪو گڏيل انقلاب آڻي، هن جا لاهہ ڪڍن.

ٻيو. بي حياءَ ۽ بي شرم ماڻهو. ان تي ڪک رکڻ ۽ هن جي بي غيرتي ۽ بي شرمائيءَ جهڙن ڪمن کي ڍڪڻ بہ روا ناهي. ڀلا! اهڙو ماڻهو جيڪو، ڳاٽي ڀر ڪِري، پاڻهي ٽو ٻڏڻ چاهي، تہ تون ان کي ڪيترو بچائيندين.

ٽيون بي ايمان، دوکيباز، ٺڳ (جيب ڪترو وغيره) تہ ان بابت بہ ٻين کي آگاهہ ڪرڻ نهايت ضروري آهي.

## جهنگلي چور ۽ شهري ٺڳ جي ڳالهہ

هڪڙو جهنگل جو چور، شهر ۾ اچي نڪتو. اتي ڪنهن دڪاندار کان ڪا ضرورت ۾ ايندڙ شيءِ خريد ڪيائين. تڏهن دڪاندار هن جا اٺ آنا ڦٻائي ويو. اهو حال ڏسي چور کان دانهن نڪري وئي. چيائين تہ: اي منهنجا الله! هاڻي رات جو چوري ڪندڙ چورن جي ڪا ضرورت نہ رهي آهي. چو تہ هاڻي، شهرن ۾ ڏينهن ڏٺي جو چوري ڪندڙ پيدا ٿي پيا آهن.

## چغلخور فتني جي باهہ ٿو ڀڙڪائي

هڪڙي صوفي فقير کي ڪنهن ماڻهوءَ چيو تہ: توهان کي خبر

آهي ته: فلاڻو ماڻهو توهان لاءِ پرپٺ ڇا پيو چوي؟ صوفيءَ چيس: ياءَ! مون کي ڪجهه نه ٻڌاءِ! خاموش رهه! هن دشمن جيڪو چيو ان جي مون کي خبر نه آهي. پر جيڪو دشمن جا چيل اکر اچي مون کي ٻڌائي، ته اهو هن دشمن کان به وڌيڪ خطرناڪ ڇئبو. هو دشمن، اهڙا اکر منهن جي منهن تي چئي نه سگهيو ۽ تون اهڙا اکر ٻڌائي منهن جو بلڊپريشر وڌائڻ ٿو چاهين. اهڙا اکر جيڪي دشمن پرپٺ چيا، تون روبرو چوڻ کان نٿو مڙين. چغلخور ماڻهو ٺريل جهيڙي کي مچائڻ ٿو چاهي. صلح پسند ماڻهن کي مچرائي فتنو ٿو پکيڙي. جهان ۾ فتني پکيڙڻ کان بهتر آهي ته ڪنهن اونداهي کوهه ۾ ماڻهو قيدي ٿي رهي. ٻن ماڻهن ۾ جهڳڙي جي باهه دکي رهي آهي ۽ چغل خور اُن ۾ ڪاٺيون وِجهي وڌو بيڙ مچائڻ چاهي ٿو.

## بادشاهه فريدون ۽ سياڻي وزير جي ڳالهه

ايران جي بادشاهه فريدون وٽ هڪڙو سياڻو ۽ بهترين وزير هئو. اهو دل جو صاف ۽ نهايت سيبتو هئو. اول الله تعاليٰ احڪم الحاڪمين جي رضا جو خيال رکندو هو، بادشاهه جا حڪم پوءِ مڃيندو هو ۽ ڪميٽي حاڪم جو ڪم آهي جو رعيت کي ڦري ماري پنهنجا خزانا پُر ڪري. ته جيڪو ماڻهو، الله تعاليٰ جي حڪمن جي ابتڙ بادشاهه جا حڪم مڃيندو ۽ سندس چمچه گيري ڪندو، ته هڪ ڏينهن ساڳئي بادشاهه جي هٿن کان اهڙي چمچه گيري ڪندڙ کي به سخت نقصان رسندو.

هڪڙي ڏينهن ڇا ٿيو جو ان سياڻي وزير جي شڪايت ڪرڻ لاءِ هن جو ڪو دشمن، فريدون بادشاهه وٽ وڃي پهتو. اتي چيائين ته: آءٌ پنهنجي ڪنهن غرض سان هلي نه آيو آهيان. پر ڪا نصيحت ڪرڻ لاءِ حاضر ٿيو آهيان، قبول ڪندؤ ته ٺورائتو رهندس. پوءِ چيائين ته: فلاڻو وزير توهان جو خير خواه ڪونهي، پر اندروني طرح دشمن آهي. هزارين ماڻهن کي خزاني مان قرض طور پئسا ڏنا اٿس. هن شرط تي، ته جيسين بادشاهه سلامت زنده آهي، تيسين قرض ڀلي نه ڏجو، پر جڏهن هو مري وڃي ته پوءِ هڪدم رقم واپس ڪندؤ.

هاڻي چا سمجهجي تہ اهو نامراد وزير توهان کي زندهہ ڏسڻ نٿو چاهي! ڇو تہ جيئن توهان جي عمر وڌندي، تيسين پئسا دير سان وصول ٿيندا.

پوءِ تہ بادشاهہ ڪَرڙين اکين سان ان وزير ڏي ڏٺو ۽ چيائينس تہ: تون ظاهر ۾ منهنجي روبرو سچٽائپ جي دعويٰ ڪرين ٿو ۽ اندر ۾ منهنجو دشمن آهين. سياڻي وزير بادشاهہ جا اکر ٻڌي عرض ڪيو تہ: سائين! توهان ڳالهہ ڪدي آهي تہ، هاڻي حقيقت لڪائڻ مناسب ناهي. جنابا! اهڙي قرض ڏيڻ مان منهنجي هيءَ نيت آهي تہ: ملڪ جا هزارين ماڻهو توهان جي ڊگهي ڄمار لاءِ دعاگو رهن. ڇو تہ، توهان جي عمر ڊگهي ٿيندي تہ هنن لاءِ قرض جي ادائگي لازم نہ ٿيندي. هاڻي ڪير چاهيندو تہ بادشاهہ مري تہ آءٌ قرض جا پئسا واپس ڪريان. ان ڪري سيئي توهان جي ڊگهي عمر جا طلبگار ۽ دعاگو آهن. توهان ئي پاڻ ٻڌايو تہ، اهڙيون دعائون توهان کي نہ گهرجن؟ حالانڪ ماڻهو اهڙين دعائن لاءِ سِڪندا وتندا آهن. جيئن ماڻهن جي دعائن سبب مصيبتون معاف ٿينديون رهن.

بادشاهہ کي وزير جون ڳالهيون ڏاڍيون وڻيون. هاڻي هو مرڪي رهيو هو، پوءِ تہ وزير جو درجو اڳي کان بہ وڌائي ڇڏيائين.

اهڙن فتنن تي گلا خورن جي پريشاني ۽ پشيمانيءَ واري حالت ڏسڻ وٽان هوندي آهي. ڇغلخور ڇريو آهي جو ٻن ٿهيل دوستن ۾ ڇغليءَ سان ڦوٽ وجهڻ ٿو چاهي. ٻين ۾ نفرت جي باهہ ڀڙڪائي، پاڻ بہ ان ۾ سڙڻ ٿو چاهي. اها کهڙي سياڻپ آهي.

مون سعديءَ وانگر جنهن کي اڪيلائپ جو مزو ملي ويو، اهو جهان جي ماڻهن کي بُري ڀلي چوڻ کان زبان بند رکندو. البت فائدي واري ڳالهہ ڪرڻ ۾ ڪو عيب ڪونهي. پوءِ ڪنهن کي وڻي يا نہ وڻي. جن کي حق جي ڳالهہ اڄ نہ وڻندي، تہ سياڻي پاڻ پڇتائيندو.

## سياڳي ۽ نياڳي زال ۾ فرق

هيءَ حقيقت آهي تہ: فرمانبردار، ڇئيدار ۽ نيڪ زال، فقير ۽ غريب مڙس کي بادشاهہ وانگر خوش ۽ بي پرواهہ بنائي ڇڏيندي آهي.

توکي جيڪڏهن طبيعت جي موافق زال ملي وئي، ته جيتري وٽئي اوتري خوشي ڪر! اهڙي سياڻي زال رات جو به تي ٻول ٻولي، تنهنجي سڄي ڏينهن جا غم ميساري ڇڏيندي. جنهن وٽ مِٺ محبت واري بااخلاق زال آهي، ان جو گهر آباد آهي. اهڙي گهر تي رب جون رحمتون وسن ٿيون. پر جيڪڏهن بااخلاق، حيادار ۽ پرده نشين زال خوبصورت به آهي، پوءِ ته جيئري ئي جنت جا جلوا آهن. اهڙي زال جيڪڏهن طبيعت جي موافق به آهي، ته پوءِ سڀ مطلب پورا سمجهه! ۽ جيڪڏهن زال جو ڳالهائڻ ادب ۽ اخلاق وارو آهي ته اهو نه سوچ ته سهڻي آهي يا ڪوجهي آهي. ڇو ته اهڙي زال اعليٰ اخلاق سبب قابلِ قدر آهي. سهڻي صورت نه هجي ته ان عيب کي سهڻي سيرت ڍڪي ڇڏيندي آهي.

سٺي زال مڙس جي هٿ جي ڪڙي شيءِ به مٺي سمجهي کائي ويندي. نياڻي ۽ چنبي زال، مڙس جي هٿ جي مٺي شيءِ به ڪڙي سمجهي ٺوڪاري ڇڏيندي. تيز طبع ۽ ڏنگي زال ڪان، ڪوجهي ۽ سياڻي سيبتي زال ڀلي آهي. خيرخواهه زال، دل جو سُڪون آهي. پر بدخواهه زال ڪان الله بچائي.

ڪنهن طوطي سان هڪ پڃري ۾ ڪارو ڪانءُ واڙيل هجي، ته طوطو اهڙي پڃري مان پڇڻ جي جاءِ ڳوليندو. ساڳي طرح، زال ڏنگي، تيز طبع ۽ بدمزاج هوندي، ته مڙس ويچارو يا گهر ڪان ٻاهر رَهي، رُلي پِني وقت پاس ڪرڻ کي ترجيح ڏيندو، يا ته مجبوراً گهر ۾ ذلت واري حياتي پيو گذاريندو. اهڙي زال سان گڏ گذارڻ ڪان مڙس ڪنهن جيل ۾ رهڻ وڌيڪ پسند ڪندو. ڏنگي زال جو مڙس، ڪيڏانهن سفر تي وڃڻ کي عيد وانگر خوشي سمجهندو. جنهن زال جو لُڙ ۽ آواز گهر ڪان ٻاهر ٻڌجي ته اهڙي گهر ۾ ڪڏهن به خوشي نه ڏسندين. پر جنهنجي زال خريداريءَ لاءِ بازار پاڻ وڃي، ته ان جي مڙس کي مشورو آهي ته: اهڙي زال کي ڏڪ هڻي ماري وجهي يا ته پاڻ پوتي پائي مائي بنجي گهر ۾ ويهي ۽ جنهن مڙس جي زال سندس چئي ۾ نه هجي، ته اهو مڙس به ماين وارا ڪجل پائي (سرخيون مکي) سُٿڻ پائي گهر ۾ ويهي رهي.

جاهل ۽ بدعادت زال وڏي مصيبت ۽ مٿي جو سور آهي. جيڪا زال معمولي شين ۾ خيانت ٿي ڪري، سا قيمتي شين ۾ بي ايماني ڪرڻ کان ڪيئن مڙندي؟ ۽ جنهن زال جي دل ۽ هٿ مڙس جي موافق هجن، ته الله تعاليٰ جي وڏي نعمت سمجهي ۽ جنهن جي زال ڏارين آڏو کلي، ته اهو مڙس به مرد نه سڏائي. جيڪو مڙس زال آڏو چڱائيءَ جو اکر نه چئي سگهي، ته ائين سمجهه ڇڻ زال هن جي وات کي سبي ڇڏيو آهي.

ڏارين آڏو عورت لنگهي، ته انڌي ٿي لنگهي (پراون ماڻهن ڏي نظر ڪٽي نه نهاري.) ۽ شريف عورت کي پنهنجي گهر کان ٻاهر نڪرڻ قبر ۾ پورجڻ وانگر لڳندو آهي. جيڪو ڏسي ته زال جا پير صحيح نه آهن. (بدچال آهي) ته اهڙي زال کي برداشت ڪرڻ ۽ پاڻ وٽ رکڻ بي غيرتي آهي. پوءِ اهڙي خواريْ ۽ ذلت واري زندگيءَ کان ڪنهن مانگر مڇ جو لقمو ٿجي ته بهتر آهي. زال جو منهن ڏارين جي ڏسڻ کان لڪاءِ! (ستر ڪرائيس) منهن اگهاڙي زال مرد برابر آهي.

شاديءَ ڪرڻ وقت نيڪ سيرت، خوبصورت زال جي تلاش ڪر! بدصورت بدسيرت زال کي ڇڏي ڏي.

هڪڙا ٻه مرد هئا. ٻنهي ويچارن کي زالن تنگ ڪيو هو. تڏهن ٻنهي ڄڻن پريشانيءَ سبب عجيب جملا چيا. هڪڙي چيو ته: الله ڪري جو ڪنهن جي به زال ڏنگي نه ٿئي ۽ ٻئي چيو ته الله ڪري جو دنيا ۾ ڪا عورت ئي نه هجي.

ڪن سياڻن، سعديءَ جهڙن سيبتن جو چوڻ آهي ته: هر سال نئين شادي ڪجي. پلا پراڻي جنتري ڪا ڪم جي رهندي آهي ڇا؟ دانائن جو چوڻ آهي ته: سوڙهو بوٽ پائي هلڻ کان پيرين اگهاڙو هلڻ بهتر آهي ۽ گهر ۾ جهيڙو جهٽو، ڪلڪل هجي ته ڪيڏانهن مسافريءَ تي وڃڻ بهتر آهي.

زال جيڪڏهن تيز طبع، ڏنگي ۽ چيڙاڪ هجي (پر جيڪڏهن بااخلاق حياءَ واري آهي) ته ان کي ڇڏڻ نه گهرجي. رات واري صُحبت

سبب سندس سڀ ارڏايون برداشت ڪجن. جنهن ڪي پنهنجي زال جو مريد ڏسين، ته ان تي ٺوڪ نه ڪجانءِ، ڇو ته عورت ذات اهڙي شيءِ آهي جنهن کان سواءِ چارو ئي ڪونهي. هن کان حاصل ٿيندڙ سک ڏسي سندس انگل ڪير نه ميڻيندو.

## نوجوان جي دانهن ۽ پيرسن جو جواب

هڪڙي نوجوان مرد سان سندس زال جي دل نه لڳندي هئي. پوءِ ته ڪنهن پيرسن کي دانهن ڏيندي روئندي چيائين ته: پنهنجي ظالم زال وٽ روزانه ڇڪيءَ جي هيٺئين پُڙ وانگر ٿو پيسجان. هن جا بار پيو سهان. اهو ٻڌي هن پيرسن چيس ته: ڪا پرواهه نه ڪر، تون ڏينهن جو هيٺيون پُڙآهين، ته رات جون مٿيون پڙ بنجي ٿو پوين. جنهن گلاب جي گل جي سرهاڻ ۽ سڳنڌ سنگهڻ ۾ مزو ٿو اچي، ته ان جا ڪنڊا به سهڻا پوندا آهن ۽ جنهن وڻ جو ميوو هميشه ٿو کائين، ته ان جي ڪنڊن جي شڪايت ئي نه ڪر!

## اولاد جي تربيت بابت اصول

ٻيءَ ماءُ ڪي اولاد جي سنڀال ۽ تربيت کان غافل رهڻ نه گهرجي. ٻار جڏهن ڏهن سالن جي عمر کان وڌي هلي، ته ان کي نامحرم ماڻهن کان الڳ رهائجي. (پٽ هجي ته پراون گهرن ۾ ڌارين عورتن جي منهن نه پوي ۽ نياڻي هجي ته ڌارين مردن ۽ ڇوڪرن جي منهن نه پوي.) ڪپهه جي پرسان باهه دکائڻ چڱي ناهي. ڇو ته ان سان ڪڏهن باهه پڙڪڻ جو خطرو هوندو آهي. پوءِ سڄو گهر سڙي پوندو.

- جيڪڏهن چاهين ته جهان ۾ تنهنجو نيڪ نالو قائم رهي ته اولاد کي عقل ۽ سياڻپ سيکار! ڇو ته اولاد اڻ سڌريل هوندو، ته تنهنجي مرڻ کان پوءِ تنهنجو نالو به وسري ويندو.
- جنهن ماڻهوءَ اولاد کي گهڻي پيار، وڏي لاڏ ڪوڏ سان پاليو ۽ هنن کو ڏک نه ڏنو ته وڏي هوندي وڏين مصيبتن ۾ ڦاسي پوندو. ان ڪري اولاد کي محنت ۽ مشقت جي به هير وجهجي.

- اولاد کي سياڻپ سان گڏ پرهيزگاري سيکار! کين متقي بڻاءِ! اولاد سان محبت اٿئي ته انهن کي نفيس ۽ نازڪ نه بڻاءِ!
- اولاد جي ننڍپڻ ۾ ئي تعليم ۽ تربيت ڪر! چڱن ۽ بُرن ڪمن ۾ کين فرق سمجهاءِ.
- پڙهائيءَ خاطر نئين آيل ٻار لاءِ انهن جي تعريف ڪرڻ، شاباس چوڻ بهتر آهي، استاد جي دڙڪن دهمانن يا سزائن کان. (ٻارن کان مٺ محبت ۾ وڌيڪ ڪم وٺي سگهجي ٿو.)
- ٻار جو پيءُ ڪيڏو به امير ۽ خزانن جو مالڪ ڇو نه هجي. ٻار کي هنر جي تعليم ضرور ڏجي. ڇو ته موجوده دولت جي هميشه هجڻ تي ڪو ڀروسو ڪونهي. متان سياڻي اها دولت هٿ ۾ نه رهي. ماڻهو محتاج ٿي پوي.
- سون چانديءَ کان هنر بهتر آهي. ڇو ته جتي سون چانديءَ جون ڳوٿريون ختم ٿي وينديون، اتي هنر ڪم اچي سگهي ٿو. ٿي سگهي ٿو ته وقت جي گردش هن ٻار کي وڏي هوندي مُلڪان ملڪ گهمائي. پوءِ جيڪڏهن ڪو هنر سکيل هوندس، ته هروڀرو ڪنهن جي آڏو سوال جو هٿ نه ٽنگيندو.

توهان کي خبر آهي ته: سعديءَ کي هي مرتبو ۽ مان ڪيئن مليو آهي؟ هن ڪري جو ننڍي هوندي وڏن جا ٿقڙ ۽ ڇنبا سَناسين. جيڪو وڏن جو حڪم باادب ٿي ميڃيندو. ته سياڻي هن جا ننڍا به سندس ڇيو ميڃيندا ۽ جيڪو استاد جي سختي نٿو سهي سگهي، اهو زماني جون سختيون ڪيئن سهي سگهندو.

پيءُ ماءُ کي گهرجي ته اولاد جا جائز مطالبا پورا ڪن. ائين نه ٿئي جو ٻين آڏو پنهنجي محتاجي ظاهر ڪن ۽ جيڪو پيءُ تيز طبع ظالم ۽ ڇيڙاڪ هوندو، ان جو اولاد گهٽو ڪري رولاڪ آواره بڻجي ويندو. اولاد کي بڇڙي صحبت کان بچائجي. سُڌ سماء لهبي رهجي. ڇو ته صحبت جو اثر لازماً آهي. ٻار خراب صحبت ۾ ڦاسندو، ته ڪري خراب ٿي پوندو. ان ڪري اولاد کي ڪدڙن، ڳاٽڻ، پاندين جهڙن بڇڙن جي

سنگت کان بچائجي. نہ تہ ٻار ڪري خراب ٿي پوندا ۽ پيءُ ماءُ جي بي عزتيءَ جو سبب بنجي پوندا.

جيڪو ٻار ملنگن ۽ موالين جي ڪچهريءَ ۾ وڃي ويٺو، تہ ان جي پيءُ کي چئو تہ: ان مان تون ڪا چڱائي نہ ڏسندين ۽ اهڙو ٻار ماءُ پيءُ جي مرڻ کان اول مري پوي تہ پاڻ ڀلو. جو تہ ائين پيءُ ماءُ بدناميءَ کان بچي پوندا.

## سياڻي ڇوڪر جو سهڻو جواب

هڪڙي رات اسان جي پاڙي ۾ ڪا دعوت هئي. جنهن ۾ هر طبقي جا ماڻهو شريڪ ٿيا هئا. اتي جڏهن راڳ شروع ٿيو ۽ ڳوين جي راڳ ۽ سازن سرودن جو شور آسمان سان ڳالهيون ڪرڻ لڳو، تڏهن هڪڙي خوبصورت ڇوڪري کي چيم تہ: اي سهڻا! تون راڳ تي ڇو نہ ٿو هلين. جيئن هلي مجلس جي رونق وڌاءِ! هو ڇوڪر اجا لاسڙاٽ هئو. سو مون کي چيائين تہ: سائين! آءٌ اجا مرد نہ ٿيو آهيان، تڏهن مردن جي ڪچهري ۾ ويهڻ جي لائق نہ آهيان.

## ڇوڪرن جي صحبت کان بچاءَ بابت نصيحت

ڇورن جي محبت تنهنجي گهر ٻار کي تباهہ ڪري ڇڏيندي. منهنجو مشورو مڃين تہ شادي ڪري گهر آباد ڪر! ڪِن ڇورن پٺيان بيڪار ماڻهو پيا ڦرن، اڄ هڪڙا تہ سياڻي ٻيا. جڏهن اهڙن ڇورن جو ڪم ٿي اهو آهي تہ پوءِ تون ناحق ڇو ٿو، انهن جي وڪڙ ۾ اچين. ڪي ڇورا وري عورتن وارا ڪپڙا ۽ سينگار ڪري ڇوڪرين واري ڏِک ڏيندا اٿئي. تون اهڙن جي چڪر ۾ متان ڦاسي پوين. ڇوڪرو ڀلي ڪيڏو بہ سهڻو هجي پر توکي اتي ڦاسڻ نہ گهرجي. ڪو بي عقل ۽ چسو ٿي ڇورن پٺيان مال ڦرائي سڄو ٿي سگهي ٿو ۽ ڇورن سان عاشقي ڪندڙ سِتت ٿي بي عزتو ٿيندو.

ياد رک تہ: تون ٻين جي اولاد ۾ بدنظر سان ڏسندين، تہ ٻيا وري تنهنجي اولاد ۾ اهڙيون نگاهون وجهندا.

## هڪ سروڻي سان سڌريل سوداگر جو قصو

شيراز شهر جي هڪڙي سوداگر هڪڙو غلام خريد ڪيو. اهو غلام خوبصورت ڇوڪرو هئو. پوءِ اهو واپاري ان غلام سان نالائقيءَ جهڙيون حرڪتون ڪرڻ لڳو. پر جيئن ئي ڇوڪر ڪي هٿ لاتائين، تيئن هن شريف نينگر پاسي ۾ پيل سروڻو ڪٽي سوداگر جي مٿي ۾ وهائي ڪڍيو. تڏهن وڃي سوداگر جو دماغ جاءِ تي آيو ۽ ڇوڪر آڏو ٻانهون ٻڌي چيائينس ته: اڳتي آءٌ سڪي ويس. وري اهڙي حرڪت نه ڪندس. پوءِ ته سٽ ئي سوداگر واپار سانگي ٻاهر سفر لاءِ تيار ٿيو. وڃڻ مهل به مٿي تي پٽيون ٻڌل هئس.

سوداگر سفر ڪندي گازرون شهر ڪان ڪجهه اڳتي هليو ته آڏو پٿريلي زمين ۽ جبلن مان نڪرندڙ لڪُ هئو، اتي سوداگر پڇيو ته: هي رستو ڪيڏانهن ويندو؟ ساٿين ٻڌايس ته: هيءُ رستو ” تنگ تُرڪان“ شهر ڏانهن ويندو. اتفاق اهڙو ٿيو جو، جنهن نينگر سوداگر کي سروڻو هنيو هو، اهو اصل ۾ ” تنگ تُرڪان“ جو رهاڪو هو. واپاريءَ کي سروڻي جو سُورُ وِسريو نه هئو. سو شهر جو نالو ٻڌي چيائين ته: آءٌ ايڏانهن اصل نه هلندس. آءٌ ايڏو پاڳل ڪونه آهيان جو هيڏو ڏڪ کائي وري به تنگ تُرڪان ۾ قدم رکان. ڪنهن چيس ته: دوست! نفس کي شرافت سيکار! عشق ڪندين ته سروڻا کائڻ مٿو ڦاڙائڻ معمولي ڳالهه آهي.

ننڍو ڇوڪر نوڪر هجي ۽ ان تي رعب رکبو ته خدمت جهڙو ڪم ڪار به ڪندو، پر جيڪو رئيس نوڪرن کي هَيِيون ڏيندو ته سروڻن سان مٿو ڇو نه ڦيهائيندو ۽ ان نوڪر جو رئيس پاڻ نوڪر ٿي پوندو ۽ نوڪر رکڻ ۾ هن جي خوبصورت هجڻ جو ڪو شرط نه هجي. ڪيترا خوبصورت ٺونشي باز به هوندا آهن. سهڻن ڇوڪرن ڏي نهارڻ وقت خيال رکج! ڇو ته سڀ هڪجهڙا نه اٿئي.

## گدڙ ڏاڪ نه پڄي

جيڪي ماڻهو خوبصورت ڇوڪرن کي پاڻ وٽ ويهاري، انهن سان

پوڳ ڪن، هتڙا لائق ۽ انهن ڏي چتائي نهارين ۽ چون ٿا تہ: اسان جو مقصد صرف ديدار بازي آهي ۽ الله جي خلقيل حسن جو مشاهدو ڪرڻ آهي. سعديءَ جو چوڻ آهي تہ: اهڙا صوفي بيحيائيءَ کان مشڪل بچي سگهن. زبان سان اهڙيون ڳالهيون ڪن ٿا. چو تہ بي وس آهن. وَس هَلندن، وجھہ ملندن تہ گهٽ نہ ڪندا. اهو ائين آهي، جيئن ٻڪريءَ کان ڪتل پري ڪجي تہ مجبوراً ڪتل جي ڪکڙين تي ٿي گذر ڪندي، ڏاند جي رسي ننڍي هجي، جو گاهہ تائين پهچي نہ سگهي، تہ مجبوراً سڪل ڪک پن تي ٿي گذر ڪندو.

## عشق جي گپ ۾ ترڪي پيل صوفيءَ جو قصو

هڪڙي صوفي فقير جي نظر ڪنهن سهڻي ڇوڪري تي پئجي وئي، پوءِ تہ ان جي عشق ۾ اڙجي ويو، هوش وڃائي بيهوش ٿي پيو. جسم تي پگهر ائين نڪري نروار ٿيس، جيئن وڻن جي پنن تي ماڪ جا ڦڙا. اتفاق سان ان وقت جو مشهور حڪيم بُقراط سواريءَ تي چڙهيل اُتان اچي لنگهيو. ان پڇيو تہ خير تہ آهي: هن درويش کي ڇا ٿيو آهي؟

ڪنهن ماڻهوءَ ٻڌايس: هي پرهيزگار فقير آهي، گناهہ جي گندگيءَ کان پري پَڳل آهي. رات ڏينهن جهنگلن، جبلن ۾ پيو ڦرندو آهي. ماڻهن سان تہ ملندو ئي ڪونهي. پر اڄ هن جي نظر هڪڙي لسي ۽ سهڻي ڇوڪري تي پئجي وئي ۽ دل ڦُرائي ويٺو آهي. عشق جي گپ ۾ ترڪي پيو آهي.

فقير کي جڏهن ڪجھہ هوش آيو ۽ ماڻهن جون ملامتون، ڳالهائڻ جو چوٻول ڪنين پيس، تڏهن روئي ڏنائين. ماڻهن کي چيائين تہ: مون کي ڪيتري ملامت ڪندؤ؟ هاڻي ڪٿي ماٺ ڪريو. آءٌ جيڪڏهن روئان ٿو تہ اهو بہ بنا عذر جي ناهي، منهن جو هيءُ حال بنا سبب جي ڪونهي.

ان ڇوڪري جي سهڻي صورت منهنجي دل ڦري نٿي سگهي پر مون تہ ان سهڻي جي پيدا ڪندڙ خالق ڏي پئي ڏٺو، جنهن اهڙي سهڻي صورت بنائي آهي. اتي هڪڙو تجربيڪار ۽ پڪي عمر جو ماڻهو ويٺو هو.

ان عاشق صوفيءَ جون ڳالهيون ٻڌي چيو تہ: فقيرا! گهٽيون ڳالهيون کندين! تنهنجي پرهيزگاري ۽ نيڪيءَ جي جهان ۾ هاڪ هليل آهي. پر اڄوڪي هن واقعي کان پوءِ تون پنهنجي شرافت مشڪل ثابت ڪري سگهندين.

چو تہ ان خالق ڪاريگر رڳو سهڻا ڇوڪرا ڪونہ خلقيا آهن، جو تو جهڙا فقير اتي دل ڦرائيندا وتن. رب سائين جي وڏي ڪاريگري نئين چاول ٻار ۾ ثابت آهي. خالق مالڪ جي ڪاريگري ڏسڻي اٿئي تہ اُٺ ڏانهن ڏس تہ خالق ڪيئن خلقيو اٿس. يا هرويرو چين چگل (ترڪستان جو هڪ شهر، جتان جو حسن مشهور آهي) جا سهڻا ڇوڪرا ڏسي تون رب جي ڪاريگري ڏسندين؟

منهنجي ڪتابن جي هر سٽ هڪڙو پردو آهي، جيڪو وٽندڙ ڳلن کي ڍڪي ٿو رکي. هن ڪارن اکرن ۾ تمام سهڻا مطلب سمايل آهن. جيئن پردي ۾سهڻو ماڻهو يا ڪکرن ۾ چنڊ لڪل هجي. مون سعديءَ جي ڳالهين ۾ بہ ايترو حُسن رکيل آهي جو پڙهندڙ ملول نہ ٿيندو. منهنجون ڪچهريون باهہ وانگر سمجهہ! جو ان ۾ روشني بہ آهي تہ گرمائش ۽ سوز بہ آهي. ڪنهن دشمن کي هي ڳالهيون نہ وڻن، تہ مون کي ڪا پرواهہ ڪانهي. چو تہ هن کي شايد حسد جو بخار چڙهيل آهي اهو بخار لاهڻ منهنجي وس ۾ ناهي.

## ماڻهن جي ملامت ڏي ڪو توجہ نہ ڏجي

هن جهان ۾ رهندي، ماڻهن جي ملامتن، گلا، غيبت کان ڪوبہ بچي نٿو سگهي. پوءِ ڪٿي رياڪار درويش هجي يا حقاني ولي الله هجي. تون جيڪڏهن ملائڪن وانگر اُڏامي آسمان مان لهي اچين، تہ بہ بدگمانن جي گمانن کان بچي نہ سگهندين. (ماڻهن ۽ ڪوهن جا وات ڪير بند ڪري نہ سگهيو آهي.) سيائن جو چوڻ آهي تہ: دجلہ درياء کي بند ڏئي وهڻ کان روڪي سگهجي ٿو، پر حاسد ماڻهن جي زبان کي بند نٿو ڪري سگهجي. جيڪي ماڻهو رات ڏينهن گناهن ۾ گرفتار آهن، اهي بہ جڏهن پاڻ ۾ ويهندا آهن، تڏهن اهي پارن بزرگن ۽ عالمن جي گلا مان

ڪونہ ڏاپندا آهن. هيئن بہ چئي ڇڏيندا آهن تہ: اهي سڀ سٺيون مانيون ڪائڻ عبادت پيا ٿا ڪَن ۽ خُشڪ ملا آهن.

اهڙين ڳالهين ۽ ڳالهين ڪي ڏسي، دين داري ڇڏڻ نہ گهرجي. پوءِ ماڻهن جي مرضي، جيڪو وڻين سو پيا چون. تون اَجُر جي اميد الله ۾ رک! ماڻهن ۾ ڪا اميد نہ رک! عبادت ۾ نيت اها هجي تہ: الله تعاليٰ راضي ٿئي. اهو مالڪ راضي ٿيو، تہ ٻين جو ناراضپو ڇا ڪندو.

جيڪو ماڻهو مخلوق جو خيرخواهہ ناهي، ان کي حق جي واٽ هٿ نہ ايندي. ڀلا جنهن کي مخلوق جي بدخواهيءَ کان فرصت نہ ملندي، تہ اهو خالق کي ڪٿان ڳولي سگهندو؟ مخلوق جي مَدي (حاسد ماڻهوءَ) واٽ ئي اُبتي ورتي آهي. اهو منزل مقصود تائين ڪيئن پهچي سگهندو؟

ڪابہ هڪ ڳالهہ ٻن ماڻهن جي ڪنن تائين پهتي، ۽ ٻئي ڇٽا ان مان مختلف نتيجو ڪڍندا آهن. ڇو تہ ٻنهي جي سمجهہ ۾ ايترو فرق آهي جيترو، ملائڪن ۽ شيطان جي سمجهڻ ۾ فرق آهي. هڪڙو ماڻهو ڪنهن ڳالهہ مان نصيحت حاصل ڪري ٿو. ٻيو وري ان ڳالهہ مان عيب پيو ڪڍندو. ڀلا جيڪو ماڻهو هميشه اوندهہ ۾ رهڻ جو عادتي هوندو تہ سج جي روشنيءَ مان ڇا فائدو حاصل ڪري سگهندو. ڇو تہ هو اهڙي چٽي روشنيءَ تي چمڙي وانگر اکيون پٽي ئي نہ سگهندو.

تون شينهن هُجين يا لومڙي ماڻهن جي تنقيد کان بچي نہ سگهندين. اتي تنهنجي طاقت ۽ اٽڪل ڪنهن ڪم جي نٿي رهي.

جيڪڏهن ڪو ماڻهو اڪيلائپ کي پسند ڪري، ماڻهن جي ڪچهرين کي ڇڏي، پنهنجي منهن ڪٿي پري وڃي ويهندو، تہ اهڙي ڀلاري جي بہ گلا هلندي آهي. ٻيو ڪجهہ نہ ڏسندا، تہ بہ هيئن ضرور چوندا تہ: مَڪر ڪيو اٿائين. ماڻهن کان ائين ٿو ڀڄي، جيئن ڪو ديوَ کان ڀڄي.

۽ جيڪڏهن ڪو کِل مُک ٻنجي ماڻهن سان ميل ملاقات پيو ڪندو، تہ ان کي ڪير پرهيزگار ڪونہ مڃيندو. پر گهٽا تہ شريف بہ ڪونہ چوندس. جيڪڏهن ڪنهن وٽ مال ملڪيت هوندي، تہ ماڻهو

فرعون چوندس ۽ جيڪڏهن ڪو غريب سخاوت ڪندو، ته ماڻهو بدنصيب، هٿ ڦاڙ ۽ ڦِتل ياڳ وارو چوندس. جيڪڏهن ڪو اعليٰ مرتبي تان ڪِري پوندو، ته ماڻهو ان ڪي غنيمت ۽ الله جو ڪرم سمجهندا. چوندا ته: چڱو ٿيو جو ڪِريو. ڏاڍي آڪڙ ڪري ويو هو. حالانڪ سڪن سان گڏ ڏک، خوشين سان گڏ غم، هرهڪ لاءِ آهن.

جيڪڏهن ڪو مسڪين ماڻهو خوشقسمتيءَ سان ڪنهن وڏي عهدي تي پهچي ويندو، ته ماڻهو حسد سببان مٿس ڏند پيا ڪرٽيندا. چونداٰ ته: ڪهڙو نه زمانو اچي ويو آهي، جو ڪميڻن ۽ حقيرن کي ايڏي عزت ٿي ملي.

جيڪڏهن تنهنجو ڪاروبار نيڪ ناڪ ۽ ترقيءَ تي هوندو، ته توکي پئسي جو پٽ، دنيادار ۽ حريص چوندا ۽ جيڪڏهن تون تَوڪل ڪري گهٽو لوچڻ ڪمائڻ ڇڏي ڏيندين، ته چوندا ته: هڏ حرام اٿس، پکي پڪائي کائڻ ٿو چاهي. تون جيڪڏهن ضرورت وقت ڪو اکر ڳالهائيندين، چوندا ته: بڪواس سان ڀريل ڍُهل آهي ۽ جيڪڏهن ڪنهن مصلحت سبب ماٺ ۾ رهندين، ته چوندا ته: هي ته ڪو ڪبوتر جي تصوير ڇاپيل آهي، ڳالهائڻ کان گونگو بنيو آهي. ڪو بردباري ڪندو ته بزدل ۽ ڊيڄو چوندس ۽ جيڪڏهن مڙس بنجي دبدبي، رعب و تاب سان رهندو، ته چوندا ته: چريو چرپٽ ٿيو آهي. ڳالهائڻ جو به ڏانءُ ڪونهيس.

جيڪڏهن ڪو ڪفايت ڪري سادو ۽ ٿورو کائيندو، ته چوندا ته: هن جو ٻيا کائيندا، الائي ڪنهن جي لاءِ ٿو ڪمائي؟ ۽ جيڪڏهن ڪو چڱو چوکو کائيندو، ته پيٽ جو پوڄاري ۽ نفس جو ٻانهو چوندس. ڪو مالدار ماڻهو سادي زندگي گذاريندو، جيئن گذارڻ گهرجي، ته چوندا ته: اهڙو ڪيٽ ڪنجوس آهي،جو پاڻ تي ٿي روپيو خرچ نٿو ڪري ته ٻين کي منجهانئس ڪهڙي توقع رهندي. هيءُ چوي ٿو ته: چمڙي وڃي، دَمڙي نه وڃي.

جيڪڏهن ڪو گهر سينگاري ۽ پاڻ به اُجا، اعليٰ ڪپڙا پهري، ته ڪيترا چوندس ته: عورتن وانگر هار سينگار ٿو ڪري. جيڪڏهن

ڪنهن درويش گهر ۾ وقت گذاريو، ٻاهر سير سفر نہ ڪيائين تہ ان کي ٻہ مڙس نہ سمجهندا. گهر جو مَڇُو چوندس ۽ ڪيترا چوندا تہ: اهو هميشه زال جي ڪڇ ۾ ويٺو آهي، تنهن کي ڪهڙو هنر ۽ عقل هوندو. پر جيڪڏهن ڪو معلومات وڌائڻ لاءِ ملڪن جو سير سفر ڪرڻ ويندو، تہ چوندا تہ: اهو رولاڪ ۽ مٽي ڦريو آهي. در در رُلي پيو ٿو ڌڪا کائي. وڏو نياڳو آهي.

ڪو ڇڙو رهيو، شادي نہ ٿيس، تہ چوندا تہ: اهو زمين تي بار آهي، زمين پئي ٿي پٽيس، ۽ جيڪڏهن شادي ڪيائين، تہ چوندا تہ: هن کي ڪهڙيءَ ڪُتيءَ ڪنيو جو ڳاٽي پر ڪِريو آهي. چڻ گڏهہ گپ ۾ گهپي پيو آهي.

مطلب تہ: ماڻهن جي ملامت ۽ ڏاڍ کان نہ ڪو ڪوجهو بچي ٿو سگهي، نہ سهڻو سيبتو، نہ امير نہ غريب. ان ڪري ان طرف ڪو ڌيان ئي ڏجي، پنهنجي ڪم ۾ ڪن ٻوساٽي لڳو رهہ. پلي ڪو ڪيئن چوي ڪو ڪيئن چوي. تون جيڪو آهين سو آهين.

## ڪو ڪيئن چوي ڪو ڪيئن چوي

(شيخ سعدي ٿو لکي) آءٌ مصر ۾ هئس. اتي هڪڙو ڇوڪرو مون وٽ خادم ٿي بيٺو. نهايت شريف ۽ حيادار هو. هن جون اکيون هميشه هيٺ جهڪيل هونديون هيون. هڪڙي ماڻهوءَ مون کي چيو تہ: هي ڇوڪرو صفا موڳو آهي، هن جي ڪَن مهٽ ڪري تربيت ڪرينس، چالاڪ بنائينس.

ان ماڻهوءَ جي چوڻ تي هلي مون ڇوڪر کي ڪجهہ دڙڪا دهمان ڏنا ۽ ان وقت مشورو ڏيندڙ ماڻهو بہ مون وٽ موجود هئو. مون کي چوڻ لڳو تہ: تون هن مسڪين کي دڙڪا ڏئي هيسائي ڇڏيندين، ويچاري جو ساهہ ڪٽي مُٺ ۾ ڪيو آڻئي.

مطلب هي نڪتو تہ: توکي جيڪڏهن چڙ چڙهندي تہ چريو بي عقل، آپي کان ٻاهر چوندئي ۽ جيڪڏهن بردباري ڪري سهپ ڌاريندين

تہ ٻيترا ئي غيرت سڏيندهي. ڪو سخاوت ڪندو تہ هٿ ڦاڙ سڏيندس. چوندس تہ: اهو ڪي ڪر، جو مينهن وسندي ڪم اچئي.

ڪو غريب پنهنجي گهران ڪائي، ڪفايت، قناعت سان هلي گذر ڪندو، تہ بہ ماڻهن جي طعنن تُنڪن کان بچي نہ سگهندو. ڪي ماڻهو، ضرور چوندس تہ: اهو ڪنجوس، مکي چوس مردود آهي. هن جي ملڪيت ٻيا کائيندا. قدرت هن کي نصيب ئي نہ ڪيو آهي، سو ٻي نصيب چئبو.

ماڻهن جي ملامتن کان ڀيو ڪير بچي سگهندو. جڏهن تہ الله جا پيارا پاڪ پيغمبر ئي ماڻهن جي طعنن ۽ گلائن کان بچي نہ سگهيا. الله وحده لاشريڪ بي مثل بي مثال ذات لاءِ بہ ماڻهن زال، پٽن ۽ نياڻين جي دعويٰ ڪئي! تہ ڀيو ڪير آهي، جيڪو بچي سگهي. بس ان جو علاج آهي صبر سان رهي سڀ ڪجھ سهڻ.

## ٻين جا عيب نہ ڳولجن

هڪڙو نوجوان وڏي عقل ۽ سمجھ سياڻپ وارو هو ۽ تقرير ڪرڻ جو فن بہ منجهس موجود هئو. هوشيار ۽ دلير بہ هئو. حق پرست هئو ۽ هن جو نالو ملڪ ۾ مشهور هئو. ان سان گڏ منهن مهانديءَ ۾ بہ ملوڪ هئو، يعني خوبصورت پڻ هئو. ڳالهائڻ ۾ فصيح، بليغ، گرامر جو ڄاڻو ۽ قابل هئو. پر هڪ خامي هئس جو حرفن جي ادائگي، يعني تجويد جي ڄاڻ ڪانہ هئس. اهو حال ڏسي، ان بابت هڪڙي چڱي ماڻهوءَ کي چيم تہ: فلاڻي کي اڳيان ڏند ڪونهن (ان جو مطلب هو تہ اکرن جي ادائگي مناسبت سان ادا نٿو ڪري سگهي.) منهنجا اهي اکر چوڻ ۽ هو ماڻهو (جنهن کي ٻڌايم ٿي.) اچي مٿيو، چيائين تہ: اهڙي بي هودي ڳالھ اڳتي نہ ڪجانءِ، تو ڄاڃي هن جو هڪ عيب وڃي لڌو، تنهنجي نظر ئي ان تي پئي ۽ هن جي ڪيترن ڪمالن، هنرن، خوبين تي تنهنجي نظر ئي نہ پئي، تنهنجي عقل جي اک اتي انڌي ٿي پئي.

هيءَ پڪي ڳالھ آهي تہ: خوبين کي ڏسندڙ ماڻهوءَ جي نظر خامين

تي اصل نہ پوندي ۽ آخرت ۾ بہ هن کي پنهنجون خوبيون ئي سامهون هونديون.

جنهن ماڻهوءَ کي علم، عقل آهي. پوءِ غلطيءَ سبب ڪا اوڻائي ٿي پويس تہ ڪنهن هڪ اوڻائي سبب هن تي ظلم نہ ڪجي. عربيءَ ۾ قول آهي تہ: خُذ مَاصَفَا وَدَع مَاكَدَرَ (جيڪا چڱي ڳالهہ هجي تہ اها اختيار ڪر! خراب ڳالهہ ڇڏي ڏي.)

مون کي چيائين تہ: اي سياڻا! گل ۽ ڪنڊا هڪ ئي جاءِ تي هوندا آهن. تون ڪنڊن جو فڪر نہ ڪر! گل پٽي گلدستو ٺاهہ! جنهن جي طبيعت ۾ عيب جوئي سمائجي وئي آهي. اهو سڄي سهڻي مور جي رڳو پيرن کي پيو ڏسندو. تون وچي دل جو آئينو صاف ڪر! ميري آرسيءَ ۾ هيون شيون بہ ميريون ئي نظر اينديون آهن. (اکين تي جهڙي رنگ جا شيشا چاڙهبا، جهان اهڙو نظر ايندو.) تون ٻين جي عيبن تي نظر نہ ڪري نجات وارو پاسو اختيار ڪر! يعني: ٻين جي خامين ۾ ڏسڻ بدران، سندن خوبين کي ڏسجي. جيڪو ماڻهو رڳو ٻين جي عيبن ۽ اوڻاين کي پيو جاچيندو، اهو پنهنجي عيبن کي نٿو ڏسي. پاڻ کي شايد معصوم ٿو سمجهي! آءُ ٻين کي گناهگار ڪيئن چوان، مٿس سختي ڪيئن ڪريان؟ جڏهن خود مون ۾ ان کان وڌيڪ عيب آهن. پوءِ پنهنجي عيبن تي ڪک رکي، ٻين جي عيبن کي واڪو ڪرڻ بلڪل نامناسب آهي. جيڪا برائي توکي ناپسند آهي، تہ تون ان جي ويجهو نہ وڃ! تنهن کان پوءِ پاڙي وارن کي بہ ان کان بچائڻ جي ڪوشش ڪر! جنهن ماڻهوءَ جو ظاهر سٺو آهي، تہ ان کي سٺو ئي سمجهبو، هن جي اندر کي الله جي حوالي ڪرڻ گهرجي.

ڀلا جڏهن منهنجو ظاهر پاڪ صاف ۽ شريعت مطابق آهي، تہ منهنجي اندر تي فتوائن لڳائڻ جو ڪنهن کي حق ڪونهي. آءُ اندر جو ڪيئن آهيان ان بابت تون ڪجهہ بہ چئي نہ ٿو سگهين. ڇو تہ پنهنجي برائي ۽ ڀلائيءَ جو بار مون کي ئي ڪڻڻو آهي. منهن جي اندر کي الله ئي خوب ڄاڻي ٿو. آءُ چڱو هوندس، تہ بہ توکان ثواب ڪونہ طلبيندس. پر سزا ڏيڻ جوبہ توکي اختيار ڪونهي.

نيڪين جو بدلو الله تعاليٰ وٽ ڏهوڻو آهي. جڏهن الله تعاليٰ وٽ ائين آهي ته تون به ڪنهن جي ڏهن خوبين کي ڏسي، هن جي هڪ خاميءَ کي ظاهر نه ڪر! ائين نه ٿيڻ گهرجي جو هڻ جي هڪ خاميءَ جي ڪري، سندس گهڻين خوبين تي پاڻي ڦيري ڇڏين.

مون سعديءَ جي شعرن سان به ماڻهو ائين ڪندا آهن. هزارين بهترين شعرن تي جس چوڻ ته نهيو، پر ڪنهن هڪڙي بيت ۾ ڪا اوڻائي نظر ايندن، ته ملڪ ڪٺي مٿي تي ڪڻندا آهن. ان جو بيو ڪو سبب ڪونهي. رڳو هيءُ سبب آهي جو دشمن جي حسد واري اک کي عيب ئي نظر ايندا آهن.

ڪوبه انسان گهٽ وڌائيءَ، اوڻائيءَ پوڻائيءَ کان ڪيئن ٿو بچي سگهي. الله تعاليٰ ئي مخلوق کي اهڙن فرقن سان پيدا ڪيو آهي ڪو ڪارو آهي، ته ڪو پورو. ڪو چڱو آهي، ته ڪو بڇڙو. هر جنس ۾ بنهي قسمن جا فرد موجود آهن ۽ هرهڪ شيءِ ۾ ڪجهه خوبيون آهن، ته ڪجهه خاميون آهن. توکي گهرجي ته خوبين کي وٺ ۽ خامين کي ڇڏي ڏي. بادام جو مغز کائي، کل کي اُڇلي ڇڏ!



باب اٺون

# شُڪر بابت

مون ڪان الله سائينءَ جو شڪر (ڪَمَا حقّه) ادا ٿي نٿو سگهي، ڇو ته مون کي شڪر جا اهڙا اکر نٿا اچن، جيڪي ان مالڪ مهربان جي شان وٽان هجن. منهنجي جسم جو هڪ هڪ وار الله جو عطا ڪيل آهي ۽ سندس هر عطا جو شڪر جڳائي ٿو. هاڻي ٻڌايو ته وارن جي تعداد جيترو شڪر ڪيئن ادا ٿي سگهندو؟ جنهن خالق اسان ٻانهن کي وجود عطا ڪيو آهي، ان مهربان جي تمام وڏي تعريف آهي.

الله تعاليٰ جي شان وٽان ڪوبه تعريف ڪري ئي نٿو سگهي. ڇو ته سندس تعريف ڪرڻ خود اُن الله جو احسان آهي ته اُن احسان جو شڪر وري ان شڪر جو شڪر ڪرڻ لازم ٿيو. اهو تسلسل قائم ٿي پيو.

الله اهڙو خالق آهي، جو مٽيءَ مان ماڻهو بنائي ان ۾ ساهه وجهي، دل ۽ عقل عطا ٿو ڪري. ٻيءَ جي پٽيءَ مان نڪرڻ کان وٺي، پوڙهاڻپ تائين الله تعاليٰ انسان کي عزت بخشي آهي. ٻار جڏهن ڄمي ٿو ته گناهن کان پاڪ آهي. هاڻي وڏو ٿي به گناهن کان بچندو رهي. جيئن قبر ۾ به پاڪائي واري حالت ۾ وڃي.

اي انسان! پنهنجي دل جي آئيني تان غبار ۽ ميرنهن صاف ڪندو رهه! گناهن جي ڪَٽُ سان ڪاري ٿيل دل ڪارائتي ڪانهي. انسان اول ۾ منيءَ جو قطرو هئو. هاڻي هو همت ڪري، وڏائيءَ کي ڦٽو ڪري. جيڪو انسان محنت مزدوري ڪري روزي حاصل ٿو ڪري، ته اهو به الله تي توڪل ضرور رکي ته ڪمايل روزيءَ ۾ برڪت پويس ۽ هيئن سمجهي ته اها ڪمائڻ جي سگهه ۽ توفيق به الله تعاليٰ عطا ڪئي. ڇو ته انهن هٿن ۾ الله تعاليٰ چرڻ پرڻ جي طاقت ۽ صلاحيت نه رکي ها، ته

تون ڪيئن ڪمائي سگهين ها؟ اهو سڀ ڪجهه ان الله جو احسان سمجھہ!

فتح ۽ ڪاميابي ڪو بہ طاقت سان حاصل نہ ڪري سگهندو آهي پر الله جنهن کي توفيق ڏئي، فتح ان کي نصيب ٿيندي آهي. تڏهن ان مالڪ جو شڪر ڪجي. الله جي مدد کان سواءِ هڪ منٽ بہ ڪو باقي نٿو رهي سگهي. هر حال ۽ هر وقت الله تعاليٰ جي مدد ملندي ٿي رهي.

اي انسان! تون جڏهن ماءُ جي پيٽ ۾ هئين، تہ ناڙي ذريعي توکي روزي ملندي هئي. جڏهن ڄائين، تہ ماءُ جي ڇاتيءَ مان روزي ملڻ شروع ٿي. تڏهن تون ڪهڙي محنت ڪندو هُئين، جو توکي روزي مُيسر هئي؟

اهو مثال هيئن سمجھہ! جيڪو ماڻهو مسافريءَ ۾ آبهوا جي تبديليءَ سبب بيمار ٿي پوي، تہ وطن واپس اچڻ سان چاڪ چڱو ڀلو ٿي پوندو آهي. جو موافق آبهوا ملي ويس. ساڳي طرح هر انسان ماءُ جي پيٽ مان سفر ڪري هن دنيا ۾ پهتو آهي، پيٽ ۾ ماءُ جي معدي ۽ رڳن مان نهندڙ غذا تي گذارو ٿيندو هوس ۽ ڄمڻ کان پوءِ بہ ماءُ جي اندر مان جڙندڙ غذا (ٿڃ) تي گُذر اٿس. ماءُ جي گود بهشت برابر سمجھہ! سندس ڇاتيءَ کي کير جون بہ نهرون سمجھہ!

ماءُ وڻ مثل آهي ۽ اولاد ان جو ميوو آهي. امڙ جي ڇاتيءَ جون رڳون سندس دل سان ڳنڍيل آهن. ان ڪري ٿڃ کي دل جو نچوڙو سمجھہ! جڏهن ٻار جي ٻانهن ۾ طاقت آئي، ڏند ڦٽي پيا، تڏهن ماءُ ڪَوڙو ايريو مکي. ٻار جي ٿڃ ڇڏائي ٿي، پوءِ آهستي آهستي ٻار ٿڃ کي وساري ٿو ويهي. ان مثال وانگر گناهن جي چاشني، توبہ جي ڪڙي دوا سان وسري سگهي ٿي.

## ماءُ جون مهربانيون

هڪڙي نوجوان پنهنجي ماءُ جو چيو نہ مڃيو. ماءُ کي ڏاڍو ڏک پهتو. جڏهن بہ ٽي دفعا چيائينس ۽ پٽ بنهہ نہ مڃيو. تڏهن، ماءُ پنهنجي جهولي پٽ آڏو کولي ۽ چيائينس تہ: پٽَ! ڇا تون اڳ ۾ ڪمزور نہ هئين؟ تو لاءِ مون ڪيترئون راتيون اوجاڳن ۾ گذاريون. تڏهن تون اهڙو

ڪمزور هئين جو پاڻ تان مک به تڙي نه سگهندو هئين. مک ويهڻ سان به روئندو هئين. اڄ ماشاءالله تون جوان مڙس ۽ پهلوان آهين ۽ هڪ دفعو وري به ڪمزور ٿي قبر ۾ پوندين. اتي به تون ڪنهن ڪيڙي ماڪوڙي کي پاڻ کان پري ڪري نه سگهندين. جڏهن دماغ کي ڪيئان ڪائي ويندا ته اتي هي اکيون به ڪم جون نه رهنديون.

ڪنهن انڌي کي ڏسي ساڻس تعاون ڪرڻ جو جذبو تنهنجي دل ۾ پيدا ٿيو ته تون انسان آهين، نه ته جهڙو هو نابين آهي، تون به نابين آهين. اهڙن وقتن تي تون الله جي نعمتن کي ياد ڪر، جو توکي اکين جي نعمت سان نوازيائين. اهو الله توکي ٻڌڻ واري دل نه ڏني ها، ته تنهنجا ڪن حق ۽ باطل بابت ڪجهه به ٻڌي نه سگهين ها.

## انسان جي پيدائش ۾ الله جي ڪاريگري

سوچي ڏس ته هڪ آگر ۾ ڪيترا سنڌ آهن ۽ انهن ۾ ڪاريگريءَ سان گڏ رياضيءَ جي اصولن جي پابندي به سمايل آهي. ته جيڪو الله جي ڪاريگريءَ مان ڇُڪون ڪڍي اهو وڏو پاڳل چئبو.

تون غور ڪري ڏس! ته الله تعاليٰ ڪيئن نه هلڻ لاءِ ڄنگهن ۾ هڏا، سَنڌ ۽ مشڪون بنايون آهن، سنڌ ۽ مُشڪون ڪم نه ڪن ته تون وِک به ڪونه ڪٽي سگهين. ماٿهن لاءِ سجدو ڪرڻ ۽ نوڙڻ ان ڪري به آسان آهي، جو هن جي پٺيءَ ۾ سَنڌ سَنڌ آهن يڪو هڪ هڏو ڪونهي. تنهنجا به سؤ سَنڌ بنايائين تڏهن مٿيءَ مان ماٺهو ٿي سگهيو آهين. تنهنجي جسم ۾ سوين هزارين رڳن جون نهرون وهايائين. مٿي ۾ اکيون ۽ سوچڻ وارو دماغ رکيائين. ساري عزت، شرافت جو دارومدار دل تي آهي. ڏس ته ٻيا جانور ڪنڌ هيٺ زمين طرف ڪريو ذليل ٿي هلن ٿا ۽ تون سڌو پيرن تي اُڀو بيهي سگهين ٿو. ٻيا سڀ کائڻ لاءِ مٿو هيٺ جهڪائين ٿا. تنهنجو کائڻ به عزت وارو آهي.

توکي ايڏي عزت رب بخشي. هاڻي تولاءِ مناسب آهي ته الله جي بندگيءَ کان سواءِ ڪٿي به سِرُ نه جُهڪاءِ ۽ پنهنجي صورت تي مستانو نه

ٿي، سيرت سڌارڻ جو فڪر ڪر! اخلاق سڌار. تنهنجو قد سڌو هجي نہ هجي. واٽ سڌي وٺ. ڇو تہ صورت ۽ شڪل ۾ تہ ڪافر بہ تو جهڙو ئي آهي.

تون جيڪڏهن اهڙو بُزدل ۽ ڪمزور آهين، جو دشمن سان جهاد نٿو ڪري سگهين، تہ بہ عقل بنجي پنهنجي سڄڻ ۽ معبود مالڪ سان جنگ نہ ڪر! سياڻي ماڻهوءَ جو ڪم آهي تہ احسان ڪندڙ الله جو شڪر گذار رهي.

## ڳُڪي بادشاهہ جي ڳالهہ

هڪڙو بهادر بادشاهہ گهوڙي تان ڪنڌ ڀَر ڪري پيو، ڪَنڌ جو مَڻڪو هيٺ ويهي ويس، ڳُڪو ٿي پيو. هاٿيءَ جي ڳچيءَ وانگر ڪنڌ ئي نٽيو ٿي پيس ۽ ڪنڌ ۾ جڻ اهڙي ڪِلي لڳي ويس، جو ڪنڌ کي هيڏي هوڏي ڦيرائي نہ پيو سگهي. مُلڪ جي طبيبن ۽ ڏاهن، بادشاهہ جي حالت ڏسي حيراني ظاهر ڪئي، تہ ان جو علاج اسان جي وس کان ٻاهر آهي.

يونان ملڪ جو هڪڙو ماهر حڪيم هئو. ان هامِ هڻي تہ بادشاهہ جي ڪنڌ کي آءٌ درست ڪري ويندس. پوءِ تہ ڪاريگريءَ سان اهڙا بہ ٽي مروٽا ڏنائينس جو ڪنڌ سڌو ٿي ويو. معذور هجڻ کان بچي پيو.

يوناني حڪيم وري ٻئي دفعي ساڳئي بادشاهہ وٽ آيو ۽ هن نالائق بادشاهہ ڪنڌ ڪٽي نهاريس بہ ڪونہ. پليڪار ئي ڪانہ ڪيائينس. اهو حال ڏسي يوناني ڏاهي جو شرم کان ڪنڌ هيٺ ٿي ويو. پوءِ تہ موٽندي چوندو پيو وڃي: جيڪر اڳ ۾ هن جو ڪنڌ درست نہ ڪريان ها، تہ معذور هجڻ سبب اڄ هيئن ڪنڌ نہ سيٽي ها. اهي اکر آهستي چوندي ٻاهر نڪتو.

يوناني حڪيم ڇا ڪيو جو هڪڙو ڪپهہ جو ٻِهو ڪنهن خادم هٿان بادشاهہ ڏي موڪليو تہ پنهنجي ڪچهريءَ ۾ هن ڪپهہ جي ٻِهي کي اگربتيءَ وانگر دکائيندؤ تہ سٺي سرهاڻ ٿي پوندي. بادشاهہ سرهاڻ

لاءِ ڪپهہ جو پهو دڪايو. پوءِ تہ اهڙي ڇڪ آيس جو ڪنڌ اڱڻين وانگر وري ويهي ويس. هاڻي وڃي بادشاهہ جو هوش ٺيڪ ٿيو. سمجهي ويو تہ مون يوناني حڪيم سان بي رُخي ڪئي، ڪيس ڪيڪاريم ئي ڪونہ سو مون ڪان اهڙي بيرخيءَ جو پلاند ڪري ويو.

پوءِ تہ هيڏي هوڏي ماڻهو ڊوڙايائين تہ ان حڪيم کي هٿ ڪري اچن، پر ڪٿي بہ هن جو پتو نہ پيو، ڇڻ سُڪي ڳهي ويس.

اي انسان! تون بہ پنهنجي مُحسن مالڪ کان ڪنڌ نہ ڦيراءِ، جيئن قيامت ڏينهن ڪنڌ ڪٽڻ جهڙو ٿين.

## الله جي ڪاريگريءَ ۾ سوچڻ

هيءَ رات تنهنجي آرام ۽ آسائش لاءِ آهي. هيءَ ڏينهن ۽ چمڪندڙ روشن سج تنهنجا خادم آهن. هي هوائون تنهنجي نوڪري ڏيندي بهار لاءِ بسترا تيار ٿيون ڪن ۽ مرڪندڙ مکڙين کي کولي، کِلندڙ گل ٿيون بنائين. هواءِ، برف، بارش، بادل بجليون (ڪنوڻ) ۽ گجگوڙ سڀ تنهنجا ئي خادم آهن. جيڪي تنهنجي پوکيل ٻجن کي مٽيءَ ۾ ڦٽائڻ ۾ تعاون ٿا ڪن. توکي اُڃ ٿي لڳي تہ ڪاوڙ نہ ڪر! اڃهو ٿا ڪارا ڪڪر پنهنجي ڪلهن تي هيڪاندو پاڻي کڻي پهچن ۽ مينهن وسائي تنهنجي اُڃ اجهائين.

ان مالڪ مٽيءَ مان تولاءِ مختلف رنگن، مختلف سرهاڻين وارا گل ۽ ٻوٽا اپايا ۽ تنهنجي خوارڪ جو انتظام بہ مٽيءَ سان ڪيائين. جيئن مختلف ذائقن وارا کاڌا تون واپرائي لطف حاصل ڪرين. مختلف رنگ ڏسي، سرهاڻيون ۽ سڳنڌ سنگهي، اکيون خوش ڪرين ۽ مغز معطر ڪرين. ماکيءَ جي مک تولاءِ مٽي ماکي گڏ ڪئي ۽ گهلندڙ هواءِ وٽندڙ ماک جا ڦڙا وسايا ۽ کجيءَ ڏي ڏس تہ ڪيئن تولاءِ مٽيون ڪارڪون، ڏنگ ۽ ڏوڏا تيار ڪري، وڏن وڏن ماهرن کي حيرت ۾ وجهي ڇڏيو آهي تہ ڪتل ۽ کجور ۾ اهو مٺاڻ ڪيئن ٿو گڏ ٿئي.

سج چنڊ ۽ تارا اُڀري آسمان کي تنهنجي لاءِ ٿا سينگارين. ۽ اهو

مالڪ سائين ڪنڊن وارين ٽارين ۾ سهڻا گل ۽ هرڻ جي ڌُن ۾ مُشڪ، پهاڙن ۽ ڪاڻين ۾ سون، سُڪل ٽارين ۾ تازا ۽ ساوا پن پيدا ٿو ڪري. ۽ پنهنجي قدرت سان تهنجون اکيون ۽ اکين مٿان سهڻا پِرون ۽ ڇپر بنايائين. پنهنجي رحم ڪرم سان توکي هلايائين، پين جي وس ۽ محتاج نہ ڪيائين. اي انسان! تون رڳو زبان سان نہ پرهرهڪ ساهہ ڪڻڻ سان ان محسن مالڪ جو شڪر ڪر! جو ان مالڪ توکي بي حساب نعمتن ۽ ناز سان پاليو آهي. آءٌ تہ دل ۾ بہ شرمسار آهيان جو الله جا جيترا احسان آهن آءٌ ايترو شڪر ڪري نٿو سگهان.

اي الله! هي جيت جٽيا ۽ جانور، پکي پکڻ، ڪيڙا ماڪوڙا، پاڻيءَ ۾ رهندڙ مڇيون ۽ آسمان ۾ رهندڙ ملائڪ، مطلب تہ ڪوبہ تنهنجي شڪر جو حق ادا ڪري نہ سگهندو. اي سعدي! اتي ڪٽي قلم کي روڪ! پلا جيڪو رستو ڪٽندڙنہ هجي، تہ ان سان ڪيترو پنڌ ڪندين. (عاجزيءَ جو اقرار ئي شڪر آهي.)

## نعمتن جو صحيح استعمال

ڪنهن ماڻهوءَ پنهنجي پٽ کي نصيحت ڪندي هيئن پئي چيو: اي پٽ! مون توکي کهاڙي ڪاٺين ڪپڻ لاءِ نهرائي ڏني آهي. ان سان مسجد جي پٽ مٿان پيين! جيڪا شيءِ جنهن ڪم لاءِ ملي، تہ ڪانئس اهوئي ڪم وٺجي. اسان کي زبان ملي آهي، تہ ان سان الله جو ذڪر ۽ شڪر ڪريون. هن لاءِ نہ ملي آهي تہ گلا ڪريون ۽ چغليون هڻون. ڪَنَ هن لاءِ مليا آهن، تہ قرآن پاڪ، واعظ ۽ نصيحت ٻُڌون. انهن سان ڪوڙ بدوڙ (راڳ روپ) نہ ٻڌون. اکين سان الله جي ڪاريگريءَ کي ڏسو ۽ پين جي عيبن کي نہ ڏس!

## ٻاڙ ڪان ڪمزور کي ڏسي نعمتن جو شڪر ڪجي

ڪنهن کي خوشيءَ جو قدر تڏهن پوندو، جڏهن هو ڪڏهن ڏکن ۽ ڏجهن مان گذريو هوندو. پلا جيڪو اوني ڪمبل ويڙهي، اندر بند

ڪمري ۾ ويٺو هوندو، ان کي سيءَ جي ڪهڙي خبر ۽ ٿڌ ۾ هلندڙ فقيرن ۽ غريبن جي تڪليف جو ڪهڙو احساس هوندو ۽ جنهن کي نانگ ڏنگي، پوءِ روئي رڙي، دانهن ڪندي ڪجهه فرحت محسوس ڪري ۽ ننڊ اچي وڃيس، ته اهو ان آرام تي به شڪر ڪندو.

جيڪڏهن تون تندرست، نوجوان ۽ پنڌ جو تکڙو آهين، ته شڪراني طور ڪمزورن ۽ آهستي هلندڙن جو به خيال ڪر! انهن جي رفتار سان هل. جوانن ۽ پهلوانن کي گهرجي ته پوڙهن ۽ ڪمزورن تي رحم ڪن. درياءَ جي ڪناري تي رهندڙ کان پاڻيءَ جو قدر نه پڇ! اهو سوال ڪنهن اُس ۾ هلندڙ تڪل مسافر ۽ اڃ جي اوسائيل کان پڇ! ته پاڻيءَ جي ڦڙي جو ڇا ملهه آهي؟ دجله نديءَ جي ڪناري تي رهندڙ عرب کي پاڻيءَ جو قدر نه هوندو. البت وارياسن بيابانن ۾ رهندڙ بَدوِين کي پاڻيءَ جي قدر جي خبر هوندي.

تندرستيءَ جهڙي نعمت جو قدر ان کان پڇ، جيڪو مُسلسل بخارن مان هاڻي اٿيو هجي. سياري جي ڊگهي رات توکي وڏي نظر نه ايندي، جو تون پاسو گرم ڪيو مزي سان ستو پيو آهين. پر ساڳيءَ رات جي ڊيگهه ڪنهن بيمار کان پڇ! جيڪو بي آراميءَ سبب پاسا ورائيندي پريشانين ۽ دردن ۾ پيو ٿو پيڙجي. وڏا صاحب صبح جو دهل جي آواز تي مَس تا اُٿن، پر رات جي خبر چوڪيدار کان پڇ ته رات ڪيئن گذريس.

## سلطان طغرل جي ڳالهه

سياري جي موسم هئي. هڪ رات جو بادشاهه طغرل ڪنهن پهريدار جي پرسان اچي لنگهيو. رات جو پارو پوي پيو، وري ان رات مينهن به وسيو هو. ويچارو پهريدار سيءَ سبب ڏڪي رهيو هو. بادشاهه کي هن غريب ملازم تي رحم اچي ويو. ويجهو وڃي چيائينس ته: آءٌ پنهنجي گرم پوشاڪ تو ڏانهن موڪليان ٿو. اها پائي پوءِ بيهه! ٿورو انتظار ڪجانءِ، ته ڪنهن نوڪر هٿان گرم ڪپڙا موڪليانءِ ٿو. ايتري ۾ ٿڌي هواءِ گُهلڻ شروع ٿي وئي. پوءِ ته بادشاهه تکڙو وڃي محلات ۾

پهتو. محل ۾ اندر ڪنهن دل گهرڻي ماڻهوءَ سان جو ڪچهريءَ ۾ ويٺو ته هن کان گرم پوشاڪ ۽ پهريدار جون يادگيرو ئي وسري ويو.

هن غريب پهريدار پوشاڪ جي ڳالهه ته ٻڌي، پر اها پائڻ نصيب نه ٿيس. ويچارو اڳ ۾ ئي سيءَ ۽ ٿڌي هواءِ سبب ڏڪي رهيو هو. وري هاڻي انتظار به ڪرڻو پيس. پوءِ ته رهيل کُهيل ڪَسر ئي نڪري ويس. هوڏانهن بادشاهه گرم بستري ۾ وڃي سُتو. جنهن کي صُبح جو نوڪر اچي اٿاريو ۽ ٻڌائينس ته: سائين! توهان کان هو بدنصيب راتوڪو پهريدار ته وِسري ويو! ڀلا توهان کي جو گرم بسترو مليو، ته توهان کي مصيبت جا ماريل ڏکن جا ڏتَّيل ڪيئن ياد پوندا؟ ۽ توهان کي هن جي ڏکهي ۽ ٿڌي رات جي ڪهڙي خبر؟ ڀلا جيڪو قافلي جو سردار، سائين سان گڏ سواريءَ تي چڙهي، مزي مزي سان هلي رهيو آهي. ان کي رُڃ ۾ رُليل واٽن وڃائيندڙ پانديئڙي جي ڪهڙي ڳڻتي.

اي ٻيڙي هلائيندڙ ملاح! جتي ڪو پاڻيءَ ۾ غوطا کائيندڙ ماڻهو ڏسين ته ان لاءِ ٻيڙي جهلي مٿي ڪٽيس ۽ رستي ۾ سنگت سان گڏ هلندڙ تيز رفتار نوجوان، پوڙهن کي ڏسي ڪجهه رفتار کي جهڪو ڪري.

تون جيڪڏهن اٺ تي رکيل ڪجائي تي آرام سان ويٺو آهين ۽ اٺ جي مهار جت جي هٿ ۾ آهي. جيڪو اٺ کي ڪاهي ٿو هلي، ته توکي پيدل هلندڙ جي ٿڪ ۽ (پيرن ۾ پيل) لِڦن جي ڪهڙي خبر؟ ڀلا جيڪو پيٽ ڀري کائي پي، مزي سان گهر ۾ ستو، ان کي اوڙي پاڙي جي بکين جي ڪهڙي خبر؟

## ڏکن وقت پاڻ کان وڌيڪ ڏکويل کي ڏسجي

ڪنهن چوڪيدار هڪڙي واٽهڙوءَ کي چور سمجهي پڪڙيو. رسيءَ سان جڪي ڪٽي هٿ، پير ٻڌائينس. ويچارو سڄي رات پريشانيءَ ۾ پيو هو. ڪنهن مهل ڪاري رات ۾ هن کي ڪنهن مسڪين جي روئڻ جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو. جيڪو غريبيءَ سبب روئي رهيو هو. هن جي روئڻ جو آواز جڏهن هن جڪڙيل همراهه ٻڌو، تڏهن چيائين: اڙي سياڳا!

ڪيترو روئندين. هاڻي ماٺ ڪري وچي سمهہ. تون تہ شڪر ڪر جو، چوڪيدار تنهنجي هٿن پيرن کي ٻڌو ڪونهي. تون پاڻ کان وڌيڪ پريشان کي ڏسي، پنهنجي پريشانيءَ کي گهٽ سمجهہ! هاءِ گهوڙا نہ ڪر!

## گوهہ ۾ قيد ٿيل جي دانهن

هڪڙو انگ اگهاڙو مسڪين ماڻهو هو. ان ڇا ڪيو جو ڪتان پٽسا قرض تي وٺي ڪچي چمڙي مان لباس ٺهرائي آيو. هڪ موسم اونهاري جي، ٻيو لباس ڪچي چمڙي جو. سو جڏهن گرميءَ تپايس تڏهن روئي ڏنائين چئي رهيو هو: آءٌ ڪيڏو بدنصيب آهيان جو هن ڪچي چمڙي کان سواءِ ڪو ٻيو لباس هٿ ئي نہ آيم ۽ جسم اهوئي گرميءَ ۾ پيو ٿو ڪڙهي.

اتفاق اهڙو ٿيو جو جتي هيءُ مسڪين پنهنجي ڦٽل بخت تي روئي رهيو هو، اتي ئي هن جي پرسان هڪڙو کوهہ هئو. ان ۾ هڪڙو ماڻهو قيد پيو هو هٿ پير ٻڌل هئس. (اڳئين زماني ۾ ڪيترين جاين تي اهڙا کوهہ کوٺيل هوندا هئا. جن ۾ پاڻي ڪونہ هوندو هو ۽ مجرمن کي هٿ پير ٻڌي ان ۾ ڦٽو ڪندا هئا.) قيديءَ هن ماڻهوءَ جا اکر پئي ٻڌا. پوءِ تہ اتان کوهہ مان دانهن ڪري چيائينس: اڙي ماٺ ڪر! تون الله جو شڪر ڪر! جو تهنجا هٿ پير مون وانگر ٻڌل نہ آهن. ٻاهر مزي سان پيو ٿو گهمين.

## ٿڦڙ کائيندڙ درويش جو شڪر

ڪو ماڻهو واٽ وٺيو پئي ويو، تہ آڏو هڪڙو درويش غريب مليس. اهو درويش منهن مان يهودي تي معلوم ٿيو. پوءِ تہ هن همراهہ نہ ڪئي هَم نہ تم، ڪنڌ تي زور سان ٿڦڙ وهائي ڪڍيائينس. اهو حال ڏسي درويش ڇا ڪيو، جو ڪلهن تان پنهنجي چادر لاهي، ٿڦڙ هڻندڙ کي ڏنائين. هاڻي اهو همراهہ ڏاڍو لڄي ٿيو. تہ هيءُ درويش اعليٰ اخلاق وارو چئبو، جو مون کي برائيءَ جو بدلو چڱائيءَ سان ڏئي ٿو. پوءِ درويش کي چيائين تہ: منهنجي گستاخي معاف ڪجو. مون کي اهڙي حرڪت نہ ڪرڻ کپندي هئي. ويتر توهان هيءَ چادر بہ مون کي ڏني آهي.

درويش چيس تہ: مون چادر توکي شکراني طور ڏني. ڇو تہ جيئن توهان منهن جو ظاهر ڏسي مون کي سمجهيو هو. آءٌ الله جي فضل سان ائين نہ آهيان (مسلمان آهيان، يهودي نہ آهيان.) پلا جيڪڏهن منهنجو ظاهر مسلمانن وانگر هجي ۽ اندر ۾ يهودي هجان ها، تہ ڪيڏي نہ بڇڙائي هجي ها. اهو ائين آهي جيئن ڪو چور ۽ بَدمعاش، بزرگن وارا ڪپڙا پايو گهمي.

## ٽڪل مسافر جي شڪايت

هڪڙو مسڪين مسافر پيرين پيادو سفر ڪري رهيو هو. ڪابہ سواري ڪانہ هئس. جڏهن ٿڪجي پيو، تڏهن، پنهنجي قسمت تي روئندو پيو وڃي. چئي رهيو هو تہ: هاءِ ڙي قسمت! جو سواريءَ لاءِ ڪو گڏهہ بہ ڪونہ ٿو ملي! اڃا انهن ڳڻتين ۾ ڳرندو، پنڌ ۾ ڳهندو پئي هليو، تہ سامهون هڪڙي ڪاڻير کي ايندو ڏٺائين، جيڪو گڏهہ تي ڪاٺيون سٽي ڪاهيو پيو اچي. جڏهن گڏهہ، هن مسافر جي ويجهو آيو، تڏهن ڪاٺين جي بار هيٺان ڪنجهندي چيائينس: اڙي بي شڪر انسان! الله جو شڪر ڇو نٿو ڪرين جو توکي سواريءَ لاءِ گڏهہ ناهي تہ پاڻ بہ گڏهہ ناهين. جو مون وانگر ٻين جو بار کڻي ڪنجهندو هلين.

## مولويءَ کي مواليءَ جي نصيحت

هڪڙو فقيهہ عالم سگورو رستو وٺيو پئي ويو، تہ واٽ تي ڪنهن موالي ملنگ تي نظر پئجي ويس، جيڪو نشي سبب بيحال ٿيو پيو هو. پوءِ تہ، اهو عالم پنهنجي پاڪدامنيءَ تي اهڙو مغرور ٿي ويو. جو هن نشئي نوجوان ڏانهن حقارت سان ڏٺائين. ايتري ۾ ان نشئيءَ ڪنڌ مٿي کيو ۽ عالم سگوري کي چيائين تہ: توکي شڪر ڪرڻ کپندو هو، ڇو تہ مغروريءَ سبب مليل نعمت بہ ڪسجي ويندي آهي. ڪنهن کي قيد ۾ گرفتار ڏسي، هن تي کلڻ نہ گهرجي. متان ڪڏهن پاڻ بہ قيد ۾ وڃي پوي. ڇا الله جي تقدير کي نٿو مڃين. ٿي سگهي ٿو، جو سڀاڻي تون ئي مون وانگر هيروئني بنجي پوين.

الله تعالىٰ تنهنجي نصيب ۾ مسجد لکي آهي تہ شکر ڪرڻ ہئي باهہ جي پوڄاريءَ مشرڪ تي کل نہ ڪر! ان الله جو احسان سمجهہ! جو توکي مسلمانن ڪيائين ۽ مشرڪ نہ بڻايائين، هي سڀ ڪجهہ الله جي تقدير مطابق پيو ٿو ٿئي. هر انسان ان تقدير جو قيدي آهي. تڏهن ہئي تي ٿوڪ ڪرڻ بدران، ڪَٽُ بہ ڪَنَبُ بہ، اڳيان تورينڊڙ تڪا.

## پلارن جي نظر الله تعالىٰ تي هوندي آهي

ڪنهن انسان جي حياتي هوندي، تہ گاهہ جي پن مان بہ شفا ملي ويندس. چوندا آهن تہ: ماکيءَ ۾ شفا آهي. پر موت جو علاج اها بہ ڪانهي.

- جنهن جو ساهہ نڪرڻ وارو آهي. پويان پساهہ اٿس تہ ان کي ماکي چٽائڻ مان ڇا فائدو؟
- مٿي جي سور کان صندل جي تيل جي مالش ڪبي آهي، پر جنهن جي مٿي ۾ لوهي هٿيار سان ڦاڙ پيو، تہ صندل جو تيل ان لاءِ ڪهڙي ڪم جو؟
- ڪنهن خطري کان پڇي جان ڇڏائي سگهجي ٿي. پر تقدير جو مقابلو نٿو ڪري سگهجي.
- ماڻهوءَ جو معدو درست آهي تہ ٻک بہ لڳي ٿي. منهن ۾ رونق بہ رهي ٿي. پر جيڪڏهن معدو بگڙي پوي، تہ طبيعت خراب ٿي پوندي ۽ ڪيتريون بيماريون لڳي پونديون.
- ماڻهوءَ جي مزاج جا چار قسم آهن: (١) تَرِ (٢) خُشڪ (٣) گرم (۴) سرد. اهي سڀ شيون وچٽريون رهن تہ صحت ٺيڪ رهندي ۽ انهن مان ڪابہ هڪ گهٽ وڌ ٿي پوي، تہ تندرستي بگڙي پوندي.
- ساهہ کڻڻ لاءِ تازي ۽ صاف هوا ميسر نہ ٿئي تہ معدي ۾ گرمائش پيدا ٿي پوندي.
- معدي ۾ گرمائش گهٽجي وڃي، جنهن سان هاضمي لاءِ گهربل گرمي نہ ملي، تہ بہ ماڻهو بيمار ٿي پوندو.

- پيارا! سياڻا ماڻهو چوندا آهن ته: هي طبيعتون پاڻ ۾ ئي هڪ ٻئي سان نٿيون ملن، ته توسان ڪهڙي وفاداري ڪنديون؟
- جسم جي طاقت ڪاڌي پيتي کان نه سمجهه. چو ته تنهنجي پالنا ڪرڻ وارو صرف اڪيلو پروردگار آهي. (ڪاڌل ڪاڌي کي غذا ۽ طاقت جو ڪارڻ اهو مالڪ پروردگار بنائيندو ته ڪم جو ٿيندو، نه ته ساڳيو ڪاڌو بيماريءَ جو سبب بنجي پوندو.)
- توکي جيڪڏهن زمين تي منهن رکڻ، سجدي ڪرڻ جي توفيق ملي ته الله جي تعريف ڪر! جنهن اهڙي توفيق ڏنئي. پنهنجو ڪو ڪمال نه سمجهه!
- ذڪر اذڪار تسبيح پڙهڻ، اها ته گداگري آهي. پنڻ تي به غرور ڪبو آهي ڇا؟
- جيڪڏهن تون گهڻي عبادت ڪندڙ آهين، ته ڇا ٿي پيو. الله طرفان پگهار به ته وڏي ٿو ڪٽين. هميشه ان جو ئي ته کائين ٿو. تنهن جي ڪيل عبادت الله جي احسانن جي برابر نه ٿي ٿي سگهي.

## نيڪيءَ جي توفيق به الله جو احسان آهي

- سجدو واقعي پاڻهو ٿو ڪري، پر سجدي جو نيڪ ارادو دل ۾ ڪنهن وڌو؟ ۽ سجدي جي توفيق ڪير ٿو ڏئي؟
- الله جيڪڏهن توفيق نه ڏئي ته توکان ٻين کي ڀلائي ڪيئن پهچندي
- زبان جيڪڏهن ڪلمون پڙهيو (ذڪر ڪيو) ته تون زبان ڏي نه ڏس، ان مالڪ جو احسان سمجهه، جنهن تنهنجي زبان ۾ ڳالهائڻ جي طاقت رکي آهي.
- معرفت ۽ سڃاڻپ جو دروازو انسان جي اک آهي. جيڪا سڄو ۽ ڪشادو جهان ڏسي سگهي ٿي.
- توکي گهٽ وڌائيءَ جي ڄاڻ ڪيئن ٿي حاصل ٿئي. اک جو دروازو بند هجي ته تون ڇا ڏسي ۽ ڄاڻي سگهندين؟
- تنهنجا هٿ ۽ مٿو الله پيدا ڪيا آهن، پوءِ هڪڙي ۾ سخاوت جي

صلاحيت رکيائين ۽ هن ۾ سجدي جي. نہ تہ هٿ سخا ڪري ٿي نہ سگهن ها ۽ مٿو نوڙي ٿي نہ سگهي ها.

- الله پنهنجي حڪمت سان زبان ڏني، ڪن ڏنا، جيئن دل جي صندوق جي چاٻي ڪن بڻجن. ڇو تہ دل ڪي ڄاڻ ڪنن جي ٻڌڻ سان تہ پهچي ٿي.
- ڪَنَ دماغ جا جاسوس سمجھہ! نہ تہ دماغ کي ڄاڻ ڪٿان ملي ها؟
- ڪنهن کي الله تعاليٰ زبان جو ميئاج عطا ڪيو، تہ ڪنهن کي ڪنن جي سرلائي ڏنائين.
- زبان ۽ ڪن بہ نوڪر آهن. جيڪي دل ۽ دماغ ٻن بادشاهن کي خبرون ٻڌائن ٿا.
- پنهنجي علم کي ڪو ڪمال نہ سمجھہ پر الله جو فضل سمجھہ! جنهن اهڙي توفيق توکي ڏني.
- الله جي عبادت کي هيئن سمجھہ، جيئن ڪو نوڪر بادشاهہ جي باغ مان گل پٽي گلدستو ٺاهي، بادشاهہ آڏو پيش ڪري. هاڻي بادشاهہ جو احسان ڇئبو جو اهڙو تحفو قبول ڪري ٿو.

## هندستان جو سفر ۽ مشرڪن جي گمراهي

سفر، سياحت دوران هندستان جي (رياست جوناڳڙهہ ۾) سومناٿ مندر ۾ عاج مان ٺهيل بت ڏٺم. اهڙو سينگاريل هئو، جهڙو مَڪي جا مشرڪ جا هليت ۾ مَناتَ بت کي سينگاريندا هئا. ڪاريگرن اهڙي سهڻي مورتي ٺاهي هئي، جو ڳالهہ ڪرڻ کان ٻاهر آهي. ان بُت جي زيارت لاءِ پري پري کان خلقون ٽي پهتيون. چين ۽ چگل (ترڪستان جو هڪ شهر) کان ماڻهو اميدون کڻي اتي حاضر ٿيندا هئا، جيڪي هن بي جان پٿر کان پوريون ٿيڻيون ٿي نہ هيون. وڏا وڏا اديب ۽ شاعر، اتي اچي بت جي آڏو روئي عرض ڪندا هئا. مون کي اها ڳالهہ اصل سمجھہ ۾ نہ ٿي آئي. تہ هي جاندار ماڻهو هن بي جان مورتيءَ کي ڇو ٿا پوڄين.

هڪڙي پوڄاري پنڊت سان ڏيٺ ويٺ ٿي وئي. پوءِ تہ دوست

بنجي پيو. نهايت نرميءَ سان ڪانئس پڇيم ته: اي ٻاوا! مون ڪي هن علائقي جي رسمن حيران ڪري ڇڏيو آهي. هي چڱا ڀلا، سياڻا سيبتا ماڻهو هن بي جان ۽ بي طاقت پٿر جي مورتيءَ آڏو ڇو ٿا نوڙن؟ اهي ته گمراهيءَ جي اونداهي کڏ ۾ ڪِريل آهن.

ڀلا جنهن مورتيءَ جي نه هٿن ۾ طاقت، نه پيرن ۾ هلڻ جو سَت. هيٺ ڪِري پوي ته پاڻهي اٿي به نه سگهي. ۽ اکيون به پٿر جي هيرن جون اٿس. پٿر جي اک به ڪا ڏسندي ڇا؟

منهنجو ايترو چوڻ ۽ اهو پنڊت اچي ڏمريو. ڪاوڙ ۾ ڳاڙهو ٿي ويو. پوءِ ته مون سان وير ڪٽي رکيائين. ٻين پوڄارين کي به ٻڌائي رهيو هو ته: اهو ماڻهو وڏو خطرناڪ ۽ بي دين ٿو ڏسجي. هاڻي سيڪو مون ڏانهن شڪي نظرن سان ڏسي رهيو هو. سڀ مون تي ميڙيل هئا. ڇو ته، اهي سڀ گمراهيءَ کي هدايت ۽ هدايت کي گمراهي سمجهي رهيا هئا. ماڻهو ڪيڏو به عاقل عالم هجي، پر بي عقلن کي اهو به جاهل ۽ بي سمجهه نظر ايندو.

آءٌ سخت پريشان ٿي پيس، ڪوبه بچاءَ جو سهارو نظر نٿي آيم. نيٺ سوچي سوچي چاپلوسيءَ واري واٽ وٺي ورتم. سياڻا چوندا آهن ته: جڏهن ڏسين ته جاهل اڻ ڄاڻ ۽ بي عقل، حسد ۾ ڦاٿل آهي، ته ساڻس ها ۾ ها ملائي، نرميءَ وارو پاسو اختيار ڪر! تڏهن سلامتي حاصل ڪري سگهندين.

پوءِ ڇا ڪيم جو وڏي ٻانيڻ (بت خاني جي وڏي مجاور) جي چاپلوسي ۽ ڪوڙي خوشامد ڪيم. هن کي چيم ته: تون وڏو استاد، پرهيزگار، شيخ التفسير آهين. ۽ هاڻي آءٌ پاڻ محسوس ڪريان ٿو. هن بُت جي خوبصورتي ۽ ڪشش تمام گهڻي آهي. ڏس ته ڪيڏو نه عجيب ۽ خوبصورت ٺهيل آهي. پر آءٌ اڃا هن جي حقيقت کان بي خبر آهيان. ڇو ته، هن توهان واري طريقي ۾ آءٌ نئون آيو آهيان. ڀلا مون جهڙي نئين مسافر کي سڀ ڳالهيون هڪدم سمجهه ۾ ڪيئن اينديون؟ توهان هتي جا ميڙيل بزرگ ۽ بادشاهه آهيو. توهان کي ته سڀ خبر آهي.

پر آءٌ اڻ ڄاڻ اڀوجهہ آهيان، حقيقت سمجهڻ کان سواءِ ڪنهن جي عبادت ڪرڻ ڪارائتي ڪانهي. تڏهن مون اهڙي حقيقت معلوم ڪرڻ پئي چاهي. مون کي جيڪڏهن ان جي پوڄا جي حقيقت سمجهہ ۾ اچي ويندي، تہ آءٌ بہ چو نہ پوڄاري ٿيندس. اجا بہ ٻين کان گهٽي پوڄا ڪندس.

منهنجي ان تقرير جو سٺو اثر ٿيو. ڏٺم تہ ٻاڻ خوشيءَ مان ڪلي رهيو هو. واڇون کُلي پيس، منهن پيو ٻهڪيس، ڏندڙا ٽيڙي، چوڻ لڳو تہ: ڏاڍو سياڻو آهين. ڪهڙي تہ عقل جي ڳالهہ ڪئي اٿئي ۽ حقيقت بہ اِها آهي تہ، جيڪو ماڻهو حقيقت ۽ دليل کي سمجهي، ڪنهن گروءَ جي رهنمائيءَ ۾ راهہ تي هلندو، تہ منزل مقصود تي بہ اهوئي پهچندو آهي.

آءٌ پاڻ تو وانگر مُلڪ رُليس، شهر شهر جو پاڻي پيتم. جاڏي ڪاڏي چنگهون هَنيم، قسمين قسمين بت ڏٺم، ڪنهن تي بہ منهنجي اک نہ ٻڌي. انهن ۾ ڪابہ خوبي نظر نہ آئي. پر جڏهن هن بُت جو ديدار نصيب ٿيم ۽ هن جون ظاهري ۽ باطني ڪرامتون ڏٺم ۽ ڏٺم تہ پٿر جو بت صبح جو سوير الله جي دربار ۾ هٿ کڻي دعا ٿو گهري تڏهن ان جو پوڄاري بنيس. توکي جيڪڏهن اهڙو ديدار ڏسڻو هجي، تہ رات هت رهہ. پوءِ سياڻي صبح جو لقاءُ اکئين ڏسجانءِ!

ٻاڻ جي چوڻ تي رات بتخاني ۾ اٿين گذاريم، ڄڻ ڪنهن قيد جي وڏي مصيبت ۾ ڦاٿل آهيان. انتظار واري رات نکو کُٽي، نہ پرهہ ڦُٽي، نہ جان ئي ڇُٽي ۽ ڪِني ڏپ ساهہ پئي گُهٽي. قيامت جي ڏينهن وانگر رات ڊگهي ٿي نظر آئي. منهنجي هر طرف کان پوڄاري بنا وضوءَ جي عبادت ۾ مصروف هئا. اهڙا پوڄاري بہ ڏٺم جن سڄي عمر پاڻيءَ کي هٿ بہ نہ لاتو هوندو (يعني: نہ هٿ منهن ڌوتو هوندن ۽ نکو وِهنا ئي هوندا.) سندن بغلن مان ٻوندِ جي ڌپ پئي آئي. دل ۾ چيم پئي تہ: اڄ شايد اڳ ۾ ڪيل گناهن جي سزا ڀوڳي رهيو آهيان، جو هھڙي جاءِ تي اچي ڦاٿو آهيان.

سڄي رات سخت پريشانيءَ ۾ بيقرار رهيس. دل دڪ دڪ ڪري رهي هئي. ان ڪري ڪڏهن دل تي هٿ ٿي رکيم تہ ٻئي هٿ

سان دعائون پئي گهريم. نيٺ صبح ٿيو. نغاري تي ڏونڪو لڳو. ٻانيڻ اُٿيا، بانگ وانگر سڏ پئي ڪيائون. ڇڻ ڪڪڙن بانگون پئي ڏنيون. مطلب تہ رات ڪُٽي، اوندهہ مان جان ڇٽي. ڏينهن جي روشني چؤطرف پکڙجي وئي. ڇڻ تہ ڪارن شيدين جي ملڪ ۾ چيني ۽ تاتاري پورا اچي پهتا آهن.

پوءِ تہ پوڄاري هٽ منهن ڌوئڻ کان سواءِ ئي گهرن ۽ گهٽين مان نڪري بتخاني ۾ اچي پهتا. آءٌ سمجهان ٿو ته گهرن ۽ گهٽين ۾ ڪوئي نہ رهيو هوندو. ۽ بتخاني ۾ تِر ڇٽڻ جيتري جاءِ نہ هئي. آءٌ بہ اتي ويٺس. سڄي رات جو اوجاڳو هئم، سو اکيون ڪُرَنِ پيون تہ بُتَ ۾ بہ ڄڻ ڇهنڊڙيون تي لڳيون. پاڻ تي ڇِڙَ تي آيم.

اوچتو ڏٺم تہ بت هٿ کنيا. ماڻهن ۾ اهڙو شور پئجي ويو جو ڄڻ تہ درياءُ جوش ڪاڏو آهي. ڪٿان بند ٽٽي پيو اٿس. ڪجهہ وقت کان پوءِ پوڄاري هيڏي هوڏي هلندا ويا. گهڙيءَ کان پوءِ بتخانو ڄڻ خالي ٿي ويو.

پوءِ هن وڏي ٻانيڻ مون ڏي مرڪندي نهاريو. ڄڻ تہ اشارن ۾ چئي رهيو هو تہ: هاڻي تہ شڪ شبها دُور ٿيا، يا اڃا ڪا ڳالهہ رهي؟

مون دل ۾ سوچيو تہ هيءُ ٻانيڻ ڪٽو ڪافر آهي، شرڪ ۽ بت پرستيءَ هن جي رڳن ۾ ويهي چڪي آهي. وهمن وسوسن جو هن تي پورو پورو ڪنٽرول آهي. ان ڪري هن کي في الحال ڪا نصيحت چوڻ، ڄڻ حق کي ذليل ڪرڻو آهي. ڪو نفعو نہ ٿيندو، ويتر هو حق تي چوهہ چنڊبيندو. سياڻن جو چوڻ آهي تہ: جتي تون پاڻ کي ڪمزور سمجهين، تہ ڪنهن سگهاري پهلوان سان چنبو اٽڪائي، پنهنجي ٻانهن بہ ٽڪر نہ ڪراءِ!

پوءِ مڪر ڪٽي ڪيم، ڪافي وقت تائين اکيون مهٽيندو روئندو رهيس. ڄڻ هن ٻانيڻ کي ڏيکاريان پيو تہ: آءٌ پنهنجي گذريل حياتيءَ تي پشيمانيءَ سبب ڳوڙها ڳاڙهي رهيو آهيان.

منهنجي روئڻ کي ڏسي ڪافر ٻانيڻ جي دل نرم ٿي پئي.

ڪڏهن پٿر به پاڻيءَ جي تيز وهڪري تي لُڙهي پوندا آهن، هت به ائين سمجهه! هنجي دل پٿر هئي. پر منهنجي روئڻ جي وهڪري ۾ لڙهي پئي. دلداري ڏيڻ لاءِ منهنجي ويجهو آيو. وڏي عزت سان منهنجو هٿ وٺي پنهنجي هٿ ۾ ڪيائين. آءُ به اتي عاج مان ٺهيل بت وٽ ويس، جيڪو ساڳ جي قيمتي ڪاٺ جي تخت تي، سون سان سينگاريل ڪُرسيءَ تي ڪَرَفَرَ سان ويٺو هو. پوءِ مصلحت خاطر ۽ پوڄارين ڪي ڏيکارڻ لاءِ بت جي هٿ کي چُمي ڏنم. دل ۾ بت کي ذليل لعنتي ۽ پوڄارين کي به لعنتي سمجهان پيو. پوءِ ته ڪجهه ڏينهن لاءِ اتي آءُ هنن سان انهن جهڙو ٿي ويس. هندن وارو جٽيو (ڌاڳو) ڳچيءَ ۾ پاتم، سندن، منترن جهڙيون دعائون ياد ڪيم. مطلب ته ظاهر ۾ پڪو پنڊت ۽ ٻانڀڻ بڻجي ويس، منهنجي ان منافقن واري چال کي ڪوبه پرکي نه سگهيو. سيني جو مون ۾ اعتبار هئو. اهڙي ڪامياب چال تي آءُ به ڏاڍو خوش ٿي رهيو هوس.

هوڏانهن تاڙ ۾ رهيس ۽ ڪنهن موقعي جو منتظر هئس. جيئن معلوم ڪريان ته: هيءُ بيجان هڏي جو بت، دعا لاءِ هٿ ڪيئن ٿو مٿي ڪٽي؟ بتخاني ۾ هيڏي هوڏي چڱي طرح ۽ چتائي پئي ڏٺم. جنهن تخت تي بت رکيل هئو. ان جي مٿان هيٺان ڏٺم پئي. هڪ رات ڏٺم ته بتخاني ۾ ٻيو ڪوبه ڪونهي آءُ اڪيلو اُتي آهيان. پوءِ دروازو اندران بند ڪيم ۽ وڏيڪ جاسوسي ڪيم. نيٺ بت واري تخت جي هيٺان لڙڪيل پردي تي نظر پيم. جنهن تي سون جي تارن سان گلڪاري ٿيل هئي. پردي جو پَلؤُ مٿي ڪنيم، ته سڄو راز کلي پيو. ڏسان ته بت جي هيٺان تهه خانو آهي. ان ۾ هڪڙو هندو ويٺو آهي. جنهن جي هٿ ۾ رسيءَ جو ڇيڙو آهي. مٿيون ڇيڙو بت جي اندران ٻڌل آهي. ان رسيءَ کي ڇڪ ڏيڻ سان بت جا هٿ مٿي کڄي ٿا اچن. دل ۾ چيم ته: جيئن حضرت دائود عليه السلام جي هٿ ۾ لوهه نرم ٿيو. ان وانگر اڄ هيءُ مُنجهيل راز مون تي ظاهر ٿيو آهي.

مون کي ڏسي هيٺ ويٺل برهمڻ ڪکو وکو ٿيو. چو ته سندس

عيب ڪُليو ته هاڻي بدناميءَ جو خطرو هئو. هن پڇڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ آءٌ به پڻيان پيومانس. نيٺ ڇا ڪيم جو ان کي قتل ڪري، هڪڙي کوهه ۾ اڇلائي ڇڏيم. مون کي پنهنجو پَوُ هئو ته اهو برهمڻ جيڪڏهن زنده رهيو، ته مون کي مارائڻ کان اصل نه مڙندو. ڇو ته متان آءٌ ڪڏهن اهڙو راز کولي وجهان.

سياڻا چوندا آهن ته: جڏهن به ڪنهن فسادي ماڻهوءَ جي ڪارروائين جي خبر پوي، ته کيس وڌيڪ مهلت نه ڏجي. پهرين فرصت ۾ کيس ختم ڪجي. ڇو ته جيڪڏهن هو وڌيڪ زنده رهندو، ته پنهنجي خواريءَ جي خوف کان توکي مارائڻ جي ڪوشش ڪندو. جيتوڻيڪ اُهو عُذرَ بهانا ڪري تنهنجو خادم بنجي پوي، ته به وجهه ملڻ تي هو گهٽ نه ڪندو. تنهنجو سِرُ ضرور ڪٽيندو. اهڙي مڪار ۽ دوکي باز ماڻهو جو وڌيڪ پيڇو ڪرڻ مناسب ناهي. هن جي شرارتن جي خبر پوڻ شرط وڌيڪ کيس مهلت نه ڏجي.

تڏهن مون هيئن ڪيو جو هن ٻانيڻ کي کوهه ۾ اڇلڻ کان پوءِ مٿانئس پٿر وسايم، جيئن هن کان رسندڙ خطري کان مڪمل بچاءُ ٿي پوي.

پوءِ ڏٺم ته منهنجي ان ڪارروائيءَ کان پوءِسڄي بتخاني ۾ چوٻول متل آهي. دل ۾ چيم ته: هاڻي وڌيڪ هت رهڻ مون لاءِ مناسب نه آهي. تڏهن بتخانو ڇڏي ڀڄي وڃڻ ۾ ئي ڀلائي سمجهيم.

جيڪو شينهن جي رهائش وارو جنگل ساڙي ڇڏيندو، ته اهو شينهن جي حملي کان بي خوف ٿيو رهي سگهي. سياڻي ماڻهوءَ جو ڪم آهي ته احتياط سان رهي. ڪنهن ڪاريهر جي ٻچي کي مارڻ کان پوءِ بهتر آهي ته اهو گهر ئي ڇڏي وڃجي. جيڪڏهن تون ڏيئين جي ماناري ۾ پتر هنيو آهي، ته پنهنجي جاءِ تان ڀڄي وڃ! نه ته اهو ڇَتو ڏيئين سوڌو مٿان اچي ڪِرندئي.

پاڻ کان وڏي پهلوان ۽ هوشيار تي حملو نه ڪر! جيڪڏهن حملو ڪيو اٿئي، ته جلدي ڀڄي وڃ! سعديءَ جي نصيحت ڏي ڌيان ڏي، ته جڏهن ڪنهن پٽ جو بنياد کوٽين ٿو ته پوءِ تون اتي بي فڪر ٿي نه ويهه.

مطلب تہ: آءٌ مٿين ڪارروائيءَ کان پوءِ هندستان مان هلي، يمن رستي حجاز اچي پهتس.

ان عجيب واردات جو منهنجي ذهن تي بار هئو. پر اسان جي ملڪ جي بادشاهہ ابوبڪر سعد جهڙا دلير حاڪم آهن، تہ پوءِ ڪهڙي پرواهہ. جنهن جهڙو پٽ ماءُ نہ ڄڻيندي. آءٌ ان وٽ اچي پهتس، سندس پناهہ ۾ رهيس. آءٌ سندس خادم ۽ دعاگو آهيان. الله شال سندس حڪومت کي دير تائين قائم رکي. مون تي هن جون گهڻيون مهربانيون آهن. آءٌ سندس ٿورا لاهي نہ ٿو سگهان. هاڻي جيتوڻيڪ مون کي ڪو خوف ڪونهي. پر سومنات جي سفر دوران جيڪي نصيحتون پرايم اهي مون کان وسرڻ جون نہ آهن.

جڏهن بہ الله تعاليٰ آڏو هٿ دعا گهرندو آهيان، تڏهن اها سهڻي مورتي مون کي ياد اچي ويندي آهي ۽ چوندو آهيان تہ اي الله! تو مون کي توفيق ڏني، جو اهڙو وڏو ڪم مون کان ورتو. اها طاقت بہ تو ڏني. جيڪڏهن ڪو تنهنجي اطاعت ڪري ٿو، تہ اهو بہ مٿس تنهنجو ڪرم چئبو، جو توئي توفيق ۽ طاقت ڏنس. نہ تہ هو ڪجهہ نہ ڪري سگهي ها. بادشاهہ جي دربار ۾ اهوئي اچي سگهي ٿو جنهن کي اهڙو پروانو، اجازتنامو مليل هجي. تہ رب جي آڏو بہ اهوئي جُهڪي سگهي ٿو، جنهن کي الله جي گُهر ۽ توفيق جو پروانو مليل هوندو. تقدير جو مالڪ بہ اڪيلو الله آهي. تڏهن آءٌ چوان ٿو: اي حق تي هلڻ وارا انسان! تنهنجو ڪو احسان ڪونهي. احسان الله جو اٿئي، جنهن توکي اها واٽ وٺائي.

جڏهن تون لاءِ تقدير جي قلم چڱائي لکي آهي، تہ تو کان بڇڙائي تي نہ سگهندي. نانگ ۾ جنهن مالڪ زهر رکيو آهي، ماکيءَ ۾ مٺاڻ بہ ان ئي رکيو آهي. الله تعاليٰ جنهن بادشاهہ جي تباهي چاهيندو آهي، ان کان راڄ ۽ ملڪ جا ماڻهو بيزار ۽ بدظن بنائي ڇڏيندو آهي. ۽ جنهن بادشاهہ تي الله جي رحم واري نگاهہ هوندي آهي، تہ ڪيس خلق جي خدمت جي توفيق بخشيندو آهي.

ڪوبہ حق تي هلندڙ مغرورنہ ٿئي. ڇو تہ اهو الله جو احسان

اٿس، جنهن راهِ حق نصيب ڪَيَس. شيخ سعديءَ جي هڪ نصيحت هئي ته ٻڌي ڇڏ! جيڪڏهن تون طريقت ۽ سلوڪ جي واٽ وٺندين ته توکي ڀلارن ٻانهن، نيڪن ۽ صالحن جي سنگت نصيب ٿيندي.

جنهن کي الله تعاليٰ رهنمائي نصيب ڪري ٿو ۽ هن کي پنهنجي رضا ڏانهن طلبي ٿو، ته پوءِ ان جي مهماني به عجيب قسم جي ڪندو آهي. هن کي عزت ۽ احترام جي دسترخوان تي عجيب کاڌا کارائيندو آهي ۽ اهڙن ڀلارن کي منهنجو مشورو آهي ته: انهي دسترخوان تي توهان اڪيلا مزا نه ماڻيو، پر ٻين فقيرن جي به رهنمائي ڪري، ان حد تي پهچايو. وري به توهان پڙهندڙن کي دعا جي درخواست ڪريان ٿو. ڇو ته منهنجا عمل اهڙا ڪونهن، جن تي ڀروسو ڪري ويهان. دعائن جو محتاج آهيان.



باب نائون

# توبہ ڪرڻ بابت

اي انسان! تنهنجي عمر ستر سالن کي وڃي پهتي. تون اڃا غفلت جي ننڊ ۾ ستو پيو آهين. ۽ عمر گذري به وئي.

- تون هميشه هتي رهڻ لاءِ سوچيندو ۽ سامان گڏ ڪندو رهئين. اڳئين جهان ڏانهن ورڻ لاءِ تو ڪڏهن نہ سوچيو.
- قيامت ۾ جڏهن بهشت ۾ بزار لڳندي، تڏهن اتي نيڪ عملن مطابق درجا ملئا آهن.
- جيترو هتان سامان ڪٽي هلندين، اوترو درجو سمجهہ. اتي جيڪڏهن سُڃو ٿي پوين تہ پوءِ وڏي خواري ٿيندي. ظاهر آهي تہ پريءَ بزار ۾ هٿن ۽ کيسن خالي هئڻ وارو ماڻهو، وڏيڪ پريشان ٿيندو آهي.
- هت جيڪڏهن توکي پنجاهہ جو کپ آهي ۽ انهن مان صرف پنج ٽا کٽن تہ ڪيڏو غم ٿئي ٿو.
- جيڪڏهن تنهنجي عمر جا پنجاهہ سال گذري ويا ۽ باقي وڃي پنج ڏينهن حياتي بچي اٿئي تہ، انهن پنجن ڏينهن کي بہ غنيمت سمجهہ!
- مُردي مسڪين کي جيڪڏهن ڳالهائڻ واري زبان ملي، تہ هوند وڏي واڪي چوي تہ: اي زندهہ انسانو! جيسين زبان ۾ ڳالهائڻ جي طاقت اٿوَ، تيسين مُردن وانگر زبان کي الله جي ذڪر کان بند نہ ڪريو! جڏهن ساري عمر غفلت ۾ گذري وئي، تہ خدا واسطي جيڪي ساهہ بچيا اٿوَ، انهن کي ٿي غنيمت سمجهو!

## گذريل جوانيءَ تي حسرت

اسان جي جوانيءَ جو زمانو هو. هڪ رات ڪجهہ نوجوان پاڻ ۾

گڏجي ويٺاسين. پاڻ ۾ کل يوڳ ڪجھ پئي ڪيوسين ۽ ڪن سُريلا گانا پئي ڳايا. ايترو شور ٿيو جو محلي ۾ سيني ٻڌو پئي. اسان ڪان پريرو هڪڙو سفيد وارن وارو پوڙهو، مُونَن ۾ منهن وجهيو بلڪل خاموش ويٺو هو.

اسان مان هڪ نوجوان ساٿي اٿي وٽس ويو. پوڙهي کي چيائين ته: تون ڪهڙين ڳڻتين ۾ ويٺو آهين. ڪجھ ڪنڌ مٿي ڪَڻ. هلي هُت محفل ۾ ويھ، يوڳ شوڳ ۾ تون بہ حصو وٺ!

پوڙهي ڪنڌ مٿي ڪيو ۽ بزرگن وارو گفتو ٻڌايائين. چيائين ته: باغ ۾ جڏهن هوا گهلندي آهي، تڏهن نوان ننڍا ٻوٽا لڏن ۽ جهومن ته ڏاڍو نهندا آهن يا جَوَن جو ٻوٽو جيسين سائو ۽ جوان آهي، تيسين هن جو لڏڻ، جهومڻ ٺهي بہ ٿو. پر جڏهن سڪي پِيلو ٿي پوندو آهي، تہ لُٽي ڪٽي ڍير ڪندا اٿس. جنهن بهار ۾ بيدمشڪ جا وڻ بود ۾ اچي وڃن ٿا. پر سڪل وڻن ۾ ڪو پن ڪونہ ڦٽندو آهي.

پٽ! مون کي نوجوانن سان نچڻ ٽپڻ نہ نهندو. ڇو تہ منهنجي منهن ۾ هاڻي پيريءَ جا گُهنج پئجي ويا آهن. منهنجي عمر وڃي ٿي ڪٽندي. هاڻي اهڙين ڪچهرين لاءِ توهان جو وارو آهي. اسان پوڙها هينئر اهڙي جوڀن کان مايوس ٿي چڪا آهيون. هاڻي جوانيءَ موٽڻ جي اميد ختم ٿي وئي. جڏهن وار اڇا ٿي ويا، تہ هاڻي بلبل سان ريس ڪرڻ اجائي آهي. ڪو خوبصورت مور تہ ٺلي ۽ نچي، پنهنجي سونهن جو جلوو ڏيکاري سگهي ٿو. پر جنهن مور جا رنگين پر ٿي پٽي ڇڏجن تہ اهو ڇا نچندو؟

منهنجي عمر جو فصل پچي چڪو آهي ۽ توهان اڃا نئين ڦُٽل پوک وانگر آهيو، منهنجي عمر جا گل ڪومائجي ويا. هاڻي ڪومايل گلن مان گلدستا ڪونہ ٺهندا آهن. جڏهن لٺ تي ٽيڪ ڏئي ٿو هلان تہ زندگيءَ کي سهارو سمجهڻ غلطي آهي. زندگي اڃها چاڻ تہ ختم ٿي.

توهان نوجوان طاقتور آهيو. توهان نچي ٽپي ڊوڙي ٽپي سگهو ٿا. پر آءٌ جڏهن لٺ جي ٽيڪ وني مس ٿو اٿي سگهان، تہ ڪيئن نچي سگهندس. منهنجا گلابي ڳل هاڻي ڪومائجي ويا. سڪي پيلا ٿي ويا. جڏهن سچ هيڊو ٿي ويندو آهي، تہ لهڻ واري ڪندو آهي. مون کي بہ اٿين سمجهہ!

ٻيرو ڇوڪرا ڏگهيون اميدون ڪندا آهن، پر پوڙها ڇا تي اميد وڌائن. منهنجي لاءِ بهتر آهي ته پنهنجي گناهن تي ٻارن وانگر روئان ۽ دل سان پڇتايان.

لقمان حڪيم جو قول آهي: گناهن ڪندي ڏگهي عمر ماڻڻ کان مرڻ بهتر آهي. جنهن دڪاندار کي رات جو ڦر جو خطرو هجي، ته مهل سان سوير ساجهر دڪان بند ڪري. نه ته ڪمايل نفعو به ويندس، پر موڙي به ڦرجي ويندس. نوجوانن کي انتظار هوندو آهي ته، جڏهن اچا وار ٿيندا، تڏهن نيڪ بنجي پوندس. ۽ پوڙهن کي رڳو قبر جو انتظار آهي. يعني: جيسين نوجوان پوڙهو ٿئي، تيسين پوڙهو قبر ۾ پهچي چڪو هوندو.

## پيريءَ مان سبق پرائجي

هڪڙو جهور ڪراڙو ڪنجهندو دانهون ڪندو طبيب وٽ اچي پهتو. هن جي دانهن مان سمجهجي پيو ته اجهو ٿو مري. طبيب کي چيائين ته: منهنجي نبض ڏس! هلڻ لاءِ پير نٿا کڄن. جسم ۾ ڪو سَتُ ساهه ڪونهي. جيئن ڪو بي وس گپ ۾ گتل هُجي. طبيب چيس ته: پوڙها! هاڻي مرڻ لاءِ تياري ڪر! پوڙهائپ جي مرض جو ڪو علاج ڪونهي. قيامت ۾ تنهنجا پير گپ مان نڪري سگهن ٿا.

جيڪڏهن تو جوانيءَ ۾ ڪوتاهيون ڪيون آهن، ته هاڻي پيريءَ ۾ هوش سان هل! انهن ڪوتاهين جو ازالو ڪر! جڏهن تنهنجي عمر چاليهن سالن کان ٽپي مٿي هلي، ته هاڻي حياءُ ڪر! آرڏائيءَ جي عمر گذري وئي.

مون ڏنو ته: جڏهن منهنجا وار اڇا ٿيڻ لڳا، تڏهن کان وٺي عيش موڪلايو آهي. هاڻي حرص ۽ هوس کي ڇڏڻ گهرجي. ڇو ته هَوس ۽ حرص جي مند هلي وئي. جڏهن پيريءَ جي مايوسيءَ ۾ دل گرفتار ٿي پئي ته اها بهار جي مند ۾ به خوش ٿي نه سگهندي. حرص ۽ هوس دل ۾ رکي ڪيترن قبرستانن جي پرسان لنگهي ٿا وڃون. اهڙيءَ طرح جيڪي اچا ڇاوا ٿي نه آهن. اهي اسان جي قبرن وٽان لنگهي ويندا. هاءِ ارمان! جواني گذري وئي، ڪِل ٻوڳ ۾ عمر گذري وئي. ڪهڙو نه

دلڪش ۽ وڻندڙ زمانو هو. جيڪو وچ جي چمڪي وانگر گذري ويو. دين جو ڪو فڪر نہ هئو. رڳو اها سوچ هوندي هئي تہ ڇا کاوان؟ ڇا پيئان؟ افسوس! جو ناحق وقت وڃايم. الله جي ذڪر کان غافل رهيس. ڪنهن استاد شاگردن کي نصيحت ڪندي چيو تہ: اسان تہ ڪجھ نہ ڪيو ۽ عمر گذري وئي، توهان ائين نہ ڪجو. عمر جو قدر ڪجو!

سُتي نہ سرنديا، ڪر پچار پرينءَ جي،
وهامي ويندياء گهڻا هٿندين هٿڙا.

(شاھ)

## جوانيءَ جو قدر ڪجي

اي نوجوان! عبادت جي واٽ اڄ ئي اختيار ڪر! سڀاڻي پيري ايندي تہ اها طاقت ئي نہ رهندئي. اڄ توکي جسم ۾ قوت آهي. فراغت بہ آهي. جڏهن ميدان صاف آهي، تہ پوءِ اڃا ڇاجي دير آهي. مون جوانيءَ ۽ فراغت جو قدر نہ ڪيو. اڄ ٿو محسوس ڪريان تہ مون هارايو. تقدير مون کان اهي سڀاڳا ۽ ڀلارا ڏينهن کسي ورتا. هاڻي پوڙهائپ ۾ اهو حال اٿم، ڄڻ پوڙهو گڏھ وڏي بار کڻندي ڪنجهندو آهي. ڀڳل پيالي کي مسالن سان ڳنڍي سڄو ڪندين، تہ بہ نئين جهڙو اصل ٿي نہ سگهندو. هاڻي جڏهن غفلت سبب پيالو تنهنجي هٿ مان ڪِري پيو آهي تہ هاڻي ڀيهر انهن ٽڪرن کي ئي ڳنڍي ڪم ڪڍڻو آهي. ڀلا هڪ دفعو ڀڳل پيالو نئون ڪيئن ٿي سگهندو.

اول توکي ڪنهن اونهي نهر ۾ ڪِرڻ نہ پيو جڳائي. پر جيڪڏهن هڪ دفعو ڪِري چڪو آهين، تہ نڪرڻ لاءِ هٿ پير هلاءِ ۽ جڏهن صاف پاڻي ميسر نہ آهي، تہ مٽيءَ سان تيمم تي ئي گذارو ڪر! تيز ڊوڙندڙن سان تون پڄي نہ سگهندين، تہ بہ ڪجھ رڙهندو رھ. ان سان هي فرق پوندو تہ تيز رفتار ماڻهو منزل تي اڳ ۾ پهچندو ۽ تون رڙهندڙ ڪجھ دير سان پهچندين. پر جيڪڏهن مايوس ٿي ويهي رهندين، تہ منزل مقصود تي پهچي ئي نہ سگهندين. (جي سنهو ڪتڻ نہ سگهيون، سي رنڊائي روڙين.)

## موت کان اڳ ۾ تياري ڪرڻ

آءُ مڪي شريف ڏانهن پيدل هلي رهيو هوس. واٽ تي فِيد نالي بيابان ۾ مون کي ننڊ ٿي آئي. سو آءُ سمهي پيس. پنيان هڪڙو اٺ تي سوار همراهہ آيو پئي. ان جي نظر جڏهن مون تي پئي، تڏهن منهنجي پرسان آيو. اٺ جي مهار منهن جي مٿي تي هنيائين. آءُ اُٿي پيس. هن مون کي چيو تہ: مرڻو اٿئي ڇا؟ هت سُڄ ۾ ايڏي ننڊ ٿو ڪرين، جو اٺ جي ڇڙي جي آواز تي بہ ڪونہ سجاڳ ٿي سگهئين. ننڊ تہ مون کي بہ ڏاڍي ٿي اچي، پر هي بيابان بہ سُجهي ٿو. اهو سور سمهڻ نٿو ڏئي. تون جيڪڏهن ائين ستو پيو هوندين، تہ منزل تي ڪڏهن پهچندين.

ستا اٿي جاڳ، ننڊ نہ ڪجي ايتري،
سلطاني سهاڳ، ننڊن ڪندي نہ ملي.

هيءَ حياتي بہ ائين سمجهہ. موت جو ملائڪ سفر جو نغارو وڄائي چڪو آهي. تنهنجا ڪيترا ساٿي منزل تي وڃي پهتا آهن. تون ڪيستائين ستو پيو هوندين؟ سياڻي ماڻهوءَ جو ڪم آهي تہ سفر کان اڳ ۾ تيار رهي ۽ جيڪو غفلت جي ننڊ ۾ ستو پيو هوندو، تہ قافلو هليو ويندو ۽ هو نڌڻڪو اڪيلو پيو هوندو. جيڪو مسافر اڳ ۾ اٿندو، تہ قافلي سان سفر بہ اهوئي ڪري سگهندو ۽ جڏهن قافلو نڪري ويندو. تون پوءِ اٿندين، تہ منزل مقصود تي ڪيئن رَسندين.

جنهن ڏينهن تنهنجي منهن ۾ پيريءَ جا گهنج پئجي ويا. رات جهڙا ڪارا وار ڏينهن وانگر اڇا ٿي ويا، تہ هاڻي اڪيون پٽ! ۽ مون تہ تڏهن کان وٺي زندگيءَ مان اُميد ختم ڪري ڇڏي، جنهن ڏينهن منهنجا وار اڇا ٿيا. هاڻي افسوس ٿو ڪريان تہ عمر سڄي گذري وئي. باقي جيڪي گهڙيون رهيون آهن، سي بہ اجهو پوريون ٿيون. گهڻي عمر تہ غفلت ۽ گناهن ۾ گذري. باقي رهيل گهڙيل ۾ پاڻ نہ سنڀاليندين، تہ وقت گذري ويندو. تنهنجو انتظار نہ ڪندو.

اڳتي ڪجهہ اناج لُڻڻون اٿئي، تہ اڄ کان ٻج پوک! ۽ قيامت جي

ميدان ۾ هٿين خالي نہ اڇجانءِ، نہ تہ ڏاڍو پڇتائيندين ۽ اهو پڇتائڻ فائدي وارو نہ رهندو. قبر ڪاريءَ جو فڪر اڄ ڪان وٺي ڪر! سياڻي قبر ۾ ڪوِليون چڙهنديون تہ پوءِ ڇا ڪندين؟

اي پٽ! عمر جي موڙي سجائي سيڙائيندين، تہ نفعو ڪمائيندين. پر جيڪڏهن اها قيمتي موڙي رُلندي پنندي ڪپائي ڇڏيندين، تہ ڇا حاصل ڪري سگهندين؟ اڄ ڪان ڪوشش ڪر! جو اجا پاڻي ڇيلهہ تائين آهي. جڏهن پاڻي تار ٿي ويو، تہ پوءِ نڪري بہ نہ سگهندين. جيسين اکيون اٿئي روئي وٺ! ۽ جيسين زبان ڇٽي ۾ اٿئي، توبہ ڪري وٺ! ڇو تہ هن جسم ۾ ساهہ ٿي عارضي آهي ۽ زبان جو ڳالهائڻ بہ عارضي سمجهہ!

علم وارن جون ڳالهيون اڄ ٻڌي ڇڏ! جيئن سڀاڻي منڪر نڪير جي پڇاڻي وقت صحيح جواب ڏئي سگهين. هي جيڪو ساهہ ٿو کڻين، ان کي عزت جي نگاهہ سان ڏس. ساهہ آهي پکي، جسم آهي پڃرو. پکيءَ کان سواءِ پڃرو کھڙي ڪم جو. اجائي عمر نہ وڃاءِ! وقت جو قدر ڪر! ويل وقت وري هٿ نہ ايندو.

## ڪجهہ قبر کي ياد ڪر!

هڪڙو ماڻهو مري ويو. ان جي ڪنهن ويجهي مائٽ هن جي جدائيءَ ۾ روئي پٽي پنهنجو گلو ڪٽي ڦاڙيو. اتي هڪڙو سياڻو سيبتو ماڻهو ويٺو هو. ان جڏهن روئندڙ جو حال ڏٺو، تڏهن چيائينس تہ: مُردو ويچارو بي وس آهي، نہ تہ هٿن سان ڪفن ڦاڙي توکي چوي تہ: اڙي چريا! منهنجي موت تي ايترو سَتڪو پٽڪو نہ ڪر! مون ڪجهہ ڏينهن اڳ ۾ هتان موڪليو آهي ۽ تون وري ڪجهہ ڏينهن پوءِ روانو ٿيندين. شايد تو پنهنجي موت کي وساري ڇڏيو آهي. تڏهن منهنجي مرڻ تي ايترو ماندو ٿين ٿو.

عقلمند ماڻهو جڏهن لاش کي لوڙهہ ۾ لٽي ٿو. تڏهن پنهنجي لاءِ بہ تصور ڪندو تہ: اڄ هن جو وارو آهي. سڀاڻي منهنجو بہ وارو ايندو.

جڏهن ڪو تنديو ٻار مري مٽيءَ ۾ مدفون ٿو ٿئي. ته ان جي جدائيءَ تي تون ڇو ٿو روئين. هو ته پاڪ آيو پاڪ ويو. تون به هت پاڪ آيو آهين ۽ اڳتي به پاڻ کي پاڪ رکڻ جي ڪوشش ڪر! هت گناهن ۾ پليت بنجي، پوءِ پاڪ مٽيءَ ۾ پوين، ته اها شرم جهڙي ڳالهه آهي. پنهنجي روح کي اڄ ئي تقويٰ جو پابند بناءِ. سياڻي جسم مان اڏامي هليو ويندو ته پوءِ ڇا ڪري سگهندين؟ تون جيئن ٻين جي مَڏي، ملڪيت جو مالڪ (وارث) بنيو آهين، ته سياڻي ٻيا تنهنجا وارث ٿيندا.

تون پهلوان توبچي هجين، بهادر ۽ هوندي وارو هجين، پر هتان ڪفن جي چئن والن کان سواءِ ڪجهه به ساڻ ڪٽي نه ويندين.

مشهور آهي ته: گورخر نالي هڪ جانور آهي. اهو جيڪڏهن رسي ڇنائي ڀڄندو آهي، ته به اڳتي هلي واريءَ ۾ ڦاسي پوندو آهي. پوءِ شڪاري ڪيس جهٽ وجي پڪڙيندا آهن. ان وانگر اسان انسان به موت کان ڀڄي جان بچائي نٿا سگهون. اسان جي هيءَ طاقت به تيسين آهي، جيسين قبر کان ٻاهر آهيو. انسان قبر ۾ پهتو، ته سيني کان هيٺو بنجي پوندو.

اي انسان! هن جهان سان دل نه لڳاءِ! ڀلا ڪنهن قبي تي اڪڙ وٽ ويهي سگهندو؟ جيئن ڪالهوڪو ڏينهن توکان هٽان ويو آهي، وري هٿ نه ايندئي، ائين سياڻي ايندڙ ڏينهن به سمجھ! الله وٽ هڪ هڪ ساهه ۽ گهڙيءَ گهڙيءَ جو حساب ڪتاب ڏيڻو آهي.

## جمشيد بادشاهه جي محبوبه جو ڪفن

جمشيد بادشاهه جي محبوبه مري وئي. تڏهن بادشاهه ان کي سچي پَٽَ جي قيمتي ڪفن ۾ دفن ڪرايو. وقت گذارڻ کان پوءِ هڪ ڏينهن بادشاهه محبوبه جي قبر تي وڃي پهتو. قبر هيٺ ويهي وئي هئي. ڪٿان سوراخ به ٿي پيو هو. ان مان ڏٺائين ته ريشمي ڪفن مٽيءَ ۾ ڪاڇي چڪو آهي، ڪينئان ان کي ڪائي چڪا هئا. بادشاهه اهو نظارو ڏسي چيو ته: اهو ڪفن هڪڙن ڪينئن کان ڪسيو هئوسين، ته ٻين ڪينئن اسان کان ڪسيو.

هڪڙي راڳ جي محفل ۾ ڳائڻو راڳ ڳائي رهيو هو. هن جا چيل هي بيت منهنجي دل تي ويهي ويا، جيڪي هن طرح هئا.

دريغا کہ بے مابسے روزگــار.
بـرويـد گـل و بشـفگـد لالہ زار.
بسے تيرو دے ماه اُردي بـهشت.
برايد کہ ما خاک باشيم و خشت.

يعني: اسان مري ويندا سين تہ اسان کان پوءِ گُل پيدا ٿيندا ۽ ٽڙندا رهندا. هي مهينا ساوڻ ۽ ويساک جا بہ ايندا رهندا. البت اسان جي هڏن جي مٽيءَ مان سِريگرن سرون بہ ٺاهي ڇڏيون هونديون.

## سون جي سِر ۽ هڪ درويش

هڪڙي پرهيزگار درويش کي ڪٿان سون جي هڪ سِر هٿ آئي. پوءِ تہ سون جي مَوَ ۾ منجهي پيو. دماغ ۽ دل تي اهڙو اثر ٿيس، جو روشن دل وري ڪاري ٿي پيس. ڏينهن رات ان فِڪر ۾ ڦاسي پيو تہ: منهنجي حياتيءَ ۾ هيءَ دولت اصل نہ گهٽجي (ڪِڇي نہ وڃي) پنهنجي ضرورت ان مان پيو پوري ڪندس. ڪنهن کان سوال ڪرڻ جي ضرورت ئي نہ پوندم، نڪو ڪنهن جي آڏو نوڙندس، نڪو هٿ ٽي ٻڌندس. هاڻي تہ آءٌ اهڙو بنگلو جوڙائيندس. جنهن جي پٽين تي سنگ مرمر هوندو ڇت صندل جي قيمتي ڪاٺ مان جوڙائيندس، دوستن لاءِ ڊرائينگ روم بہ ضرور ٺهرائيندس ۽ ان جو دروازو کلندو ئي باغيچي ڏانهن. جيئن مون وٽ لڙي ايندڙ دوست يلي تہ باغ جي گلن مان مزو وٺندا رهن.

اڳ ۾ ڪپڙن تي چتيون هٽي هٽي هٿ ٿي گسائي ڇڏيا هئم. ماني پاڻ پچائيندي، باهہ کي ڦوڪون ڏيندي، دونهين ۾ اکيون ٿي انڌيون ڪري ڇڏيم. هاڻي هڪ هوشيار بورچي رکندس. مزي سان سک جي ماني کائي، جان پيو تاتيندس. ۽ هي اڳيون ڪمبل مان ٺهيل پراڻو بسترو، ان منهنجي ٻُت تي ڏنا ڪري وڌا آهن. هاڻي ريشمي بسترو وٺي ٿو اڇان.

مطلب تہ: اهڙا خيال اچي دماغ ۾ ويٺس ۽ اهڙا پروگرام پئي رٿيائين جو چڻ چريو ٿي پيو آهي. پوءِ تہ هي حال ٿيس جو ذڪر فڪر ۽ نماز تہ هليا ويس، پر کائڻ پيئڻ بہ وسري ويس. سوني سرَ جي گھڻي محبت سبب گھر ۾ سندس دل ٿي نٿي لڳي. سو گھر ڇڏي جھنگل جو ڪٽي منهن ڪيائين.

جھنگ ۾ ڇا ڏسي تہ هڪڙو ماڻهو قبرن جي مٽي ڳوهي سرون پيو وجھي. اهڙو نظارو ڏسڻ سان هن جي دل ۾ ڌڪ لڳي ويو. ڏاڍو پريشان ٿي پيو. دل ۾ سوچڻ لڳو تہ: هن مان مون کي نصيحت پرائڻ گھرجي. پوءِ پاڻ کي چئي رهيو هو تہ: اي فلاڻا! هن سون جي سرَ سان دل لائڻ بيڪار ڪم آهي. جڏهن تہ منهنجي لاش جي مٽي ٿيڻ کان پوءِ مون مان هيئن سِرون جُڙنديون.

انسان جي اندر ۾ حرص ايترو آهي، جو سون جي هڪ سر سندس حرص جي پورت نٿي ڪري سگھي. اي نفس ڪميڻا! ڇڏ پچر هن سون جي سر جي! ڀلا حرص واري درياء کي هن هڪڙيءَ سر سان ڪيئن ٻنڌو ڏئي سگھندين؟ اي نفس ندورا! تون جيترا ڏينهن هن مال جي حرص ۾ ڦاٿل رهئين، اوترو عرصو پنهنجي عمر برباد ڪيئي. جڏهن مري قبر ۾ مٽي ٿيندين، تڏهن هوائون ان مٽيءَ کي اڏائي هيڏي هوڏي ڪري ڇڏينديون. نفساني سَڌن ۽ خواهشن تنهنجي اکين کي پوري ڇڏيو ۽ حرص جي باھ تنهنجي عمر جي قيمتي موڙيءَ کي لوساڻي ساڙي ڇڏيو. سياڻي تون مري سُرمي وانگر مٽي بنجي پوندين. ان ڪري هاڻي کان ٿي اهڙو غفلت وارو سرمو اکين مان ڪڍي ڇڏ! اکيون کولي نهار:

غافل غفلت ڇوڙ، تون ڪيئن اٿاسي اوجهرئين،
ڇپاتا چڙهي ويا، وجي پهتا توڙ،
نيٺين ننڊ اکوڙ، جِمَ ورن ۾ واڪا ڪرين.

## ٻن ماڻهن جي دشمنيءَ جو قصو

هڪڙن ٻن ماڻهن جي پاڻ ۾ ايتري تہ دشمني هئي، جو هڪ ٻئي جي خون جا پياسي هئا. پنهنجي منهن بہ هڪ ٻئي تي ڏند پيا ڪرٽيندا

هئا. ٻنهي مان ڪنهن جي به دل نه چاهيندي هئي ته ڪو مخالف تي نظر پوي. ڪڏهن ته نظرن کان بچڻ لاءِ لڪڻ جون جايون پيا جاچيندا هئا. پوءِ چا ٿيو جو ٻنهي مان هڪڙو مري پيو. هن جو دشمن دل ئي دل ۾ ڏاڍو خوش ٿيو.

ڪجهه عرصي کان پوءِ هو دشمن جي قبر وٽان اچي لنگهيو. هن جي قبر کي ڪچي مٽيءَ جو گارو لڳل هئو. ڪڏهن ته هو پلي بنگلي ۾ رهندو هو. وڏي ٺٽ ٺانگر سان زندگي گذاريندو هو.

زنده دشمن جي نگاهه جڏهن مئل دشمن جي قبر تي پئي، تڏهن سندس دشمني وري جوش کاڌو. ڪاوڙ ۾ اچي هن جي قبر کي ڪٽي کوٽيائين. اندر چا ڏسي ته مٿو ۽ اکين جا کوپا مٽيءَ سان پرجي چڪا اٿس. هن جي جسم کي ڪيڙا ماڪوڙا قبر ۾ کائي چڪا آهن. هن جو مٿارو جسم باقي وڃي هڏن جي مُٺ بچيو هو ۽ هڏا به سنڌن وٽان اکڙيل هئا.

قبر کوٽيندڙ کي دشمن جي ڍانچي تي ايترو رحم آيو جو روئي روئي اتي جي مٽي ئي آلي ڪري ڇڏيائين. پوءِ ته پنهنجي ڪئي تي پڇتايائين، ڏاڍو لڄي ٿيو. هن جي قبر کي ٺهرائي هڪ تختي لکيل قبر تي لڳرايائين. جنهن تي لکيل هئو: ”ڪوبه ڪنهن جي مرڻ تي خوش نه ٿئي. چو ته هن کان پوءِ تون به گهڻو نه رهندين!“

هڪڙي پلاري بزرگ جڏهن اها ڳالهه ٻڌي، تڏهن روئي ڏنائين. ڳوڙهن ڳاڙيندي چئي رهيو هو: اي اسان جا الله! جڏهن مرڻ کان پوءِ اهڙو حال ٿي وڃي ٿو جو دشمن قاتل کي به رحم اچي ٿو وڃي، ته تو مهربان کي اسان هيٺن تي رحم ڪيئن نه ايندو!

اسان انسانن جو جسم هڪ ڏينهن ائين ٿيڻو آهي، جنهن تي دشمن جي دل کي به جهبو اچي ويندو. پوءِ جڏهن دشمن ئي مون کي معاف ڪري ڇڏيندو ته مهربان دوست ڪيئن نه معاف ڪندو. هڪ ڏينهن اهڙو به اچڻو آهي جو مٿو مٽيءَ ۾ بنا اکين جي پيو هوندو.

شيخ سعدي رحمة الله عليه لکيو ته: مون هڪ ڏينهن ڪنهن مٽيءَ جي دڙي ۾ ڪوڏر هنئين ته منهنجي ڪن ۾ درديلي روئڻ جو آواز

آيو: خبردار تون مرد آهين تہ ڪوڙر آهستي هلاءِ! اها مٽي ڪنهن جي منهن، مغز ۽ اکين جي اٿئي.

## پيءُ ۽ ڌيءُ جي ڳالهہ

سفر ڪندي ڪٿي رستي ۾ رات جو ستو پيو هوس. ارادو هوم تہ صبح جو ڪنهن قافلي سان ملي اڳتي سفر ڪندس. ايتري ۾ مٽيءَ جو سخت طوفان لڳو سڄو ملڪ دڙ ۾ اونداهو ٿي ويو. (اهو جڏهن جهڪو ٿيو تڏهن) ڏٺم تہ: هڪڙي ننڍڙي ڇوڪري پنهنجي پوتيءَ سان پيءُ تان مٽي ڇنڊي رهي هئي. پيءُ چئي رهيو هوس تہ: منهنجي مٺڙي، نماڻي نياڻي! توکي شاباس آهي، جو پيءُ تي پيل مٽيءَ جي دز سبب پريشان ٿي آهين. هنن اکين ۾ ايتري مٽي ڪانہ پئي آهي جنهن کي چادر سان ڇنڊي صاف ڪرين.

اي ڌيءُ! اسان انسانن جون وڪون قبر جي مٽيءَ ڏانهن کڄي رهيون آهن. اجهو تہ روح جسم مان نڪري ۽ مٽيءَ جا مهمان ٿيون.

## وعظ نصيحت

- اي انسان توکي خبر آهي تہ تنهنجو جسم هڏن مان جُڙيل پڃرو آهي. جنهن ۾ روح جو پکي قاتل آهي، روح وارو پکي جڏهن هڪ دفعو هِنَ پڃري مان نڪرندو تہ وري هن دنيا اندر ان ۾ موٽي ڪونہ ايندو.
- هيءَ دنيا آهي دم هيڪڙو. ان دم کي غنيمت سمجهہ! ان ۾ ڪو ڇڱو ڪم ڪيئي تہ اهو سڄي جهان کان وڌيڪ قيمتي سمجهہ! ان جو دليل هن طرح سمجهہ! سڪندر بادشاهہ سڄي دنيا کي فتح ڪيو، پوري دنيا تي حڪومت ڪئي. ان جي موت جو وقت جڏهن مٿان آيو، تہ سڄي دنيا جي علائقي هڪ پل بہ وڌيڪ مهلت نہ وٺي ڏنس.
- هرڪو ٿي هتان هليو ويندو، پنهنجي پوکيل پوک لڻندو. ڇڱو هوندو تہ نيڪ نالو ڇڏيندو ۽ بڇڙو هوندو تہ پنهنجي بدناميءَ کان سواءِ ڇا ڇڏيندو؟

- هيءَ دنيا مسافرخانو آهي، ساڻس دل ڪيئن لڳائجي. ھڪڙا دوست هتان هليا ويا ۽ اسان اڃا واٽ تي آهيون، سفر ڪري رهيا آهيون.
- اسان کان پوءِ به باغن ۾ گل پيا ٽڙندا ۽ ٻهڪندا، دوست دوستن سان پيا ملندا. يعني: دنيا جي رونق ۾ ڪا ڪمي ڪانه ايندي، پر اسان نه هونداسين.
- دنيا سان دل نه لاءِ، ان ڪنهن سان به نبيھ نه ڪيو آهي. هرهڪ سان بي وفائي ڪيائين. اڄ ھڪڙن سان ياري اٿس ته سڀاڻي ٻين سان.
- جيڪو قبر ۾ ماءُ مٽيءَ حوالي ٿيو، ته قيامت تائين ان ۾ ئي رهڻو اٿس. قيامت واري ڏينهن مٽي ڇنڊي اٿندو.
- اڄ غفلت جي ننڊ مان نه اٿئين، ته سڀاڻي ضرور پڇتائيندين.
- جيئن ڪو ماڻهو سفر تان موٽندي پنهنجي منزل تي پهچڻ وارو هوندو آهي، ته اهو اڳ ۾ هٿ منهن ڌوئي، صفائي ڪري پوءِ گهر پهچندو آهي. تون به سفر ڪري جڻ پنهنجي اصلي گهر پهتين. گناهن جي ميرنهن اڳ ۾ ئي توبه سان ڌوئي صاف ڪر! ھيو پاڻي هٿ نه اچئي ته اکين مان نير وهائي ڳوڙها ڳاڙي ان سان صفائي ڪر!

## زندگي قيمتي وٿ آهي

آءٌ ننڍڙو ٻار هوس. ابي مرحوم مون کي ڦرهي ۽ ڪاپي وٺي ڏني. مون لاءِ هڪ سوني منڊي به وٺي آيو. مون کي منڊيءَ جي قدر قيمت جي خبر ڪانه هئي. سو هڪڙو ٺڳ ملي ويو. جنهن به ٿي ڪارڪون مون کي ڏنيون ۽ منڊي مون کان ورتائين. مون کجور جي مٺاڻ ۽ چشڪي کي ڏٺو، منڊي ڏئي ڇڏيمانس.

اي انسان! تو قيمتي عمر جو قدر نه سڃاتو آهي. هن دنيا جي چشڪي تي عمر برباد ڪري رهيو آهين. قيامت ڏينهن جڏهن نيڪ ماڻهو بهشت جي اعليٰ درجن تي پهچندا تڏهن شرم کان تنهنجو ڪنڌ هيٺ هوندو.

جڏهن ان جهان ۾ چڱاين براين جو حساب ڪتاب هلندو، هرهڪ کان پڇاڻو ٿيندو، تڏهن هيبت سبب وڏا وڏا پيغمبر سڳورا به نفسي

نفسي ڪندا ۽ پيا ڏڪندا. ڀلا جتي نيڪ سڳورن جو اهو حال هوندو، تہ اتي گنهگار ڪهڙا بهانا ٻڌائيندو؟

جتي ڪي ڀلاريون عورتون عبادت ۽ حياء سبب ڪيترن مردن کان اڳتي هونديون، تہ ڇا اُتي پوئتي رهندڙ مردن کي شرم نہ ايندو؟ اجا عورتن کي ڪڏهن حيض نفاس سبب عبادت ڇڏڻ جو عذر ملي ويندو آهي. پر توهان مَردن کي ڪهڙو بهانو آهي؟ جو عبادت کان پوئتي رهو ٿا. پوءِ تہ مرد سڏائيندي بہ توکي لڄ اچڻ گهرجي؟

انسانن کي عبادت جو حڪم الله احڪم الحاڪمين ڏنو آهي. آءٌ تہ رڳو ان جو نياپو توهان آڏو ورجايان ٿو. توهان نياپي پهچائيندڙ ڏي نہ ڏسو. حڪم ڪندڙ ذات کي ڏسو!

ظاهر آهي تہ هِت ڦِڏي واٽ وٺندين، تہ اُتي عورتن کان بہ پوئتي هوندين. تون جنهن عيش ۽ آرام ۾ پلجين ٿو، اهو ٿوري عرصي ۾ توکي تباهہ ڪري ڇڏيندو. نفس کي بگهڙ جي ٻچي وانگر سمجهہ! جيڪو بگهڙ جي ٻچي کي پالي نپائي وڏو ۽ سگهارو ڪندو، تہ نيٺ هڪ ڏينهن ڏاريندڙ کي ئي چنبو هڻي ڀاهي رکندو.

جڏهن توکي موت ايندو، تڏهن ڪي سياڻا تو وٽان لنگهندي ضرور چوندا تہ: تو دشمن نفس کي پاليو هو. هاڻي اڳتي منهن پيو ڏجانءِ! توکي هي بہ معلوم هجي تہ: شيطان گهڻو اڳ ۾ الله تعاليٰ وٽ چئي چڪو آهي تہ: آدم جي اولاد سان گهٽ نہ ڪندس، ڪين ضرور ڀُلائي بيڙو ڪندس. گهڻن کي گمراهہ ڏسندين. اسان پنهنجي پرڪارن کي ڏسون ٿا تہ شيطان ملعون جا چيل اڪر سورنهن آنا سچا ٿا نظر اچن.

شيطان منحوس اسان انسانن جي ابي جي ڪري تڙجي ويو آهي، تہ هو اسان کي بہ ذليل ڏسڻ چاهي ٿو. ڪيڏي نہ شرم جهڙي ڳالهہ آهي جو اسان پنهنجي پڌري دشمن ابليس سان وچي ياري رکي آهي ۽ پنهنجي خيرخواهہ خدا سان دشمني رکي اٿئون! جڏهن تهنجو مُنهن دشمن ڏي ئي هوندو، تہ دوست تو ڏانهن نظر ڪٿي رحم سان ڪيئن نهاريندو! تون جيڪڏهن الله تعاليٰ کان ڪو فائدو طلبين ٿو، تہ سندس دشمن کان پري ٿي رهہ!

تون ڪوڻ پئسن سان ڇا خريد ڪري سگھندين؟ يا تہ حضرت يوسف عليہ السلام جھڙي قيمتي سامان تان هٿ ڪڻڻو پوندئي. جڏهن تو شيطان سان ياري ڳنڍي آهي، ساڻس ساٿ ڏنو اٿئي تہ، تو احڪم الحاڪمين ڪان دوري اختيار ڪئي آهي. جنهن گھر ۾ تنهنجو دوست توکي دشمن سان ويٺل ڏسندو، تہ ان گھر ۾ اهو دوست پير ئي نہ پائيندو.

## دوستن سان نہ ڦٽائجي

هڪڙي ماڻهوءَ جي ڪنهن بادشاهہ سان دوستي هئي. نيٺ هڪ ڏينهن بادشاهہ سان اٽڪي پيو. پوءِ تہ بادشاهہ ڪيس پڪڙائي، سندس دشمن جي حوالي ڪيو، تہ هُن کي قتل ڪري ڇڏ! هاڻي وڃي هن همراهہ جي اک کُلي. پکي دشمن کي منٿون ميڙيون ڪري رهيو هو تہ: هي دفعو معافي ڏينم. جڏهن هن جي منٿن جو دشمن تي ڪو اثر نہ ٿيو تڏهن پاڻ کي ڇٽي رهيو هو: اڙي نادان! تون جيڪڏهن دوست سان نہ ڦٽائين ها، تہ دشمن اڏو هينئن ذليل نہ ٿين ها. پوءِ تہ دشمن کي نهارڻ جي جرئت نہ ٿئي ها. جيڪو دوستن سان ويڙهہ ٿو ڪري، تہ دشمن نہ رڳو قتل ڪندس، پر ڪَل بہ لاهيندس. يعني: جڏهن تو خير خواهہ ۽ مهربان الله تعاليٰ سان تعلق ڦٽايو آهي، تہ هاڻي تون شيطان جي حوالي آهين. اهو توسان گھٽ نہ ڪندو. افسوس جو تو دشمن شيطان کي خوش ڪرڻ خاطر، ٻاجھاري الله سان ٻاڙو ٻوليو آهي. (حيف تنهنجي هن حال تي.)

## حرام کائو ماڻهو ۽ شيطان

هڪڙو ماڻهو ٻين جا مال دوکي ۽ ٺڳي (حرام طريقي) سان پيو ڦٻائيندو ۽ کائيندو هو. وري سندس عادت هئي جو اٿندي ويهندي شيطان تي لعنت بہ پيو ڪندو هو. اتفاق اهڙو ٿيو، جو هڪ ڏينهن شيطان ان ٺڳ کي ڪنهن رستي ۾ ملي ويو. ڪيس چيائين تہ: تو جهڙو

بيوقوف مون ڪٿي نہ ڏٺو. اندروني طرح منهنجو پڳ مٽ يار آهين (جو پراوا مال حرام ٿو هضم ڪرين.) ۽ گهٽ وڌ بہ مون کي ٿو ڳالهائين. دوستن کي گهٽ وڌ ڳالهائبو آهي ڇا؟

ڪيڏي نہ ارمان جهڙي ڳالهہ آهي، جو انسانن جا سڄڻ ملائڪ، تنهنجي ڪيل شيطانگيرين کي تنهنجي اعمالنامي ۾ پاڪ هٿن سان لکندا رهن. غور ڪرين تہ اها تمام وڏي ڳالهہ آهي. جو تنهنجا دوست تنهنجي اوڻاين تي شاهد بنجي پون.

اي انسان! اڃا وقت ويو ناهي. مهل اٿئي. سچ واري واٽ وٺ! توبہ جو وسيلو هٿ ڪر! جيئن ڪنهن جي سفارش نصيب ٿئي. ڇو تہ جيڪڏهن تون اهڙي خراب حال ۾ هجين ۽ موت مٿان اچي ويو، تہ نڪو مهلت ملندي، نڪو ڪو بهانو ئي ہڏنديئي. جيڪڏهن توکي نيڪين ڪرڻ جي طاقت ڪانهي، تہ ڀلا! گناهن کان تہ توبہ ڪر! تنهنجا گناهہ ڀلي بيشمار ۽ جبلن جيڏا هجن، پوءِ بہ توبہ ۽ استغفار جي اقرار ۽ مُڙي پوڻ سان معافي ملي سگهي ٿي. اڃا تو لاءِ توبہ جو دروازو کليل آهي. رڳو تنهنجي اچڻ جي دير آهي. سياڻي توبہ جو دروازو اوچتو بند ٿيندو. توکان پڇندا بہ ڪونہ.

اي پٽڙا! گناهن جو بار ڪٽي زندگيءَ جو سفر نہ ڪر! ڇو تہ سفر ۾ ٿورو بار بہ ٿڪائي وجهندو آهي. نيڪن ۽ چڱن ماڻهن سان گڏ گذار، جيڪو اها واٽ وٺندو، تہ نيڪي نصيب ٿي پوندس.

پر جيسين تون ڪميٽي شيطان جو پيروڪار رهندين، تيسين توکي چڱي مٽي جي پرک بہ نہ پوندي. الله جا پيارا پيغمبر عليهم السلام بہ اهڙن ماڻهن لاءِ شفاعت ڪندا، جيڪي سندن آندل شريعت واري واٽ هلندا. تون سڌي واٽ وٺ! جيئن آسانيءَ سان منزل مقصود تي پهچي سگهين. تون پوئتي بہ ان ڪري رهيو آهين، جو سڌي واٽ نہ ورتي اٿئي. تنهنجو مثال چاڪيءَ جي ڏاند وانگر آهي، جنهن کي چاڪيءَ گهاٽي ۾ ہڌو آهي. سڄو ڏينهن هلي پر اڳتي وڌي نٿو سگهي. اتي جو اتي پيو ڦرندو آهي. تون پنهنجي اجائي محنت کي بہ اٿين سمجها!

## گناھن جي ميرنھ کان ھتي ٿي صاف ٿيءُ

ھڪڙو ماڻھو گاري گپ سان پريل ھئو ۽ اھو مسجد ۾ ھليو آيو. ھن کي پاڻ تي حيرت ھئي تہ مون جھڙو گنھگار ۽ گندو ھن پاڪ مسجد ۾ ڪيئن اچي پھتو آھي. ايتري ۾ مسجد ۾ ويٺل ھڪ نمازيءَ ھڪل ڪري چيس تہ: اڙي چڻ! تون پنھنجي حالت تہ ڏس! ھن پاڪ جاءِ جي لائق آھين، جو ھيڏانھن آيو آھين؟ نہ اٿئي سمجھ ۽ ساڃھ. نڪو موت ٿو مارَئي.

ھن ويچاري جو اھو حال ڏسي منھنجي دل ۾ عجيب ڪيفيت پيدا ٿي پئي. دل ۾ چوان پيو تہ: بھشت بہ تہ پاڪ ۽ پلاري جاءِ آھي. اتي مون جھڙن گنھگارن ميرن مَدَنِ کي اندر اچڻ ڪيئن ڏيندا؟ اتي بہ چوندا تہ: توھان گدلن جي هِت جاءِ ناھي. جيڪو ھتي عبادت جھڙو مُلھ ھٿ ڪندو، اھو اڳتي ڪجھ خريد ڪري سگھندو.

پاڻ کي چيم اڙي سعدي! دير نہ ڪر! گناھن جي ميرنھن ڌوئڻ ۾ وڌيڪ دير چڱي نہ آھي. مٿان توبہ جي قبوليت واري وھندڙ صاف ۽ پاڪ نھر ھڪدم بند ٿي ويچي. پوءِ ڇا ٿي سگھندو؟ ھيئن نہ سوچ تہ جواني ھلي وئي، ھاڻي ڇا ٿيندو؟ پر عمر اڃا اٿئي تہ باقي بچيل عمر کي سجايو بناءِ! واقعي بہ، دير ٿي وئي آھي، پر ھاڻي بہ اڃا وقت آھي. وھمن ۾ ويھي وقت نہ وڃاءِ. صحيح راھہ دير سان ھٿ اچي، تہ بہ چڱي ڳالھہ آھي. (پُلي پُلي پاڻ آئي، سا بہ نہ پُلي.)

جڏھن موت مٿان اچي ۽ نيڪ عملن جي توفيق ئي کسي وڃي تہ ان کان اڳي الله جي دربار ۾ ھٿ ڪٽي رب کي ٻاڏاءِ. ھٿ سجدي سان الله آڏو پاڻ کي ذليل ڪندين، تڏھن آخرت ۾ عزت سان ڪنڌ ڪڍي ھلي سگھندين. جيڪڏھن ڏسين تہ مون ۾ تہ ايتري صلاحيت بہ ڪانھي، تہ ڪنھن پلاري بزرگ سان گڏ رھي، ڪانئس معافيءَ جي واٽ سک! پوءِ جيڪڏھن اتي الله تعاليٰ ڪاوڙجي توکي دروازي تان ڌڪاريندو، تہ پلارن جا روح (الله جي اجازت سان) تو لاءِ سفارش ڪندا، ۽ بچاءُ ٿي پوندو.

## ڀلارن جي صحبت اختيار ڪر!

مون ڪان ننڍپڻ جو هڪڙو واقعو اصل نه وسرندو آهي. ڇا ٿيو جو، آءُ ننڍڙو ٻار هجان، عيد جي ڏينهن پيءُ سان گڏ عيد گاهه ۾ آيس. اتي ٻين ٻارن سان گڏيس. ماڻهن جي رش گهڻو وڌي وئي. تڏهن آءُ بابي ڪان وڇائجي ويس. پوءِ ته ڊپ وچان دانهون پئي ڪيم، ڏاڍو رُنم. نيٺ بابو مليو ويو ۽ منهنجي ڪن ڪان وٺي زور سان مهٽو ڏئي چياڻين ته: اي بي سمجهه! بي عقل! توکي ڪيترو سمجهايو اٿم ته منهنجي ڪپڙي جي پلوَ مان هٿ نه ڪڍندو ڪر! ننڍن ٻارن کي اڪيلو هلڻ اصل نه جڳائي. جو ٻارن ڪان وات وڇائجي وڃي، ته هٿ نه ايندي اٿن. ڇو ته هيءَ وات سندن ڏٺل ئي ناهي.

اهڙيءَ طرح حق جي سالڪ کي به سمجهه! اهو جيڪڏهن شريعت جي وات ڪان اڻ واقف آهي، ته ڪنهن ڀلاري ٻانهي عالم عابد جي پيروي اختيار ڪري، سندس سنگت ڪان پري نه ٿئي. اوباش ۽ رولو ماڻهن سان اٿڻ ويهڻ ختم ڪري ڇڏي. جيڪڏهن نه مڙيو ته پنهنجي پرڪارن سبب بي عزتو ٿيندو.

نيڪ دل پاڪ انسانن جي پلوَ سان چنبڙيو رهه! ان سان هنن ڀلارن کي ڪو به عيب نظر نه ايندو، نه ڪو توکي ئي لڄ ڪرڻ گهرجي.

عام ماڻهو ۽ مريد، طريقت جي مرشد آڏو ٻارن ڪان به گهٽ آهي. حق تي هلندڙ مرشد مضبوط پٽ وانگر سمجهه! اهو حال تون ننڍن ٻارن ڪان سکي وٺ! جيڪو چڱن جي سنگت ۾ ايندو، ته بڇڙي سنگت ڪان نيٺ بچي پوندو. تون حق ۽ هدايت جي ضرورت سمجهين ته چڱي صحبت اختيار ڪر! ۽ اهڃ راهه اميرن، غريبن، حاڪمن، رعيتن لاءِ مطلب ته سڀني لاءِ ضروري آهي. مون سعديءَ به ڀلارن جي صحبت ۾ ويهي ڪجهه پرايو آهي.

## اناج جي ڪري کي باهه ڏيندڙ مست جي ڳالهه

هڪڙي ماڻهوءَ اناج جي مند ۾ سڄي سال ۾ ڪم اچڻ جيترو اَنُ

گڏ ڪيو ۽ بي فڪر ٿي ويٺو. پوءِ ڪجھ عيش عشرت جي ضرورت محسوس ڪيائين. سو اول نشو وٺي آيو. چُڪو پي، اهڙو بي حال بنجي پيو، جو باھ ٻاريندي اناج ڪي وچي آگ لڳس. بخت هوسَ قتل، سو سڄي سال جي وِرَنءَ سڙي خاڪ جو ڍير بنجي پيس.

ٻئي ڏينهن هِتان هُتان سنگ ميڙيندو پئي وتيو. يلا! پهريون اناج جو ختم ٿي ويس، تہ هاڻي مجبوراً ائين ئي ڪرڻو پئجي ويس.

هن مست نشئيءَ کي پريشان حال ڏسي هڪڙي ماڻهوءَ پنهنجي پٽ کي نصيحت ڪندي چيو تہ: پٽ! جيڪڏهن تون چاهين تہ اهڙي بدبختيءَ کان بچيل رهين تہ نشي کان بچندو رهجانءِ. متان نشو ڪري قيمتي سامان ساڙائي ويهين ۽ جنهن ماڻهوءَ جي عمر بدڪاريءَ ۾ گذري، تہ ان جڻ گڏ ڪيل ڪري کي تيلي ڏئي ساڙي ڇڏيو ۽ هٿن سان گڏ ڪيل ڪري کي ساڙي، ڪرُ ميڙي گذر ڪرڻ، ڪيڏي نہ شرم جهڙي ڳالھ آهي.

پيارا پٽ! دين داريءَ جو ٻج پوک. بي دين بنجي شرافت جي مُوڙي ۽ ملڪيت نہ ڪپاءِ. جڏهن ڪو بدبخت جيل ۾ ويندو ڏسين تہ تون ان کي ڏسي نصيحت پراءِ! ۽ سزا ملڻ کان اڳ ۾ معافيءَ جي طلب ڪر! سزا جو ڏنڊو وَسَڻ شروع ٿيو تہ پوءِ دانهن ڪرڻ مان ڪهڙو فائدو؟ جيڪڏهن چاهين تہ سڀاڻي جي شرمساريءَ کان بچيل رهان، تہ اڄ غفلت کي ڇڏي هوش سان هل!

## الله کان ڊڄ!

هڪڙو نوجوان ڪنهن گناھ جي گندي عادت ۾ ڦاٿل هئو. ان وٽان هڪڙو بزرگ شخص لنگهي رهيو هو ۽ اهڙي ڪَسي ڪم ڪندي ڏٺائينس. پوءِ تہ هو ماڻهو ڏاڍو لڄي ٿيو. پاسي تي وڃي ويٺو ۽ چئي رهيو هو تہ: افسوس جو ڳوٺ جي پلاري مون کي ڏسي ورتو. شرمسار ٿي پيس. هن جا اهي اکر، هن بزرگ ٻڌي ورتا. پوءِ تہ نوجوان تي اچي ڪاوڙيو. ڪيس سڏي چيائينس تہ: توکي حياءُ اچڻ گهرجي جو مون کان

لڄي ٿين ٿو. الله تعاليٰ کان شرم نٿو اچئي، جيڪو هر جاءِ تي حاضر ناظر آهي. ان الله کان سواءِ ٻئي ڪنهن جي هٿ ۾ نفعو نقصان ناهي. ته ڊپ به ان الله کان ڪر! ٻين کان لڪي ڇا حاصل ڪري سگهندين؟ جيترو منهنجي ڏسڻ سان لڄي ٿين ٿو، الله تعاليٰ کان ان کان وڌيڪ لڄ ڪندو ڪر! جيڪو هر جاءِ تي ڏسي پسي ٿو.

## زليخا جي ڳالهه

حضرت يوسف عليه السلام تي جڏهن زليخا عاشق ٿي پئي ۽ هن کي اندر ڪمري ۾ وٺي وئي ۽ حضرت يوسف عليه السلام کي ڪٺي ڦاسايائين. زليخا وٽ سنگ مرمر مان جڙيل هڪڙو بت هوندو هو. صبح شام ان جي پوڄا پاٺ ڪندي هئي ۽ اهو بت ان ئي ڪمري ۾ رکيل هوس. جتي، حضرت يوسف عليه السلام کي ڦاسايو هئائين. البت هڪڙي ڪپڙي سان ڍڪي ڇڏيائينس. جيئن بڇڙائيءَ وقت هن کي نه ڏسي سگهي.

اهڙو لقاءُ ڏسي حضرت يوسف عليه السلام کي سخت صدمو رسيو. پوءِ ته مٿي تي هٿ رکي ڪمري جي ڪنڊ ۾ ويهي رهيو. هوڏانهن زليخا ڪيس ٻانهون ٻڌي منٿون ڪري رهي هئي ته: مون کي راضي ڪر! وڌيڪ پريشان نه ڪر! سخت دل نه ٿيءُ!

حضرت يوسف عليه السلام جي اکين مان ڳوڙها وهي رهيا هئا. فرمائي پيو ته: مون کان هٿي پري ٿيءُ! مون مان اهڙي اميد نه رک! تون پٿر جي مورتيءَ کان شرم ڪرين ٿي. جو اُن کي ڪپڙي سان ڍڪي ڇڏيو اٿئي، ته آءٌ پنهنجي پالڻهار کان حياء ڪيئن نه ڪريان.

جڏهن تو قيمتي عمر گناهن ۾ برباد ڪري ڇڏي، توبه تائب نه ٿئين ته پوءِ پشيمان ٿيڻ مان ڇا حاصل ٿيندو. ڪيترا ماڻهو شراب هن لاءِ پيئندا آهن ته جان ناهي سُڪون حاصل ڪريون. پر اهي شراب پيئڻ سان ويتر ڪمزور ٿيندا ۽ پريشانين ۾ ڦاسندا رهندا آهن. اي انسان! اڄ تنهنجي زبان ڪليل آهي. ته توبه ڪري وٺ نه ته سڀاڻي تنهنجي زبان ڳالهائڻ کان بيهي ويندي، اکر ڳالهائي نه سگهندين.

## گناھن جي گندگيءَ کي توبہ جي ڍڪ سان ڍڪ

ٻلِيءَ جي عادت آھي تہ پائخاني ڪرڻ لاءِ پاڪ، صاف جاءِ ڳوليندي آھي. پائخاني ڪرڻ کان پوءِ اھا ڳالھہ ڪيس ئي بُري لڳندي آھي. پوءِ گندگيءَ کي مٽيءَ سان ڍڪي ڇڏيندي آھي.

اي انسان! توکي ڪُڏن ڪمن ڪرڻ وقت اھا پرواھہ بہ ڪانھي تہ ڪو ڏسندو بہ ھوندو ۽ ان کي ڪيترو ڏک ٿيندو ھوندو. بھتر آھي تہ گناھن جي گندگيءَ کي توبہ جي ڍڪ سان ڍڪي ڇڏ!

توھان ڏٺو ھوندو تہ ڪو ڀڄُل غلام پنھنجي مالڪ وٽان ڀڄي ويندو آھي، پوءِ پاڻ ئي پشيمان ٿي واپس اچي مالڪ وٽ پھچندو آھي، تہ ھو ان کي ڪا سزا نہ ڏيندو آھي. ڪيس قيد ۾ بند رکڻ جي ضرورت ئي نہ سمجھندو آھي. تون بہ جيڪڏھن پاڻ پشيمان ٿي الله آڏو موٽي ايندين، پڇتاءُ ظاھر ڪندين، تہ سزائن کان بچي پوندين.

لڙائي ان سان ڪجي، جنھن سان مقابلي جي طاقت سمجھجي. يا ان کان ڪٿي بچاءُ ملي سگھي. پر الله تعاليٰ سان مقابلو ڪير ڪندو.

- پنھنجي عملن جو حساب ڪتاب ھاڻي کان ئي ڪر! سڀاڻي جڏھن اعمالناما نشر ٿي عوام آڏو اچي ويندا، تہ پوءِ ڇا ڪري سگھبو. حديث ۾ آھي: جنھن گناھہ ڪري پوءِ پڇتايو ۽ سچي دل سان توبہ ڪئي، تہ ان ڄڻ گناھہ ئي نہ ڪيو. ائين صاف ٿي ويندو.
- آرسيءَ جي شيشي تي آھہ پري (ٿڌو ساھہ ڪڍي) وات ڪوليندين تہ شيشو ڌنڌلو ٿي ويندو آھي. پر دل جو شيشو ارمان واري آھہ سان صاف ٿي ويندو آھي.
- جيڪڏھن اڄ تون گناھن کان ڌڃي توبہ تائب ٿئين، تہ پوءِ قيامت ۾ بي خوف ٿي پيو ھلندين.

## بي گناھہ کي کھڙو پؤُ

منھنجي جواني ھئي. گھٽن فڪرن کان آجو ھوس. مسافري ڪندي حبش ملڪ ۾ وڃي پھتس. رستي جي پرسان ھڪڙو چبوترو

ڏنم، جنهن ۾ ڪجهہ ماڻهو ٻڌا پيا هئا. پرائي ملڪ ۾ اهڙو نظارو ڏسي خطرو محسوس ڪيم، اتي وڌيڪ ترسڻ مناسب نہ ڄاتم ۽ جلدئي اتان هليو ويس. پوءِ هڪڙي ماڻهوءَ ٻڌايو تہ اهي قيدي چور آهن، ڪنهن جي نصيحت ٻڌندا ئي نہ آهن. تڏهن قيد ۾ ٻڌا پيا آهن. تو جڏهن ڪو ظلم نہ ڪيو آهي، تہ توکي ڪهڙي پرواهہ؟ بي فڪر سڄو جهان گهمندو وَتُ، تنهنجو نالو ڪير ڪٽندو؟ جيڪو ماڻهو شريف ۽ بي قصور هجي، الله تعاليٰ کان ڊڄندو رهي، تہ ان کي ٻين کان ڊڄڻ ئي نہ گهرجي.

جنهن جي معاملات ۾ ڪا ٽڳي، ڪو دوڪو ناهي، تہ اهو ٻين جي شڪايت ڪرڻ کان بہ نہ ڊڄي. پر جنهن جي بزرگيءَ ۾ ئي فريب ۽ دوڪو هجي، تہ اهو دليريءَ سان ڪو جواب ڏئي نہ سگهندو. پر جيڪڏهن منهنجا سڀ معاملا نيڪ آهن، الله جي اطاعت چڱي طرح ڪندو ٿو رهان، تہ پوءِ مون کي بڇڙي دشمن جو ڪو ڀؤُ ڪونهي.

جيڪڏهن ڪو نوڪر، سچو نوڪر ٿي رهي تہ سيٺ کي ڪيڏو نہ وڻندو آهي. پر جيڪو خادم سست ۽ ڪم چور هوندو آهي، تہ مجبوراً اُن کي ماڻهن جي خدمت کان هٽائي گڏهن ۽ ڳابن جي خدمت لاءِ مقرر ڪيو ويندو آهي.

انسان قدم وڌائي تہ ملائڪن کان مٿي مرتبو ماڻي ۽ جيڪڏهن پوئتي ڪِري پوي تہ جانورن کان بہ بڇڙو ٿي پوي.

## اڳواٽ روئي رب کي ريجهائجي

دامغان ملڪ جي بادشاهہ هڪڙي ماڻهوءَ کي هاڪيءَ جهڙي ڏنڊي سان اهڙو ڪٽيو، جو هو دهل وانگر دانهون ڪرڻ لڳو. مار سبب پُٺا چڙهي پيس، سڄي رات سمهي نہ سگهيو. اتفاقاً اتان هڪڙو پرهيزگار بزرگ اچي لنگهيو. اُن هِن جون دانهون ٻڌي چيو تہ: اهو چريو هو. جيڪڏهن ڪا ڪوتاهي ٿي هئس، تہ رات جو ڪوٽوال وٽ اچي منٿ ميڙ ڪري ها، روئي پرچائيس ها، تہ ايڏي ڪُٽ نہ کائي ها. اهڙيءَ طرح جيڪو ماڻهو رات جو اُٿي الله تعاليٰ آڏو درد سان روئندو، تہ اهو محشر جي ميدان ۾ شرمسار نہ ٿيندو.

- سياڻي ماڻهوءَ جو ڪم آهي ته جڏهن ڪا خطا ٿيئس ته روئي الله تعاليٰ ڪان معافي وٺي. هاڻي ٿي رب کي ريجهائيندو ته بهتر ٿيندس. جو ان مالڪ مهربان جو دروازو سدائين کليل آهي. ڀلا جنهن مالڪ توکي اڻ هوند مان هوند ۾ آندو آهي، اهو تنهنجي روئڻ تي به رحم نه ڪندو ڇا؟
- تون جيڪڏهن الله جو ٻانهو آهين، ته ٻانهن وانگر نئڙت ڪري ڪانئس دعائون گهر! ان آڏو شرمساري ۽ پڇتاءُ جا ڳوڙها وهاءِ. الله جي در تي جيڪو به پشيمان ٿي ايندو، ته گناهه معاف ڪرائي ويندو.
- جيڪو رات جو الله آڏو روئي پاڻ کي ڪمزور سمجهندو، ته الله تعاليٰ ان جي عزت کي ويتر وڌائيندو.

## سهڻا گل ڪيئن ٿا ٽڙن؟

يمن ملڪ جي دارالحڪومت صنعاء ۾ منهنجو هڪڙو پٽ گذاري ويو. ان جي فراق سبب ايڏو صدمو رسيو جو ڳالهه ڪرڻ کان ٻاهر آهي. پر قدرت جو نظام ئي اهڙو آهي. جنهن کي الله تعاليٰ حضرت يوسف عليه السلام جهڙو خوبصورت جوڙيو هجي. پر نيٺ اهو قبر ۾ اٿين پوندو، جيئن حضرت يونس عليه السلام مڇيءَ جي پيٽ ۾ پيو هو.

هن دنيا ۾ جنهن به قدم رکيو آهي، مٽو مٽي ڪيو آهي ته موت ان جون پاڙون پٽيون آهن.

مٽيءَ مان جيڪڏهن رنگ برنگي، حسين گل ٽڙي نڪرن ٿا ته ڪهڙو عجب آهي. نيٺ ان ۾ ڪيترا سهڻا خوبصورت انسان پيا آهن، مٽيءَ سان ملي ويا آهن. ته سهڻن جي مٽيءَ مان سهڻا گل ڪيئن نه ٽڙندا.

مون دل ۾ چيو ته: منهنجو پٽ ته اڃا ننڍو ٻار پاڪ هئو، پاڪائيءَ ۾ ئي مري ويو. آءٌ پوڙهو گناهن جي گپ ۾ گتل آهيان، شرم وِچان مرڻ ته مون کي گهربو هو. پوءِ آءٌ اهڙو ذهني مريض ٿي پيس جو پٽ جي قبر کي وڃي کوليم. ان وقت آءٌ دل جي ڪن سان ٻڌي رهيو هوس. پيارو پٽڙو ڇڻ هيئن چئي رهيو هو ته: اي ابا! هن قبر جي

اڪيلائپ ۽ اونداهيءَ کان بچڻ لاءِ اتان ئي عملن جي روشني ڪنيو اچجانءِ. جيڪڏهن چاهين ته سوڙهي قبر ڪشادي ۽ روشن بڻجي پوي ته دنيا ۾ ئي نيڪ عملن جي روشنيءَ جو بندوبست ڪر!

هڪڙو هاري ويچارو ڪيڏو ڏچندو آهي ته متان سندس پوکيل وڻ هن سال ڦر نه ڏئي (وارو ڪري وجي) اها هن جي سياڻپ آهي.

هوڏانهن ڪيترا لوڀي ماڻهو هنن وهمن ۾ ڦاٿل آهن ته: عمل ڪرڻ کان سواءِ ئي ثواب حاصل ڪنداسين. بنا پوکڻ جي تيار فصل لڻنداسين.

اي سعدي! ميوو اُهو کائيندو، جيڪو اڳواٽ ميويدار وڻ پوکيندو ۽ پوک اهو لڻندو، جيڪو اڳواٽ ٻج پوکيندو. (جتي لڻندو لوڪ، اتي سڪندين سنگ لاءِ.)



باب ڏهون

# دعا جي بيان ۾

- اسان کي گهرجي ته هن وقت ئي هٿ کڻي، دل جي گهراين سان دعائون گهرون. نه ته قبر ۾ وڃڻ کان پوءِ هٿ کڻڻ آسان ڪم ڪونهي.
- سياري جي موسم ۾ وڻ پنن وارو لباس لاهي پريشان حال ٿي رب کي ٻاڏائيندا آهن. تڏهن الله سائين ڪين پراڻن پنن عيوض نون پنن جو لباس عطا ڪندو آهي. اهڙيءَ طرح جيڪي مسڪين فقير الله تعاليٰ کان دعائون گهرن ٿا، ته اهي به رحمت خداونديءَ کان محروم نه رهندا.
- الله جي رحمت جا دروازا هميشه کليل آهي. ڪير به اميدن جي جهولي جهلي گهرندو ته ٺلهو نه موٽندو.
- عبادت گذار پلارا، الله تعاليٰ اڳو عبادت جو ثمر ساڻ کڻي حاضر ٿيندا. پر بي ثمر مسڪين، نوڙت کان سواءِ ٻيو ڇا آڻيندو.
- جيڪو رب رحم ڪري پنن کان خالي وڻن جي عرض کي اگهائي، تازا پن ٿو عطا ڪري، اهو اسان بي ثمرن تي به نيٺ رحم ڪندو.
- اي الله! اسان ٻانهن کان خطائون ٿيون آهن. تون بخشش جي نظر فرماءِ! تنهنجي معافيءَ جي اميد سبب اسان خاڪسار ٻانهن کان گناهه ٿي ويا آهن.
- اي ڪريم! تنهنجي ڪرمن ۾ پلجي وڏا ٿيا آهيون. هاڻي ته اهڙن ڪرمن جا هيراڪ ٿي چڪا آهيون. جيڪو فقير ڪنهن سخي مڙس جي گهٽي بخشش ۽ مهرباني ڏسندو آهي ته ان جو پيڇو نه ڇڏيندو آهي. اي رب! جڏهن تو هن دنيا ۾ اسان کي عزت عطا ڪئي آهي،

اڻ مَيون عنايتون ڪيون آهن، تہ آخرت جي بہ پارت اٿئي. (اتي بہ هيريلن جي هير نہ پيجهاڻ!)

- اي مالڪ سائين! عزت ۽ ذلت تنهنجي هٿ ۾ آهي. تون جنهن کي عزت عطا ڪرين تہ ذلت نہ ڏسندو.
- اي الله! توکي تنهنجي عزت ۽ جلال جو قسم آهي، مون کي خوار نہ ڪجانءِ! گناهن جي ذلت ۾ شرمسار نہ ڪجانءِ! خواريءَ کان بچائجانءِ!
- آءٌ تنهنجو خطاڪار آهيان. تہ سزا بہ تنهنجي هٿ سان ملي. مون کي پين ماڻهن جي حوالي نہ ڪجانءِ! جهان ۾ ان کان وڌيڪ بُرائي ٻي ڪهڙي ٿيندي، جو پاڻ جهڙن جا ظلم سهڻا پون.
- اي رب! مون لاءِ تنهنجي آڏو شرمسار رهڻ ئي ڪافي آهي. ٻئي ڪنهن جي آڏو مون کي لڄي نہ ڪجانءِ!
- اي رب! جيڪڏهن مون تي تنهنجي رحمت جو پاڇو پئجي وڃي، تہ پوءِ آسمان بہ مون کان مَانَ ۾ مٿي ڪونهي.
- تون جيڪڏهن عزت ڏيندين، تہ آءٌ ماناتو ٿي سگهندس. پوءِ ٻيو ڪوبہ مون کي هيٺ ڪيرائي نٿو سگهي.

## هڪ ديواني جي دعا

هيءَ ڳالهہ ياد ٿي اچي تہ لڳ ڪاندارجي ٿا وڃن. ڪعبة الله جي حرم ۾ هڪڙي ديواني دعا پئي گهري. هو ويچارو روئندي دعا پيو گهري تہ: اي الله! مون کي هيٺ نہ ڪيرائجانءِ! تون ڪيرائيندين تہ ٻيو ڪير آهي؟ جيڪو منهنجو هٿ وٺي مون کي اُٿاري. اي الله! ڀاڄهہ ڪري مون کي گهرائين يا ڌِڪاري تڙي ڇڏين. آءٌ ٻئي ڪنهن جي در کي سڃاڻان ئي ڪونہ. نڪو ڪيڏانهن ويندس.

اي الله! توکي علم آهي تہ: اسان ويچارا ۽ مسڪين آهيون. نفس اسان کي ڪاري خراب ٿو ڪري. اسان تي نفس جو اهڙو قبضو ٿي ويو آهي، جو اسان جو عقل بہ ڪم نٿو ڪري سگهي. ڀلا! اسان جو نفس

امارو آهي، چيتي شينهن وانگر سرڪش ۽ طاقتور هوڏانهن عقل مليو آهي، ڪِول جيڏو. هاڻي ڪمزور ڪِول، چيتي شينهن سان ڪيئن پُڄي سگهندي؟ اي منهنجا الله! نيڪن ڀلارن جي صدقي مون کي بہ حق جي واٽ وٺاءِ! نفس ۽ شيطان جي شر کان بچاءِ!

اي الله! توکي تنهنجي پاڪ ذات جو قسم ٿو ڏيان. پنهنجي بي مثل بي مثال پاڪ صفتن جي صدقي. بيت الله وٽ پهتل حاجين جي لبيڪ جي صدقي. مديني منوره ۾ ستل مٺي مدنيءَ جي صدقي، تنهنجي راهہ ۾ جهاد ڪندڙ مرد مجاهدن جي نعره تڪبير جي صدقي. ڀلارن بزرگن جي عبادت جي صدقي، نيڪ بخت نوجوانن جي سچائيءَ جي صدقي. اي الله! هن فاني حياتيءَ ۾ شرڪ ۽ ٻيائيءَ جي ذلت کان بچائجانءِ! (ڇو تہ شرڪ وڏي ۾ وڏو ظلم آهي ۽ ناقابل معافي گناهہ آهي.)

عبادت گذار ٻانهن مان اسان کي اميد آهي تہ اسان جهڙن گناهگارن جي شفاعت ڪندا. اي الله! پاڪ ماڻهن جي صدقي مون کي گناهن جي گندگيءَ کان پري رک! پوءِ بہ جيڪڏهن ڪا غلطي ٿي وڃي، معافي ڏئي ڇڏ!

اهڙن ڀلارن جي صدقي، جن جي پُٺي گهڻي عبادت سبب ڪُبي ٿي وئي آهي. جن جون نظرون گناهن جي شرمساريءَ سبب هيٺ پيرن ۾ ڪُتل آهن. اي الله! اهڙن نيڪن ڀلارن جي زيارت مون کي نصيب ڪر! ۽ مرڻ مهل منهنجي زبان تي ڪلمہ شهادت جاري فرماءِ! منهنجي راهہ ۾ يقين جي روشني عطا ڪر! منهنجي هٿن کي خطائن ۽ ارڏاين کان پري رک! جن ڏي ڏسڻ جائز ناهي، انهن کان منهنجي نظرن کي بچاءِ! براين جي مون کي توفيق ئي نہ ڏي!

اي الله! تون هميشه باقي (يَبقَيٰ وَجہُ رَبِکَ ذوالجَلالِ وَالاِکرامِ جو صاحب) آهين. آءٌ ٻانهو فاني آهيان. آءٌ هجان يا نہ هجان، ڇا ٿي پوندو. تنهنجي ٻاجهہ ۽ مهربانين واري سج جو هڪ ڪرڻو ئي مون لاءِ ڪافي آهي. مون تي اهڙو روشنيءَ جو ڪرڻو پوندو، تہ گناهن جي ڪارنهن کان صاف ٿي پوندس.

اي الله! جيڪڏهن تون عدل ۽ انصاف سان حساب ڪندين، ته بچڻ محال آهي. آءٌ ته تنهنجي بخشش جي واعدن تي پيو ٿو هلان. ڪرم ڪري مون کي پنهنجي در تان نااُميد ڪري نه ڪڍجانءِ. توکان سواءِ ٻيو ڪوئي در نٿو سجهي، جتي وڃي سگهان. پنهنجي بي عقليءَ سبب جيڪڏهن ڪجهه ڏينهن غير حاضر رهيو آهيان. هاڻي جڏهن اچي تنهنجي در تي حاضر ٿيو آهيان ته مون تي ٻاجهه جا دروازا بند نه ڪجانءِ!

اي الله! گنهگاريءَ جو مون وٽ ڪوبه بهانو ڪونهي. بس! آءٌ عاجز ۽ نماڻو فقير آهيان ۽ تون غني بي پرواهه اهين. جڏهن فقير ٿيس، ته گناهن جي سزا کان ڪٿي بچاءِ. اميرن کي فقيرن جي هيٺن حالن تي رحم اچي ويندو آهي.

آءٌ پنهنجي ڪمزوريءَ ۽ هيٺي حال تي ڇو ارمان ڪريان! ڇا لاءِ روئان! جيڪڏهن آءٌ ڪمزور آهيان، ته مون کي پناهه ڏيندڙ پالڻهار ته قوي آهي.

اي الله! اسان غفلت سبب خطائون ڪيون آهن. ڀلا مون لاءِ تقدير ۾ جو ائين هئو، ته تدبير تقدير جو مقابلو ڪيئن ڪري سگهندي؟ بس پنهنجي گناهن لاءِ اهوئي ڪمزور بهانو ڏئي سگهون ٿا. ٻيو ڇا ٿا ڇئي سگهون؟ الله جي تقدير آڏو اسان جا منصوبا نه ٿا هلي سگهن. ڀلا! خدائيءَ آڏو خودي مقابلو ڪري سگهندي ڇا؟ اي الله! آءٌ تنهنجي حڪم کان ٻاهر وڃي نٿو سگهان. تنهنجي تقدير جو فيصلو ته مون تي هميشه هلي رهيو آهي. (ڪنهن کي ڏيان دانهن، قضا قلم وهائيو.)

## ڪاري شيديءَ جو جواب

هڪڙي ڪاري شيديءَ کي ڪنهن ڪوجهو چيو. پوءِ ته هن اهڙو جواب ڏنس، جو آءٌ حيران رهجي ويس. چيائينس ته: مون پنهنجي صورت پاڻ نه ٺاهي آهي، ته پوءِ ڪوجهائپ منهنجو عيب ڪيئن ٿي. آءٌ جيڪڏهن بدصورت ۽ ڪوجهو آهيان، ته ان ۾ تنهنجو ڪهڙو ڪم. خوبصورتي ۽ ڪوجهائپ منهنجي وس ۾ ڪانهي. اسان جي صورت جو

نقشو الله وٽ اگ ۾ چٽيل آهي. اسان ٻانها ان ۾ ڪا بہ ڦيرڦار نٿا ڪري سگهون.

اي الله! توکي خبر آهي تہ آءُ قادر نہ آهيان. قادر تہ تون آهين. آءُ بي وس بندو آهيان. تون جيڪڏهن منهنجي رهنمائي ڪندين، تہ آءُ ڀلائي حاصل ڪري سگهان ٿو. ۽ جيڪڏهن تون رحم ڪان پري ڪندين، تہ آءُ نيڪيءَ ڏانهن هڪ وک بہ ڪٿي نہ سگهندس. ڀلا! جهانن جو خالق مدد نہ ڪندو، تہ عاجز ٻانهو پرهيزگار ڪيئن ٿي سگهندو؟

## توبہ جي توفيق بہ الله جي هٿ آهي

هڪڙو هو درويش. اهو سڄي رات توبہ ڪندو رهيو. وري جڏهن صبح ٿيو، تڏهن توبہ ڀڃي وڌائين. پوءِ چا پيو چوي تہ: توبہ تي قائم بہ تڏهن رهي سگهندين، جڏهن اهو رب اهڙي توفيق ڏيندو. نہ تہ اسان ڪمزورن جو ڪهڙو حال آهي.

اي الله! توکي تنهنجي ذات جو قسم آهي تہ: باطل ڏانهن ڏسڻ کان منهنجي نظرن کي محفوظ رک! اي الله! مون ڪي سيائي باهہ ۾ نہ جلائجانءِ! منهنجو منهن مسڪينيءَ سبب مٽيءَ هاڻو آهي. منهنجي گناهن جي ميرنهن، دز ۽ غبار آسمان تي ڇهتل آهي. اي الله! تنهنجي رحمت ۽ بخشش جو ڪڪر وسندو، تہ پوءِ بارش تي دز ۽ غبار بيهي نہ سگهندا آهن ۽ مٽي بہ ڌوبي ويندي آهي.

اي الله! گناهن جي ڪري آءُ دنيا ۾ بيڙو تي چڪو آهيان. هاڻي وڃان تہ ڪاڏي وڃان؟ اي الله! تون گونگن جي دل جي ڳالهہ بہ ٻڌين ۽ سمجهين ٿو ۽ مريض مسڪين جو دوا دارون تون ئي آهين.

## مجوسيءَ جي دعا

هڪڙو هو مجوسي (باهہ ۽ بتن جو پوڄاري.) دنيا جا لڳ لاڳاپا لاهي، هڪڙيبت جي خدمت ۽ عبادت ڪي وڃي لڳو. ڪجهہ سال گذريا تہ ان پوڄاري مشرڪ جي قسمت اچي ڦٽي، جو وڏي مشڪلات

مٿان اچي پيس. ڏاڍو پريشان ٿي پيو. بيو ڪو چارو نہ ڏسي ان بت جي پيرن ۾ اچي ڪِريو. زارو قطار روئي رهيو هو. بت کي منٿ ڪري رهيو هو تہ: اي صنم (بُتَ) آءٌ مجبور ٿي پيو آهيان. منهنجي مدد ڪر! مون تي رحم ڪر!

مطلب تہ: اهو پوڄاري روئي روئي بي حال ٿي پيو، پر ڪجھ نہ وريس. ڀلا پٿر جو بي جان بت ڇا ڪري سگهي ها. جيڪو پاڻ تي ويٺل مک کي اُڏائي نٿو سگهي، سو ٻين جي مشڪلات ڪيئن ٿو ٽاري سگهي.

پوءِ تہ پوڄاري اچي بگڙيو. چئي رهيو هو تہ: مون ناحق پنهنجي عمر برباد ڪئي. اجايو تنهنجي ايتري سيوا ڪيم. هاڻي منهنجو آخري التيميٽم اٿئي تہ هي منهنجي مشڪل ٽار! نہ تہ آءٌ توکي ڇڏي وڃي پنهنجي پالڻهار کان سوال ڪندس.

چون ٿا تہ: پوڄاري اڃا بت جي آڏو ڪِريو ئي پيو هو تہ سندس مطلب الله تعاليٰ پورو ڪري ڇڏيو. هڪڙو داناء ماڻهو اهو حال ڏسي رهيو هو. پوءِ تہ ڏاڍو حيران ٿي پيو. مُنجهي پيهي رهيو. دل ۾ سوچي رهيو هو تہ: الله تعاليٰ هن نالائق مشرڪ جي پريشاني ايترو جلدي ڇو پوري ڪئي. جيڪو ڪمبخت اڃا بت جي آڏو جُهڪيو پيو آهي. نرڙ مٿي ڪنيو ئي نہ اٿس. هو اڃا ڪٽو ڪافر ئي آهي، تہ سندس طلب پوري ٿي چڪي. ائين ڇو ٿيو؟

هو اڃا ان فڪر ۾ ڦاٿل هئو تہ، سندس دل ۾ الله تعاليٰ هي اِلقاء ڪيو تہ: اڙي نادان! انهيءَ پوڙهي مشرڪ، بت کي گهڻئي سڏيو. پر ڪجھ ڪونہ وريس. هاڻي جڏهن پالڻهار جو نالو (پوءِ ڪٿي ڪنهن بهاني سان ئي) ورتائين. جيڪڏهن آءٌ بہ ٺلهو موٽايانس، تہ صنم (بت) ۽ صَمد (بي نياز، الله) جي وچ ۾ ڪهڙو فرق ٿيو؟

اي دوست! تون دل صَمد سان لڳاءِ. ڇو تہ ان مالڪ کان سواءِ ٻيا سڀ عاجز ۽ ڪمزور آهن. تون الله آڏو عاجزيءَ سان دعا گهرندين، تہ الله تنهنجي ڪنيل هٿن کي ٺلهو نہ موٽائيندو.

اي الله! اسان واقعي ڪوتاه ۽ خطاڪار آهيون. تنهنجي ٻاجھ ۾ اميدوار آهيون. اسان کي خالي نہ موٽائجانءِ!

## حڪايت مست ۽ مؤذن جي

ڳالهہ ٿا ڪن تہ: هڪڙي ماڻهوءَ نشو پيتو. نشي جي حالت ۾ مسجد جي حُجري ۾ هليو آيو. اتي هن کي روئڻ اچي ويو. پوءِ دعا گهري رهيو هو تہ: اي رب! مون کي جنةُ الفردوس عطا ڪر! نشئيءَ جا اهي حال ڏسي، مسجد جو بانگو اچي ڪاوڙيو. هن کي گلي کان ڪٽي ورتائين ۽ چيائينس: اڙي! ڪتي جو مسجد سان ڪهڙو تعلق. تو بي دين موالي‌ءَ کي عقل بہ ڪونهي. تو ڪهڙي نيڪي ڪئي آهي، جو بهشت جي گهر ٿو ڪرين؟ اول پنهنجي شڪل ڏس، پوءِ بهشت جي ڳالهہ زبان تي آڻ!

پوڙهي بانگي جا اهي اکر ٻڌي، هُو مست موالي ويتر جهجي پيو. هن کي چيائين تہ: اي سائين! آءٌ هوش ۾ ڪونہ آهيان. مون کي وڏيڪ ڪجهہ نہ چؤُ. مالڪ مهربان جي ڪرم ۽ سخا ۾ توکي شڪ آهي ڇا؟ آءٌ واقعي گنهگار، خطاڪار آهيان، پر توکان معافي وٺڻ ڪونہ آيو آهيان، جو مون کي اچي ڦاسايو اٿئي! آءٌ تہ احڪم الحاڪمين الله آڏو عرض ٿو ڪريان. ڇون ٿا تہ: اچا توبہ جا دروازا کليل آهن ۽ الله جي ٻاجهہ جي بارش اچا بہ بس ڪانہ ٿي آهي. مون کي شرم ٿو اچي جو پنهنجي گناهن کي الله جي بخشش ۽ ٻاجهہ کان وڏو سمجهان. رڳو پنهنجي گناهن تي نظر وجهان ۽ الله جي بخشش ڏي نہ نهاريان؟

ڪو پوڙهو ماڻهو ڪٿي ڪِري پيو آهي. هاڻي جيسين ڪو هن جي هٿ کان وٺي، ڪيس ٽيڪ ڏئي نہ اٿاريندو، تہ هو اُٿي نہ سگهندو. مون کي بہ ائين ڪمزور ۽ مجبور سمجهہ! مُنهنجا پير بہ گناهن جي ترڪڻ ۾ ترِڪي پيا آهن. اي منهنجا الله! مون کي سهارو ڏئي، هن گناهن جي گپ مان ٻاهر ڪڍ! اي منهنجا رب! آءٌ ائين نٿو چوان تہ مون کي بزرگيءَ جا اعليٰ مرتبا عطا ڪر! منهنجو رڳو هيءُ عرض آهي تہ: منهنجي گناهن کي معاف ڪر!

ماڻهن جو تہ هي ڪم آهي جو جنهنجي بہ ڪا ٿوري گهٽي اوڻائي، ڪوتاهي ڏسن ٿا، تہ ان جو ڍنڍورو ڪندا وتن. هن ويچاري کي ويتر وائڪو پيا ڪن.

اي الله! تون ڏسين پسين ٿو ۽ آءُ بين ماڻهن کان بہ واقف آهيان. تون ستار آهين. اسان جي عيبن کي ڏسڻ پسڻ جي باوجود ڍڪيندو آهين ۽ ٻيا انسان ڪا شيءِ ڏسندا بہ ڪونهن، تہ بہ بدگماني ڪري پيا گلا ڪندا آهن.

اي منهنجا رب! ڪيترا غلام بي خبريءَ ۾ ڪا غلطي ڪري ويهندا آهن. پوءِ پڇتائڻ تي مالڪ معاف ڪري ڇڏيندو اٿن. اي اسان جا الله! تون بہ جيڪڏهن سخا ڪري اسان جي خطائن کي معاف ڪندين، تہ سڀ ان معافيءَ جي قطار ۾ اچي ويندا. پر جيڪڏهن اسان جا گناهہ معافيءَ جهڙا نہ آهن، تہ پوءِ ٻيا حساب ڪتاب نہ ڪجانءِ. عوام آڌو عمل توري، خوار ۽ خراب نہ ڪجانءِ. دوزخ ۾ موڪلي ڇڏجانءِ!

ستر ڪج ستار، آءُ اگهاڙي آهيان،
ڍڪين ڍڪڻهار، ڏيئي پاند پناهہ جو.

## شيخ سعديءَ جي دعا

اي الله! تون منهنجي رهنمائي ڪندين، تہ آءُ بچي سگهان ٿو ۽ جيڪڏهن تون ڇڏي ڏيندين، تہ ٻيو ڪوئي سهارو نہ ليي سگهندو. تون مدد نہ ڪرين تہ ٻيو ڪير بہ تعاون نہ ڪندو ۽ جيڪڏهن تون معافي ڏيندين پوءِ ڪير بہ پڪڙ ڪري نٿو سگهي.

قيامت ۾ هڪڙي قطار نيڪ بختن جي ۽ ٻي قطار بدبخت انسانن جي هوندي، خبر نہ اٿم تہ، مون کي ڪهڙيءَ صف ۾ جاءِ ملندي. اتي جيڪڏهن اعمال نامو ساڄي هٿ ۾ مليو تہ خود مون کي ئي عجب ٿيندو. تہ اهڙا نيڪ عمل ڪيائي ڪونہ هئم. مون تہ مداين ۾ وقت گذاريو. هيءَ مهرباني ڪيئن ٿي.

دل ۾ هيءَ اميد رکيو ٿو اچان تہ: منهنجي اڇن وارن کي ڏسي، الله تعالیٰ حياء ڪري معافي ڏئي ڇڏيندو. (اڇي ڏاڙهيءَ واري کان ڪهڙا حساب ڪندو.) ان کان پوءِ هيءُ بہ عجب ٿيندم تہ مون الله کان حياء ڪونہ ڪيو، نيڪيون ڪونہ ڪيم. وري بہ رب مون تي حياء ڪيو.

اي منهنجا رب! حضرت يوسف عليه السلام جي ڀائرن ڪيس گهڻو ستايو. کوهہ ۾ وڌو، وري وڪڻي ڇڏيو. گهر ڪان ٻي گهر ڪيو. ان ڪان پوءِ بہ جڏهن الله جو نبي مصر جو حاڪم ٿيو، تہ ڀائرن جو هيٺو حال ڏسي، ڪين معافي ڏئي ڇڏيائين. ڪو ڏوراپو نہ ڏنائين. هنن جي کوٽن پئسن تي بہ اناج جون ڀوريون ڀري ڏنائين. يعني: حضرت يوسف عليه السلام سهڻي صورت سان گڏ سهڻي سيرت جو مظاهرو ڪيو.

اي منهنجا الله! تون تہ اسان تي ان ڪان وڌيڪ مهربان هجڻ گهرجين. اسان جي کوٽن عملن تي انعام عطا ڪرين. بنا ڏوراپن ڏيڻ جي معافي ڏئي ڇڏين. اسان رڳو ان اميد جو سرمايو سانديو ويٺا آهيون. هاڻي پارت اٿئي نااميد نہ ڪجانءِ!

ڪڇ ڪماير ڪوڙ، ڀڳم عهد الله جا،
ڀڃرو جو پاپن جو، سو ڇوٽيءَ تائين ڇور،
معلوم اٿئي مور، ڳوڙهو انهيءَ ڳالهہ جو.



ليلائي مَ لهين، تہ پڻ ليلائيج،
آسرَ مَ لاهيج، سڄڻ ڀاڄهيندڙ گهڻو.



شيخ سعدي رحمة الله عليه جي ڪتابن ۾ نصيحت جا
ڪيئي نڪتا نروار آهن. اڳ ۾ آءُ رڳو گلستان کان واقف
هوس، جو ننڍپڻ ۾ مدرسي ۾ پڙهيو هوم ۽ ان وقت بوستان
پڙهڻ نصيب نه ٿيم. هاڻي جڏهن گلستان جو سنڌيءَ ۾ ترجمو
ڪيم، تڏهن بوستان جي مطالعي جو شوق جاڳيو. پڙهڻ
دوران، ان ۾ به ادب ۽ اخلاق جا وڏا اصول سمايل ڏٺم.
گلستان نثر ۾ هئو، ته بوستان نظم ۾ آهي. گلستان ۾ ادبي
رنگ غالب آهي، ته بوستان ناصحانه رنگ ۾ رنگيل آهي.

شيخ سعدي رحمة الله عليه هن ڪتاب ۾ ٻُڌل يا ڏٺل
ڳالهه لکي، ان مان حاصل ٿيندڙ نصيحت به کولي سمجهائي
آهي. تڏهن بوستان جي ترجمي ڪرڻ لاءِ به شوق پيدا ٿيو ۽
ٻين مصروفيتن مان ڪجهه وقت هن ڪي به ڏنم. نيٺ ٻن سالن
۾ بوستان جو سنڌي ترجمو به لکجي پورو ٿيو.

ظاهر آهي ته فارس قوم وٽ پنهنجون ريتون رسمون،
ڪهاوتون، چوڻيون، پهاڪا ۽ تشبيهون وغيره آهن ۽ اسان
سنڌي قوم وٽ پنهنجون تشبيهون مروَّج آهن. ان ڪري ڪتاب
بوستان جو ترجمو ڪندي، لفظي ترجمي ڪرڻ بدران محاوره ۽
مفهوم جو لحاظ ڪيو ويو آهي. جيئن سنڌي ماڻهو شيخ
سعديءَ جي لکيل آکاڻين ۽ نصيحتن مان وڌيڪ حَظُ حاصل
ڪري سگهن. ان سلسلي ۾ ڪٿي ڪو بيت يا سنڌي پهاڪو
موضوع جي مناسب سان ياد اچي ويو ته لکي ڇڏيو اٿم. هاڻي
هيءُ ڪتاب فارسي بوستان بدران سنڌي بوستان بڻجي پيو
آهي.

محمد قاسم سومرو